# پنهنجي ڪهاڻي
# پنهنجي زباني 2

## جي ايم سيد



لقد كان في قصصهم عبرة لاولي الالباب

# پنهنجي ڪهاڻي پنهنجي زباني-2

جي. ايم سيد



جي. ايم. سيد اڪيڊمي، سن،
ضلع دادو، سنڌ
2003ع

ڪتاب جو نالو: پنهنجي ڪهاڻي پنهنجي زباني-٢
ليکڪ: جي. ايم. سيد
ڇاپو: پهريون
ڇپجڻ جو سال: 2003ع
ڪمپيوٽرائيزڊ ڪليگرافي: احسان علي لغاري
قيمت =/300
ٽي سئو روپيه فقط

---

PAHANJI KAHANI-
PAHANJI ZIBANI-2

By: G. M. Sayed
Published By: Naz Sanai
Chairman
G.M Sayed Academy Sann (Dadu)
Year: 2003
Per Copy: Rs= 300/-

# فهرست

# پ اکر

سائين جي. ايم. سيد اڪيڊمي کي اهو اعزاز حاصل ٿي رهيو آهي جو اُن طرفان سائين جي. ايم. سيد جي پنهنجي تحرير ڪيل انمول ڪتاب 'پنهنجي ڪهاڻي پنهنجي زباني' جو ٻيو جلد، پهريون دفعو شايع ٿي پڙهندڙن تائين پهتو آهي. هن کان اڳ اڪيڊمي طرفان ساڳي ڪتاب جو پهريون جلد به شايع ڪيل آهي. پر هي پهريون ڪتاب آهي، جيڪو هن کان اڳ شايع نه ٿيو آهي.

سائين جي. ايم. سيد 'پنهنجي ڪهاڻي پنهنجي زباني' جي پهرئين جلد جي مُنڍ ۾ لکيو ته جڏهن ڪسي ايوب دور ۾ نظربند ڪيو ويو ته هن پنهنجو سمورو وقت لکڻ پڙهڻ ۾ گذاريو. ڪيترن ڪتابن کي تحرير ڪيو جن ۾ هي انمول ڪتاب ٽن جلدن ۾ هو ۽ هرهڪ جلد ۾ ٢١ سالن جو احوال ڏنو ويو. پهرئين جلد ۾ جنم کان ٢١ سالن جي عمر تائين جو ذڪر هو ۽ هن ٻئي جلد ۾ ٻين ايڪيهن سالن جو ذڪر هو. پر اڳتي هلي ان کي مختلف پبلشرن پنهنجي سهوليت آهر ڇاپائڻ شروع ڪيو. جنهن ڪري پهرئين جلد ۾ ته ايڪيهن سالن جو ذڪر اچي سگهيو آهي. پر هن جلد ۾ نه ـ ٻنهي جلدن ۾ ١٩٠٤ع کان ١٩٣٥ع جو ذڪر آهي. هاڻي باقي احوال جيڪو رهي ٿو، اهو ١٩٣٦ع کان شروع ٿيندو.

سائين جي. ايم. سيد پنهنجي طرفان تحرير ڪيل ٽنهي جلدن يعني ٦٣ سالن جي احوال جي هرهڪ جلد جي آخر ۾ 'باب ستون' سائين جي واقفڪار شخصيتن جي احوال طور تحرير ٿيل هو، انهن ٽنهي جلدن ۾ آيل سمورين شخصيتن جي احوال کي گڏي 'جنب گذاريم جن سين' جي نالي سان پڌرو ڪيو ويو. اڪيڊمي جيڪو پنهنجي طرفان 'پنهنجي ڪهاڻي پنهنجي زباني' جو پهريون جلد ڇاپايو، ان جي ستين باب ۾ جن شخصيتن جو ذڪر آيل هو، انهن کي 'جنب گذاريم جن سين' تان ڪٽي شامل ڪيو ويو. پر هن جلد ۾ ائين نه ڪيو ويو آهي ڇاڪاڻ ته ان سان ڪتاب جي ضخامت وڌي وڃي ها. ان ڪري اڪيڊمي طرفان ترت ئي سائين جي ان ڪتاب 'جنب گذاريم جن سين' جي ٻنهي جلدن کي گڏي شايع ڪيو ويندو، جنهن جو ڪم تقريباً مڪمل ٿي چڪو آهي ۽ انشاالله اڪيڊمي پنهنجي ڪم کي تانت

تڪميل تائين پهچائيندي.

جي. ايم. سيد اڪيڊمي، سائين جي. ايم. سيد جي زندگيءَ ۾ ئي منهنجي طرفان قائم ڪئي وئي هئي ۽ سائينءَ جي زندگيءَ ۾ توڙي ان جي جسماني جدائي ڪانپوءِ به نه رڳو منهنجي ان ادبي ۽ سياسي استاد جي فڪر ۽ پيغام کي زنده ۽ سلامت رکڻ لاءِ ۽ ان جي فڪر ۽ نظريي جي پرچار ڪرڻ لاءِ. موجوده اڪيڊمي، جي پليٽ فارم تان ڪم ٿي ڪيو آهي ۽ ان سلسلي ۾ ڪنهن به مصلحت يا دٻاءُ يا ڪنهن به سازش، اسان جي ڪم کي روڪڻ ۾ ڪاميابي حاصل نه ڪئي آهي.

سائين جي. ايم. سيد جي پوئلڳن جنهن ۾ سائينءَ جو روحاني يا جسماني اولاد اچي وڃي ٿو. انهن سان اختلاف ڪري، مائٽو سائين جي. ايم. سيد سان اختلاف طور نه تعبير ڪن. حالانڪ ائين ڪونهي. سائين جي. ايم. سيد جي فڪر ۽ نظريي سان محبت ئي اڪيڊميءَ جي ڪم کي جاري رکڻ لاءِ اتساهه جو سبب بڻيل آهي.

اڪيڊمي، اها ڳالهه سمجهي ٿي ته سائين جي. ايم. سيد لاءِ ڪم ڪرڻ ڪو ايڏو سولو ۽ سهنجو ناهي ۽ خاص طور ان جي اصل روح کي برقرار رکڻ ڪري، ڪيترين تڪليفن کي برداشت ڪرڻو ٿو پوي؟ انهن جو هتي اظهار ضروري ناهي. سائين جي. ايم. سيد جي شخصيت جا هزارين پهلو آهن. انهن سمورن پهلوئن تي ڪيترو ئي ڪم ٿي سگهجي ٿو. سائينءَ جون ٻيون به ڪيتريون ئي تحريرون، خط، ڊائريون ۽ ٻيو مواد اشاعت هيٺ اچي سگهي ٿو ۽ اچڻ گهرجي. اسان پنهنجي ان ناڪامي، جو به اظهار ڪريون ته سائينءَ جي ذاتي لئبرري، ڪاغذن سان ڊائرين ۽ ٻين تحريرن تي اسان جو هٿ وس ناهي. جاڪاڻ ته سائينءَ جي وفات ڪانپوءِ ان جا ڪيترائي والي ۽ وارث پيدا ٿي پيا آهن. ۱۹۳۶ع ڪانپوءِ وارو مواد، جيستائين سائين پاڻ تحرير ڪري سگهيو ته رکيو آن جي جاچ جي ضرورت آهي پر ان جي سمورين ڊائرين ۽ ٻين ڪاغذن سان ملي باقي ڪم ڪئي به مڪمل ڪري سگهجي ٿو. جيڪڏهن سائين جي. ايم. سيد جي جسماني اولاد، اڪيڊميءَ جي ڪارڪردگيءَ کي نظر ۾ رکي، اڪيڊميءَ سان تعاون ڪيو ۽ اسان کي رکيل مواد جي فوٽو ڪاپي فراهم ڪئي ته پوءِ به اسان پنهنجي لائق رهنمائن ناتين. سائينءَ جي سموري ڪم کي مڪمل ڪري پهچائي

سکهنداسين. اميد تہ ان سلسلي ۾ تہ رکو سائينءَ جو اولاد بر ان جا سمورا پيروڪار بہ اسان جي مدد ڪندا.

سائين جي. ايم سيد ٢٥- اپريل تي وفات ڪئي. هن ئي ڪتاب جي ص ٢٨٨ تي پڙهندڙ دوست، ٢٥- اپريل ١٩٣٠ع تي، سائينءَ جي لکيل ڊائريءَ جي ٽڪري کي پڙهي سگهن ٿا. جنهن ۾ سائين لکي ٿو:

" مسٽر منگهارام ملڪاڻي لکي ٿو تہ: "انسان جو بدن خدا جو گهر آهي، ان جي پاڪيزگيءَ صحت مذهبي فرض آهي. بدن کان جيترو ڪم وٺجي، اوتري ان جي سنڀال بہ ڪجي. تون پنهنجي تندرستيءَ جو خيال رکندو ڪر."

سڀني جذباتن جو هئڻ ضروري آهي. ليڪن انهن تي قبضو رکڻ بہ لازمي ڳالهہ آهي. ڪهڙا ڪم هٿ ۾ ڪئين وڏي جوابداري آهي. مهرباني ڪري وعدو ڪري جڏ تہ اڳتي ڪوبہ ڪم جذبي هيٺ اچي تکڙ ۾ ڪونہ ڪندين. هر ڳالهہ لاءِ هفتو ترسي پوءِ قدم کڻندين......"

ڪاش، سائين جي. ايم. سيد ٢٥- اپريل تي اسان کان جدا ٿيڻ ۽ اسان کي جوڙو جنو ڪري وڃڻ بابت بہ سوچي ها تہ ان ڪانپوءِ سنڌ سان جي. ايم. سيد جهڙو بيو ڪير پيار ڪندو ۽ ان ڪانپوءِ سنڌ جي سياسي واپومنڊل جو ڇا حال هوندو-؟ تہ يقينن سائين موت تي فتح حاصل ڪري وٺي ها... موت تي ان جي ابدي ۽ لافاني فتح تہ اڄ بہ آهي جو انَ جا سمورا دوست ۽ دشمن. ان جي سچائيءَ ۽ پيار تي ڪونہ سگهہ تہ ٿا ڪن ۽ اها ئي ان مانهو جي عظمت آهي. اڄو تہ ان عظيم شخصيت جي عظمت جي سمورين جوين کي ظاهر ڪرڻ لاءِ پنهنجين صلاحيتن کان ڪم وٺون ۽ هڪٻئي سان دل کولي ان سلسلي ۾ تعاون ڪريون.

**ناز سنائي**

٢٠- جنوري ٢٠٠٣

حيدرآباد سنڌ

فليٽ نمبر ١١

ايچ. ڊي. اي ايڪانامي فليٽس

ناد نسيم نگر- حيدرآباد سنڌ

# پيش لفظ

ڪتاب جي هن جلد ۾ ذڪر ڪيل ٻين ايڪيهن سالن جي زندگيءَ جو احوال مختلف واقعن جو هنبار ۽ حياتيءَ جي مشغول ترين لمحن جي قصن جو داستان آهي.

انهيءَ وقت عمر جو ٢٢- سال شروع ٿيو هو. مڪتب حيات مان ابتدائي سبق حاصل ڪري زندگيءَ جي ڪٺن مرحلن طيءِ ڪرڻ لاءِ تيار ٿي چڪو هوس.

انهيءَ سفر جي مشابهت سنائي سمنڊ جي سياحت سان ڪري سگهجي ٿي. جنهن جي لڙ، لهرين، لس، ليٽن، چڪڙ، چاڙهن، ڪارونيار، ڪنن جو ذڪر شاه لطيف پنهنجي ڪلام ۾ نهايت عمده پيرايه ۾ بيان ڪيو آهي.

ان سفر ۾ جُنگ، جهاز، سڙهه سنون، لاچونون، سنوارين ساٿين جي ضرورت ٿئي ٿي پر هتي منهنجي حالت ٻي اور هئي.

مون پراڻي ٻيڙيءَ ۾ وکر وترو چاڙهي اتر آسري کوها کڻي سمنڊ زندگيءَ جو سفر شروع ڪيو.

تعليم ٿوري، پيسو گهٽ، سنوارن ساٿين جي قلت اثاث سفر هئا. البت وکر ڀانهپ جو ساڻ ڪنيل هو جو پٽي ٻه پراڻو نه ٿي ٿيو، پر ان جا وهائو تمام ٿورا هئا.

ان ساري عرصه حيات ۾ راتيون ۽ ڏينهن سانده جاڳي ڪم ڪرڻو پوندو هو. جوانيءَ جي جوش ۾ صحت ۽ سلامتيءَ جو اوسيڙو ۽ اون ڪونه هوندو هو. ڪثرت ڪاروبار ڪري ٻاڻ وسريل هو. زمين جي سنڀال، گهر، اولاد جي نظرداري، تندرستيءَ جو خيال، مستقبل جي ڳڻ ڳوٺ. سڀ حال جي گرداب مونجهاري ۾ وسري ويل هئا.

هاڻ جڏهن انهي عرصي جي خوف ۽ خطرن، ڪوتاهين ۽ ڪمين ڏي هڪ طرف نظر ٿي ڪجي ته ڇين ڪان نفعي جو پاسو سوايو پيو ڏسڻ ۾

حي

سياسي ۽ اقتصادي نظرين جي واقفيت ۽ تجربو انهيءَ عرصي ۾ حاصل ٿيو.

علمي ۽ ذهني معلومات جو اضافو بہ انهي دور ۾ ٿيو. ناحق جي مخالفت ڪرڻ جي جرئت بہ انهي وقت کان شروع ٿي. انتظامي عهدن جي سنڀالڻ جو تجربو ۽ آزمودو انهي وقت جي يادگار آهي.

سماجي اصلاح لاءِ ڪوششون، ثقافتي راهہ جي روشناسي بہ انهي عرصہ حيات ۾ حاصل ٿيون.

مجازي مرحلا طيءِ ڪرڻ جو موقعو بہ انهيءَ وقت ۾ مليو.

تصوف جو مطالعي بہ انهيءَ زماني ۾ ڪيم.

مطلب تہ زندگيءَ جون اهي عجيب گهڙيون هيون جن ۾ ساڳي وقت درسگاهہ حيات جي مختلف مضمونن جو مطالعو ڪرڻو ٿي پيو.

انهيءَ وقت اندر لوڪل بورڊ جو سمورو دور، مخالفت ۾ رهڻ يا اقتدار جي حالت ۾ مخالفت کي منهن ڏيڻ ۾ گذريو. آخر انهي دائره عمل کي تنگ سمجهي، سنڌ اسيمبليءَ دواران خدمت ڪرڻ شروع ڪيم.

اڳتي هلي معلوم ٿيو تہ اهي جمهوري ادارا، عمدن اصولن ۽ پروگرامن تي ٺهيل منظم جماعتن کانسواءِ شخصي مفاد جي کيل جو اکاڙو بنجي ٿي پيا.

ان ڪري ابتدا ۾ صوبائي جماعت ٺاهي ڪم ڪرڻ شروع ڪيو ويو. ليڪن تجربي بعد انهن کي شخصي مفاد کان آزاد ڪرڻ جي اميد نہ ڏسي آل انڊيا جماعتن جو سهارو وٺڻو پيو.

اول ۾ ڪانگريس سان ملڪ جي آزاديءَ جون اميدون.وابستہ ڏسي، ان ۾ ڪم ڪرڻ لڳس ليڪن سنڌ اندر ڪن ڪوتاهہ نظر هندن جي رويہ اسان کي مجبور ڪري ان کان ٻاهر ڪڍيو.

اتان نڪري مسلم ليگ جو سهارو ورتم، هڪ وقت انهيءَ جماعت جون واڳون مولانا ابوالڪلام آزاد، ڊاڪٽر انصاري، حڪيم اجمل خان ۽ جناح صاحب جهڙن قوم پرستن جي هٿن ۾ هيون.

سنڌ ۾ انهيءَ کي زور وٺائي جڏهن طاقتور بڻايوسين تہ اها چند مفاد پرست زميندار، جاگيردار، تاجر ۽ ڪمورن جي قبضي ۾ اچي ويئي، جن ان کي سندن طبقاتي مفاد لاءِ ڪتب آڻڻ شروع ڪيو.

اسان کي ملڪ ۽ قوم جي محبت جي باوجود حصول پاڪستان بعد جيلن جا در ڏسڻا پيا. آزاديءَ لاءِ لڙندڙ، مخلص، بي ڊپا، بي طمع ملڪي ڪارڪن غدار قوم ۽ وطن شمار ٿيڻ لڳا ۽ انگريزن جا ايجنٽ، نمڪ پرورده ڪامورا، خودمطلب زميندار، جاگيردار ۽ تاجر، اسلام جا علمبردار سڏجڻ لڳا.

اهو سڀ ڪجهه ٿيو ۽ ٿي رهيو آهي.

هن ڪتاب ۾ انهن سڀني واقعات تي مفصل روشني وجهڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم.

آءٌ سمجهان ٿو ته هن سموري احوال سان گهڻن کي دلچسپي نه به ٿئي. موجوده دور ۾ ڪثرت مشغولين سبب اڪثر ماڻهو ڊگهو ۽ تفصيل وار احوال پڙهڻ پسند نه ڪندا آهن، اهڙن ماڻهن لاءِ منهنجا پيا لکيل ڪتاب شايد دلچسپيءَ جو باعث بنجن.

پر هن ڪتاب لکڻ مان منهنجو مقصد انهيءَ دور جي ڪثير واقعات کي قلم بند ڪرڻ آهي. جو آئندي لاءِ هن دور جي تاريخ لکندڙن واسطي مفيد مواد ميسر ڪري سگهندو.

# باب اول

## انهيءَ دور جا بين الاقوامي سياسي احوال

رواجي طرح پنهنجي ڪهاڻيءَ ۾ بين الاقوامي حالات جو ذڪر ڪرڻ ذرا بي موقعي ۽ بي معنيٰ پيو لڳي ليڪن دنيا پاڻ ۾ موجوده سائنسي ايجادن ڪري ايترو ڳنڍجي ويئي آهي ۽ مڪاني سوالن تي بين الاقوامي مسئلن جو ايترو اثر پيل رهي ٿو جو انهن جي پس منظر معلوم ڪرڻ کانسواءِ، مڪاني معاملن جي معلومات اڌوري رهجيو وڃي. تنهنڪري هن باب جو ان لاءِ اضافو ڪريان ٿو ته پڙهندڙ جڏهن وسيع تر معلومات جي آڌار تي مڪاني حالتن جو جائزو وٺندا ته جنديڻ ڪري حقيقتن جو صحيح اندازو ڪري سگهندا.

پنهنجي ڪتاب جي پهرين جلد ۾ پهرين مهاڀاري لڙائي کان اڳ جو مختصر احوال، اتحادين جي فتح، جرمني ۽ سندس ساٿين جي شڪست جو احوال ڏئي آيو آهيان. هتي ان ڪانپوءِ ٿيل واقعن جو ذڪر ڪندس جي اتحادين فتح جي نشي ۾ مست ٿي پنهنجن ڪيل انجامن، وعدن ۽ بيان ڪيل اصولن کي وساري شڪست خورده ملڪن کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري. يورپي حڪومتن جي نقشي بدلائڻ، متن ڳرا جرمانه وجهڻ ۽ بين بي عزتي جهڙن برتائن اختيار ڪرڻ جي رد ۾ پيدا ٿيا هئا.

انهيءَ لڙائيءَ ڪري جرمني، ترڪي، هئبسبرگ ۽ رشيا جي شهنشاهيءَ جو خاتمو ٿي ويو.

شخصي حاڪمن ۽ بادشاهن جو تعداد گهٽجي ويو.

انهن شهنشاهين جي ختم ٿيڻ بعد ڪيتريون نئيون حڪومتون قوم پرستيءَ جي اصولن تي يورپ ۾ برپا ڪيون ويون هيون.

هن جنگ ۾ امريڪا جي داخل ٿيڻ سبب حالتون بدلجي فتح جي صورت اختيار ڪري ويون هيون. انهيءَ وقت امريڪا جو صدر مسٽر ووڊرو ولسن نهايت ڀلو منش هو. تنهن آينده لاءِ دنيا جي اختلافي مسئلن کي جنگ

ڪي تباهه ڪن ذريعن سان نبيرڻ جي عيوض باهمي گفتگو ذريعي فيصلو ڪرڻ لاءِ دنيا جي مکيه مسئلن بنسبت امريڪن ڪانگريس اڳيان ٨- جنوري ١٩١٨ع تي هيٺيون چوڏهن نقاطي پروگرام پيش ڪيو.

(١)- آينده لاءِ حڪومتن درميان عهدناما ڪليل طرح ڪيا وڃن.

(٢)- هر ڪنهن ملڪ ڪي بين الاقوامي عهدنامن مطابق بند تيل ايراضين ڪانسواءِ، هر سمنڊ ۾ جهاز رانيءَ جو پورو حق صلح ۽ جنگ جي حالت ۾ هئڻ گهرجي.

(٣)- جيتري قدر ممڪن ٿي سگهي اقتصادي بندشون ڪڍي ڇڏجن.

(٤)- سڀ ڪنهن ملڪ جي اندروني انتظام ۽ بچاءَ جو لحاظ رکندي، عام هٿيار سازيءَ جي چٽا ڀيٽي کي گهٽ ڪيو وڃي.

(٥)- سامراجي ملڪن جي ٻينڪن ۾ مڪاني ماڻهن جي حقن کي سامهون رکي سڌارا آندا وڃن.

(٦)- رشيا جي نئين حڪومت سوويت يونين جي حدن مان لشڪر ڪڍي کين سندن قومي ۽ ملڪي معاملات جي فيصل ڪرڻ لاءِ آزاد ڇڏيو وڃي.

(٧)- بيلجم جي حدن مان لشڪر ڪڍي ان کي آزاد ڪيو وڃي.

(٨)- فرانس جي حدن مان لشڪر ڪڍي کين السيس ۽ لورين ڏيارڻ ۾ اچن.

(٩)- اٽلي جي حڪومت کي سندن قومي ايراضي واپس ڏياري وڃي.

(١٠)- آسٽريا هنگري جي رهاڪن کي مڪاني خود مختياري ڏني وڃي.

(١١)- رومانيا، سربيا، مانٽينگرين جي حدن مان لشڪر ڪڍائي کين آزاد حڪومتون ڏياريون وڃن.

(١٢)- ترڪن کي انهن ايراضين ۾ جتي سندن قوم جي اڪثريت هجي، آزاد قومي حڪومت ڏني وڃي، باقي سندن ماتحت ٻين قوميتن جي ماڻهن کي خود مختياري ڏيارڻ لاءِ سهوليتون مهيا ڪيون وڃن. درده دانيال کي کليو رکيو وڃي.

(١٣)- پولينڊ کي آزاد قومي حڪومت ڏياري وڃي.

(۱۴)- بين الاقوامي فيصلن کي باهمي فيصلن ذريعي نبيرڻ. ننڍن وڏين قومن جي آزادي برقرار رکڻ لاءِ دنيا جي قومن جي جماعت قائم رهي.

سگهوئي ۱۸- جنوري ۱۹۱۹ع تي پيرس ۾ صلح جي ڪانفرنس منعقد ٿي. جنهن ۾ ۲۷ فاتح قومن جا ۷۰ نمايندا اچي شريڪ ٿيا. جرمنيءَ کي ان ۾ شريڪ نہ ڪيو ويو.

انهيءَ ڪانفرنس جي موقعي تي جڏهن پريزيڊنٽ ولسن يورپ ۾ آيو تہ اتحادين طرفان ان جي وڏي آڌرڀاءُ ڪئي ويئي. ليڪن انهي جي چوڏهن نڪاتي پروگرام مان صرف ليگ آف نيشن قائم ڪرڻ جي تجويز بحال ڪئي ويئي.

سندس باقي رٿون يورپ جي اتحادي حڪومتن جي مفاد کي نقصان پهچائڻ جي ڊپ کان بحال ٿي نہ سگهيون. هو سندن خود مطلبي ۽ ڪوتاهہ انديشي کان دل شڪستہ ٿي موٽي واپس وطن ويو.

پهرين مهاڀاري لڙائي مان هيٺيان مکيہ نتيجا نڪتا.

۱- ان ڪري دنيا جي طاقتور حڪومتن جو تعداد گهٽجي ويو.

۲- دنيا ۾ مذهبي جنگين کانسواءِ هي پهريون دفعو هو جو حڪومتن طرفان جنگ ۾ شامل ٿين لاءِ. ڪن اصولن جي بنياد تي ماڻهن کي اپيل ڪرڻ جو رواج پيو.

۳- روس ۾ هڪ نئين حڪومت نظرياتي بنيادن تي سوويٽ يونين نالي سان وجود ۾ آئي جنهن پنهنجي طاقت کي اشتراڪي نظريي جي بنياد تي وڏن پروگرامن موجب وڌائڻ شروع ڪيو.

۴- جنگ جي پوري ٿيڻ بعد هيٺيان پنج مکيہ عهدناما ٿيا جن ڪري ناراضگي پيدا ٿي سڀ ۽ ٻي عالمگير جنگ جو باعث بڻيا.

(۱) ورسيلز جو عهدنامون

(۲) سينٽ جرمنيءَ جو عهدنامون

(۳) نيولي جو عهدنامون

(۴) سيورس جو عهدنامون

(۵) ٽرينن جوعهد نامون

هر هڪ عهدنامي بابت هيٺ مختصر احوال ڏجي ٿو.

**(۱) ورسيلز جو عهدنامون:**

هي ۷-جولاءِ ۱۹۱۹ع تي وجود ۾ آيو.

"ان عهدنامي موجب جرمنيءَ جو السيس لورين وارو حصو فرانس کي ملئو هو. موريسينٽ، يوپن، ماليڊي، حصا بيلجم کي ڏنا ويا.

سار جي ايراضي ١٥ سالن تائين اتحادين جي ماتحت رهڻي هئي.

انهيءَ عرصي ۾ اتي جي ڪوئلن جي کاڻين جي سنڀال ۽ نفعو فرانس کي ملڻو هو.

سليوگ جي نڪري کي عام راءِ موجب فيصلو ڪرڻو هو ته هو ڪيڏانهن ويندو.

پوسين ۽ ويسٽ پرشيا جو وڏو ٽڪرو پولنڊ کي ملڻ وارو هو.

اپرسليشيا ۽ ڊانزگ پولنڊ جي زير اثر جدا ملڪ ٿي رهڻو هو.

افريقا ۽ ٻين هنڌن جون جرمن ڪالونيون، اتحادين کي ملڻ واريون هيون، جن کي هنن پاڻ ۾ ورهائي ليگ آف نيشن جي نالي ماتر نگراني هيٺ رکيو هو.

جرمنيءَ کي هڪ لک ڪان وڌيڪ لشڪر نه رکڻو هو، جنهن کي به معمولي هٿيار رکڻ جي اجازت هئي. بحري ٻيڙي ۾ صرف ڇهه وڏا جهاز رکڻا هوس آبدوز ڪشتين رکڻ جي اجازت ڪانه هيس.

رائين لئنڊ پندرهن سالن تائين اتحادين جي سنڀال هيٺ رهڻ وارو هو.

رائين نديءَ جي ڪناري وارو ٽڪر ٽيهن ميلن تائين آزاد رکڻو هو.

جرمني جي ڪيل واهه کي سڀني قومن جي جنگي ٻيڙن يا واپاري جهازن لاءِ کليل ڇڏڻو هو. جرمنيءَ جي ندين کي بين الاقوامي حدون قرار ڏنو ويو.

اڳين شهنشاه وليم ۽ سندس حڪومت جي مکيه عهديدارن تي ڪيس هلڻ وارا هئا. جرمنيءَ کي جنگ جي ڇٽيءَ ۾ پندرهن عرب ڊالر يڪدم ڏيڻا هئا. باقي جرمانو ٣٠ سالن ۾ ادا ڪرڻو هو. پنجن سالن تائين کين اتحادين کي هر سال ٻن لکن ٽن جا سمونڊي جهاز ٺاهي ڏيڻا هئا. جرمنيءَ جي ڪوئلي جو وڏو حصو، ڏهن سالن تائين فرانس، بيلجم ۽ اٽليءَ کي ڏيڻو هو.

اتحادين طرفان جرمنيءَ ۾ رکيل لشڪر جو خرچ به جرمنيءَ کي ڀرڻو هو. انهي عهدنامي جي شرطن مان معلوم ٿي ويندو ته جرمنيءَ جهڙي غيرتمند، جنگجو، ترقي يافته ۽ طاقتور قوم کي ڪيترو نه ذليل ۽ ڪمزور

ڊاڻن جي رت رتي ويئي هئي.

### (٢) سينٽ جرمنيءَ جو عهدنامون:-

هي عهدنامون ١٠ سپٽمبر ١٩١٩ع تي صحيح ڪيو ويو. "انهيءَ عهدنامي موجب آسٽريا ۽ هنگري جي هئپسبرگ سلطنت کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ختم ڪيو ويو هو. انهي کي ٽوڙي چيڪو سلويڪيا، يوگوسلويڪيا، پولنڊ، هنگريءَ ۾ نسلي ۽ لساني بنيادن تي جدا جدا حڪومتون بنايون ويئون هيون.

آسٽريا کي سندس ايراضي جي ڪيترن حصن تان دستبردار ٿيڻ بعد هيٺين شرطن تي آزاد رهڻ ڏنو ويو هو.

١- ٽيهن (٣٠) هزارن کان مٿي لشڪر نہ رکندي.

٢- جرمني وانگر (٣٠) سالن تائين جنگ جو جرمانو ڏيندي ايندي.

٣- جرمني ۽ آسٽريا جي گڏجڻ کان منع ٿيل هين.

انهيءَ عهدنامي يورپ جي ٻي طاقتور شهنشاهيت جو خاتمو آڻي ڇڏيو، جنهن ڪري فرانس ۽ انگلينڊ جي طاقت وڌي ويئي.

### (٣) نيولي جو عهدنامون:-

انهيءَ تي ٢٧ نومبر ١٩١٩ع صحيح ڪري عمل ۾ آندو ويو.

"انهيءَ عهدنامي موجب بلگيريا جي حڪومت کي ايجين سمنڊ واري حصي تان هٿ ڪڍڻو پيو. يوگو سلويڪيا جي نئين حڪومت کي تسليم ڪرڻو پيو.

٤٥٠ ملين ڊالر جنگي تاوان ڏيڻو هون. لشڪر صرف ٢٠ هزار رکڻ جي اجازت هين. جملي جنگي سامان اتحادين جي حوالي ڪرڻو هون."

انهيءَ عهدنامي جي نتيجي ۾ بلگيريا جي حڪومت کي ڪمزور ۽ بي عزت بنايو ويو هو.

### (٤) سويرس جو عهدنامون:-

اهو عهدنامون ٢٠ آگسٽ ١٩٢٠ع تي صحيح ڪيو ويو. جنهن موجب ترڪي شهنشاهيت کي ختم ڪري نڪرن ۾ وراهيو ويو هو. جنهن جو احوال هن ڪتاب جي ٻهرئين جلد ۾ خلافت تحريڪ جي ذڪر ۾ ڏنو ويو آهي.

### (٥) ٽرينان جو عهدنامون:-

اهو عهدنامون ۴ جون ١٩٢٠ع تي صحيح ڪيو ويو

”ان عهدنامي جي ڪري هنگري ملڪ جا ٽي حصا ڪيا ويا ۽ ٽن حڪومتن ۾ ورهايا ويا. ڪين ٣٥ هزار لشڪر رکڻ جي اجازت ڏني ويئي، جنگ جي زماني جا مکيه عهديدار اتحادين جي حوالي ڪرڻا پيا وغيره“

انهيءَ عهدنامي هنگريءَ جي حڪومت کي ڪم طاقت ۽ ذليل بنايو هو. ١١ لڙائي بعد جي زوريءَ عهدناما ڪيا ويا هئا تن مان اتحادين اهو سمجهيو ته هنن جملي مخالف طاقتن کي ڪچلي ڇڏيو آهي.

ليڪن اڳتي هلي دنيا جي سامهون هينيان مسئلا پيش آيا.

(١) دنيا جي مختلف ملڪن جي باهمي اختلافن دور ڪرڻ ۽ ننڍن ملڪن جي حفاظت ۽ بچاء لاءِ ليگ آف نيشن ۽ ورلڊ ڪورٽ قائم ڪئي ويئي هئي.

ليڪن انهي کي سندس فيصلن کي مڃائڻ لاءِ ڪا به ايجنسي نه هئي. جنهن ڪري انهيءَ جي نهراون کي صرف اتحادين جي طاقت ۽ اخلاقي اثر جي پشت وجي رهي هئي.

(٢) ليگ آف نيشنس يورپي طاقتن مان اتحادين جي گروه جو اوزار ٿي ڪم اچڻ لڳي. مخالف حڪومتن جي ملڪن کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري، قوم پرستيءَ جي بنياد تي حڪومتون ته بنايائون ليڪن اتحادين جي هٿ هيٺ جي ملڪ يا ڪالونيون هيون، انهن کي نه آزادي ڏني ٿي ويئي نه ان جا فيصلا انصاف تي ٻڌل هئا. تنهن ڪري ان جو وقار ۽ عزت گهٽجي ويئي.

(٣) ليگ جي انهي پاليسي ڪري غير يورپي طاقت جهڙوڪ يونائيٽيڊ اسٽيٽس آف آمريڪا، ڪن برٽش ڊومينن ۽ جپان انهي جي ڪمن مان دلچسپي ڪڍي ڇڏي. هنن سندن لاڳاپي وارن حدن کان ٻاهر جي ڳالهين ۾ حصو وٺڻ کان بي تعلقي ڏيکاري.

(۴) جپان جي حڪومت لڙائي ۾ شريڪ نه ٿي هئي ۽ هن لڙائي جي وقت واپار ذريعي گهڻو پيسو ڪمايو هو تنهنڪري سندس طاقت وڌي ويئي هئي. جنهن جو فائدو وٺي هن مشرق بعيد تي زوري قبضي ڪرڻ جي پاليسي اختيار ڪئي.

(۵) امريڪا جي حڪومت به طاقتور هئي ان آخري وقت تي ڪن مصلحتن جي بناء تي جنگ ۾ اتحادين کي مدد ڪئي هئي. پر جنگ کانپوءِ يورپي اتحادين جي خودغرضانه پاليسيءَ کان تنگ اچي، پنهنجي پاليسي ڏکڻ امريڪا تي ”سني پاڙيسريءَ“ جي خوبصورت نالي هيٺ اقتدار قائم

ڪرڻ جي مرتب ڪئي.

(٦) فرانسي حڪومت انهي فتح مان خاص فائدو حاصل ڪيو هو سا بدليل حالتن جي باوجود يورپ جي ڪن حصن ۽ جرمنيءَ ۾ حاصل ڪيل اقتدار قائم رکڻ جي پاليسيءَ تي قائم رهندي آئي.

(٧) جرمنيءَ ۾ وقت گذرڻ بعد جڏهن سندس ذلالت جو احساس پيدا ٿي رد عمل پيدا ٿيڻ لڳو تڏهين هن ورسيلز جي ڪيترن شرطن کي رد ڪري پاڻ کي طاقتور بنائڻ شروع ڪيو. جنهن صورت ۾ ليگ کي نهرائڻ مجائڻ جو اختيار نه هو تنهنڪري آهستي ٿي ان جا نهراءَ بي جان شمار ٿيڻ لڳا.

جڏهن جرمنيءَ ۾ وان هيڊنبرگ پريزيڊنٽ ٿيو ته ان ١٨ سپٽمبر ١٩٢٧ع تي ورسيلز عهدنامي جي آرٽيڪل ٢٣١ هيٺ متن مڙهيل جرمانو رد ڪري ڇڏيو.

اٽليءَ ۾ ٢٨- آڪٽوبر ١٩٢٢ع تي مسوليني فاشسٽ پارٽيءَ جو والنٽيئرن جي مدد سان روم تي حملو ڪري قبضو ڪري ورتو هو ۽ سگهوئي ٢٥ نومبر ١٩٢٢ع تي ڪيس بادشاه طرفان ڊڪٽيٽريءَ جا اختيارات مليا. جنهن ڪري هن انجو فائدو وٺي، اٽليءَ کي زبردست طاقت بنائڻ جو پروگرام تيار ڪيو.

هن ١٩٣٥ع ۾ ليگ آف نيشن جي نهراء جي خلاف حبش تي زوريءَ قبضو ڪري اٽليءَ سان ملائڻ جو اعلان ڪيو.

٣٠- جنوري ١٩٣٣ع تي جرمنيءَ ۾ ادولف هٽلر چانسلر ٿيو ۽ سگهو ئي هن سندس نازي پارٽيءَ کي طاقتور بنائي جرمنيءَ جي وڃايل وقار ۽ طاقت کي وري حاصل ڪرڻ جون سٽون سٽيون ۽ ١۴- آڪٽوبر ١٩٣٣ع تي جرمنيءَ کي ليگ آف نيشنس مان ڪڍي روتو.

١۴- جون ١٩۴۴ع تي هٽلر روم ويو ۽ ٻن هم خيال حڪومتن ۾ سمجهوتو آڻڻ جي ڪوشش ڪيائين.

انهيءَ سان جرمنيءَ جو پريزيڊنٽ وان هيڊنبرگ وفات ڪري ويو ۽ ١٩- آگسٽ ١٩٣۴ع تي هٽلر جرمنيءَ جي پريزيڊنٽيءَ جون واڳون ورتيون.

ٻئي سال ١٩٣٥ع جي ١٣ جنوري تي جرمنيءَ جي سار علائقي ۾ ليگ آف نيشن جي سهاري هيٺ عام راءِ ورتي وئي جنهن ۾ سار جي ماڻهن ان کي جرمنيءَ سان ملائڻ لاءِ ووٽ ڪيو.

ان ڪري هٽلر جي جرمني ۾ مقبوليت وڌيڪ وڌي ويئي. ان جو فائدو وٺي هن ١٦ مارچ ١٩٣٥ع تي ورسيلز جي ساري عهدنامي جي مڃڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو."

جنگ کان پوءِ سگهوئي يورپ جي ٻي وڏي حڪومت روس ۾ لينن نالي قومي ليڊر زار جي حڪومت جي جاءِ تي اشتراڪيت جي بنيادن تي سوويت يونين برپا ڪري ان کي مضبوط بنائڻ جو پروگرام رٿيو. يونين کي ٢١- جنوري ١٩٢٤ع تي هن جي وفاتيءَ بعد خانہ جنگيءَ جو نشانو بنجڻو پيو.

هڪ طرف سٽيلن جو ۽ ٻي طرف ٽرانسڪين جو گروه هو. ٽن سالن کانپوءِ ٢٧ ڊسمبر ١٩٢٧ع تي سٽيلن جو گروه مڪمل طرح ڪامياب ٿي ويو. ان بعد سگهوئي دنيا جي مختلف حڪومتن. سوويت يونين جي حڪومت کي تسليم ڪرڻ شروع ڪيو.

سوويت يونين جي حڪومت پاڻ کي مضبوط ۽ محڪم بنائڻ لاءِ پهرين پنج ساله اقتصادي پروگرام هيٺ آڪٽوبر ١٩٢٨ع کان ڪم ڪرڻ شروع ڪيو.

انهيءَ دور ۾ جنهن کي پهرين ۽ ٻي مها يارين لڙاين جي وچ وارو دور سڏجي ٿو.

هيٺين چئن نظرين جو اثر دنيا ۾ پکڙجي ويو:

١- نيشنلزم ٢- ڪميونزم ٣- فاشزم ۴- ڊيموڪريسي

هتي آءٌ اهو بهتر ٿو سمجهان تہ مختصر طرح انهن نظرين جي بنيادي اصولن تي روشني وجهي. پوءِ دنيا جي مختلف حڪومتن جو ذڪر ڪريان.

**(١) نيشنلزم:-**

هن نظريي جو بنياد انهيءَ ڳالهہ تي هو تہ هرڪنهن قوم کي حق خودارادي‌ءَ جي اصول تي پنهنجي سياسي مستقبل بابت فيصلي ڪرڻ جو حق هو ۽ انهيءَ طريقي موجب هر قوم پنهنجي آزاد ۽ جداگانہ حڪومت بنائڻ لاءِ مستحق هئي.

قوميت جا دنيا ڀر ۾ تسليم ڪيل اصول هيٺيان شمار ڪيا ٿي ويا

(١) جاگرافيائي حدن جو وطن (٢) زبان (٣) ڪلچر (۴) قومي ڪردار (۵) اقتصادي مفاد

پهرين مهاڀاري لڙائيءَ ڪانپوءِ شڪست کاڌل حڪومتن کي انهن اصولن جي بنياد تي ٽوڙي نيون حڪومتون بڻايون ويون هيون. ليگ آف نيشنس ۾ به ساڳين بنيادن تي برپا ڪيل قومي حڪومتن کي نمايندگي ڏني ويئي هئي. جهڙوڪ :

يوگوسلويڪيا، چيڪوسلويڪيا، هنگري، البانيا، گريس، بلگيريا، رومانيا، پولنڊ، لٿونيا، لٽاويا، ايسٽونيا، فنلئنڊ، آئرلئنڊ جدا قومي حڪومتن جي صورت اختيار ڪئي.

انهن ملڪن کي جدا قومي حڪومتون ڏيارڻ ۾ اتحادين جو گهڻي قدر هٿ هو.

ليڪن انهن ساڳين اتحادي ملڪن سندن اقتدار هيٺ آيل ايشيا ۽ افريقا کنڊن جي جدا قومن کي مختلف بهانن جي آڌار تي آزاديءَ ڏيڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. جنهن تي انهن کنڊن جي رهاڪو قومن ۾ آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ جدوجهد شروع ٿي ويئي.

انهيءَ حالت کي مدنظر رکي جرمني، اٽلي ۽ جپان جي حڪومتن جڏهن ڏٺو ته فرينچ، ڊچ، پورچوگيز، اسپين، انگريز وغيره حڪومتون سندن زيردست قومي ملڪن کي آزادي ڏيڻ لاءِ تيار نه هيون، بلڪ انهن زيردست ملڪن جي پيداوار ۽ مائٽهن جي آڌار تي سندن طاقت وڏائي ترقي ڪري رهيون هيون ته انهن به ڪن ڪمزور ملڪن کي غلام بنائڻ لاءِ نئين سر ڪوشش شروع ڪئي انهن سموري سامراجي طاقتن خلاف ايشيا ۽ افريقا ۾ قوم پرستي جيءَ بنيادن تي جدو جهد شروع ٿي ويئي، هيٺ مختصر طور انهيءَ دور ۾ ايشيا ۽ افريڪا جي جدا قومن طرفان. آزاديءَ لاءِ ڪيل جدوجهد جو احوال پيش ڪجي ٿو:-

### (١) اتر افريقا جا ملڪ (موراڪو، الجيريا، تونيسيا، لبيا)

جنگ ڪانپوءِ سگهو ئي اسپين واري موراڪو ۾ ريف جي امير غازي عبدالڪريم جي اڳوائيءَ هيٺ اسپين جي سامراج خلاف آزاديءَ لاءِ هلچل شروع ٿي. جنهن کي دٻائڻ لاءِ اسپيني حڪومت هڪ وڏو لشڪر جنرل سلويسٽر جي ڪمانڊ هيٺ چاڙهي موڪليو. جنهن کي غازي عبدالڪريم ٢١ جولائي ١٩٢١ع تي ختم ڪري ڇڏيو.

هو اسپين حڪومت کي وقت بوقت شڪستون ڏيندو رهيو جنهن

ڪري اسپين وارا موراڪو جي اندروني حصي مان نڪري ساموندي ڪناري جي قبضي ۾ وڃي رهيا هئا.

ان وچ ۾ الجيريا جي مختلف حصن تي قبضي ڪرڻ لاءِ فرانس وارن عربن سان جنگ پئي ڪئي. پر ۾ هٿرڻ ڪري انهن جو غازي عبدالڪريم سان تصادم ٿي پيو. جنهن کي دٻائڻ لاءِ ٢٦ جولائي ١٩٢٥ع تي فرانس ۽ اسپين جي حڪومتن پاڻ ۾ متحد ٿي ڏيڍ لک لشڪر مارشل پيٽن جي هٿ هيٺ غازيءَ سان لڙڻ لاءِ موڪليو. لڙائي سال کن هلندي رهي. آخر پڻ زبردست طاقتن جي جديد هٿيارن سان مسلح لشڪر سان لڙڻ مشڪل ڄاڻي غازي عبدالڪريم ٢٦ مئي ١٩٢٦ع تي هٿيار ڇڏي پيش پيو. جنهن کي فرينچ حڪومت ري يونين ٻيٽ تي جلاوطن ڪري نظر بند رکيو. اهڙي طرح موراڪو جي جنگ آزاديءَ جي تحريڪ کي اتحادي سامراجين حال ڪچلي ڇڏيو.

ٻي طرف لبيا ۾ شيخ ادريس سنوسي آزاديءَ جو جهنڊو کنيو هو. ابتدا ۾ ان کي اٽلي جي حڪومت ملڪ جي هڪ حصي لاءِ اڳواڻ تسليم ڪري ڪي اختيار ڏنا. ليڪن جڏهن مغربي ملڪ سڀ ملي ويا ته اٽليءَ وارن ٩ مارچ ١٩٢٧ع تي ڏنل اختيار واپس ورتا ۽ وري آزاديءَ جي لاءِ لڙائي شروع ٿي.

هن دفعي اتحادي طاقتون مضبوط هيون ۽ شيخ سنوسي به مجبور ٿي هٿيار ڇڏي پيش پيو. جنهن ڪري هن ٻي ملڪ کي به زبردستي غلام رکڻ ۾ مغربي ملڪ ڪامياب ٿيا.

ٽي طرف الجيريا ۾ آزاديءَ لاءِ هلچل شروع ٿي جنهن لاءِ قسطنطنيه. الجيريا ۾ هڪ قوم پرستن جي ڪانفرنس ڪئي ٿي جنهن ۾ ساري ملڪ جا عالم اچي گڏ ٿيا. جن بيت المقدس واري مسلم ڪانگريس جي پروگرام وانگر مسلمانن ۾ اصلاح آڻڻ ۽ بيداري پيدا ڪرڻ واسطي هڪ جماعت جميعت العلماءَ نالي ناهي جنهن تحريڪ کي فرينچ حڪومت وڏڻ ڪان روڪي ڇڏيو. اهڙيءَ طرح انهن اتحادي طاقتن جن جمهوريت کي قائم رکڻ ۽ ننڍين قومن کي آزادي وٺي ڏيڻ لاءِ مهاڀاري لڙائي وقت نعرا هنيا هئا تن ساڳين سندن ماتحت ملڪن کي آزادي ڏيڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو."

**(٣) مصر ۽ سوڊان:-**

جنگ جي زماني ۾ انگريزن مصر ۾ جي سختيون ڪيون هيون تن

ڪان تنگ ٿي جنگ ڪانپوءِ مصر ۾ سعد زغلول پاشا جي اڳواڻيءَ هيٺ قوم پرست هلچل زور ورتو. جنهن ڪري انگريزن ١٩١٩ع ۾ زغلول پاشا کي مالٽا ۾ نظربند ڪري رکيو. جنهن تي ساري ملڪ ۾ انگريزن جي خلاف سخت مخالفت شروع ٿي ويئي.

گهڻي ڪشمڪش بعد نيٺ ١٩٢٢ع ۾ ڪن شرطن تي مصر کي مڪاني آزادي ڏني ويئي.

نئين آئين پٽاندڙ ٢٧ سپٽمبر ١٩٢٣ع تي پارليامينٽ جون چونڊون ٿيون جنهن ۾ وفد پارٽي اڪثريت ۾ چونڊ جي آئي. ۽ پارٽيءَ جي اڳواڻ سعد زغلول پاشا وزارت ٺاهي.

ليڪن اصلاحات کي ڪافي نہ سمجهي ماڻهن وڏيڪ حقن جي گهر ڪئي. انگريزي عملدارن پنهنجا خاص اختيار هلائي سختي ڪرڻ شروع ڪئي. ان تي جون مهيني ۾ ساري مصر ۾ عام بغاوت جا آثار ڏسڻ ۾ آيا.

٢٥ سپٽمبر ١٩٢٤ع کان ٣- آڪٽومبر تائين سعد زغلول پاشا ۽ مسٽر مئڪڊونالڊ وزير اعظم انگلنڊ جي وچ ۾ ڳالهيون ٿيون پر نتيجو ڪونہ نڪتو.

٢٠ نومبر ١٩٢٤ع تي ڪنهن تعصبي مسلمان سرلي سٽئڪ مصري لشڪر جي انگريز سپهہ سالار ۽ سوڊان جي گورنر جنرل کي قتل ڪري ڇڏيو. مصري حڪومت ان تي افسوس جو اظهار ڪندي، جوابدارن خلاف سخت قدم کڻڻ جو واعدو ڪيو پر انگريزن ڏوهارين کي سزا، سياسي هلچل تي بندش، جرماني، معافي ۽ سوڊان مان مصري فوج هٽائڻ جا شرط پيش ڪيا جي شرط مصري حڪومت سواءِ سوڊان مان لشڪر هٽائڻ جي قبول ڪيا. پر انگريزن سڀني شرطن قبولڻ تي زور ڏنو. جنهن تي سعد زغلول پاشا وزارت کان استعيفا ڏئي ٻاهر نڪري ويو.

انگريزن سندن هڪ ماڻهوءَ کي وزيراعظم مقرر ڪيو. مارچ ١٩٢٥ع ۾ وري نيون چونڊون ٿيون جنهن ۾ بہ وفد پارٽي اڪثريت ۾ چونڊجي آيو ليڪن انگريزن ٻيهر سندن ماڻهوءَ کي وزارت سونپي، ان تي قوم پرستن حڪومت جو ڪاروبار هلائڻ مشڪل ڪري ڇڏيو.

٢٣- اگسٽ ١٩٢٧ع تي زغلول پاشا وفات ڪئي، جنهن جي جاءِ تي مصطفيٰ نحاس پاشا وفد پارٽيءَ جو ليڊر چونڊيو.

١٦- مارچ ١٩٢٨ع تي وري نحاس پاشا جي هٿ هيٺ وزارت ٺهي

بوءِ گهڻي وقت تائين انگريزن ۽ قوم پرستن جي وچ ۾ اختيارات جي ڳالهين تان اختلاف هلندا آيا. جنهن ۾ بادشاه فواد ڪي انگريزن، قوم پرستن جي خلاف وقت بوقت ٻي ڪتب آندو.

آخر ١٩٣۵ع ۾ انگريزن مجبور ٿي ١٩٢٣ع وارو سسپينڊ ٿيل آئين ٻيهر بحال ڪيو.

ٻي سال چونڊن ۾ وري وفد پارٽي اڪثريت حاصل ڪري حڪومت ورتي.

**(٣) ترڪي:-**

ان بابت هن ڪتاب جي پهرين جلد ۾ خلافت مسئلي جي سلسلي ۾ اڳي ڏيکاري آيو آهيان تہ مصطفيٰ ڪمال پاشا حڪومت جون واڳون وٺڻ بعد، ترڪن جي وڃائل ايراضي واپس وٺي ان کي مضبوط ڪرڻ جي ڪوشش ۾ مشغول ٿي ويو هو.

هن ١٩٢۴ع ۾ خلافت کي ختم ڪري ملڪ کي ريپلبڪ بنائي سيڪولر طريقي تي حڪومت جو ڪروبار هلائڻ شروع ڪيو هو.

ملڪ کي پهرين درست ٿيل آئين ڏنائين جو اڳين آئين کان بهتر هو. ليڪن هن، ملڪ ۾ صرف هڪ پارٽيءَ جو راڄ قائم ڪري، ڊڪٽيٽر ٿي ڪم هلائڻ کي بهتر ڄاتو.

اڳتي هلي ڏهن سالن کانپوءِ ١٩٣٠ع ڌاري مخالف پارٽيءَ کي ٻہ ڪن شرطن تي وجود ۾ اچڻ ڏنائين. هن اقتصادي يا جمهوري طريقي جا کي ٻہ سڌارا ملڪ ۾ نہ آندا. سندس ڪمن مان نمايان ڪيل ڪم هيٺيان هئا:

(١) وڏيڪ شادين ڪرڻ تي بندش وڌائين.

(٢)مذهب کي سياست کان عليحده ڪري، مذهبي ماڻهن کي ان ۾ دست اندازي ڪرڻ کان روڪيائين.

(٣) فيض ٽوپي ۽ برقعي پائڻ جي رواج کي مذهب ۽ رجعت پسنديءَ جي نشاني سمجهي ان جي پائڻ کي گهٽائڻ جي ڪوشش ڪيائين.

(۴) آئين مان ملڪ جي حڪومت اسلامي هئڻ وارو فقرو ڪڍي ڇڏيائين.

(۵) ترڪي زبان رومن اکرن ۾ لکڻ جو رواج وڌائين.

(٦) سول مئريج، (باهمي رضامندي جي شادي، طلاق ) جو قانون

لازمي ڪيائين.

(٧) زالن کي ووٽ جو حق ڏنائين.

(٨) ٻڙ وارن ملڪن سان دوستيءَ جا عهدناما ڪيائين.

(٩) بلقان جي عيسائي حڪومتن (جي اڳي ترڪيءَ جي ماتحت هيون ۽ هاڻ آزاد ٿيون هيون) سان بہ باهمي مدد جو سمجهوتو ڪيائين.

**(٣) سوريا (شام)**

جنگ مهل انگريزن عربن سان وعدو ڪيو هو تہ سريا سندن حوالي ڪيو ويندو پر اندران اندر فرينچن سان عهدناما ون ڪري، جنگ کانپوءِ سريا سندن حوالي ڪئي ويئي.

سگهوئي عربن فرينچن خلاف آزاديءَ لاءِ جدوجهد شروع ڪئي.

هنن ٢ جولائي ١٩١٩ع تي دمشق ۾ ڪانگريس سڏائي مڪمل آزاديءَ لاءِ گهر ڪئي، ان کانپوءِ وري ١١ مارچ ١٩٢٠ع تي ڪانگريس امير فيصل کي بادشاه بنائڻ جو اعلان ڪيو.

انگلنڊ ۽ فرانس ان کي تسليم ڪرڻ کان انڪار ڪيو. ٢٥ جولائي ١٩٢٠ع تي فرينچن زوري دمشق تي قبضو ڪري امير فيصل کي گاديءَ تان لاهي ڇڏيو.

١٩٢٥ع کان ١٩٢٧ع تائين دروس قبيلي بغاوت ڪري شام جي ڀرازين تي قبضو قائم رکيو.

جڏهن فرينچن دمشق ۾ باغين جي لاشن کي ٽنگيو تنهن تي دمشق جي رهاڪن بغاوت ڪري فرينچن کي شهر ڇڏڻ لاءِ مجبور ڪيو. جنهن تي فرينچن وڏيڪ لشڪر آڻي، ٽئنڪن ۽ هوائي جهاز سان حملو ڪري شهر تي بہ قبضو ڪيو ۽ دروس قبيلي وارن کي بہ شڪست ڏني.

پوءِ ٢٢ مئي- ١٩٣٠ع تي فرينچن پنهنجي طرفان هڪ آئين ناهي سريا کي چونڊيل پارليامينٽ ڏئي ريپبلڪ بنايو. جنهن پارليامينٽ علي بلي العابد کي پريزيڊنٽ چونڊيو.

فرينچن ان کي قبول ڪري ١٩٣٣ع ۾ سريا سان عهدنامون ڪيو جنهن موجب ٢٥ سالن تائين سريا ۾ فرينچن کي ڪافي اختيار رهڻا هئا.

١٩٣٤ع ۾ جڏهن پارليامينٽ گڏ ٿي تہ ان هن ڪيل عهدنامي کي رد ڪري ڇڏيو جنهن فرينچن پارليامينٽ کي ان جاتايل مدي تائين معطل ڪري ڇڏيو.

ان کان پوءِ شامين ۽ فرينچن جي وچ ۾ مڪمل آزاديءَ لاءِ تصادم هلندو رهيو.

**(۵) فلسطين ۽ جوردان:-**

جنگ کان پوءِ جلدي ۲ نومبر ۱۹۱۷ع تي لارڊ بالفور هڪ اعلان ڪري فلسطين کي يهودين جو قومي وطن قرار ڏنو.

سگهوئي ليگ آف نيشنس اتحادين جي اثر هيٺ ۲۴ جولائي ۱۹۲۲ع تي ان جي منظوري ڏني.

۱۹۲۱ع ۾ عربن جي ڪانگريس قانون ساز اسيمبليءَ جي گهر ڪئي، مئي ڏاري يهودين جي بي انداز هجرت ڪري اچڻ تي عربن طرفان فساد ٿيا.

۲۶ مئي ۱۹۲۳ع تي انگريزن جورڊان (اردن) کي علحده حڪومت بنائي، امير عبدالله بن حسين کي بادشاه بنايو ليڪن بچاءِ مالي ڪاتو انگريزن جي سنڀال هيٺ رهيو.

پهرين اپريل ۱۹۲۵ع تي لارڊ بالفور جيروسلم ۾ هيبريو يونيورسٽي کولي.

اگست ۱۹۲۹ع ۾ يهودين ۽ عربن جي وچ ۾ وڏي پيماني تي فساد ٿيا. انگريزي حڪومت طرفان فسادن جي اسبابن معلوم ڪرڻ لاءِ سر والٽر شاجي چيرمنيءَ هيٺ ڪاميٽي مقرر ٿي.

جنهن عربن سان ڪيل واعدن جي خلاف ورزي ۽ يهودين خلاف نفرت انجام ڪارڻ ڄاڻايا. جنهن تي يهودين جي وڏيڪ هجرت تي بندش وڌي ويئي. ان تي يهودين هڙتالون ڪري شور مچايو. آخر انگريزن ملڪ کي ورهائي ٻه حصا ڪيو هڪ حصو يهودين کي ۽ هڪ حصو عربن کي امير عبدالله جي هٿ ۾ ڏنو.

ان کان پوءِ يهودين سندن حصو ملڪ مان عربن کي ڪيڏڻ شروع ڪيو ۽ سندن حڪومت اڄان تائين عربن جي ڪک ۾ ڪان بنيو بيٺي آهي.

**(٦) عراق:-**

۱- جنوري ۱۹۱۹ع تي انگريزن هندوستاني لشڪر سان، جن ۾ ڪيترا پنجاب جا مسلمان ٻه هئا. بغداد تي قبضو ڪيو.

صلح ڪانفرنس جي سپريم ڪائونسل (جنهن جا ڏهه ميمبر هئا. انگلنڊ، امريڪا، فرانس، اٽلي ۽ جپان جا وزيراعظم ۽ وزير خارجيه) عراق

کي ٢٥- اپريل ١٩٢٠ع تي انگريزن جي سنڀال هيٺ ڏنو. جنهن تي ناراض ٿي ساڳي سال، جولاءِ کان ڊسمبر تائين انگريزن خلاف عربن سخت بغاوت ڪئي.

ان کي ٿارڻ لاءِ امير فيصل کي شام کان گهرائي ٢٣ جون ١٩٢١ع تي بادشاه بنايو ويو. جو ١٩٣٣ع تائين بادشاه رهيو.

انهيءَ انگريزن سان لشڪري معاهدو ڪيو، جنهن ۾ انگريزن جي هٿ ۾ گهڻا اختيار رهڻ وارا هئا.

٢٧- مارچ ١٩٢٤ع تي عراق جي آئين ساز اسيمبلي گڏ ٿي اهو عهدنامو بحال ڪيو. جولائي ۾ اسيمبلي آئين پاس ڪيو.

سگهوئي موصل جي تيل جي کاڻين تان ترڪيءَ عراق جي وچ ۾ اختلاف ٿيو جو مغربي طاقتن جي مدد سان عراق جي فائدي ۾ فيصل ٿيو.

انهيءَ وچ ۾ ٻہ ٽي دفعا ڪردن، عربن کان آزاديءَ لاءِ جدوجهد ڪئي پر انهن کي زوريءَ دٻائي ماتحت رکيو ويو. ١٩٣٢ع جي ٣- آڪٽوبر تي عراق ٿوري اندروني آزادي هٿ ڪري ليگ آف نيشنس جو ميمبر ٿيو.

٨- سيپٽمبر ١٩٣٣ع تي امير فيصل وفات ڪئي. سندس جاءِ تي ان جو پٽ امير غازي تخت نشين ٿيو.

جيئن تہ اتي موصل جي نيل جون کاڻيون انگريز ڪمپنيءَ جي هٿ ۾ هيون، ان ڪري انگريزن جي هميشہ اها ڪوشش پئي رهي تہ اتي جي حڪومت جي واڳ پنهنجي هٿ ٺوڪين ماڻهن جي قبضي ۾ رکن. تنهن ڪري هنن ڪيترائي اختيار پنهنجي قبضي ۾ رکيا هئا. قوم جي مکيہ ماڻهن کي خريد ڪري بي ايمان بنائڻ جي باوجود بہ عام ماڻهن ۾ سخت ناراضگي رهندي آئي.

**(٧) ايران:-**

پهرين مهاڀاري لڙائيءَ جي زماني ۾ ايران غير جانبدار رهڻ جو اعلان ڪيو هو پر ڪمزور هئڻ ڪري ١٩٠٧ع جي عهدنامي جي آڌار تي هن تي رشيا ۽ انگريزن قبضو ڪري ورتو. جنگ پوري ٿيڻ کان پوءِ سوويت حڪومت پنهنجو لشڪر، ايران مان واپس گهرائي ورتو ليڪن انگريز اتيئي رهيا پيا هئا.

١٩١٩ع ڌاري ايراني حڪومت هڪ وفد ليگ آف نيشنس ۾ موڪليو تہ ١٩٠٧ع وارو عهدنامون رد ڪيو وڃي ۽ سندن ملڪ مان ڌاريون

طاقتون نڪري وڃن پر انگريزن جي اثر ڪري مورگو وفد ڪي ليگ ۾ ٻڌڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو.

ساڳي سال ۾ انگريزن ايرانين سان عهدنامون ڪيو. جنهن ۾ ڪين قرض به ڏنو ويو هو ۽ حڪومت لاءِ صلاحڪار به ڏنا ويا هئا. جنهن ڪري حڪومت تي انگريزن جو اثر رهڻ لڳو. ان جي عوام طرفان مخالفت ٿي ۽ اسيمبلي انهي عهدنامي کي پاس ڪرڻ کان انڪار ڪيو.

١٠ جنوري ١٩٢٠ع تي ايران ليگ آف نيشنس جو ميمبر ٿيو.

٢١ فيبروري ١٩٢١ع تي مازندران جي رهاڪو ڪوسئڪ ايرانين برگيڊ جي آفيسر رضا خان ملٽري ڪوڊي ٽا جي ذريعي تهران تي قبضو ڪري ورتو.

وزيراعظم سيد ضياءالدين کي بنايائين ۽ پاڻ فوج جي ڪمانڊ هٿ ۾ رکيائين ۽ وزير جنگ جو عهدو به سنڀاليندو رهيو.

پهريون ڪم جو انهن ڪيو سو اهو هو ته انگريزن سان اڳين حڪومت جو ڪيل عهدنامون جو اسيمبلي (مجلس) نابحال ڪيو هو سو ڦٽو ڪري ڇڏيائون ۽ سوويٽ حڪومت سان عهدنامون ڪيائون جنهن موجب هو ايران کي خالي ڪري ويا. قرض ۽ روسي ملڪيت بنا معاوضي ڇڏي ويا. پوءِ ترڪيءَ سان دوستيءَ جو عهدنامون ڪيائون.

٢٣- آڪٽومبر ١٩٢٣ع تي رضا خان وزيراعظم ايران ٿيو.

آڪٽوبر ۾ برٽش آئل ڪمپنيءَ جي مدد سان شيخ خزال محمد ۽ بختياري قبيلن جي سردارن رضا خان خلاف بغاوت ڪئي پر رضا خان انهن کي شڪست ڏئي، حڪومت تي پورو قبضو ڄمائي ويو.

شاه ايران ان وقت يورپ ۾ رهندو هو سو مٿين حالتن کي ڏسي واپس ڪونه موٽيو. جنهن تي ايراني مجلس اول ۾ فيبروري ١٩٢٥ع ۾ رضا خان کي جملي اختيار ڏئي ڊڪٽيٽر بنايو پوءِ ٣١- آڪٽومبر ١٩٢٥ع تي شاه کي گاديءَ تان لاهي ١٣ ڊسمبر ١٩٢٥ع تي کيس بادشاه بنائي شاه جو لقب ڏئي ڇڏيو.

٢٥- اپريل ١٩٢٦ع تي ان جي باقاعدي تاجپوشي ٿي.

هن مصطفيٰ ڪمال جي پوئلڳيءَ ۾ ملڪ کي مضبوط ڪرڻ شروع ڪيو. لشڪر وڌايائين، رستا ٺهرايائين، هوائي جهاز ورتائين، ٿوري ريلوي لائين ٺهرائين ، نيشنل بئنڪ کولارايائين، عراق، افغانستان ۽ ترڪيءَ سان

دوستيءَ جا عهدناما ڪيائين.

ٻاهرين ڪي ايران ۾ زمين وٺڻ تي بندش وڌائين. ائنگلو پرشن تيل ڪمپنيءَ کان تيل جي رائلٽي وڌيڪ ورتائين. ان ڪري ايران ڪجھ قدر آزاد ٿي سڏرڻ لڳو.

ليڪن ٻاهرين ملڪن جي دست اندازي بدستور قائم رهي

**٨ - افغانستان:-**

اڳئين جلد ۾ جنگ بعد امير امان الله خان جي بادشاهه ٿيڻ جو ذڪر ڪري آيو آهيان. هن طاقت ۾ اچڻ بعد انگريزن سان جنگ ڪرڻ ڪانپوءِ انگريزن، روس، ايران، ترڪي ۽ عراق سان دوستانہ عهدناما ڪيا.

ملڪ کي جديد طرز تي سڌارڻ جون رٿون رٿيون، هو پيسي نہ هئڻ ڪري اقتصادي ترقيءَ لاءِ گھڻو ڪجھ ڪري نہ سگھيو. رستا، ڪاليج، اسپتالون، لشڪر وڌائڻ وغيره سڀ ۾ پئسن جي ضرورت هئي ان ڪري سماجي اصلاح طرف رخ رکيائين. سمجھيائين تہ اهو ڪم خرچ ۽ سولو رستو هو ۽ وڌيڪ مشتهري بہ ڪرائيندو.

ليڪن افغانستان جا ماڻهو تمام پوئتي پيل ۽ قدامت پسند هئا. مُلن جو اتي گھڻو زور هو.

انگريزن امان الله خان جي جنگ ۾ روس وارن سان ساز باز ڪرڻ کي نہ وساريو هو.

تن سندن ڪيل اصلاحات مان پيدا ٿيل ناراضگيءَ کي وڌائڻ ۾ هٿي ڏني. ملن انهي اصلاحات مان سندن اقتدار کي خطرو ڏٺو.

سگھو ئي امير امان الله خان يورپ جي سير لاءِ ويو. ١١- ڊسمبر ١٩٢٧ع تي سنڌ مان لنگھيو. انهيءَ زماني ۾ سنڌ س اصلاحات جي ڳالهين جي هاڪ عام هئي ان ڪري، جتان لنگهيو يا جتي ويو اتي ان جي شاندار آجيان ٿي.

يورپ ۾ وڃڻ مهل اتي جي تقريبن جا فوٽو ملن کي ميسر ٿي مليا. انهن اسلام کي خطري جو آواز اٿاري هن جي خلاف بغاوت شروع ڪرائي. انهي ساري مخالفت جو سر گروو ملاشور بازار چيو ٿي ويو. جو حضرات سرهندين مان هئڻ ڪري وڏي دست رسي ۽ اثر جو مالڪ هو.

آخر اها باهہ دکي ١٩٢٩ع جي جنوري ۾ وڃي ڪليل بغاوت جي شڪل ۾ نمودار ٿيو.

ٿوري لشڪر ۽ عوام جي مدد نه هئڻ ڪري هن مقابلي جي طاقت نه ساري ملڪ ڇڏي وڃي اٽليءَ ۾ سڪونت اختيار ڪئي. انهيءَ خانه جنگيءَ جو فائدو وٺي هڪ بچو سقو نالي ماڻهوءَ ڪابل فتح ڪري حبيب الله خان غازي جي لقب سان حڪومت ڪرڻ شروع ڪئي.

مُلا يا ته انهيءَ جي حڪومت ۾ راضي هئا يا تخريب ڪري سگهيا ٿي ليڪن تعمير جي قوت نه ساري خاموش رهيا.

آخر يورپ ڪـــان مـــارچ ١٩٢٩ع ۾ جنرل نادر خان، واپس اچي مختلف قبيلن جي مدد سان جنگ ڪري ملڪ تي قبضو ڪري ورتو. هن امان الله خان وانگر ملڪ جي تعـمـيـر ۽ ترقيءَ جي ڪوشش ڪئي ليـڪـن ذرا دانشمنديءَ کان ڪم وٺي، پاڻ کي ملن جي مخالفت کان به بچائيندو رهيو ۽ آهسته آهسته حڪومت کي مضبوط به ڪندو ويو.

٨ – نومبر ١٩٣٣ع تي ڪيس ڪنهن ماڻهوءَ شخصي دشمنيءَ سبب قتل ڪيو ۽ سندس جاءِ تي بنا تڪليف جي سندس فرزند محمد ظاهر شاه گادي نشين ٿيو جو چاچن ۽ سوٽن جي صلاح مشوري سان حڪومت هلائي رهيو آهي.

هتي هي ٻڌائڻ ضروري آهي ته جنرل نادرخان به ساڳي محمد زئي بارڪزئي قبيلي مان هو جنهن مان امان الله خان هو.

سندن وڏي ڏاڏي پايندا خان کي پنج پٽ هئا.

امان الله خان سندس فرزند دوست محمد خان جي ٻڙپوٽي امير حبيب الله جو فرزند هو ۽ جنرل نادر خان سندس ٻي فرزند سلطان محمد خان جو ٻڙپوٽو هو.

(٩) چين:-

بهرين مهاياري لڙائيءَ کان پوءِ ١٩٢٠ع کان ١٩٢٦ع تائين چين خانه جنگي جي مشڪلاتن ۾ ڦاٿو رهيو.

٤ – فيبروري ١٩٢٢ع تي واشنگٽن ۾ نون حڪومتن گڏجي هڪ ڪانفرنس ڪئي، جنهن ۾ هتي چين جي آزادي ۽ ترقيءَ لاءِ رٿون سوچيون.

٢١– جنوري ١٩٢٤ع تي ڪنٽن ۾ قـــوم پرست پارٽيءَ جي ڪانفرنس سن يت سين جي صدارت هيٺ گڏ ٿي. جنهن ۾ پارٽيءَ جو نالو ڪومن تنگ رکيائون.

ان جا ٿي مکيه مقصد ٺهرايائون.

١- قوم پرستي ٢- جمهوريت ٣- سوشلزم

انهيءَ ڪانفرنس ڪميونسٽن کي پارٽيءَ ۾ شامل ٿيڻ جي اجازت ڏني، رشين صلاحڪار ميڪائيل بوردين کي پارٽيءَ جي منظم ڪرڻ لاءِ مقرر ڪيو. سن ييت سين قوم پرست گروه جي اڳواڻ ١٢ مارچ ١٩٢٥ع تي وفات ڪئي.

امريڪا ۽ رشيا وارن چين کي مدد ڏني، پر انگريزن جي دست اندازي هلي آئي، جنهن ڪري انگريزن خلاف هڙ تالون ٿيڻ لڳيون.

ساڳي سال ۾ ڪومن تنگ پارٽيءَ جي وچ ۾ نرم ۽ گرم ڌرين جا اختلاف ٿي پيا. نرم ڌر جي ليڊر چيانگ ڪائي شيڪ نانڪنگ ۾ حڪومت جو مرڪز قائم ڪري، ڪميونسٽن ۽ سوويٽ ڪارڪنن کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪري حال امن آندو. ليڪن انهيءَ پاليسيءَ جي خلاف رد عمل وڌندو ويو ۽ آخر ۾ ڪميونسٽ پارٽيءَ جي اڳواڻي مائوزي تنگ جي هٿ ۾ آئي، جنهن بي زمين هارين کي ڪٺو ڪري جنرل چوتي جي ڪمانڊ هيٺ، سڄي ڌر جي مخالفت ڪرڻ شروع ڪئي.

ليڪن نرم ڌر کي امريڪن جي مدد هئڻ ڪري هي مقابلي جو تاب جهلي نہ سگهيا ۽ هڪ ڏگهو سفر ڪري چين جي دور دراز حصي ۾ وڃي پناه گزين ٿيا.

سگهوئي جپانين سندن مشرق بعيد تي قبضي ڪرڻ جي پروگرام مطابق چين تي حملو ڪري ١٩٣٢ع ۾ منچوريا جو صوبو قبضي هيٺ آندو.

چائنا ٻن مصيبتن ۾ گرفتار ٿي ويو. هڪ خانہ جنگي ۾ ٻي جپاني حملہ آوري جي مشڪلات هين.

هي مختصر احوال نيشنلزم جي جذبہ هيٺ هندوستان جي آس پاس ٿيل تحريڪن جو هو. انهي پيدا ٿيل تحريڪن کي دٻائڻ جي مکيہ پارٽ اتحادي حڪومتن ورتو.

## ٢- ڪميونزم:-

هن نظريي مطابق ملڪ جي ترقيءَ ۽ تعمير جو سمورو مدار اقتصادي جوڙجڪ تي رهي ٿو. ان نظريہ موجب پيداوار جي جملي ذريعن، ان جي ورهاست ۽ پيسي تي (عام مائهن جي نفعي واسطي استعمال ڪرڻ لاءِ) حڪومت جو قبضو رهڻو آهي.

قومي مفاد کي شخصي ۽ طبقاتي مفاد تي ترجيح ڏني وڃي ٿي. هر

ڳالهه کي تاريخي ارتقا جي ڪسوٽيءَ تي پرکيو وڃي ٿو.
انهي ساري نظريي جو بنياد مٽيريلزم جي فلسفي تي ٻڌو وڃي ٿو.
پهرين مهاڀاري لڙائي کان پوءِ وڏي پيماني تي انهي نظريي جو تجربو روس ۾ ٿيڻ لڳو.

ابتدا ۾ سوويت يونين کي سرمائيدار ۽ سامراجي طاقتن جي مخالفت ڪري مشڪلاتن جو منهن ڏسڻو پيو. ليڪن جلد ئي هن پاڻ سنڀالي ورتو ۽ منصوبي پروگرامن موجب ترقي ڪرڻ لڳا. هن جي سياسي پاليسي سامراجين ۽ سرمائيدارن جي خلاف هئي جنهن ڪري ڪمزور ۽ غلام قومن کي منجهان سهارو ملڻ لڳو.

هن جو سياسي نظام، پارٽيءَ جي ڊڪٽيٽريءَ وارو هئڻ ڪري يڪ طرفه رستي وارو هو. اختلاف راءِ کي زوري دٻايو ٿي ويو. فرد جي پوزيشن مشين جي پرزي جهڙي بنجي پيئي. انهيءَ هڪ رنگي حالت بنائڻ لاءِ ملڪ جي ماڻهن کي گهڻن مالي مشڪلاتن ۾ خون خرابين مان گذرڻو پيو. اونچي چڙهائي لاءِ تڪليفون برداشت ڪرڻيون پين.

ليڪن آهستہ آهستہ ٿي انهن جي جلد ترقيءَ کي ڏسي اهو عقيدو وچڙندڙ مرض وانگر چوڌاري پکڙجڻ لڳو.

## ٣- فاسيزم

انهي نظريي جو رواج جرمنيءَ ۾ هٽلر جي نازي پارٽي ۽ اٽليءَ ۾ مسولني جي فاشسٽ پارٽيءَ جي ديکا ديکي چوطرف پيو. انهن هيگل ۽ نطشه جي سياسي فلسفي مان سبق وٺي انهيءَ نظريو جو بنياد وڌو هو.

دنيا ۾ قديم وقت کان مختلف صورتن ۾ انهي نظريي جا پوئلڳ پي رهيا آهن پر جهڙي طرح ڪميونزم پنهنجي جي آخري شڪل ڪارل مارڪس جي تعليم ۽ لينن جي عملي ڪارگذاريءَ مان ورتي تنهن وانگر هن نظريي سندس آخري عملي صورت هن زماني ۾ ورتي.

انهيءَ نظريي جا بنيادي اصول هيٺيان هئا:

١- بقائي اصلح جي قانون مطابق هر ڪمزور ۽ ناصالح جانور ۽ ماڻهو مضبوط، صالح ۽ صحت مند جانور ۽ ماڻهو جي مقابلي ۾ ناڪامياب ٿي ختم ٿي وڃي ٿو.

اهو قانون قومن سان به لاڳو آهي. مضبوط ۽ لائق قومون ترقي ڪري ملڪن جون مالڪ بنجن ٿيون. ڪمزور ۽ نالائق قومون هيٺ ڪري

فنا ٿيو وڃن يا غلام بڻجيو پون.

٢- انهيءَ اصول کي مدنظر رکي آريا قوم کي صحت مند ۽ صالح جاتي، دنيا جي حڪومت ۽ رهبري جو لائق تي سمجهيو ويو.

٣- حڪومت جي ڪاروبار هلائڻ لاءِ چونڊيل ۽ لائق گروه کي اهل تي سمجهيو ويو. جمهوريت جي اصول کي نااهل ماڻهن جي برتري قبول ڪرڻ جي برابر سمجهي رد ڪيو تي ويو.

۴- انهيءَ اصول مطابق اهي چونڊيل قومون ٻين نااهل قومن مٿان حڪومت هلائڻ جي حقدار هيون.

۵- انهي نظريي وارين حڪومتن سموري قومي وسائل کي مرڪزي طرح منظم ڪري انهي کي مخصوص چونڊيل طبقي جي مفاد لاءِ ڪتب تي آندو. شخصي ملڪيت قائم رکيائون تي.

ٻين مغربي قومن جن جمهوريت جي اصول کي مڃيو تي، تن به ساڳي طرح طبقاتي مفاد جي حمايت، سامراج قائم رکڻ حڪومت جي پاليسي مقرر ڪئي هئي.

تفاوت ٻنهي گروهن ۾ صرف هي هو ته جمهوريت جي نالي وٺندڙ ماڻهن، سامراج جو قيام پٺتي پيل قومن جي سڌاري، تربيت ۽ حفاظت جي نالي ۾ عارضي طور رکڻ تي گهريو.

پر هن گروهه هنن کي هميشه لاءِ نااهل سمجهي انهن کي دائمي غلام رکڻ جو اقرار تي ڪيو. جمهوريت هلائڻ جا طريقا پهرين گروهه اهڙا رکيا هئا جو طاقت هميشه مخصوص طبقي جي هٿ ۾ رهڻ واري هئي ليڪن ٻي گروه مورڳو اختلاف راءِ کي بيڪار سمجهي هڪ پارٽي راڄ قائم ڪرڻ تي گهريو.

هي ٻيو گروهه جارحانه نيشنلزم جو حامي هو.

٦- هنن سندن برتري، مخالفن جي خامين جي بنياد تي، خوف ۽ نفرت کي پنهنجي سياسي پاليسيءَ جا مکيه جزا بنايا هئا.

٧- انهيءَ نظريه کي عام بنائڻ، سندن حڪومت ۽ برتري، ڪمزوري، قومن تي مسلط ڪرڻ لاءِ، هنن تشدد جو استعمال لازمي ته سمجهيو.

انهيءَ ڪري هنن ماڻهن ۾ جنگي ذهنيت پيدا ڪئي تي ۽ هر بالغ ڪ لازمي ملٽري تعليم ڏني تي. نڪي سولجرن جون پريڊون ۽ نما ئشو

ڪرائي. ماڻهن ۾ جنگ لاءِ چاه پيدا ٿي ڪرايو.

٨- ٻِين وارن ملڪن تي قبضو ڪرڻ سندن پروگرام جو مکيه جزو هو.

**(نوٽ)** اهو نظريو هندوستان جي سياسي نظرين ۾ گهڻين بدعتن پيدا ڪرڻ جو باعث بڻيو.

هندوستان جي مسلمانن ۾ هيٺيون ٽي سياسي تحريڪون انهي نظريي جون مرهون منت سڏي سگهجن ٿيون.

(١) ڊاڪٽر اقبال جي اسلامي تشريح ۽ مسلم ليگ جي پاليسي.

(٢) علامه مشرقيءَ جي خاڪسار تحريڪ.

(٣) علامه مودودي جي جماعت اسلامي.

هندن ۾ جن سنگهه ۽ رشٽريه شيوا سنگهه ۽ ڪن ٻين جماعتن، انهيءَ مان سبق ورتو. هت جنهن صورت ۾ پاڪستان ۾، هندن جي جماعتن سان واسطو نه رهيو آهي.

آءٌ مثال طور مٿين ٽن مسلم تحريڪن جي فاسيزم سان مشابهت ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪندس.

## (١) ڊاڪٽر اقبال جي اسلامي تشريح ۽ مسلم ليگ جي پاليسي:-

الف - ڊاڪٽر صاحب، مسلمانن کي اعتقاد ۽ عمل جي بنياد تي چونڊيل ۽ اعليٰ قوم هئڻ جي دعويٰ تي ڪئي.

ب - اهي دنيا جي قومن کي بهادري ۽ رهبري جو سبق ڏيڻ وارا هئا.

ت - جهـــاد کي زندگيءَ جي ڪاروبار ۾ اهم درجو ڏيڻ سندس تعليم جا مکيه جزا هئا.

ث - سندن نزديڪ جمهوريت فرسوده نظريو هو.

ج - مسلم ليگ انهيءَ مان سبق ورتي، واحد نمائنده جماعت، هڪ ليڊر، هڪ جهنڊو، جداگانه قوميت، جداگانه ملڪ، فسطائي نعره (يقين محڪم، اتحاد ڪامل، تنظيم) پنهنجي مقاصد جا جزا بنايا.

هندن جي نفرت، غير برداشت جو مادو، خوف جو پيدا ڪرڻ، جارحانه ذهنيت پيدا ڪرڻ، سڀ انهي نظريه فاشزم جون شاخون هئا. تفاوت صرف هي هو ته نازين، جرمن قوم کي نسل ۽ لياقت جي بنياد تي

جونديل قوم ٿي سمجهيو. جينوٽيڪ جرمن قوم نه نيٽ آريا نسل هئي نه لياقت ۾ ٻين قومن کان اعليٰ هئي، اهي نعرا صرف عوام کي ايارڻ لاءِ هنيا ٿي ويا.

ڊاڪٽر صاحب مسلمانن کي مذهب جي بنياد تي چونديل قوم هئڻ جي دعويٰ ٿي ڪئي. ليڪن غور سان نظر ڊوڙائڻ بعد معلوم ٿيو ٿي ته سڀئي مسلمان نه اعتقاد ۾ هڪ هئا نه عمل ۾ يڪساني هين.

اهو نعرو صرف عام ماڻهن کي مذهب جي نالي ۾ برغلائڻ لاءِ ڪتب آندو ٿي ويو. جرمني يهودين جي نفرت ۽ خوف کان قوم کي منظم ڪرڻ ٿي گهريو

هندوستاني مسلمانن هندن جي خوف ۽ نفرت جي بنياد تي مسلمانن جو اتحاد ٿي چاهيو، جرمني ۾ ٻي پارٽي ممنوع هئي. هتي ٻي پارٽي اصولي طرح قبول نه ٿي ڪئي ويئي. هُتي هٽلر ليڊر هو. هتي جناح صاحب کي ليڊر بنايو ويو هو. جرمن وارن جو قومي نشان آرين جو سواستيڪار هو جو سامراجي نشان هو. مسلم ليگ جو چنڊ تارو بازنطين ۽ پوءِ ترڪن جي سامراج جو نشان هو. جرمني سرزمين جرمني کي مقدس بنائڻ ٿي گهريو. جنهن ڪري جيرو سلم ۽ روم جي مذهبي تقديس ثانوي حيثيت وٺي ٿي ويئي.

هتي پاڪستان کي تقديس ڏئي مذهبي پاڪ ملڪن کي ثانوي حيثيت ۾ آڻڻ ٿي گهريو.

جارحانه ذهنيت ٻنهي جي ساڳي هئي.

**(٣) خاڪسار تحريڪ- علامه مشرقي جي:-**

انهيءَ تحريڪ جو بنياد هيٺن مکيه ڳالهين تي هو:

(١) هو بقاءِ اصلح جي اصول مطابق جاندار شين کي ٻن گروهن هرهڪ صالح ۽ غير صالح ۾ ورهائڻ جا قائل هوا.

(٢) جهاد کي هتي بنيادي اصول ٿي سمجهيو.

(٣) جموريت کي غلط سمجهي، ڪن اصولن جي بنياد تي هڪ ليڊر جي ماتحت ملٽري ڊسيپلين وسيلي غلبه اسلام واسطي منظم ڪرڻ گهريو ٿي.

اقبالي مسلم ليگ ۽ مشرقي خاڪسار تحريڪ جي وچ ۾ بنيادي اصول ساڳيا فسطائي هئا. ليڪن منجهن تفاوت هيٺن قسم جا هئا:

(۱) ڊاڪٽر اقبال جي نظر ۾ ختمہ شده. مسلماني نالي رکيل. مسلمان مذهب جا فرد سڏائيندڙ سڀ ماڻهو جدا ڳانہ مسلم قوم هئا. جي لائق ۽ صالح هئڻ ڪري دنيا جي رهبري ڪرڻ جا حقدار هئا

هن شاعري جذبات ۾ اچي بيان ڪيل اصول اعتقاد ۽ عمل جي يڪسانيءَ کي وساري ڇڏيو.

(۲) علامہ مشرقي پيغام اسلام کي ڪنهن محدود طبقي، قبيلي، قوم سان وابستہ ڪرڻ روح اسلامي جي خلاف سمجهي. هر صحيح الاعتقاد، صالح عَمل، خدمت خلق ۽ حسن اخلاق رکندڙ ماڻهوءَ کي مسلمان ٿي سمجهيو. تنهن ڪري سندس جماعت ظاهري غير مسلمانن لاءِ بہ کليل هئي. ليڪن جڏهن غلبہ اسلام کي سندس تحريڪ جو مطمح نگاه ٿي سمجهيو ويو تہ عملي طرح انهي مان نتيجو، سندس خيال جي مڃيندڙ گروه جي برتري وچي ٿي بيٺي.

علامہ اقبال جي پوئلڳ ليگين ظاهري طور جمهوري طريقہ تي سياسي جماعت بنائي ڪم ڪيو ٿي ليڪن عملي دنيا ۾ هڪ هڪ جماعت، هڪ ليڊر، هڪ جهنڊي ۽ هڪ نصب العين جا نعرا هئي، جمهوري اصولن جي مخالفت پئي ڪئي.

پر علامہ مشرقي صاف طور تي جمهوري راءِ جي عيوض ليڊر جي حڪم جي تعميل جو پرچار ٿي ڪيو. انهن جا طريقہ ڪار علحده هئا، ليڪن مطمح نگاه ساڳيا هئا.

علامہ اقبال جي نظر ۾ مسلمانن جي قوم مڪمل ٿي چڪي هئي.

علامہ مشرقي انهن کي مڪمل ڪرڻ گهريو ٿي.

## (۳) علامہ مودودي جي جماعت اسلامي:

انهيءَ جي اسلامي تشريح جا مکيہ جزا هيٺيان آهن.

(۱) مذهب اسلام آخري دين ۽ مڪمل قانون حيات آهي

(۲) انهيءَ جا سچا مڃيندڙ اهي آهن جي قرآن ۽ سنت جي تابع هوندا.

(۳) اسلام جي تبليغ، تعليم ۽ حڪومت لاءِ صالحن جي گروه مان هڪ امير جي ضرورت هئي.

(۴) مذهب ۽ سياست کي هڪ ئي ڳالهہ ڪري سمجهيو ويو ٿي.

(۵) حڪومت کي قرآن ۽ سنت جي احڪام سانڌڙ هلائڻ جا حامي

هئا.

(٦) حڪومت جي آئين ناهڻ، هلائڻ، تشريح ڪرڻ جو حق صرف صالحن کي ئي ڏنو.

(٧) اهي صالح ماڻهو اهي ئي سگهيا ٿي جي مذهبي تعليم جا ماهر هئا.

(٨) مختلف مسلمان ملڪن جا ماڻهو گڏجي پڻ اسلامزم جي بنياد تي غلبہ اسلام جي لاءِ ڪوشش ڪن سندن اعتقاد جو جزو هو.

(٩) تقويٰ- خدمت خلق، صحيح اسلامي تعليم جي تبليغ، انهن مقصدن جي حاصل ڪرڻ جا ذريعا ئي ليکيائون.

جيڪڏهن غور سان ڏسبو تہ هي تحريڪ ڦري گهري فسطائي نظريي جي شاخ ئي پوي ٿي.

ماڻهن جو صالح ۽ غير صالح ۾ ورهائجڻ، اطاعت امير، هڪ مذهبي خيال جي جماعت جو وجود، انهي اصولن جي تشريح جي اختياري صالحن کي هئڻ، مڪمل دين جي غلبہ لاءِ ڪوشش ڪرڻ ساڳيا فسطائي خيال هئا.

**٤- جمهوريت:-**

هن نظريي جا حامي قديم زماني کان هلندا پي آيا آهن ليڪن انهي جي پوري تشريح ۽ عملي طرح وجود ۾ اچڻ يونانين جي ڏينهن ۾ ٿيو.

مغربي حڪومت انهن جي پوئلڳي ۾ پنهنجي ملڪن اندر انهيءَ دستور کي حتي الامڪان رائج ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. انهيءَ جا بہ ڪيئي قسم بيان ڪيا ويا آهن. ليڪن جيڪڏهن انهيءَ جا مکيہ اصول بيان ڪبا تہ هيٺيان بيهندا.

(١) بنا فرق، نسل، رنگ، مذهب، جنس، صحت ۽ لياقت جي سيني ماڻهن کي ڪي بنيادي انساني حق حاصل آهن. جهڙوڪ:

الف - قاعدي اڳيان سيني جي هڪجهڙائي.

ب - تقرير ۽ تحريڪ جي آزادي.

ت - جماعت سازي ۽ ميٽنگن جي آزادي.

ث - گهمي ڦري سگهڻ، ملڪيت رکڻ يا نيڪال ڪرڻ جي آزادي.

ج - نوڪري، واپار، ڌنڌي وغيره اختيار ڪرڻ جي آزادي ۽ انهن جي حاصل ڪرڻ جي سهوليت.

ح - مذهب، تعليم، زبان لاءِ اختلاف راءِ رکڻ جي آزادي.

خ - شخصي ملڪيت جي حفاظت جا حق.
د - زوريءَ ڪم ڪرائڻ يا غلام رکڻ جي منع.
ذ - ڪلچر، رسم الخط، زبان جو تحفظ.
ر- ووٽ جو حق وغيره.
(٢) حڪومت جو ڪاروبار، عام ماڻهن طرفان چونڊيل نمائندا هلائيندا، جي وٽن جوابدار رهندا.
(٣) حڪومت غير مذهبي هوندي.
(۴) حڪومت جي مجلسن ۾ مختلف پارٽين جو (مختلف اصولن جي بناء تي) هئڻ لازمي هو.

جمهوري حڪومتن جي عملي ڪارڪردگيءَ ۾ ڪيئي نقص ۽ خاميون آهن، ليڪن اهي بيان ڪرڻ هن ڪتاب جي دائره ڪان ٻاهر سمجهي نٿو لکان.

هتي صرف هي ڳالهہ ظاهر ڪرڻ ضروري ٿو سمجهان تہ انگريزي حڪومت ڪري اسانجي سياسي تربيت مغربي جمهوريت جي طريقہ تي ٿي. ليڪن انگريزن جي سامراجي پاليسي، هندن جي ڪن قدامت پسند جماعتن جي تنگ نظري ۽ روش، مغربي تعليم يافتہ مسلمانن جي هڪ گروه جي خود مطلبي ۽ انگريز پرستي، انگريزي حڪومت ۾ پيدا ٿيل سرڪاري نوڪرن ۽ مالدار طبقي جي اقتصادي مفاد، مسلمانن کي کهلي نيئي فسطائي نظريہ جو پوئلڳ بنايو.

مسلمانن جي جداگانہ قوميت جو نظريو. پاڪستان جو وجود. جمهوريت جو خاتمو. حڪومت جي پاليسي، هنگامي نعرن تي ٻاهڻ، سيئي انهي مسئلي جي ڪڙي آهن.

# باب ٻيو

## هندوستاني سياست جا احوال ۽ واقعا

هن ڪتاب جي پهرئين جلد ۾ ١٩٢٤ع تائين جا واقعا ۽ احوال اڳي لکي آيو آهيان. هتي ١٩٢٥ع کان پوءِ جا احوال پيش ڪندس.

اڳئين جلد جي آخري ۾ ٻڌايل هو تہ انهيءَ وقت ڌاري مختلف وجهن ڪري هندو مسلم فساد پيدا ٿي چڪا هئا. خلافت هلچل ختم ٿي چڪي هئي، ڪانگريس طرفان شروع ڪيل اسيمبلين جي بائڪاٽ، قطع تعلقات، سول نافرماني واريون تحريڪون سرد پئجي ويون هيون، ڪي ليڊر جيلن ۾ هئا تہ ڪي سوشل سروس طرف رجوع ٿي چڪا هئا.

### سال ١٩٢٥ع

ڪانگريس جي سياست ١٩٢٥ع ڌاري گهڻو ڪري اسيمبليءَ جي ڪاروبار طرف مائل هئي.

انهيءَ جو هڪ گروه سوراج پارٽيءَ نالي سان ڪائونسلن ۾ ڪم ڪري رهيو هو.

انهيءَ جي اڳي وانگر ڪائونسلن جي مخالف گروه طرفان گهٽي رڪاوٽ ڪانہ ٿي ٿي.

ابتدا ۾ مهاتما گانڌي ٻنهي گروهن جي اختلافن کي ٽاريندو آيو، ليڪن هاڻ هن بہ سوراج پارٽيءَ جي همت افزائي ڪرڻ شروع ڪئي هئي.

وچين پرڳڻن ۽ بنگال ۾ ڪائونسلن جو ڪاروبار ذري گهٽ سوراجين رنڊي ڇڏيو هو.

بنگال ۾ مسٽر سي آرداس نہ پاڻ ٿي وزارت ناهي نہ ٻين کي ٿي هلائڻ ڏني.

مهاتما گانڌيءَ جو گهڻو وقت اڇوتن جي حالت سڌارڻ. سديشي کي زور وٺائڻ ۾ ٿي گذريو. انهيءَ لاءِ هن مارچ ۽ اپريل ١٩٢٥ع جا مهينا ڏکڻ هندوستان جو گشت ڪيو. هي اهو وقت هو جو گهٽ جاتيءَ وارن، اوچ

فرقي وارن هندن طرفان ڄاڻي ٻجهي مندرن ۾ ڳئين مان لنگهڻ جي بندش کي ٽوڙڻ لاءِ ستيا گره ٻي ڪيو.

جنهن جي تصفيي ڪرائڻ ۾ گانڌيجيءَ گهڻي مدد ڪئي.

انهيءَ سال آل انڊيا ڳهٽ جاتين جي حقن جي حفاظت لاءِ ڊاڪٽر امبيڊڪر جي اڳواڻيءَ هيٺ هڪ ايسوسيئيشن برپا ٿي. جنهن انهن کي منظم ڪرڻ شروع ڪيو.

انهيءَ سال، سيپٽمبر ۾ مرڪزي اسيمبلي جي نيشنلسٽ ميمبرن اسيمبلي ۾ ٺهراءُ پيش ڪري سڀني پارٽين جي گول ميز ڪانفرنس، هندوستان کي جوابدار حڪومت جي اسڪيم تيار ڪرڻ لاءِ سڏائڻ جي گهر ڪئي.

لارڊ ريڊنگ هندوستان جي وائسرائي (١٩٢١ع کان ١٩٢٦ع)

هندوستان کي وڌيڪ سڌارا ڏيڻ لاءِ هڪ رفارمس ڪاميٽي سرمنڊيمن جي چيرمنيءَ هيٺ مقرر ڪئي هئي. تنهن رپورٽ موڪلي. جنهن ۾ سفارش ڪيل هئي ته هندوستان کي وڌيڪ سڌارا ڏيڻ جي سوال تي غور ڪرڻ لاءِ هڪ رائل ڪميشن مقرر ڪئي وڃي ۽ گول ميز ڪانفرنس نه سڏائي وڃي.

اها رپورٽ جڏهن مرڪزي اسيمبليءَ جي سامهون بحث ۽ غور ڪرڻ لاءِ پيش ٿي ته انهيءَ تي پنڊت موتي لعل نهرو هيٺين ترميم پيش ڪئي.

"برٽش سرڪار ملڪ کي جوابدار حڪومت ڏيڻ جو يڪدم اعلان ڪري ۽ ملڪ جي آئين ناهڻ لاءِ گول ميز ڪانفرنس يا ٻي ڪميشن مقرر ڪري جا ملڪ جو آئين ناهي، مرڪزي اسيمبليءَ کان پاس ڪرائي."

اها ترميم ٧٢ ووٽن سان پاس ٿي ويئي. ان جي مخالفت ۾ ٤٥ ووٽ ٿيا.

انهيءَ ٺهراءَ پاس ڪرڻ ۾ ڪانگريس سان گڏ ٻين مکيه چونڊيل پارٽين جهڙوڪ لبرل پارٽي، مسلم پارٽيءَ به ووٽ ڪيا.

ليڪن لارڊ ريڊنگ انهي ٺهراءَ کي ڪابه وقعت نه ڏني ۽ منڊيمن ڪميٽيءَ جي سفارش مان رائل ڪميشن مقرر ڪرڻ جي تجويز کي رد ڪري ڇڏيو. باقي گول ميز ڪانفرنس سڏائڻ جي تجويز جي مخالفت نه

ڪئي.

انهي سال ١٦ جون ١٩٢٥ع تي ديس بندوداس بنگال جي بهترين قوم پرست ليڊر جو انتقال ٿيو.

هي ڪانگريس جي سوراج پارٽيءَ ۾ پنڊت موتي لعل نهرو جو دست راست هو.

بنگال ۾ هندو توڙي مسلمانن ۾ نهايت مقبول قومي ڪارڪن هو.

هن بنگال ۾ هندو مسلمانن جي وچ ۾ سمجهوتو ڪرايو هو. ليڪن ڪانگريس هن ڪي هڪ صوبي جو جدا ٺهراءُ سمجهي قبول نه ڪيو هو.

ساڳي سال ۾ بنگال جي هڪ ٻئي قوم پرست ليڊر سريندراناٿ بئنرجي جو ٦ـ اگسٽ ١٩٢٥ع تي لاڏاڻو ٿيو.

هي اول ۾ انڊين سول سروس جو آفيسر هو. بعد ۾ هن نوڪري ڇڏي هندوستانين ۾ قومي بيداري پيدا ڪرڻ لاءِ زندگي وقف ڪري، سارو وقت ڪانگريس جو مکيه ڪارڪن ٿي ڪم ڪيو. ٻه دفعا آل انڊيا ڪانگريس جو ١٨٩٥ع پوني اجلاس ۽ ١٩٠٢ع احمدآباد اجلاس ۾ پريزيڊنٽ به رهي چڪو هو.

مسٽر سي آر داس جي وفاتيءَ بعد ان جي جاءِ تي بنگال سوارج پارٽيءَ جو ليڊر مسٽر سين گپتا چونڊيو ويو جو ڪلڪتہ ڪارپوريشن جو ميئر، صوبه بنگال جي ڪانگريس ڪميٽيءَ جو صدر به ٿي ڪم ڪرڻ لڳو.

انهيءَ عرصي ۾ سوراج پارٽيءَ جي ميمبرن ڪانگريس پروگرام مطابق سٽ ڪتڻ يا پين سوشل ڪمن جي

سر انجاميءَ ۾ ڪوتاهي ڏيکارڻ شروع ڪئي. ان تي ناراض ٿي گانڌي جي کين ڌمڪي ڏني ته جيڪڏهن هن پروگرام جي پوئواري نه ڪئي ته هو ڪانگريس پريزيڊنٽيءَ جي استعيفا ڏئي علحده ٿي ويندو پر ڪيس منت سماجت ڪري سال جي آخر تائين پريزيڊنٽيءَ تي رهايو ويو.

انهي سال ٢٢ـ اگسٽ ١٩٢٥ع تي مرڪزي اسيمبليءَ جو نان آفيسل پريزيڊنٽ سردار ويٺل ڀائي پٽيل چونڊيو ويو.

ساڳي سال ۾ گانڌي جي ڪائونسلن جي ڪانگريسي ميمبرن تي پارٽيءَ جي اجازت ڪانسواءِ سرڪاري آفيسرن سان ملڻ تي بندش وڌي.

٢١- سپٽمبر ١٩٢٥ع تي آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽيءَ جي پاٽنا ۾ ميٽنگ ٿي، جنهن ۾ کدر جي ڪپڙن پائڻ ۽ سٽ ڪتڻ جو شرط ميمبرن تان جهڪو ڪيو ويو. ڪانگريس جو سياسي ڪاروبار سوراج پارٽيءَ جي سپرد ڪيو ويو. آينده لاءِ ان پارٽيءَ کي ڪانگريس جو مکيہ جزو ڪري سمجهڻ جي تجويز ٿي.

آڪٽوبر ١٩٢٥ع ۾ آل انڊيا ڪانگريس جو ساليانو اجلاس ڪانپور ۾ مسز سروجني نيئڊو جي صدارت هيٺ ڪئو ٿيو جنهن ۾ ڪو نمايان نهراءِ يا ڪاروائي ڪانہ ٿي.

انهيءَ سال ۾ ڪانگريس جي مکيہ ڪارڪنن لوڪل باڊيز ۾ عهدا وٺڻ شروع ڪيا. مسترسين گپتا ڪلڪتہ ڪارپوريشن جو ميئر ٿيو. سردار ولڀ ڀائي پٽيل احمدآباد ميونسپالٽيءَ جو پريزيڊنٽ چونڊيو.

پنڊت جواهرلعل نهرو الهہ آباد ميونسپالٽيءَ جو پريزيڊنٽ ٿي ڪم ڪرڻ لڳو. بابو راجيندار پرشاد پاٽنا ميونسپالٽيءَ جو چيئرمن ٿيو. سرنيواس آينگر مدراس ڪارپوريشن جو ميئر چونڊيو.

سنڌ ۾ ڪانگريسين ميونسپالٽين ۽ لوڪلبوردن ۾ حصو وٺڻ شروع ڪيو.

انهيءَ سال کان مون بہ انهن جي پاليسيءَ ڏسي لوڪلبورڊ ۾ گهڙي، ضلع لوڪل بورڊ ڪراچي جي وائيس پريزيڊنٽ ۽ تعلقہ لوڪل بورڊ مانجهنڊ جي پريزيڊنٽ طور ڪم ڪرڻ شروع ڪيو.

ڪانگريس اندر حڪومت ۾ عهدا وٺڻ يا نہ وٺڻ تان اختلاف پيدا ٿي پيا. ھڪڙا عهدن وٺڻ جي فائدي ۾ هئا ۽ ٻيا ان جي مخالف هئا.

پاٽنا جي آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽيءَ جي اجلاس ۾ ٻہ مکيہ ٺهراءَ پاس ٿيا.

هڪ ۾ هندوستانيءَ کي ڪانگريس جي زبان مقرر ڪيو ويو. ٻيءَ رت ۾ ڪائونسلن جي ڪاروبار ۾ ميمبرن جي رهبريءَ لاءِ هڪ ڏگهو ٺهراءَ پاس ٿيو. ان جو مکيہ ڪارڻ اهو هو تہ ڪن مکيہ ڪانگريسين کي شڪ پيدا ٿيڻ لڳا هئا تہ ڪي ميمبر سوراج، پارٽيءَ جي اجازت ۽ منظوريءَ کان سواءِ عهدا وٺندا. تن تي روڪ وجهڻ لاءِ پنڊت موتي لعل نهرو مرڪزي اسيمبليءَ ۾ سوراج پارٽيءَ جي ليڊر هڪ بيان ڪڍيو جنهن ۾ صاف چاتايل

هو ته جيستائين سرڪار هيٺ ذڪرڪيل شرط قبول نه ڪندي، ان وقت تائين سوراج پارٽي ڪوبه عهدو نه وٺندي.
١- وزير پوري طرح ڪائونسلن سان جوابدار رهندا ۽ نه گورنرن وٽ
٢- قومي تعمير جي ڪمن لاءِ بجيٽ ۾ خاص رقمون رکيون وينديون.
٣- وزيرن کي سندن کاتن جي ڪاروبار تي مڪمل اختيار هوندو.
ٻي طرف آل انڊيا مسلم ليگ جو اجلاس ڊسمبر ١٩٢٥ع تي علي ڳڙهه ۾ سر عبدالرحيم جي صدارت هيٺ ڪٺو ٿيو. جنهن ۾ سرعلي امام، مسٽر محمد علي جناح، مولانا محمد علي، مولانا شوڪت علي، ڊاڪٽر سيف الدين ڪچلو، مولانا حسرت موهاني، مسٽر آصف علي، تصدق احمد شيرواني، شيخ عبدالمجيد سنڌي، سنڌ کي بمبئي علائقي کان علحده ڪرڻ جي رٿ پيش ڪئي جا اتفاق راءِ سان پاس ٿي ويئي.
انهيءَ اجلاس ۾ مسٽر علي امام رٿ پيش ڪئي ته هندوستان کي وڌيڪ سڌارا ڏيڻ لاءِ رائل ڪميشن مقرر ڪئي وڃي.
ان تي مولانا محمد علي جوهر ان ۾ ترميم ڏني ته هندوستان کي مڪمل سوراج ڏيڻ لاءِ سيني ڌرين جي گول ميز ڪانفرنس سڏائي وڃي جا ملڪ جو آئين ٺاهي.
مسٽر محمد علي جناح ان ترميم جي مخالف ڪئي، جنهن ڪري اها ترميم پاس ٿي نه سگهي.

## سال ١٩٢٦ع

انهيءَ سال ۾ رائل ڪميشن آف انگريڪلچر مقرر ٿي. جنهن ساري هندوستان جي زراعت بنسبت جانچ ڪري هڪ تمام وڏي رپورٽ، ڪيترن جلدن تي مشتمل پيش ڪئي اهو معلومات جو انبار آهي.
ساڳي سال ۾ ٨ نومبر تي برٽش سرڪار سرجان سائمن جي چيرمني هيٺ هندوستان کي ملبل سڌارن جي تجربي بابت جانچ ڪرڻ ۽ مستقبل ۾ وڌيڪ سڌارن ڏيڻ لاءِ تجويزون پيش ڪرڻ واسطي هڪ انڊين سٽيٽيوري ڪميشن مقرر ڪئي
جيئن ته ان تي هڪ به هندوستاني ميمبر نه هو ان ڪري ساري

ملڪ ۾ ان جي خلاف اعتراض پيدا ٿي پيا. ليڪن انگريزي حڪومت انهيءَ اختلاف جو ڪوبہ لحاظ نہ رکي، ان کي تبديل ڪرڻ کان انڪار ڪيو.

"٢- اپريل ١٩٢٦ع تي لارڊ ريڊنگ جي جاءِ تي لارڊ ارون هندوستان جو وائسرائي ٿي آيو."

جلد ئي ڪلڪتي ۾ هندو مسلم فساد ٿيا. فسادن جو ڪارڻ مسجد جي ٻاهران آريا سماجين طرفان باجو وڄائڻ هو. انهي فسادن ۾ ۴۴ ماڻهو قتل ٿيا ۽ ۵۸۴ زخمي ٿيا.

ان کانپوءِ جلد ئي ٻيو پيرو فساد ٿيو جنهن ۾ ٦٦ قتل ٿيا ۽ ٣١١ زخمي ٿيا. ۵ مئي ١٩٢٦ع تي احمدآباد ۾ آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽيءَ جو اجلاس ڪٺو ٿيو. جنهن ۾ وزارتن وٺڻ ۽ وٺڻ جي طرفدارن وچ ۾ ڇڪتا پيٽي ٿي جنهن ۾ آفيس نہ وٺڻ وارن کي ڪاميابي ٿي.

نومبر ١٩٢٦ع ۾ ساري ملڪ اندر جنرل اليڪشن ٿي گذري جنهن ۾ مدراس ۾ ڪانگريس پارٽيءَ جسٽس پارٽيءَ تي ڪاميابي حاصل ڪئي. سال جي آخر ۾ ٢٦ ڊسمبر ١٩٢٦ع تي گوهاٽي آسام جي شهر ۾ آل انڊيا ڪانگريس جو ساليانو اجلاس سرينواس آينگر جي صدارت هيٺ ڪٺو ٿيو. لارڊ برڪن هيڊ سيڪريٽري آف اسٽيٽ فار انڊيا ان اجلاس جي فيصلن جي انتظار ۾ هو. جو انهيءَ اجلاس ۾ حڪومت سان تعاون ۽ مخالفت ڪرڻ وارن جي وچ ۾ فيصلا ٿيڻ وارا هئا.

انهيءَ اجلاس جي موقعي تي سوامي شرڌانند هڪ قومي ڪم ڪندڙ ۽ آريا سماجي ليڊر کي بيماريءَ جي بستري تي هڪ مسلمان عبدالرشيد نالي سان قتل جي ڪرڻ جو واقعو سرزد ٿيو. جنهن هندو مسلمان تعلقات جي ڪشيده فضا کي ويتر خراب ڪري وڌو. سرنيواس آينگر جي عالمانہ صدارتي خطبہ بعد سوامي جي قتل تي اظهار افسوس جو ٺهراءُ مهاتما گانڌي پيش ڪيو ۽ مولانا محمد علي ان کي ٽيڪو ڏنو.

مهاتما گانڌي جي تقرير نهايت دانشمندانہ هئي هن چيو تہ: "سوامي جو قاتل عبدالرشيد اسان جو هڪ ڀاءُ آهي هن جوش ۾ اچي اهو ڪم ڪيو آهي. آءُ انہ جرم جو جوابدار هن کي ٺهرائڻ جي عيوض انهن کي ٺهرائيندس جي هندوستان جي رهاڪن ۾ نفرت ڦهلائي فساد ڪرائين ٿا"

انهيءَ ئي اجلاس ۾ ڪائونسلن جي ڪاروبار بنسبت ڪانگريس

هيٺيون ٺهراءُ پاس ڪيو:-

(الف) جهسين تائين آل انڊيا ڪانگريس جو اجلاس يا ڪانگريس ڪميٽيءَ طرفان اها راءِ ظاهر نہ ڪئي ويئي آهي تہ سرڪار ملڪ جي گهرن کي قبول ڪيو آهي تيسين تائين ڪانگريس ميمبرن کي سرڪار سان تعاون نہ ڪرڻ گهرجي ۽ نہ ڪو سرڪاري عهدو قبولڻ گهرجي. بلڪ مخالفت ۾ رهڻ گهرجي.

(ب) هيٺ واري فقري ت، کي مدنظر رکي جيستائين سرڪار قومي گهرون قبول نہ ڪيون هجن يا آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽيءَ ٻي طرح فيصلو نہ ڪيو هجي بجيٽ يا ان جي گهرن کي ٽڏي ڇڏڻ گهرجي.

(ت) انهن سيني قانونن جي مسودن کي ٽڏي ڇڏڻ گهرجي، جنهن جي ڪري ڪاموراشاهيءَ جي طاقت مضبوط ٿيندي هجي.

(ث) اهڙا ٺهراءَ يا بل پيش ڪيا وڃن يا انهن جي پٺڀرائي ڪجي جي قوم جي ترقي ۽ ملڪ جي اقتصادي، زرعي، هنري، تجارتي واڌاري لاءِ ضروري هجن، يا جن مان شخصي تقرير، جماعت سازي ۽ پريس جي آزاديءَ جي حفاظت ٿيندڙ هجي يا جنهن مان ڪاموراشاهيءَ جي طاقت گهٽ ٿيندي هجي.

(ج) هارين جي حقن جي حفاظت، هاريپ جا حق مقرر ڪرڻ ۽ سندن حالت درست ڪرڻ لاءِ ڪانگريس پارٽيءَ کي خاص ڪوشش ڪري قدم کڻڻ گهرجن

(ح) مزدورن جي حقن جي حفاظت لاءِ قدم کنيا وڃن ٻوءِ اهي مزدور ڪارخانن ۾ ڪم ڪندڙ هجن يا زمينن تي مزدور ۽ ڪارخانيدارن، هارين ۽ زميندارن جي وچ ۾ مساوي طور سندن حقن جي حفاظت لاءِ باهمي مصالحت لاءِ انتظام ڪرائجي."

انهيءَ ڪانگريس جي اجلاس ۾ هنگامي قانون سازي جي پاليسيءَ کي ننديو ويو. هندو مسلم، اتحاد لاءِ ماڻهن کي اپيل ڪئي ويئي، سکن جي گرد واري تحريڪ هيٺ سزاياب ٿيل قيدين جي ڇوٽڪاري لاءِ گهر ڪئي ويئي.

انهيءَ سال ۾ آل انڊيا مسلم ليگ جو ١٨- ساليانو اجلاس دهلي ۾ ٢٩ ڊسمبر تي شيخ عبدالقادر جي صدارت هيٺ ڪٺو ٿيو. ان ۾ ڊاڪٽر

محمد اقبال، سر محمد عبدالله، سر رحيم بخش وغيره شامل ٿيا. هن اجلاس ۾ هيٺيون خاص ٺهراءُ پاس ٿيون:-

(١) اتر الهندي سرحدي علائقہ کي اصلاحات ڏنا وڃن

(٢) مسٽر جناح هندوستان کي مڪمل خود مختياري ڏيڻ جو ٺهراءُ پيش ڪيو. جنهن ۾ هيٺين ڳالهين جو لحاظ رکڻ لازمي ٺهرايائين:-

(الف) هر ڪائونسل ۾ اقليت کي ڪافي نمائندگي ڏني وڃي پر انهيءَ ڪري ڪنهن صوبي جي اڪثريت کي اقليت ۾ نہ بدلايو وڃي ۽ نہ مساوات ۾ آندو وڃي.

(ب) اقليتن کي جدا چونڊون ڏنيون وڃن. ليڪن ساڳي وقت کين اختيار هجي تہ ڪنهن بہ موقعي تي هو گڏيل چونڊن جي گهر ڪري سگهن.

(ت) جيڪڏهن آينده صوبن جي نئين سر ورهاست ڪئي وڃي تہ ان سان بنگال ۽ پنجاب جي مسلمانن جي اڪثريت کي گهٽائي اقليت نہ بنايو وڃي.

(ث) اقليتن جي مذهبي عقيدن جي حفاظت جو آئيني طور بندوبست ٿيل هجي.

(ج) جيڪڏهن ڪنهن بہ فرقي جا ٽيون حصي ميمبر ڪنهن بہ تجويز جا سندن مفاد لاءِ نقصان ڪار سمجهي مخالفت ڪن تہ ان کي پاس نہ ڪيو وڃي.

انهيءَ اجلاس ۾ مسلم ليگ هڪ سينٽرل ڪميٽي مقرر ڪئي تہ ٻين هندوستان جي جماعتن سان مشورو ڪري هڪ گڏيل تجويز رائل ڪميشن اڳيان موڪلين.

جناح صاحب انهيءَ ڪانفرنس ۾ تقرير ڪندي انگريزي حڪومت جي پاليسيءَ سان اتفاق ڪيو.

هندن ۽ ڪانگريس جي رويي تي مسلمانن جي خلاف ڇانئيو. هن هندن جي گڏيل چونڊن لاءِ اصرار تي نقطہ چيني ڪندي، ڪئناڊا جو مثال پيش ڪري چيو تہ اتي جدا چونڊن ڪري، ڪئناڊا جي رهاڪن جي قوميت کي نقصان ڪونہ پهتو آهي.

## سال ١٩٢٧

ان سال مارچ ۾ جڏهن مرڪزي اسيمبليءَ جو اجلاس ڪنو ٿيو تہ

ان ۾ پنڊت موتيلعل نهرو هڪ مهمليءَ جي رٿ پيش ڪئي تہ سرت چند ربوس مرڪزي اسيمبليءَ ۾ چونڊجي آيل ميمبر کي چو نتو اسيمبليءَ ۾ شريڪ ٿيڻ ڏنو وڃي.

(نوٽ) چونڊن وقت هو جيل ۾ هو ۽ بنگالين ڪيس پريٺ چونڊي ڇڏيو هو.

انهي نهراءَ تي سرڪار کي ۱۳ ووٽن تان شڪست ملي. انهي اجلاس ۾ وينل ڀائي پٽيل کي دوباره مرڪزي اسيمبليءَ جو پريزيڊنٽ چونڊيو ويو.

ان سندس پگهار مان (۱۶۵۶) روپيہ ماهوار قومي مقصدن تي خرچ ڪرڻ لاءِ مهاتما گانڌيءَ کي ڏيٺا ڪيا.

جنهن ان رقم کي ڇوڪرين جي هاءِ اسڪول برپا ڪرڻ تي خرچ ڪيو.

بابو سباش چندر بوس چار سال جيل ۾ رهي، مئي ۱۹۲۷ع تي آزادي تي ملڪي ڪمن ۾ بهرو وٺڻ لڳو.

۳ کان ۷ مئي ۱۹۲۷ع تائين لاهور ۾ سخت هندو مسلم فساد ٿيا، ازانسواءِ بهار، ملتان، بريلي، ناگپور ۾ بہ فساد ٿيا.

لارڊ ارون مرڪزي اسيمبليءَ ۾ ۲۹- اگسٽ ۱۹۲۷ع تي تقرير ڪندي ظاهر ڪيو تہ هندو مسلم فسادن ڪري ۲۵۰ ماڻهو قتل ٿيا هئا ۽ ۲۵ ماڻهو زخمي ٿيا هئا.

هن انهيءَ تقرير ۾ ماڻهن کي هندو مسلم اتحاد لاءِ اپيل ڪئي. انهيءَ مقصد لاءِ آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽي يونيٽي ڪانفرنس ۲۷- آڪٽوبر ۱۹۲۷ع تي دهليءَ ۾ سرنيواس آينگر جي صدارت هيٺ ڪوٺائي. ان ۾ هندو مسلم اتحاد لاءِ نهراءَ ذريعي عام ماڻهن کي اپيل ڪئي ويئي.

۲۸-۲۹- ۳۰- آڪٽوبر ۱۹۲۷ع تي وري آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽيءَ جي ميٽنگ ٿي. جنهن ۾ يونيٽي ڪانفرنس وارو نهراءَ بحال ٿيو ۽ ٻيا بہ ڪيترا نهراءَ پاس ٿيا.

نومبر جي آخر ۾ سائمن ڪميشن جي مقرري بابت سيڪرٽري آف اسٽيٽ فار انڊيا جو اعلان شايع ٿيو.

جنهن تي ۲۶- ڊسمبر ۱۹۲۷ع تي آل انڊيا ڪانگريس جي ساليانہ

اجلاس مدراس ۾ ڊاڪٽر مختيار احمد انصاري جي صدارت هيٺ هيٺيون ٺهراءُ پاس ٿيو:-

جيئن تہ برٽش حڪومت سائمن ڪميشن جو تقرر هندوستان جي حق خودارادي جي اصول جي ورڌ ڪيو آهي

ڪانفرنس هن راءِ جي آهي تہ هندستان لاءِ عزت ڀريو رستو صرف اهو آهي تہ ڪميشن جو هر مرحلي ۽ صورت ۾ بائيڪاٽ ڪيو وڃي خاص طرح:-

(الف) هي ڪانگريس جو اجلاس هندوستان جي جملي رهاڪن ۽ ڪانگريس ڪميشن کي چتاء ڏئي تہ:-

(۱) جڏهين ڪميشن هندوستان ۾ پير پائي تہ ان جي مختلف شهرن ۾ گشت ۾ وڃي تہ منظم طور ان جي خلاف مظاهرا ڪيا وڃن.

(۲) اهڙي قسم جي مظاهرن ۽ پروپيگنڊا جي ذريعي عام راء کي ڪميشن جي بائيڪاٽ ڪرڻ لاءِ تيار ڪيو وڃي.

(۳) هي اجلاس ڪائونسلن جي نان آفيشل ميمبرن، جملي سياسي ڪارڪنن ۽ مختلف گروهن جي ماڻهن کي اپيل ٿو ڪري تہ هو ڪميشن اڳيان نہ ڪي بيان ڏين ۽ نہ ڪنهن بہ قسم جو خانگي حيثيت ۾ يا جماعتي طور تي تعاون ڪن، ۽ نہ ان جي سوشل تقريبن ۾ شرڪت ڪن.

(ب) هي اجلاس ڪائونسلن جي جملي غير سرڪاري ميمبرن کي اپيل ٿو ڪري تہ :

(۱) تہ هو ڪنهن بہ سيليڪٽ ڪاميٽي مقرر ڪرڻ لاءِ ووٽ نہ ڪن ۽ نہ ان جي ڪميشن تي ميمبر ٿيڻ قبولين جي سائمن ڪميشن جي مدد لاءِ مقرر ڪيون وڃن.

(۲) هن ڪميشن جي سلسلي ۾ پئسن جي گهر يا بيو ڪو ٺهراء ڪائونسلن ۾ پيش ڪيو وڃي تہ ان کي ٽڏڻ جي ڪوشش ڪن.

(ت) هي اجلاس قانون ساز اسيمبلين جي غير سرڪاري ميمبرن کي اپيل ٿو ڪري هو ڪائونسلن جي ميٽنگن ۾ وڃڻ ڇڏي ڏين، سواء انهي حالت جي جو سندن سيٽ خالي ٿيڻ کان بچائڻ لاءِ ضروري سمجهي وڃي.

يا ڪميشن جي بائيڪاٽ کي ڪامياب بنائڻ لاءِ سندن حاضري ضروري ڄاتي وڃي يا وزارت کي ڪيرائڻو هجي، يا ملڪ جي مفاد لاء ڪنهن تجويز کي ٽڏڻ لاءِ ضروري ڄاتو وڃي.

(ث)- هي اجلاس آل انڊيا ورڪنگ ڪميٽيءَ کي اختيار ڏئي ٿو ته ٻين جماعتن يا پارٽين سان گڏجي بائيڪاٽ کي ڪامياب بنائڻ لاءِ، وقت بوقت صلاح مشورو ڪري انهن جي مدد ۽ تعاون سان قدم کڻندي رهي."

بيا به ڪيئي ٺهراءَ ان اجلاس ۾ پاس ٿيا. جن مان خاص اهو هو ته هندوستان جي خود مختياريءَ جي اصول کي ڪانگريس جي بنيادي مقصدن ۾ داخل ڪيو ويجي.

مسز ايني بيسنت به انهي ٺهراءَ جي مخالفت نه ڪئي.

ٻيا ٺهراءَ به پاس ٿيا جهڙوڪ

برٽش مال جو بائيڪاٽ ڪرڻ، ڏکڻ ۽ ايرندي افريقا ۾ هندوستانين جي حقن جي حفاظت ڪرڻ، سياسي نظر بندن جي رهائي، انهن مان خاص هئا.

انهي سال مسلم ليگ ٻن گروهن ۾ ورهائجي ويئي. جنهن جو مختصر احوال ان وقت جي آل انڊيا مسلم ليگ جي جنرل سيڪريٽري ڊاڪٽر سيف الدين ڪچلو جي هيٺين بيان مان ملي سگهندو.

"حڪيم اجمل خان جي جاءِ تي آل انڊيا مسلم ليگ ڪائونسل جي ميٽنگ ڪئي ٿي. جنهن ۾ ۱۲۳ ميمبرن شرڪت ڪئي. ميٽنگ شروع ٿيڻ شرط، پهريائين سرفيروز خان نون سوال اٿاريو ته ڪائونسل جو هي اجلاس ڪهڙي قانون هيٺ ۽ ڪهڙي ضروري ڪم لاءِ سڏايو ويو هو. جنهن تي سيڪريٽري ڊاڪٽر ڪچلو جواب ڏنو ته مدراس ۽ بنگال کان خط آيل هئا ته صدر جي چونڊ تي نئين سر غور ڪرڻ لاءِ ڪائونسل جو اجلاس سڏايو وڃي.

جنهن تي آل انڊيا مسلم ليگ جي صدر مسٽر محمد علي جناح جي مشوري ۽ اجازت سان هي اجلاس گهرايل هو.

سرفيروز خان جنهن طرز سان گفتگو ڪئي ان تي مولانا محمد علي جوهر سخت اعتراض ورتو، آخر ۾ صدر صاحب ميٽنگ جي اجلاس باقاعدي ۽ ضروري هئڻ جي فائدي ۾ رولنگ ڏني.

... بعد ساليانه اجلاس سڏائڻ تي بحث ٿيو. هڪڙن اجلاس کي لاهور سڏ... هي تجويز پيش ڪئي ... ان کي ڪلڪتي سڏائڻ جو ٺهراءُ ... ووٽن و... بعد ڪلڪتي جي فائدي ۾ ۸۴ ۽ لاهور جي فائدي ۾ ۵۴ ووٽ ... ليگ جو اجلاس ڪلڪتي سڏائڻ جو ٺهراءُ بحال ٿي ويو. ان تي

احتجاج ڪندي سرفيروز خان نون سان گڏ ڊاڪٽر محمد اقبال، مولانا حسرت موهاني ۽ ڪي ٻيا صاحب ميٽنگ ڇڏي هليا ويا.

آخر ۳۰- ڊسمبر ۱۹۲۷ع تي ڪلڪتي جي ٽائون هال ۾ مسلم ليگ جو اجلاس سر محمد يعقوب جي صدارت هيٺ ڪٺو ٿيو. ان ۾ مسز اينِي بيسنٽ، مسز سروجني نيدو، ميجر گراهم پول، مسٽر گريٽ، ٽي، سي گوسوامي، نلني رنجن سرڪار، ايس. سي سرڪار به وزيٽرن طور شرڪت ڪئي.

ان ۾ سر علي امام تجويز پيش ڪئي ته سائمن ڪميشن جو بائيڪاٽ ڪيو وڃي. مولوي تميز الدين (بنگالي) انهي جي مخالفت ڪندي ظاهر ڪيو ته جيڪڏهن مسلمانن سائمن ڪميشن جو بائيڪاٽ ڪيو ته انهن جي سياسي حقن جو هندوستان مان هميشه لاء جنازو نڪري ويندو.

مولانا محمد علي سر علي امام جي تائيد ڪندي ظاهر ڪيو ته جڏهن هندو به بائيڪاٽ ڪن ٿا ته اهڙي حالت ۾ ڇو عارضي ۽ ٿوري نفعي خاطر مسلمان انگريزن حمايتي ٿي ڪميشن سان شرڪت ڪري، اسلام جي سهڻي نالي تي داغ لڳائين.

مسٽر چاڳلا مزيد تائيد ڪندي چيو ته ڪميشن جو بائيڪاٽ ڪرڻ، هر سچي مسلمان جو فرض هئڻ گهرجي. هيءَ تجويز پاس ٿي ويئي.

ان کان پوء مسٽر برڪت علي هيٺين تجويز پيش ڪئي جا به پاس ٿي ويئي.

" آل انڊيا مسلم ليگ جو هي اجلاس ليگ ڪائونسل کي اختيار ٿو ڏئي ته ڪانگريس ۽ ٻين جماعتن سان سمجهوتو ڪرڻ لاءِ هڪ سب ڪميٽي بنائي جا ساڻن گڏجي هندوستان جي آئين جو مسودو تيار ڪري، ايندڙ سال مارچ ۾ انڊين نيشنل ڪانگريس طرفان سڏايل آل پارٽيز ڪنوينشن ۾ شرڪت ڪرڻ جي اجازت ڏئي ٿو ۽ ڪائونسل کي هدايت ٿو ڏئي ته هيٺين مطالبن جو لحاظ رکي ٻين پارٽين سان سمجهوتو ڪيو وڃي.

۱- سنڌ کي بمبئيءَ کاتي کان جدا ڪري علحده صوبه بنائجي.

۲- بلوچستان ۽ صوبه سرحد ۾ سڌارا آندا وڃن.

۳- جيڪڏهن مٿي ذڪر ڪيل به مطالبا قبول ڪيا وڃن ۽ هر فرقي کي آباديءَ جي لحاظ کان اسيمبلين ۾ نمائندگي ڏني وڃي ته پوءِ مسلمان جدا چونڊن جي مطالبي تان هٿ کڻڻ لاءِ تيار ٿيندا.

هن تقرير ڪندي ظاهر ڪيو تہ ٺهراء ذريعي هندن ڪي باهمي سمجهوتي لاءِ هڪ مخلصانہ تجويز ڏئي موقع ميسر ڪري رهيا آهيون اميد تہ اهو وجهہ هٿان نہ وڃائيندا.

مولانا شوڪت علي مسلم ليگ کي اهڙي ٺهراءَ پاس ڪرڻ تي مبارڪباد ڏني مسز ايني بيسنٽ تقرير ڪندي ظاهر ڪيو تہ هن جو ذاتي طرح ان ٺهراءَ سان اتفاق هو. مولانا ابوالڪلام آزاد انهي موقعي تي تقرير ڪندي فرمايو تہ لکنو پئڪٽ موجب مسلمانن کي جدا چونڊن جو حق مليو هو. ليڪن جتي هو اڪثريت ۾ آهن اتي ڪين تعداد موافق نمايندگي ملڻ گهرجي. هن تجويز مطابق پنجن صوبن ۾ مسلمانن کي اڪثريت حاصل ٿيندي ۽ نون صوبن ۾ هندن کي. انهي طرح باهمي ڏي وٺ سان هو وقت بوقت ڪم هلائي سگهندا.

ڪلڪتہ مسلم ليگ اجلاس جي فيصلن پڌڻ بعد لاهور واري مسلم ليگ گروه جي حڪومت سان ساز باز جي منصوبن تي پاڻي ڦري ويو. هنن انهيءَ ڳالهہ کي نظر ۾ رکي لاهور ۾ سندن گروه جي مسلم ليگين جو اجلاس سڏايو.

اهو اجلاس ٣١- ڊسمبر ١٩٢٧ع تي اسلاميہ ڪاليج جي حبيبيہ هال ۾ ڪنو ٿيو.

ان جو افتتاح پنجاب جي گورنر لارڊ هيڊلي ڪيو.

ان جي اچڻ تي حاضرين مجلس سندس زنده باد جا خوب نعرا هنيا.

اتي آيل ڊيليگيسٽن مان ٣٠٠ صرف پنجاب جا هئا باقي ٥٢ هندوستان جي ٻين صوبن جا هئا. سنڌ مان ٽي ماڻهو شريڪ ٿيا هئا.

انهيءَ اجلاس جي مرحبا ڪميٽيءَ جو چيرمن نواب سر ذوالفقار علي خان هو ۽ اجلاس جي صدارت سر ميان محمد شفيع لاهور جي مشهور وڪيل ڪئي.

ان ۾ مسٽر غزنوي (بنگال) جي تجويز پيش ڪئي تہ سائمن ڪميشن جو بائيڪاٽ نہ ڪيو وڃي.

مولانا حسرت موهاني ان جي تائيد ڪندي فرمايو تہ ڪميشن جو بائڪاٽ ڪرڻ دانشمندانہ ڪم نہ ٿيندو. بهتر ائين آهي تہ سڀ هندوستاني گڏجي ڪميشن جي سامهون ڪو متفق ٺهراءُ پيش ڪن.

ڊاڪٽر محمد علم ان ٺهراءُ جي مخالفت ڪئي ۽ ترميم پيش ڪئي.
راجا غضنفر علي خان انهيءَ جي تائيد ڪئي.
سردار اورنگزيب خان ڪميشن سان تعاون ڪرڻ جي راءِ ڏني.
تنهن ڪري ڊاڪٽر محمد عالم واري ترميم نامنظور ٿي پيئي ۽ ڪميشن سان تعاون ڪرڻ جو ٺهراءُ پاس ٿي ويو.

ان اجلاس ۾ صوبہ سرحد ۽ بلوچستان کي سڌارڻ ملڻ جو ٺهراءُ پاس ٿيو. ازانسواءِ سنڌ کي بمبئي علائقي کان ڇني علحده صوبہ ڪرڻ جو ٺهراءُ بہ منظور ٿيو.

انهيءَ اجلاس ۾ ايندڙ سال لاءِ سر محمد شفيع کي انهيءَ مسلم ليگ جو صدر ۽ ڊاڪٽر محمد اقبال کي ان جو جنرل سيڪريٽري ۽ مولانا حسرت موهانيءَ کي ان جو جائنٽ سيڪرٽري چونڊيو ويو.

راجا غضنفر علي خان ٻي مسلم ليگ ٺاهڻ جي مخالفت ڪئي. شيخ محمد صادق امرت سري تقرير ڪندي افسوس جو اظهار ڪيو تہ هن اجلاس ۾ مسٽر محمد علي جناح، ڊاڪٽر مختار احمد انصاري، مولانا ابوالڪلام آزاد، مولانا محمد علي جوهر ۽ ڊاڪٽر سيف الدين ڪچلو، جهڙن سچن ڪارڪنن جي خلاف گستاخانہ الفاظ ڪتب آندا ويا آهن.

## سال ١٩٢٨ع

هي سال شروعات کان وٺي سائمن ڪميشن خلاف بائڪاٽ جي جذبات سان ڀريل هو. ليڪن سرڪار عام راءِ جي پرواهہ نہ ڪئي ۽ ٢ فيبروري ١٩٢٨ع تي وائسرائي هند تقرير ڪري ظاهر ڪيو تہ ڪميشن مرڪزي ۽ صوبائي اسيمبلين کان مشورو ڪري پوءِ پارليامينٽ کي سفارش ڪندي.

"هندوستاني تعاون ڪن يا نہ بهرحال ڪميشن کي انڪوائري ڪري رپورٽ ڪرڻي هئي.

ڪميشن ٣- فيبروري ١٩٢٨ع تي ولايت کان بمبئي اچي لٿي.

انهيءَ ڏينهن تي ساري هندوستان ۾ هڙتالون ٿيون. مدراس شهر ڪانسواءِ جتي مظاهرين تي گولي هلائڻ سبب ڪي ماڻهو مئا ۽ ڦٽيا ٻين جاين تي پُرامن مظاهرا ٿيا.

گهڻو ڪري عوام جي صحيح نمائندن طرفان، ان جي برخلافي تي جنهن ۾ "سائمن موٽي وڃ" جا نعراءِ پوسٽر هنيا ويا.

مدراس جي جسٽس پارٽي، يوپي جي زميندارن، پنجاب جي سرڪار پرست مسلمانن، سنڌ جي بي غيرت وڏيرن، فرنٽيئر جي ڪن ملڪن ۽ خانن کان سواءِ ٻين سڀني پارٽين طرفان ان جو بائيڪاٽ ٿيو. ١١

لاهور ۾ ڪميشن جي خلاف مظاهرو ڪندي پوليس لٺبازي ڪئي. جنهن ۾ لالا لجپت راءِ زخمي ٿيو ۽ چوڻ ۾ اچي ٿو ته سندس جلد انتقال جو ڪارڻ به اهي زخم ٿيا هئا.

گڏيل علائقن ۾ به پوليس سختي ڪئي گهوڙيسوارن لٺ هلائي جنهن ۾ پنڊت جواهرلال کي ڌڪ لڳا.

لکنوءَ جي قيصر باغ ۾ پوليس جي پهرن هيٺ زميندارن جي دعوت تي جڏهن ڪميشن جا ميمبر گڏ ٿيا ته ماڻهن لغڙن ۽ ڦوڪڻن تي "هندوستان هندوستانين جو" ۽ "سائمن موٽي وڃ" لکي مجلس مٿان اڇلارايا.

ڪميشن ٣١- مارچ تي بمبئي ڇڏي گشت ڪرڻ شروع ڪيو. هن ظاهر ڪيو ته هو مرڪزي ۽ صوبائي اسيمبلين سان مشوري بعد جانچ ڪندا پر ان جو عوام جي رويي تي ڪوبه اثر ڪونه ٿيو. جي اسان محصرف صلاح ڏيڻ نٿا چاهيون.

اسان خود رپورٽ ناهڻ ۾ حصو وٺڻ گهرون ٿا.

لاله لجپت راءِ ١٦ فيبروري ١٩٢٨ع تي مرڪزي اسيمبليءَ ۾ ٺهراءُ پيش ڪيو.

"ته ڪميشن جون آئين بابت رٿيل تجويزون هن اسيمبلي کي نامنظور آهن ۽ ان سان هن اسيمبليءَ کي ڪوبه واسطو نه آهي"

ان تي تقرير ڪندي پنڊت موتي لعل نهرو ظاهر ڪيو ته جيستائين ڪميشن تي هندوستانين جو انگريزن سان هڪ جيترو تعداد نه رکيو ويو آهي، ان وقت تائين عوام جو ان سان ڪوبه واسطو نه رهندو.

لالا لجپت راءِ جو ٺهراءُ ٦٨ ووٽن سان پاس ٿي ويو. ان جي برخلاف سرڪار کي ٦٢ ووٽ مليا.

"سنڌ جو ميمبر سيٺ هرچند راءِ سخت بيمار هوندي پاڻ کي سٽريچر تي کڻائي اسيمبليءَ ڏي ويندي وفات ڪري ويو."

١٩٢٨ع جا مکيه واقعا سائمن ڪميشن جو گشت، ماڻهن طرفان ان جي مخالفت، آل پارٽيز ڪانفرنس ۽ بردولي تحريڪ هئا.

مدراس ڪانگريس جي نهراءَ مطابق آل پارٽيز ڪانفرنس فيبروري ۽ مارچ ۾ دهليءَ ۾ گڏ ٿي. جنهن ۾ ٺهراءُ ٿيو ته هندوستان کي مڪمل جوابدار حڪومت جي بنياد تي سرڪار سان گفتگو ڪرڻ گهرجي. فرقي وار سوال جي حل ڪرڻ لاءِ ٢٥ ميٽنگون ٿيون جن ۾ ڪي حصا سوالن تي فيصلو ٿي ويو. ليڪن ڪيترا اهم سوال رهجي ويا.

آخر ١٩ مئي ١٩٢٨ع تي ڊاڪٽر مختار احمد انصاري جي صدارت هيٺ ميٽنگ ۾ هڪ ڪميٽي ملڪ جي آئين جو مسودو تيار ڪرڻ لاءِ پنڊت موتي لعل نهرو جي چيرمنيءَ هيٺ مقرر ڪئي ويئي. جنهن کي هدايت ڪئي ويئي ته جولائي مهيني کان اڳ اهڙي قسم جو مسودا تيار ڪري ڪانفرنس اڳيان پيش ڪري.

بردولي (گجرات) جي هڪ تعلقي ۾ ڍل وڌائڻ تان عام ماڻهن ۾ ناراضپو پيدا ٿيو هو. جو معاملو وڌي ڍلن کان انڪار ڪرڻ تائين وڃي پهتو. جنهن تي سرڪار زميندارن جون زمينون ضبط ڪري انهن جي جاين تي پٺاڻ آباد ڪرڻ چاهيا.

آخر ۾ سردار وينل ڀائي پٽيل پريزيڊنٽ مرڪزي اسيمبليءَ جي وچ ۾ پوڻ تي سرڪار طرفان هڪ ڪميشن مقرر ٿي. جنهن صرف سادا ڇهه سيڪڙو ڍل وڌائڻ جي سفارش ڪئي ۽ معاملو نهي ويو.

دوباره آل پارٽيز ڪانفرنس ٢٨-٢٩-٣٠- اگسٽ ١٩٢٨ع تي لکنوءَ ۾ نهرو رپورٽ تي غور ڪرڻ لاءِ ڪئي ٿي. ليڪن ان ڪانفرنس ۾ فرقيوار مسئلو حل ٿي نه سگهيو. جنهن ڪري اها ريورٽ جا گهڻي محنت بعد تيار ڪيل هئي آهسته آهسته ٿي سيني ڌرين کي ناقابل ٿي ويئي. ان مسودي ۾ بينڪي راج جي اصول قبول ڪرڻ جي سوال تان ناراض ٿي انڊيپينڊنٽ ليگ نالي جدا جماعت ناهي.

انهيءَ سال پبلڪ سيفٽي بل مرڪزي اسيمبلي اڳيان پاس ٿيڻ لاءِ پيش ٿيو.

ووٽن ٿيڻ بعد ٻنهي طرفن کي هڪ جيترا ووٽ مليا.

ان تي اسيمبليءَ جي پريزيڊنٽ وينل ڀائي پٽيل سندس ووٽ مخالفت جي فائدي ۾ ڏئي بل رد ڪري ڇڏيو.

انهيءَ سال آل انڊيا ڪانگريس جو ساليانه اجلاس ٢٩ ڊسمبر ١٩٢٨ع تي ڪلڪتي ۾ پنڊت موتيلعل نهرو جي صدارت هيٺ ڪنو ٿيو.

جنهن ۾ بيروني ملڪن جي قوم پرست تحريڪن سان همدردي ظاهر ڪئي ويئي. جنهن ۾ چين، شام، فلسطين، عراق، مصر وغيره مکيه هئا.

انهي اجلاس ۾ ڏيهي راجائن کي مشورو ڏنو ويو ته هو سندن رياست ۾ جمهوري سڌارا رائج ڪن ۽ انساني بنيادي حق، عام مائهن کي ڏيڻ جو انتظام ڪن. انهيءَ اجلاس ۾ ساڳي سال ۾ وفات ڪيل مکيه ليڊر جهڙوڪ

حڪيم اجمل خان، لالا لجپت راءِ، لارڊ سنها وغيره جي انتقال تي افسوس جو اظهار ڪيو ويو.

انهيءَ اجلاس ۾ نهراءُ پاس ٿيو ته هندوستان کي ۳۱ ڊسمبر ۱۹۲۹ع تائين سوراج ملڻ گهرجي نه ته سول نافرماني ڪئي ويندي.

سوراج بابت نهرو رپورٽ کي بنياد بنائي گهر ڪئي ويئي ٿي. ان تي پنڊت جواهر لعل نهرو ۽ سباش چندربوس ترميم ڏني ته مڪمل سوراج ملڻ گهرجي پر مهاتما گانڌيءَ طرفان ڏنل رٿ ڪامياب ٿي ويئي.

آئينده جي پروگرام بابت ڪانگريس سندس هيٺيون ۱۴ نمبر نهراءُ پاس ڪيو:-

"انهي مقرر ڪيل مدي جي درميان ڪانگريس هيٺين ڳالهين ۾ دلچسپي وٺندي رهندي :

(۱) قانون ساز اسيمبلين جي اندر يا ٻاهر ملڪي حالتن جي تقاضا جي مدنظر وديشي ڪپڙي جي بائڪاٽ کي ڪامياب بنائڻ لاءِ ڪوشش ڪندي. ان سان گڏ هٿ جي ڪتيل سٽ ۽ أئيل ڪپڙ کي زور وٺائڻ لاءِ ڪوششون جاري رکندي ايندي.

(۲) قانون ساز اسيمبلين جي اندر يا ٻاهر هرڪا ڪوشش ڪئي ويندي ته نشي جي جملي شين تي بندش پوي. ان لاءِ نشيدار شين جي دڪانن تي ضرورت آهر، جتي ممڪن ٿي سگهندو پڪيٽنگ ڪرڻ جو انتظام ڪندي.

(۳) ملڪ جي ڪنهن به حصي ۾ عام مائهن کي جيڪي خاص تڪليفون هونديون انهي جي دور ڪرائڻ لاءِ بردولي وانگر اهنسا جي ذريعي ڪوشش ڪندي.

(۴) قانون ساز اسيمبليءَ جي ڪانگريسي ميمبرن کي ڪانگريس ڪميٽيءَ جي وقت بوقت جاري ٿيل هدايتن موجب پنهنجو سمورو توجهه

ملڪ جي تعميري مسئلن طرف ڌيڻ جي هدايت ڪئي ويئي.

(۵) ڪانگريس جي ميمبرن کي وڏائجي ۽ مٿن ضابطو رکڻ جو انتظام ڪيو وڃي.

(٦) زالن جي پابندين، سماجي رڪاوٽن کي دور ڪرائي کين ملڪ جي تعميري ڪمن ۾ حصو وٺڻ لاءِ آماده ڪيو وڃي.

(٧) ملڪ مان سوشل خرابيون دور ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي.

(٨) ڪانگريس جي هندو ميمبر کي اڇوتپڻي گهٽائڻ ۽ انهن جي حالت سڌارڻ لاءِ هر ممڪن ڪوشش ڪرڻ گهرجي.

(٩) مزدورن کي منظم ڪرڻ، خدمت خلق ڪرڻ، ڳوٺائي تعمير جي ڪم ۾ دلچسپي وٺڻ، کاڌيءَ جي تحريڪ کي زور وٺائڻ لاءِ، گهٽي تعداد ۾ والنٽيئر پيدا ڪرڻ گهرجن.

(١٠) ڪانگريس طرفان ملڪ جي تعميري پروگرام يا عوامي بيداري پيدا ڪرڻ لاءِ ڪوبه ڪم رٿيو وڃي ته ان لاءِ ڪوشش ڪجي.

مٿين ڳالهين جي سرانجامي لاءِ فنڊ ڪٺو ڪرڻ هر هڪ ڪانگريسيءَ جو فرض ٿيندو.

انهيءَ سال جناح صاحب ولايت کان واپس موٽي هندوستان آيو ۽ اچڻ شرط نهرو رپورٽ جي مخالفت شروع ڪيائين. ساڳي وقت سر آغا خان، هندوستاني صوبن جي آزاديءَ لاءِ آواز اٿاريو. ٻنهي ڳالهين ۾ اڻ سڌيءَ طرح ڳانڍاپو هو.

آل انڊيا مسلم ليگ جو ٢٠- اجلاس ڪلڪتي ۾ راجه محمود آباد جي صدارت هيٺ البرٽ هال ڪلڪتي ۾ ٢٦ ڊسمبر ١٩٢٨ع تي ڪٺو ٿيو.

جنهن ۾ مولانا ابوالڪلام آزاد، ڊاڪٽر سيف الدين ڪچلو، ڊاڪٽر محمد عالم، حاجي عبدالله هارون، شيخ عبدالمجيد سنڌي، مولوي فضل الحق، مولوي برڪت علي، مسٽر عبدالله بريلوي، سرعلي امام، مسٽر تصدق احمد شيرواني، مولوي ظفر علي خان، مولوي اڪرم خان، مولوي تميزالدين، شيخ محمد صادق امرتسري وغيره شرڪت ڪئي.

ان ۾ سر عبدالرحيم ۽ علي برادرس ڪونه آيا هئا.

ان اجلاس ۾ مسٽر چاڳلا جي رٿ تي آل پارٽيز ڪانفرنس ۾ حصو

ونڻ لاءِ هيٺين ڪاميٽي مقرر ٿي.
١- راجا صاحب محمودآباد ٢-مسٽر محمد علي جناح ٣- ڊاڪٽر سيف الدين ڪچلو ٤- ايم. سي. ڇاڳلا
٥- ملڪ برڪت علي ٦- شيخ عبدالمجيد سنڌي ٧- مسٽر مجيب الرحمن ٨- ڊاڪٽر سيد محمود ٩- مولوي ظفر علي خان ١٠- مولوي اڪرم خان ١١- سيٺ يعقوب حسن ١٢- تصدق احمد شيرواني ١٣- نواب زاده لياقت علي خان ١٤- مسٽر عبدالڪريم ١٥- شاه محمد زبيري ١٦- چوڌري خليق زمان ١٧- عبدالله بريلوي ١٨- غازي عبدالرحمن ١٩- شيخ حسام الدين ٢٠- سيد قيوم شاه سرحد ٢١- مسٽر فيض علي آسام ٢٢- مسٽر عزيز الحسن بنگال.
انهي ڪميٽيءَ کي نهرو رپورٽ ۾ ترميمون ڪرڻ لاءِ هدايتون ڏنيون ويون.

## سال ١٩٢٩ع

پهرين جنوري ١٩٢٩ع تي دهليءَ ۾ آل انڊيا مسلم ڪانفرنس سر آغا خان جي صدارت هيٺ ڪٺي ٿي. جنهن ۾ مستقبل جي آئين بنسبت مسلمانن جي حقن بابت ڪيترا ٺهراءَ پاس ڪيا ويا. جي اڳتي هلي مسلم ليگ پروگرام جو بنياد ٿيا. جنهن ڪري آهستي آهستي ٿي قوم پرست مسلمان مسلم ليگ ماڻ نڪري ويا ۽ مسلم ليگ ۾ رجعت پسند گروه جي ڪثرت شامل ٿي ويئي.
سال جي اوائل ۾ سائمن ڪميشن صوبائي ۽ مرڪزي اسيمبلين طرفان مقرر ڪيل ڪميشن سان گڏ گشت ڪري پوءِ انڪواري ڪئي.
انهيءَ وقت ٻاري هڪ ٻي ڪميٽي سرهارڪورٽ بٽلر جي چيرمنيءَ هيٺ ڏيهي رياستن جي آئيني ۽ سياسي مسئلن بنسبت غور ڪرڻ لاءِ سرفلپ هارٽوگ جي چيرمنيءَ هيٺ هڪ جدا ڪميٽي ڪم ڪري رهي هئي
رياستن واريءَ ڪميٽيءَ سنڌو برٽش پارليامينٽ کي اپريل ١٩٢٩ع ۾ رپورٽ پيش ڪئي.
سائمن ڪميشن سنڌس انڪواري ١٤- اپريل ١٩٢٩ع تي پوري ڪري اجان انگلنڊ مس پهتي ته انگلنڊ جي مئي مهيني وارين ٿيل نين چونڊن ۾ ڪنسرويٽو پارٽيءَ کي شڪست آئي ۽ ان جي جاءِ تي ليبر پارٽيءَ کي

اڪثريت حاصل ٿي. جنهن طرفان وزيراعظم مسٽر مئڪڊونالڊ ۽ سيڪريٽري آف اسٽيس فار انڊيا مسٽر ويجوڊبين مقرر ٿيا. لارڊ ارون هندوستان جو وائسرءِ ڇئن مهينن جي موڪل وٺي، جون مهيني جي آخر ڌاري انگلنڊ ويو. جتي هن نئين حڪومت سان هندوستان جي اينڊز سٽارن بابت مشورا ڪيا.

انهيءَ سال ۲۰ مارچ ۱۹۲۹ع تي بمبئي، پنجاب ۽ گڏيل علائقن ۾ اي- ۱۲۴ قلم هيٺ ڪيترن ماڻهن جي تلاشي وٺي گرفتار ڪيو ويو.

انهن سڀني کي ميرٺ ۾ آڻي مٿن حڪومت کي ڊاهڻ جي منصوبي جي جرم ۾ ڪيس چالان ڪيو ويو. جو بعد ۾ ميرٺ ڪانسپريسي ڪيس جي نالي سان مشهور ٿيو. ڪانگريس طرفان انهن جي بچاءَ لاءِ ڪميٽي مقرر ڪئي ويئي.

اڳين سال مرڪزي اسيمبليءَ ۾ سرڪار طرفان پيش ٿيل سيفٽي بل، جو پريزيڊنٽ جي برخلاف ووٽ ڏيڻ تي رد ٿيو هو سو وري هن سال جنوريءَ ۾ سرڪار طرفان نئي سر پيش ڪيو ويو. پر سردار ويٺل ڀائي پٽيل پريزيڊنٽ مرڪزي اسيمبلي هڪ بيان ڏئي ان کي ناجائز ٺهرائي، سرڪار کي مشورو ڏنو تہ ان کي موٽائي وٺي. جنهن تي گورنر جنرل ناراض ٿي ٻي ڏينهن تي ان بل کي آرڊيننس ذريعي جاري ڪري ڇڏيو.

مسٽر پٽيل اعتراض ۾ هڪ خط گورنر جنرل کي موڪليو تہ انهي قدم کڻڻ سان اوهان ساري مرڪزي اسيمبليءَ جي بي عزتي ڪئي آهي.

جنهن کي گورنر جنرل جي سيڪريٽري جواب ۾ لکي موڪليو تہ سندن بي عزتي ڪرڻ جو ڪوبہ ارادو ڪونہ هو پر لاچاري حالتن ڪري بل کي آرڊيننس طور رائج ڪيو ويو آهي.

ساڳي سال ۸- اپريل ۱۹۲۹ع تي مرڪزي اسيمبليءَ ۾ ٽريڊس ڊسپيوٽس بل جنهن وقت زير بحث هو ان وقت وزيٽرس گئلري مان ٻہ بم گولا سرڪاري بينچن تي اڇلايا ويا. جنهن ڪري ڪن ٿورن ماڻهن کي زخم رسيا.

ساڳي سال ۾ ولايتي ڪپڙي جي بائيڪاٽ لاءِ هڪ ڪميٽي، مهاتماگانڌي جي چيرمنيءَ ۽ مسٽر جيرامداس دولترام جي سيڪريٽري شپ هيٺ قائم ٿي، زور شور سان ڪم ڪرڻ شروع ڪيو. مسٽر جيرامداس ان وقت بمبئي ڪائونسل جو ميمبر هو.

هن سارو وقت انهيءَ ڪم ۾ لڳائڻ خاطر ميمبريءَ تان استعيفا

ڏني. انهيءَ سال راجا گوپال اچاريہ جي هٿ هيٺ نشيدار شين جي بندش لاءِ هڪ ڪمي[illegible] جنهن جي ڪوشش سان مدارس، ڳڏيل علائقن ۽ گجرات ۾ سنو ڪ[illegible] سگهيو.

انهيءَ سال منجهہ اڇوتپڻي دور ڪرڻ لاءِ ڪانگريس طرفان هڪ ڪميٽي سيٺ جمنا لال بجاج جي چيرمني هيٺ ناهي ويئي. جنهن ساري ملڪ جو دورو ڪري وڏين جاتين کي اڇوتن سان سٺي برتاءُ ڪرڻ لاءِ سٺو وايو منڊل پيدا ڪيو ۽ اڇوتن ۾ سندن حقن جي حفاظت لاءِ ڪوشش ڪرڻ جو مادو پيدا ڪيو.

٢٦ جولائي ١٩٢٩ع تي آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽي جو اجلاس الهہ آباد ۾ ڪٺو ٿيو. جنهن ۾ ورڪنگ ڪميٽيءَ جي نهرا، جي تائيد ۾ ڪائونسلن جي ڪانگريسي ميمبر کي استعيفا ڏيڻ جو مشورو ڏنو ويو.

" هن سال مزدورن طرفان زبردست هڙتالون ٿيڻ شروع ٿيون جن ۾ بمبئي جي ڪپڙي ملن جي ڏيڍ لک مزدورن، بنگال جي سٽي جي ڪارخانن جي ٢٥ هزار مزدورن، جمشيد پور لوهہ جي ڪارخاني جي ٽن هزار مزدورن ۽ ڏکڻ هندوستان ريلوي جي نوڪرن جون اسٽرائڪون قابل ذکر آهن. هندوستاني شيوا دل هر مهيني جهنڊي جي سلامي ڪرڻ رواج چالو ڪيو."

ان تان ناراض ٿي آگسٽ ڏاري سرڪار هندوستان جي مکيہ ڪارڪنن کي گرفتار ڪري جيل ۾ موڪلي ڇڏيو. انهن گرفتار ٿيل ڪارڪنن مان سردار منگل سنگهہ، ماسٽر تاراسنگهہ ۽ مولانا ظفر عليءَ جا نالا قابل ذڪر آهن.

انهيءَ سال ۾ مرڪزي اسيمبليءَ ۾ اڇلايل بمن جي سلسلي ۾ ڪيس هلائي سردار ڀڳت سنگهہ ۽ مسٽر دت کي جنم ٽيپ جي سزا ڏئي ويئي.

ان کان پوءِ ساڳين ماڻهن تي لاهور جي پوليس آفيسر مسٽر سانڊرس جي قتل جي جرم واقع ١٧ سيپٽمبر ١٩٢٨ع جي سلسلي ۾ ڪيس هلايو ويو.

انگريزن طرفان جيلن ۾ سٺي برتاءُ نہ ڪرڻ ڪري جيلن ۾ بک هڙتالون شروع ٿي ويون جن ۾ هڪ مسٽر جيتندراناٿ داس ۽ ٻي ريورنڊبوزيا هڪ ٻڌ درويش جا نالا قابل ذڪر آهن. پهرين ٦۴ ڏينهن بعد

۱۳ سپٽمبر ۱۹۲۹ع تي وفات ڪئي ۽ ہي ۱٦۴ ڏينهن بعد بک هڙتال ڪرڻ تي ۱۹ سپٽمبر ۱۹۲۹ع تي انتقال ڪيو.

انهيءَ سوال تي ۲۸ سپٽمبر ۱۹۲۹ع آل انديا ڪانگريس ڪميٽيءَ سندس لکنوءَ واري ميٽنگ ۾ هڪ ٺهراءُ رستي مٿين ڪارڪنن جي جريت ۽ بهادريءَ کي ساراهڻ بعد آئنده لاءِ قومي ڪارڪنن کي صلاح ڏني ته تمام نازڪ حالتن ڪانسواءِ بک هڙتال نہ ڪئي وڃي.

انهيءَ سال جون ۾ موڪل تي ويل لارڊ اروِن ۳۱- آڪٽومبر تي موٽي واپس هندوستان آيو ۽ اچڻ شرط هڪ اعلان جاري ڪيائين. جنهن ۾ هندوستان کي بينڪي راڄ ڏيڻ ۽ سڌارن لاءِ صلاح مصلحت ڪرڻ واسطي، گول ميز ڪانفرنس جا اصول قبول ڪيا ويا هئا.

ان بيان نڪرڻ بعد جلدئي دهليءَ ۾ ڪانگريس جي ورڪنگ ڪميٽي، سر تيج بهادر سپرو، پنڊت مدن موهن مالويہ ۽ ڊاڪٽر ايني بيسنٽ گڏ ٿيا جن صلاح مشوري بعد هڪ گڏيل پڌرائي ڪيدي. جنهن ۾ سرڪار سان تعاون ڪرڻ کان اڳ سرڪار طرفان هيٺين ڳالهين بابت صفائي ڪرڻ جي تقاضا ڪئي.

۱- ملڪ ۾ حالتن درست ڪرڻ لاءِ سياسي نظربندن کي رها ڪيو وڃي.

۲- گول ميز ڪانفرنس ۾ ڪانگريس ۽ ٻين مکيہ پارٽين کي خاص نمائندگي ڏني وڃي.

۳- گول ميز ڪانفرنس آئين ناهڻ لاءِ گڏ ٿيڻ گهرجي ۽ نہ صلاح مشورو ڪرڻ لاءِ.

گانڌيجيءَ انهيءَ پڌرائي جي سمجهاڻي واسطي هڪ ڊگهو بيان ڏنو.

انگلنڊ ۾ پارليامينٽ جي ٻن مکيہ پارٽين هرهڪ ليبر ۽ ڪنسرويٽو جي وچ ۾ انهيءَ سوال جي حل ڪرڻ تان اختلاف پيدا ٿي پيا. ڪنسرويٽو پارٽي مزدور ڏر وزارت جي مٿي ذڪر ڪيل پڌرائيءَ کي تيز قدم سمجهي حڪومت جي خلاف پروپگينڊا شروع ڪئي. جنهن ڪان مرعوب ٿي حڪومت انگلنڊ جي عام راءِ جي ڊپ کان پڌرائي ڪئي تہ گول ميز ڪانفرنس کي آئين ناهڻ جي اختياري ڪانہ هوندي. بلڪ اهي اختيار برٽش پارليامينٽ جي هٿ ۾ هوندا. حڪومت پارليامينٽ جي راءِ ڪانسواءِ ڪنهن بہ آئين جو وعدو نہ ٿي ڪري سگهي.

انهيءَ پڌرائي سبب گڏيل پڌرائي ۾ تقاضا ڪيل مکيہ تجويز رد ٿي ويئي ٿي.

انهن حالتن هوندي سال جي آخر ۾ پنڊت جواهرلعل نهرو جي صدارت هيٺ لاهور ۾ ٢٥- ڊسمبر ١٩٢٩ع تي آل انڊيا ڪانگريس جو ساليانو اجلاس ڪٺو ٿيو. اجلاس جي صدارتي خطبي ۾ پنڊت جي ظاهر ڪيو تہ "حڪومت سنڌن گهرون پوريون ڪري نہ سگهي آهي. تنهن ڪري مجبوراً کين حڪومت جي مخالفت ڪرڻي پوندي.

وڌيڪ چيائين تہ ڪيس معلوم نہ هو تہ انهيءَ مخالفت ڪري ڇا ۽ ڪڏهن ڪجهہ حاصل ٿي سگهندو. ڪاميابي سنڌن هٿ ۾ نہ هئي. پر ڪاميابي اڪثر انهن کي پئي نصيب ٿي آهي جي جريت سان عملي قدم کڻندا آهن. اها ڊڄڻ ۽ مشڪلاتن کان ڇرڪڻ وارن کي حاصل تہ ٿيندي آهي. کين وڏا جوکا کڻڻا هئا.

ڇاڪاڻ تہ وڏا مقصد صرف خطرن سان مقابلو ڪرڻ سان ئي حاصل ڪري سگهبا آهن"

انهيءَ اجلاس جو نمايان ٺهراءُ هندوستان جي مڪمل آزادي حاصل ڪرڻ جي تجويز هئي جا ان جي اهميت ڪري سموري هيٺ ڏجي ٿي:-

ڪانگريس جو هي اجلاس وائسراءِ هند جي ٣١- آڪٽومبر ١٩٢٩ع واري جاري ڪيل اعلان تي هندوستاني قومي ڪارڪنن طرفان جن ۾ ڪانگريس وارا بہ شريڪ هئا جاري ڪيل گڏيل پڌرائي کي قبول ڪري ٿي ۽ وائسراءِ هند طرفان سوراج لاءِ رضانامي بابت ڪيل ڪوشش کي ساراهي ٿي.

باوجود ان جي جيڪي وهيو واپريو آهي ان تي غور ڪندي. مهاتما گانڌي، پنڊت موتي لعل نهرو ۽ ٻين جي وائسراءِ سان ڪيل ملاقات وقت گفتگو مان هن نتيجي تي پهتي آهي تہ موجوده حالتن هيٺ ڪانگريس جي گول ميز ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيڻ مان ڪوبہ فائدو حاصل نہ ٿيندو.

تنهنڪري ڪانگريس سنڌس گذريل سال ڪلڪتي ۾ پاس ڪيل ٺهراءُ کي نظر ۾ رکي ظاهر ٿي ڪري تہ ڪانگريس آئين جي پهرين فقري ۾ بيان ڪيل لفظ سوراج جي معني "مڪمل آزادي" سمجهڻ گهرجي. وڌيڪ اهو بہ ظاهر ٿي ڪري تہ ڏنل مدي گذرڻ بعد هاڻ نهرو رپورٽ ۾ ڄاڻايل سڌارن جي تجويز رد سمجهڻ گهرجي ۽ اميد ٿي ظاهر ڪري تہ آئنده سڀ

ڪانگريسي مڪمل آزاديءَ جي حصول لاءِ ڪوشش ڪندا.

آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ ابتدائي قدم طور ڪانگريس جملي قومي ڪارڪنن کي ھدايت ني ڪري تہ آئندي اسيمبلين جي چونڊن ۾ سڌو يا اڻ سڌو حصو نہ وٺن ۽ ھن وقت اسيمبلين يا ٻين سرڪاري ادارن جي ميمبرن کي ھدايت ني ڪري تہ اھو انھن جاين تان استعيفائون ڏئي ٻاھر نڪري اچن.

ھي ڪانگريس جو اجلاس، عوام کي اپيل تو ڪري تہ ڪانگريس جي تعميري پروگرام کي زور وٺائڻ لاءِ مدد ڪن.

ھي اجلاس آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽيءَ کي اختيار تو ڏئي تہ جڏھن بہ مناسب سمجھي تہ سول نافرمانيءَ جو پروگرام بمع ڍلن نہ ڏيڻ جي شروع ڪري ڏئي. اھو قدم ڪانگريس جي نظرداريءَ ھيٺ ساري ملڪ يا چونڊيل ايراضين ۾ کڻي سگھن ٿا.

ان اجلاس ۾ ٻيا ھيٺيان مکيہ ٺھراءَ پاس ٿيا.

(١) ايسٽ افريقا جي ھندوستاني باشندن جي حقن جي حفاظت لاءِ مدد ڪرڻ جو ٺھراءُ پاس ٿيو.

(٢)ڏيھي رياستن جي راجائن کي اپيل ڪئي ويئي تہ ھو سندن رياستن ۾ ماڻھن کي بنيادي انساني حق ڏين ۽ رياستن اندر عوام سان جوابدار حڪومت جو سرشتو رائج ڪن.

(٣) ھندوستان جي فرقيوار سوال بابت انھيءَ اجلاس ۾ ٺھراءَ ذريعي ڪانگريس، مسلمانن ۽ سکن کي اھو يقين ڏياريو نہ ھو ڪابہ اھڙي آئيني تجويز قبول نہ ڪندا جا کين قبول نہ ھوندي.

انھيءَ سال آل انڊيا مسلم ليگ ڪائونسل جو اجلاس ٢٣ مارچ ١٩٢٩ع تي دھليءَ ۾ گڏ ٿيو. جنھن ۾ مسلمانن جي ٽنھي گروھن کي گڏي ھڪ جماعت بنائڻ لاءِ جناح صاحب کي ڪم سونپيو ويو.

ھڪ گروہ ڪلڪتہ مسلم ليگ ۽ ٻيو لاھور مسلم ليگ جي نالي سان مشھور ھئا.

ٽيو گروہ دھلي ۾ سر آغا خان جي صدارت ھيٺ ڪٺي ٿيل مسلمانن جي ڪانفرنس وارو ھو.

اھو ڪائونسل جو اجلاس مسٽر محمد علي جناح جي صدارت ھيٺ

ڪنو ٿيو هو جنهن ۾ علي برادران، مولانا ابوالڪلام آزاد، ڊاڪٽر سيف الدين ڪچلو، نواب اسماعيل خان، مسٽر قدوائي، سر يامين خان، چوڌري عبدالمتين، حاجي عبدالله هارون، مولانا دائود غزنوي، سيد عبدالله بريلوي، مولوي ڪفايت الله صاحب وغيره شرڪت ڪئي.

انهيءَ اجلاس ۾ نهرو رپورٽ بابت مسلم ليگ جي راءِ هيٺين ٺهراءَ جي ذريعي اظهار ڪئي ويئي:-

”جنهن صورت ۾ انڊين نيشنل ڪانگريس نهرو رپورٽ کي قطعي طور رد ڪري ڇڏيو آهي، هندو سڀا سندس ٺهراءَ ذريعي چيو آهي ته جيڪڏهن فرقيوار سوالن مان رپورٽ جي هڪ فقري کي به رد ڪيو ويو ته هو رپورٽ جي حمايت کان انڪار ڪندا.

سک ليگ ان کي قبولڻ کان انڪار ڪيو آهي، غير برهمڻ ۽ اڇوت به ان جي مخالف آهن ۽ جنهن صورت ۾ نهرو رپورٽ ۾ آل انڊيا مسلم ليگ جي جملي مطالبن کي قبول نه ڪيو ويو آهي، تنهن ڪري مسلم ليگ به ان کي نٿي قبول ڪري. مسلم ليگ غور ۽ فڪر بعد هن نتيجي تي پهتي آهي ته مسلمان هندوستان جي لاءِ ڪنهن به آئيني تجويز کي قبول نه ڪندا. جيستائين ان ۾ مسلماني حقن جي حفاظت لاءِ هيٺين شرطن کي داخل نه ڪيو ويو آهي.

(١) هندوستان جو آئين وفاقي طرز جو هوندو.

(٢)هرهڪ صوبي کي صوبائي آٽونامي (خود مختياري ) هوندي.

(٣) ملڪ جي جملي قانون ساز اسيمبلين ۽ چونڊيل لوڪل باڊيز ۾ اقلتين کي وڏيڪ نمائندگي ڏني ويندي ۽ ڪنهن به صوبي جي اڪثريت کي اقليت يا مساوات ۾ نه بدلايو ويندو.

(٤) مرڪزي اسيمبليءَ ۾ مسلمانن کي ٽيو حصو نمائندگي ڏني ويندي.

(٥) جيڪڏهن صوبن جي نئين سر قيام ڪئي وڃي ته پنجاب، سرحد، بنگال جي اڪثريت کي نقصان نه پهچايو ويندو.

(٦) مذهبي ۽ تعليمي ادارن جي آزاديءَ جي هر فرقه لاءِ حفاظت هوندي.

(٧) هڪ دفعي ٺهيل آئين ۾ ڪنهن به قسم جي تبديلي نه ڪئي ويندي.

(٨) مرڪز خواهہ صوبن ۾ گهٽ ۾ گهٽ چوٿون حصو وزارتن جو مسلمانن کي ڏنو ويندو.

(٩) ٻين صوبن وانگر سرحد ۽ بلوچستان جي ايراضين سان نوان سڌارا رائج ڪيا ويندا.

(١٠) مرڪز، صوبن ۽ لوڪلباڊيز جي ملازمتن ۾ مسلمانن کي ڪافي نمايندگي ڏيڻ جو تحفظ قابليت جو لحاظ رکندي آئين ذريع ڪيو ويندو.

(١١) سنڌ کي بمبئي کان علحده ڪري جدا صوبو بڻايو ويندو.

(١٢) آئنده اسيمبلين ۾ ڪوبہ بل يا تجويز پاس ٿي نہ سگهندو. جيڪڏهن مسلمانن جو ٣ ياڱي ۴ حصو ان کي سندن حقن جي لاءِ نقصان ڪار سمجهي مخالفت ڪندو.

(١٣) مسلمانن جي تمدن، تهذيب، تعليم، زبان، مذهبي ۽ خيراتي ادارن جي تحفظ ۽ ترقي لاءِ آئين ۾ داخلا ڪئي ويندي.

(١۴) حڪومت ۽ لوڪل باڊيز ۾ مسلمانن کي ڪافي اسڪالرشپون ڏنيون وينديون.

مسلمان ان وقت تائين گڏيل چونڊن کي قبول نہ ڪندا جيستائين سنڌ کي جدا صوبو نہ بڻايو ويو آهي.

ٻين صوبن وانگر سرحد ۽ بلوچستان کي سڌارا نہ ڏنا ويا آهن. صوبن ۾ جتي مسلمان اڪثريت ۾ آهن اتي ڪين آدمشماريءَ جي لحاظ سان جڳهون نہ ڏنيون ويون ۽ جتي اقليت ۾ آهن اتي سندن لاءِ زياده جڳهيون محفوظ نہ ڪيون ويون آهن.

انهيءَ تجويز جو مسودو جيئن تہ جناح صاحب تيار ڪيو هو ان ڪري اهو مسودو جناح صاحب جي ١۴ نقاطي پروگرام جي نالي سان مشهور ٿي ويو.

(نوٽ)- چوڏهن نقطا امريڪن پريزيڊنٽ مسٽر ولسن جي ١۴ نقاطي تجويز کان اڳي مشهوري حاصل ڪري ويا هئا.

آل انڊيا مسلم ليگ جو مهمل ٿيل اجلاس ٣٠- مارچ ١٩٢٩ع تي روشن ٿيٽر ۾ جناح صاحب جي زير صدارت ڪٺو ٿيو.

جنهن ۾ هينيان مکيہ ڪارڪن شريڪ ٿيا:

مولوي محمد يعقوب، مولانا ظفر علي خان، ڊاڪٽر محمد عالم،

مولانا شفيع دائودي، علي برادران، سيٺ حاجي عبدالله هارون، نواب محمد اسماعيل خان، مسٽر تصدق احمد شيرواني، ڊاڪٽر سيف الدين ڪچلو، مولوي ڪفايت الله صاحب، مولانا ابوالڪلام آزاد، راجا غضنفر علي خان، شيخ محمد صادق، مسٽر آصف علي ۽ ٻيا.

جناح صاحب پنهنجي صدارتي خطبي ۾ چيو ته ”سائمن ڪميشن جلد پنهنجو ڪم پورو ڪري پارليامينٽ اڳيان رپورٽ پيش ڪرڻ واري آهي، ٻي طرف نهرو رپورٽ اسان جي اڳيان آهي. مسلمانن کي گڏجي انهي بابت فيصلي ڪرڻ جي ضرورت آهي.

منهنجي مسودي تجويز بابت چيو ويجي ٿو ته اهي منهنجي ذاتي فڪر ۽ خيال جو نتيجو آهن. ليڪن حقيقت ۾ اهو مسودو مختلف حضرات سان مشورو ڪري تيار ڪيل آهي.

”هاڻي سبجيڪٽس ڪميٽيءَ تي ڇڏيل آهن ته ان تي غور ڪري ٺهراء جي صورت ۾ پيش ڪري.“

ان کان پوءِ سر محمد يامين ۽ حاجي عبدالله هارون، شفيع پارٽيءَ جي مسلم ليگ گروه کي اجلاس ۾ دعوت ڏيڻ جو مشورو ڏنو. ان تي انهي گروه کي شرڪت لاءِ دعوت ڏني ويئي.

جنهن تي هن ميان شاهنواز خان بارسٽر (ميان محمد شفيع جي نياٽي) جي جاءِ تي گڏ ٿي شريڪ ٿيڻ لاءِ ڪي شرط موڪليا. جي جناح صاحب قبول نه ڪيا. ان ڪري هو اجلاس ۾ شريڪ ٿي نه سگهيا.

٣١- مارچ ١٩٢٩ع تي جناح صاحب واري مسلم ليگ اجلاس جي سبجيڪٽس ڪميٽيءَ ۾ اختلاف پئجي ويو جنهن تي سر محمد يعقوب علي برادران مرحوم حڪيم اجمل خان جي جاءِ تي علحده ڪانفرنس ۾ ڪنا ٿيا.

جتي کين سمجهائڻ لاءِ جناح صاحب وٽن ويو پر سمجهوتو نه ٿي سگهڻ ڪري واپس موٽي آيو.

ان کان پوءِ سبجيڪٽس ڪميٽيءَ جي ميٽنگ ۾ سر محمد شفيع جي موڪليل خط تي بحث ٿيو. جنهن ۾ تقاضا ڪيل هئي ته سر آغا خان جي صدارت هيٺ ڪني ٿيل دهلي مسلم ڪانفرنس ۾ پاس ٿيل ٺهرائن کي قبول ڪيو وڃي.

جناح صاحب ان تي ظاهر ڪيو تہ مسلمانن ۾ هن وقت تي مختلف راين جا گروه پيدا ٿي چڪا هئا. هڪڙا نهرو رپورٽ کي قبولڻ جي فائدي ۾ هئا. ٻيا رد ڪرڻ جا حامي هئا. ٽين باهمي مشورو ڪرڻ کان اڳ ڪي شرط مڃائڻ ٿي گهريا. جنهن تي مسٽر تصدق احمد خان شيرواني ظاهر ڪيو تہ اهڙن پوئين گروهہ جي باغين کي جماعت ۾ ڪابہ جڳهہ نہ ڏيڻ گهرجي. ان ڪري علي برادران ۽ دهلي ڪانفرنس جا ڪي رڪن جلسي مان نڪري ويا ۽ مرحوم حڪيم اجمل خان جي جاءِ تي ڪنا ٿيا جتي جناح صاحب تجويزن تي غور ڪرڻ بعد هنن سبجيڪٽس ڪميٽيءَ ۾ هيٺين تجويز بحال ڪئي:-

"هندوستان جي قومي مطالبن کي نظر ۾ رکندي فرقيوارانہ اختلافن کي مٽائڻ لاءِ آل انڊيا مسلم ليگ جو هي اجلاس ڪلڪتہ آل پارٽيز ڪانفرنس جي تجويزن کي هيٺن ترميمن جي بنياد تي قبولڻ لاءِ تيار آهي.

(١) مرڪزي اسيمبلين جي ٻنهي هائوسن ۾ چونڊيل نمائندن ۾ ڪم از ڪم ٽيون حصو مسلمانن کي نمائندگي ڏيڻ گهرجي.

(٢) بنگال ۾ جيڪڏهن بالغن ني [illegible] ذنل هجي تہ مسلمان ووٽرن جو تعداد سندن آباديءَ جي لحاظ سان مقرر ڪيو وڃي.

(٣) نهرو رپورٽ جي دفع (٣) جي فقري [illegible] ترميم ڪئي وڃي. مرڪزي پارليامينٽ کي صرف جنگ يا عام بغاوت جي حالت ۾ صوبائي وزارتن يا اسيمبلين کي ختم ڪرڻ جو حق هئڻ گهرجي.

(۴) نهرو رپورٽ جي فقرن نمبر ١-٢ جي سرن تي نظرثاني ڪري صوبن کي حتي الامڪان صوبائي آٽو نامي (خود مختيار) ڏيڻ جو داخلو ڪيو وڃي.

(۵) مسلمانن جي ذاتي قانونن ۾ مرڪزي يا صوبائي اسيمبلين کي سندن قبوليت کانسواءِ ترميم ڪرڻ جو حق نہ هجي.

جڏهن ڪليل اجلاس ڪنو ٿيو تہ ان ۾ سخت گوڙ ٿي پيو. جنهن ڪري جناح صاحب کي مجبوراً اجلاس کي مهمل ڪرڻو پيو. جنهن ڪري مسلم ليگ مان حال فساد ٽري ويو ليڪن ان ۾ اختلاف اڳي کان بہ وڌي ويا.

## سال ١٩٣٠ع

٣- جنوري ١٩٣٠ع تي ڪانگريس جي ورڪنگ ڪميٽيءَ لاهور

ڪانگريس ۾ ڪائونسلن جي بائيڪاٽ واري نهراءَ کي عملي جامو پهرائڻ لاءِ ڪني ٿي.

جنهن ۾ ٢٦ جنوري کي آزاديءَ جي ڏينهن ملهائڻ واسطي مقرر ڪيو ويو. انهيءَ نهراءَ موجب هر سال انهيءَ تاريخ تي هر شهر ۾ گڏ ٿي هينيون اعلان پڙهيو هو.

هينيون نهراءَ ڪانگريس ورڪنگ ڪميٽيءَ طرفان ساري ملڪ ۾ انهيءَ ڏينهن تي ميٽنگن ۾ پاس ڪرڻ لاءِ جاري ڪيو ويو آهي:

"اسان جو هن ڳالهه تي ايمان آهي ته هندوستان جي رهاڪن کي پنهنجي ڪمائيءَ جي ڦل مان ضروريات زندگي حاصل ڪرڻ واسطي مڪمل سياسي آزادي وٺڻ جو بنيادي حق حاصل آهي.

اسان جو ان ڳالهه ۾ پورو ويساه آهي ته جيڪا به حڪومت عوام کي سندن انهيءَ حق کان محروم رکندي يا دٻائي محڪوم رکڻ گهرندي تنهن کي بدلائڻ يا ختم ڪرڻ جو ماڻهن کي پورو اختيار حاصل آهي.

برٽش سرڪار هندوستان جي ماڻهن کي نه صرف سندن آزاديءَ جي حق کان محروم رکيو آهي پر سندس حڪومت جو بنياد عوام جي ايڪسپلائيٽيشن (استعمال غرضي) تي رکيو آهي ۽ هندوستان کي اقتصادي، سياسي، ثقافتي ۽ روحاني طرح تباهه ڪري ڇڏيو آهي. تنهن ڪري اسان فيصلو ٿا ڪريون ته هندوستانين کي برٽش حڪومت سان ناتا توڙڻ گهرجن ۽ مڪمل سوراج حاصل ڪرڻ گهرجي.

هندوستان کي اقتصادي طرح تباهه ڪيو ويو آهي، انهيءَ مان سندس پيدائش جي مقابلي ۾ سرڪاري ڍلون تمام گهڻيون ورتيون وڃن ٿيون.

هندوستان جي سراسري پيدائش ٧ پيسا روزانه آهي.

سندس ڍلن جو ٢٠ سيڪڙو لئنڊ روينيو ذريعي ۽ ٣٠ سيڪڙو لوڻ تان وصول ڪيو وڃي ٿو. جنهن جو سمورو بار غريبن تي پوي ٿو.

ملڪ جا سٽ ڪتڻ ۽ ڪپڙي اڻڻ جا ڳوناڻا هنر تباهه ڪيا ويا آهن. جنهن ڪري آبادگارن کي چار مهينا بي روزگار رهڻو پوي ٿو.

هن حڪومت ٻين ملڪن وانگر بي زورگار ماڻهن کي مشغول رکڻ لاءِ ڪنهن به هنري ڪارخاني کولڻ جو انتظام نه ڪيو آهي.

ڪسٽمس ۽ ڪرينسي کي اهڙي طرح استعمال ۾ آندو وڃي ٿو جو

آبادگارن تي وڏيڪ بوجو پوي ٿو.

برٽن مان تيار ٿيل شيون، اسان جي ٻاهران آمدني جو مکيہ جزو بنجي پيون آهن. ڪسٽمس ڊيوٽيءَ مان برٽش سفٽ کي فائدي ڏيڻ جي ٻوءِ اچي رهي آهي.

ٽيڪسن کي ماڻهن تان اقتصادي بوجو لاهڻ لاءِ ڪتب نٿو آندو وڃي پر ٻڳري انتظامي عملي جي پيٽ ڀرڻ لاءِ خرچ ڪيو پيو وڃي.

ايڪسچينج کي اهڙيءَ طرح ڦيرايو گهيرايو وڃي جنهن ڪري لکها روپيہ زرمبادلي جي حرفت ڪري ملڪ مان ٻاهر هليا وڃن ٿا.

سياسي طرح هندستان جي حالت ايتري قدر ڪڏهين بہ نہ ڪري آهي. جيترو برٽش راڄ اندر زبون ٿي آهي.

حقيقي طرح عوام کي اختيار ڏيڻ لاءِ ڪوبہ قدم نہ کنيو ويو آهي.

اسان مان وڏي ۾ وڏو انگريزي حڪم اڳيان نميل رهي ٿي.

آزاد راءِ جي اظهار ڪرڻ، آزاد طرح جماعت سازي جي حق کان اسان کي محروم ڪيو ويو آهي. ڪيترا اسانجا وطني ٻائر انهن ڳالهين کان مجبور ٿي جلاوطن رهن ٿا ۽ موٽي گهرن ۾ نٿا اچن. انتظامي لياقتن کي ختم ڪيو پيو وڃي.

عوام کي ننڍين نوڪرين ۽ منشگيرين تي اڪتفا ڪرڻي پوي ٿو.

ثقافتي طرح تعليمي سرشتي کي اسان جي روايتي بنيادن کان هٽائي غلاميءَ جي زنجير ۾ سوگهي ڪرڻ جي پاليسيءَ تي رٿيو ويو آهي. روحاني طرح اسان کي زوريءَ بي هٿيار بنائي بي همت بنايو ويو آهي. ملڪ ۾ ڌارين لشڪر جي موجودگي، اسان جي قوت مقابلي کي فنا ڪري ڇڏيو آهي.

اسان ۾ اهو خيال پيدا ڪيو ويو آهي تہ اسان پنهنجي بچاءَ ۽ ڌارين حملي جي مقابلي. ڪرڻ جا لائق نہ رهيا آهيون بلڪ چورن، ڌاڪن، بدمعاشن کان پنهنجي ملڪيت ۽ گهر ٻار بچائي سگهڻ جا لائق نہ آهيون.

اسان اهو ماڻهن ۽ خدا جو گناهہ ٿا سمجهون تہ وڏيڪ وقت تائين هن ظالمانہ طريقہ حڪومت اڳيان سر نمائيندا رهون. جنهن اسان جي ملڪ تي چوطرفي مصيبت نازل ڪئي آهي.

اسان سمجهون ٿا تہ انهيءَ ظلم کان آزاد ٿيڻ جو بهترين ۽ مؤثر رستو اهنسا جو آهي.

تنهنڪري اسان وعدو ٿا ڪريون ته ان ني عمل ڪرڻ لاء تياري ڪنداسون. پنهنجي سموري مدد برٽش حڪومت کان ڪيائي وٺنداسون ۽ انهن جي جملي حڪمن ويندي ٽئڪسن ڏيڻ ناٿين جي پيڪڙي ڪرڻ لاء تيار ٿينداسون.

اسان کي يقين ٿي ويو آهي ته اهنسا ڪرڻ کانسواءِ اسان پنهنجي سموري رضاڪارانه مدد هن کان ڪڍي وٺنداسون ۽ ڍلون ڏيڻ کان انڪار ڪنداسون ته هن ظالمانه راڄ جو خاتمو يقيني آهي تنهنڪري اسان صدق دل سان فيصلو ٿا ڪريون ته مڪمل آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪانگريس طرفان وقت بوقت جي حڪم اسان کي ملندا رهندا تن جي خوشيءَ سان بجا آوري ڪنداسون.

ان کان پوءِ جلدئي وائسرائي هند سائيمن ڪميشن جي رپورٽ بابت هڪ اهڙو بيان ڏنو جنهن ماڻهن جون رهيل اميدون به ختم ڪري ڇڏيون. ان تي مهاتما گانڌي هڪ تقرير ذريعي وائسراءِ کان کي گهرون ڪيون.

آل انڊيا ڪانگريس جي ورڪنگ ڪميٽي ١٤-١٥-١٦ فيبروري ١٩٣٠ع تي سابرمتي ۾ گڏ تي ان ۾ مهاتما گانڌيءَ جي اڳواڻيءَ هيٺ سول نافرماني شروع ڪرڻ جو نهراءُ پاس ڪيو ويو.

جنهن موجب مهاتما گانڌي لوڻ ناهڻ جي قانون جي ڀڃڻ لاءِ پنهنجي آشرم جي رهواسين سان گڏجي ڊانڊي جي ڀر ۾ سمنڊ تي وڃي لوڻ ڪٺڻ وارو هو. هن نهراء پاس ٿيڻ بعد قانوني انحرافي ڪرڻ کان اڳ گانڌيجي هڪ ڊگهي خط ذريعي وائسراءِ هند کي پنهنجي ارادي کان آگاه ڪيو.

جنهن خط ۾ هن سول نافرماني ڪرڻ جا مقصد ۽ اهنسا ذريعي ان کي عمل ۾ آڻڻ جا مٿا به ظاهر ڪيا هئا. اهو ليٽر هڪ نوجوان انگريز وائسراءِ ڏي کڻي ويو جنهن جي جواب ۾ وائسراءِ کيس لکي موڪليو ته خط پهتو سندس رٿيل سول نافرماني جو احوال معلوم ٿيو. اهو امن عامه ۾ خلل وجهندو. وغيره. ان تي وري گانڌي جي بيان ڏنو ته "مون گوڏن ڀر جهڪي ماني ٽڪري لاءِ وائسراءِ کي سنايو پر مانيءَ جي عيوض پٿرن سان جهولي ڀري ويئي.

انگريز حڪومت صرف طاقت کي سلام ٿي ڪري تنهنڪري ئي

وائسراءِ طرفان اهڙو جواب مليو آهي. جنهن ۾ امن عامہ جو انتظار ڏيکاري ٿو ان جي سرانجامي صرف ماڻهن کي جيلن ۾ وجهڻ ذريعي ڪرڻ چاهي ٿو.

هندوستان کي انگريزن وڏو جيل بنائي ڇڏيو آهي. جنهن قانون ذريعي ان جا زنجير مضبوط ٿيندا هجن تنهن کي ٽوڙڻ آءٌ پنهنجو اخلاقي فرض ٿو سمجهان."

نيٺ رٿيل پروگرام موجب گانڌيجي سندس آشرم جي ساٿين سميت جن جو تعداد ۷۹ هو. مارچ ۱۹۳۰ع تي سول نافرماني ڪرڻ لاءِ ڏانڊي طرف روانو ٿيو. اهو گجرات ۾ سمنڊ جي ڪناري تي هڪ ننڍو ڳوٺ هو جتي لوڻ ٺاهڻ لاءِ قانوني انحرافي ڪرڻ واسطي وڃي رهيو هو. اها ظاهري طرح هڪ لانگوٽي بند فقير جي ساٿن سان گڏ روانگي هئي، ليڪن حقيقي طرح هڪ بلند اخلاق، عظيم الهمت هندوستاني رهنما جي هندوستاني عوام طرفان برٽش سرڪار خلاف ڪليل بغاوت جو اظهار هو. جنهن ۾ آخر هندوستاني عوام کي ڪاميابي حاصل ٿيڻ واري هئي.

سچ ڪوڙ تي غالب ٿيڻ وارو هو، روشني اوندهہ تي فتح ڪرڻ، زندگي مردگيءَ تي ڇانئجي وڃڻ واري هئي.

هن جي رواني ٿيڻ شرط نہ صرف ساري هندوستان جو توجهہ ان روانگيءَ طرف ڇڪجي ويو. ليڪن ساري دنيا ۾ ان جو آواز پهچي ويو.

هڪ طرف انگريز بهادر جي سرڪار سندس اکيچار هٿيار، لشڪرن پيسي ۽ طاقت سان آراستہ ٿيل هئي تہ ٻي طرف هڪ ڪمزور بدن لانگوٽي بند ساڌو صرف سچ جي هٿيارن، مضبوط اراده پوئلڳن ۽ حق جي طاقت سان ملبوس هو.

پوءِ تہ "يدخلون في دين الله افواجاً "

وارو نظارو هو هر طرف ڪان هزارن جي تعداد ۾ ماڻهو انهيءَ ستيا جي سورهہ جي درشن ڪرڻ لاءِ قطارون ٻڌيو رستي تي بيهي ويا. بر ۾ بازارون لڳي ويئون. اهو قافلو وڌندو ويو.

آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽيءَ جو اجلاس نين پيدا ٿيل حالتن تي غور ڪرڻ لاءِ ۲۱ مارچ ۱۹۳۰ع تي احمد آباد ۾ ڪوٺيو ويو جنهن ۾ ورڪنگ ڪميٽيءَ جي نهراءِ جي پٺ ڀرائي ڪئي ويئي. اتي هيٺيون عهدنامون تيار ڪيو ويو جو هر هڪ ستيا گرهيءَ کي پڙهڻو هو.

"(۱) آءٌ ڪانگريس طرفان هندوستان جي آزاديءَ لاءِ شروع ڪيل

سول نافرمانيءَ جي تحريڪ ۾ داخل ٿيڻ گهران ٿو

(٢) آءٌ ڪانگريس طرفان هلايل مڪمل آزاديءَ جي تحريڪ کي سيني صلح جوياڻه ۽ صحيح طريقن سان حاصل ڪرڻ جي اصول کي صدق دل سان قبول ڪريان ٿو

(٣) آءٌ انهيءَ راه ۾ جيل يا ٻي هر طرح جي قرباني ڪرڻ ۽ مصيبت برداشت ڪرڻ لاءِ تيار آهيان.

(۴)جيڪڏهين جيل ۾ ويس ته ڪانگريس کان ان جي عيوض ڪابه مالي مدد جي گهر نه ڪندس.

(۵) آءٌ تحريڪ جي اڳواڻن جي مڙني حڪمن کي مڃڻ لاءِ تيار آهيان.

چوويهن ڏينهن جي سفر ڪرڻ کان پوءِ مهاتما گانڌي ۵- اپريل ١٩٣٠ع تي ڊانڊيءَ پهتو.

انهيءَ ڏينهن لوڻ ناهڻ جي قانون کي ٽوڙڻ ڪري گانڌيجيءَ کي گرفتار ڪري بروڊا جيل ۾ موڪليو ويو.

٦- اپريل تي ساري هندوستان ۾ سول نافرمانيءَ جي هلچل شروع ٿي ويئي. گانڌيءَ جي جاءِ تي مسٽر عباس طيب جي اڳواڻ مقرر ٿيو جو به ١٢- اپريل تي گرفتار ٿيو."

ڪراچيءَ ۾ ان تاريخ سرڪس تي بندوقبازي ۾ مسٽر جيرامداس دولترام ڦٽجي پيو پر سگهوئي چاق ٿيو.

انهي سلسلي ۾ پشاور ۾ ٿيل گوليبازي، بمبئيءَ جي لاٺي چارج، مدراس ۾ سرڪار طرفان اختيار ڪيل سختي، ڪلڪتي جا واقعا وغيره بيان ڪبا ته وڏو داستان ٿي پوندو.

ماڻهن کي جيلن ۾ موڪلڻ مان سرڪار جڏهن تنگجي پيئي ته ڳرا ڏنڊ وجهڻ ۽ ملڪيتون ضبط ڪرڻ شروع ڪيائون. آخر لنيون هٿي ماڻهن کي چڙو چڙ ڪرڻ ۽ پڃائڻ تي وجي اڪتفا ڪيائون.

جا حڪومت سرڪاري قانون جي ڀڃڪڙي تي ناراض ٿي ماڻهن کي عتاب ڏئي رهي هئي، ساخود قانون هٿ ۾ کڻي ماڻهن کي ڏندا هڻي پاڻ قائم رکڻ ۾ مشغول ٿي ويئي.

آزاديءَ خاطر لڙندڙ مجاهدن لاءِ قانوني شڪني جرم هئي. سامراج

قائم رکندڙ حڪومت جي قانون شڪني نواب سمار تي ڪئي ويئي. ڏاڍي ۽ هيٺي جي وچ ۾ اهو تفاوت آهي.

سرڪار طرفان سارو سال سختي هلندي رهي ۽ صلح لاءِ ڪوششون به هلنديون آيون.

۱۴- اگست ۱۹۳۰ع تي مسٽر جيڪر ۽ سر سپرو سرڪار طرفان جيل ۾ ڪانگريس ليڊرن سان وڃي مليا پر صلح تي ڪونه سگهيو.

ان ڪري ڪانگريس گول ميز ڪانفرنس ۾ ڪانه ويئي.

سال جي آخر ۾ ۱۲- نومبر ۱۹۳۰ع تي لنڊن ۾ سڀني پارٽين جي نمائندن جي ڪانگريس کان سواءِ گول ميز ڪانفرنس ٿي.

جنهن ۾ هندوستان جا ۸٦ نمائندا شريڪ ٿيا. اها ڪانفرنس ۱۹ جنوري ۱۹۳۱ع تائين هلي.

ان ۾ توقع کان وڌيڪ نهايت جوشيليون ۽ آزادانه تقريرون ٿيون.

جن ۾ مولانا محمد علي. سرتيج بهادر سپرو، جيڪر، مهاراجا اندور جون تقريرون قابل ذڪر آهن.

انهيءَ ڪانفرنس جي نتيجي ۾ هندوستان لاءِ فيڊرل حڪومت جو اصول قبول ڪيو ويو.

هن سال آل انڊيا مسلم ليگ جو ايڪيهون اجلاس ۲۹- ۳۰ ڊسمبر ۱۹۳۰ع تي الهه آباد ۾ ڊاڪٽر محمد اقبال جي زير صدارت ڪئو ٿيو.

استقباليه ڪميٽيءَ جو چيرمن مسٽر محمد حسين هو. ان ۾ سنڌ مان سيٺ حاجي عبدالله هارون. شيخ عبدالمجيد سنڌي ۽ سيٺ طيب علي علوي شريڪ ٿيا. ٻيا به ڪيترا قومي ڪارڪن شريڪ ٿيا. ان وچ ۾ قوم پرست مسلمان مسلم ليگ کان علحده ٿي ويا هئا. تن مان ڪوبه شريڪ ڪونه ٿيو.

انهيءَ ڪانفرنس جي صدارتي خطبي ۾ ڊاڪٽر محمد اقبال مذهبي بنياد تي مسلمانن جي جداڪانه قوم جو نظريو پيش ڪيو جو اڳتي هلي پاڪستان جي جواز لاءِ بنيادي نڪتو ٿي ڪم اچڻ لڳو.

انهيءَ اجلاس جي نهراون ۾ گول ميز ڪانفرنس ۾ مسلمان عيوضين جي خدمتن کي ساراهيو ويو.

## سال ۱۹۳۱ع

گول ميز ڪانفرنس جو اجلاس ۱۹ جنوري ۱۹۳۱ع تي پورو ٿيو. ان وقت تائين هندوستان ۾ سول نافرماني جاري رهي ۽ لندن ۾ سياسي ڳالهہ ٻولهہ ٿيندي رهي. ان اجلاس جي آخر ۾ انگلنڊ جي وزيراعظم مسٽر راسي مئڪڊونالڊ هڪ بيان ڪڍيو، جنهن ۾ هندوستان کي عوام سان جوابدار حڪومت ڏيڻ جو وعدو ڪيل هو.

ان ۾ ڪانگريس کي بہ آئنده مشورن ۾ شرڪت لاءِ اپيل ڪيل هئي.

جلدئي ڪانگريس ليڊرن مان ۲٦ جنوري تي گانڌيءَ کي بنا شرط شروط جي آزاد ڪيو ويو. ان کان پوءِ ٻيا ورڪنگ ڪاميٽيءَ جا ميمبر بہ آزاد ڪيا ويا.

جيئن تہ ان وقت ڏاري پنڊت موتي لعل نهرو سخت بيمار هو تنهنڪري سڀئي آزادي ٿيل ڪانگريسي ڪارڪن سندس طبع پرسي لاءِ الهہ آباد پهتا. اتي ۳۱ جنوري ۽ پهرين فيبروري ۱۹۳۱ع تي ڪانگريس جي ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ميٽنگ ٿيندي رهي. جتي وزير اعظم انگلنڊ جي تازي ڏنل بيان سبب پيدا ٿيل حالتن تي غور ڪيو ويو.

گهڻا ڪارڪن اتيئي هئا تہ پنڊت موتيلعل نهرو ۷ فيبروري ۱۹۳۱ع تي وفات ڪئي. پنڊت جي هڪ اعليٰ قابليت جو وڪيل هو جنهن پنهنجي قابليت ۽ محنت ڪري نہ صرف وڪالت ۾ شهرت حاصل ڪئي هئي پر پيسو بہ خوب ڪمايو هئائين.

جڏهن هن قومي تحريڪ ۾ حصو وٺڻ شروع ڪيو تہ پنهنجو عالي شان محل ڪانگريس آفيس لاءِ ڏنائين پوءِ سمورو وقت هو ڪانگريس ۾ مکيہ اڳواڻ ٿي ڪم ڪندو رهيو.

ہ دفعي ڪانگريس جو پريزيڊنٽ بہ رهي چڪو هو. هڪ دفعي ۱۹۱۹ع امرتسر واري اجلاس ۾ ٻيو دفعو ڪلڪتي واري ۱۹۲۸ع جي اجلاس ۾.

مرڪزي اسيمبليءَ ۾ سوراج پارٽيءَ جو ليڊر ۽ نهرو رپورٽ جو لکندڙ هو. ڪيئي دفعا باوجود نازڪ صحت جي سموري ڪٽنب سميت جيل ۾ ويو هو.

سندس انتقال قوم پرست هندوستاني ليڊرن ۾ ناقابل تلافي خال

پيدا ڪيو.

ليڪن سنڌس خدمتن جي صلي ۾ سنڌس فرزند پنڊت جواهر لعل نهرو جهڙو بي بها مخلص قومي ڪارڪن بسنڌس يادگار قائم رکندو اچي."

جلد ئي ڊاڪٽر سرتيج بهادر سپرو ۽ مسٽر سرينواس شاستري، مهاتما گانڌي ۽ ٻين ڪانگريسي ليڊرن سان مليا. انهن جي مشوري سان گانڌيجي وائسراءِ کي ۱۴ فيبروري تي ملاقات لاءِ خط موڪليو. جنهن جي جواب اچڻ تي هو ۱۷ فيبروري تي وائسراءِ سان وڃي مليو.

پندرهن ڏينهن تائين ڳالهيون هليون. آخر ۴ مارچ ۱۹۳۱ع تي ڪانگريس ۽ سرڪار جي وچ ۾ سمجهوتو ٿيو ڪانگريس طرفان گانڌيجي ۽ حڪومت طرفان لارڊ ارون وائسراءِ هند انهيءَ مسودي تي رضانامون ڪيو.

**۵ مارچ ۱۹۳۱ع** تي گورمنٽ آف انڊيا طرفان باهمي سمجهوتي جو مسودو ڇپيو جو پوءِ گانڌي ارون پئڪٽ جي نالي سان مشهور ٿيو.

انهي رضا نامي مطابق ڪانگريس طرفان سول نافرماني کي معطل ڪرڻو هو. ۽ ڪانگريس کي گول ميز ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪرڻي هئي.

سرڪار طرفان سياسي نظربندن کي آزادي ڪرڻو هو ۽ ولايتي ڪپڙي جي بائيڪاٽ کي نهايت نرمي ۽ رضامندانه طور هلائڻو هو. ان جا جملي ۲۱ فقرا هئا جي طوالت جي باعث هتي نٿا ڏجن."

ان ڪانپوءِ سگهوئي ڪراچيءَ ۾ ۲۸ مارچ ۱۹۳۱ع تي موجوده اسلاميه ڪاليج واري ميدان تي سردار ولڀ ڀائي پٽيل جي صدارت هيٺ آل انڊيا ڪانگريس جو ساليانو اجلاس ڪٺو ٿيو. جنهن جو بندوبست مسٽر جمشيد نسروانجي ميهتا ڪراچي ميونسپالٽيءَ جي لائق پريزيڊنٽ جي مدد سان سرانجام ٿيو. ان ڪانگريس جي مرحبا ڪميٽيءَ جو چيرمن ڊاڪٽر چوئٿرام گدواڻي هو.

انهي ڪانگريس اجلاس جي موقعي تي سرڪار سان مساويانه طور سمجهوتو ٿيڻ ڪري ڪانگريس جو وقار وڌيل هو.

ليڪن ٻي طرف کي اهڙا واقعا سر زد ٿيا جنهن ڪري سموري خوشي غم ۾ بدلجي ويئي هئي.

پڙهندڙن کي معلوم هوندو ته "سردار ڀڳت سنگهه، راجا گرو ۽ سک ديو کي مسٽر سانڊرس جي قتل ۾ ڦاسي جي سزا اچي ويل هئي ليڪن

توقع هئي ته سمجهوتو ڪري سرڪار اها ڪهاڻي جنم ٽيپ ڪري ڇڏي پر حڪومت ائين نه ڪيو ۽ عين ڪانگريس اجلاس کان ۵ ڏينهن اڳ ۲۳ - مارچ ۱۹۳۱ع تي کين ڦاسي ڏيئي ڇڏي."

انهي ڪري نوجوان طبقي ۾ جوش ۽ ناراضگي پيدا ٿيل هئا.

انهيءَ اجلاس ۾ مولانا محمد علي مرحوم جي گول ميز ڪانفرنس جي موقعيءَ تي انتقال، پنڊت موتيلعل نهرو ۽ ٻين ليڊرن جي وفاتيءَ تي افسوس جا اظهار پاس ٿيا.

ڀڳت سنگهه وارن جي نظريه هنسا سان اختلاف رکندي، سندن بهادري ۽ سرفروشي جو داد ڏئي افسوس جي اظهار جو ٺهراء جو پاس ٿيو.

انهيءَ موقع تي ڪانپور ۾ هندو مسلم فساد ٿيڻ ڪري به ڪانگريس اجلاس تي مايوسي ڇانيل هئي.

انهيءَ اجلاس ۾ ڪيترائي مکيه ۽ اهم ٺهراءَ پاس ٿيا جي هيٺ ڏجن ٿا.

**(پهريون)**

(۱) هن اجلاس ۾ هڪ ٺهراءَ ذريعي گانڌي ارون پئڪٽ کي قبول ڪيو ويو ۽ گول ميز ڪانفرنس ۾ وڃڻ لاءِ مهاتما گانڌي کي چونڊيو ويو. ۽ کيس اهو اختيار ڏنو ويو هو ته ڪنهن به ماڻهوءَ کي پنهنجي صلاحڪار طور پاڻ سان وٺي وڃي سگهيو ٿي.

(۲) انهيءَ اجلاس ۾ سول نافرماني جي سلسلي ۾ قومي ڪارڪنن طرفان برداشت ڪيل تڪليفن کي ساراهي سائن همدردي جو اظهار ڪيو ويو.

(۳) بنارس، ميرزاپور، آگري، ڪانپور ۽ ٻين جاين تي ٿيل هندو مسلم فسادن تي تشويش جو اظهار ڪيو ويو.

ان ڪانسواءِ هيٺين مکيه مسئلن تي ٺهراءَ پاس ڪيا ويا.

(۱) شراب تي بندش (۲) ڪاڌيءَ کي زور وٺائڻ (۳) وديشي شين جي صلح جويانه بائڪاٽ (۴) سرحدي صوبي کي ٻين صوبن جهڙا سڌارا ڏيڻ (۵) اوپر ۽ ڏکڻ افريقا ۾ هندوستانين جي حفاظت جو ٺهراءُ.

سڀ کان مکيه ٺهراءُ هن اجلاس ۾ پنڊت جواهرلعل نهرو طرفان پيش ڪيل عام ماڻهن جي بنيادي حقن ۽ فرضن بابت پاس ٿيو.

جيئن ته اهو نهايت اهم ٺهراءُ آهي ان ڪري اهو سمورو هيٺ ڏيان

نو.

"هن اجلاس جي راءِ آهي تہ عوام کي پوريءَ طرح سوراج جي معنيٰ سمجهائڻ لاءِ اها نهايت ضروري ڳالهہ آهي تہ ڪانگريس جي مستقل پروگرام ۽ پاليسي جي وضاحت ڪئي وڃي. ڪانگريس جو بنيادي مقصد اهو آهي تہ سياسي آزاديءَ سان گڏ ڪروڙها ماڻهن کي سرمايہ دار جي ايڪسپلائيٽشن کان بچائي اقتصادي آزادي وٺي ڏجي.

ان ڪري اها صاف طور پڌرو ٿي ڪري تہ ملڪ لاءِ جو بہ آئين تيار ڪيو وڃي ان ۾ هيٺين ڳالهين جو انتظام هئڻ ضروري آهي.

(١) هندوستان جي هرهڪ شهريءَ کي ملڪ جي قاعدي ۽ اخلاق جو لحاظ رکندي، اظهار راءِ، جماعت سازي، باهمي ملڻ جلڻ ۽ امن سان ڪٺو ٿيڻ جو حق حاصل هجي.

(٢) هر شهريءَ کي سندس ضمير مطابق مذهب اختيار ڪري، ان جي پيروي ڪرڻ جو امن عامہ ۽ اخلاق جو لحاظ رکندي حق هئڻ گهرجي.

(٣) اقليتن جي تهذيب، زبان، رسم الخط جي حفاظت ڪئي ويندي.

ساڳيءَ طرح مختلف لساني ايراضين جي اندروني آزادي ۽ حفاظت جو لحاظ رکيو ويندو.

(۴) سڀني شهرين کي بنا تفاوت جاتي. اعتقاد ۽ جنس جي قانون موجب هڪ جهڙا حق حاصل هوندا.

(۵) ڪنهن بہ شهريءَ کي سندس مذهب، جاتي، اعتقاد يا جنس جي بنا تي نوڪري عهدي، واپار يا ٻي ڌنڌي کان محروم نہ ڪيو ويندو.

(٦) سڀني شهرين کي حڪومت. لوڪل باڊيز يا وقف وارين ملڪيتن مان تيار ڪيل يا هلندڙ کوهن. تلاون. رستن. اسڪولن ۽ تفريح گاهن کي استعمال ڪرڻ لاءِ هڪجهڙا حق حاصل هوندا.

(٧) هرڪنهن شهريءَ کي عوامي عيوضين طرفان تيار ڪيل قانونن جو لحاظ رکندي هٿيار رکڻ جو حق هوندو.

(٨) ڪوبہ شخص سندس آزادي، جاءِ رهائش ۽ ملڪيت کان ملڪي قانون جي اجازت کانسواءِ محروم نہ ڪيو ويندو.

(٩) حڪومت جو رويو مذهبن بنسبت غير جانبدارانہ رهندو.

(١٠) هر بالغ کي ووٽ جو حق ڏنو ويندو.

(١١) مفت ۽ زوريءَ تعليم جو انتظام ڪرڻ حڪومت جو لازمي

فرض هوندو.

(١٢) حڪومت خطاب نہ ڏيندي.

(١٣) ڦاسيءَ جي سزا بند ڪئي ويندي.

(١۴) هرهڪ شهري کي هندوستان جي ڪنهن بہ حصي ۾ گهمڻ، رهڻ، آباد ٿيڻ، ملڪيت وٺڻ، واپار ۽ ڌنڌي ڪرڻ جو هڪ جهڙو حق حاصل هوندو.

**(پيون )**

(١) اقتصادي نظام جو جوڙجڪ، انصاف جي اصولن تي اهڙيءَ طرح بنايو ويندو جو عوام جو معيار زندگي بهتر ٿي سگهي.

(٢) ڪارخانن جي ملازمن لاءِ قانون ذريعي گذرمعاش جهڙي روز جو اگهہ، ڪم لاءِ صحت مند حالتون، مزدوريءَ لاءِ وقت جي مقرري، ڪارخانيدارن ۽ مزدورن جي اختلافي مسئلن فيصل ڪرڻ لاءِ مناسب بندوبست، پوڙهپڻ، بيماري، بي روزگاري جي حالتن ۾ مدد ڪرڻ لاءِ انتظام ڪرڻ حڪومت جو فرض هوندو.

(٣) مزدورن کي غلامي جهڙي حالتن کان آزاد ڪرائڻ.

(۴) مزدور عورتن جي اميد واري ۽ ويم وقت وغيره حالتن ۾ حفاظت ۽ بچاءَ جو انتظام ڪرڻ.

(۵) اسڪول وڃڻ جهڙن ڇوڪرن کي کاڻين يا ڪارخانن ۾ ملازمت کان روڪڻ.

(٦) هارين ۽ مزدورن کي سندن حقن جي حفاظت لاءِ جماعت سازيءَ جي اجازت هئڻ گهرجي.

(٧) زرعي زمين جي مالڪي ۽ محصول جي دستور کي اهڙي طرح سڌارڻ جو زمين تان ڍلن جو بوجو گهٽ ٿئي، ننڍن کاتيدارن تان ڍل يا ايرو گهٽجي. تمام ٿوري زمين وارن کان ڍل نہ ورتي وڃي ۽ ڍلون ايراضي پٽاندر مقرر ٿين

(٨) وڏن زميندارين تي موت جي ڍل وڌي وڃي.

(٩) لشڪري خرچ کي گهٽائي اڌ تائين آندو وڃي.

(١٠) سول سروس جي پگهارن کي گهٽائي ۵٠٠ سون روپين تائين آندو وڃي. ماهرن ڪانسواءِ ٻين ملازمن جو پگهار بہ گهٽايو وڃي.

(١١) لوڻ تان محصول معاف ڪيو وڃي

(١٢) مڪاني هنرن کي زور وٺائڻ لاءِ ڪين نيرف ذريعي ٻاهرين مقابلي کان بچائجي.

(١٣) علاج ڪانسواءِ سيني نشيدار شين تي بندش وجهجي.

(١٤) سڪي ۽ مٽاسٽا جا اگهه ملڪي مفاد جي نقطه نظر کان مقرر ڪيا وڃن

(١٥) بنيادي هنر ۽ ڪارخانا جهڙوڪ ريلوي، ڪاٺيون، واهه، جهاز راني ۽ آمدرفت جا ٻيا ذريعا حڪومت جي هٿ هيٺ رکيا وڃن.

(١٦) وياج خوريءَ تي ضابطو رکي آبادگارن کي قرض کان بچاءُ ڏنو وڃي .

(١٧) عام ماڻهن کي ملڪي بچاءُ لاءِ لازمي طور جنگي سکيا ڏني وڃي."

انهي ڪانگريس اجلاس جي موقعي تي ڪراچيءَ ۾ ال انڊيا يوٿ ليگ ۽ جميعت العلماءِ هند جا ٻه اجلاس ڪئا ٿيا.

يوٿ ليگ ڊاڪٽر سيف الدين ڪچلو جي صدارت هيٺ ڪئي ٿي.

جميعت العلماءِ هند جي صدارت مولانا ابوالڪلام آزاد ڪئي.

علمائن جو گروه هن وقت تائين مسلم ليگ اندر رجعت پسند طبقي جو زياده اثر ڏسي ان کان علحده ٿي ڪانگريس ۾ داخل ٿي ويو هو.

۽ هندوستان جي آزاديءَ لاءِ هندن سان دوش بدوش جدوجهد ڪرڻ لڳو.

سنڌ ۾ جميعت العلما هند جا مکيه ڪارڪن، مولانا محمد صادق کڏي وارو، مولوي محمد صديق کڏي وارو، مولوي فتح محمد سيوهاڻي ۽ سنڌن ساٿي عالم هئا.

انهيءَ وقت ڌاري سرحد جا خدائي خدمتگار ڪانگريس سان خان عبدالغفار خان جي اڳوائي هيٺ شريڪ ٿي چڪا هئا. خان عبدالغفار خان وڏي گروه سان انهيءَ اجلاس ۾ شريڪ ٿيو. جنهن آزاد طبع مسلمانن تي سٺو اثر پيدا ڪيو.

آگسٽ ڌاري اڳتي هلي افغان جرگي ڪانگريس جو حصو ٿي ڪم ڪرڻ شروع ڪيو ۽ خدائي خدمتگار ڪانگريس جا رضاڪار شمار ٿيڻ لڳا.

باوجود سرڪار سان صلح جي ڪن شرطن جي پورائي نه ٿيڻ

سبب، گانڌيجي گول ميز ڪانفرنس ۾ وڃڻ ڪان پس و پيش ڪندو رهيو. نيٺ گهڻي ردوبدل بعد گانڌيجي ٢٩ آگسٽ ١٩٣١ع بمبئيءَ مان سامونڊي جهاز ذريعي لنڊن ڏانهن گول ميز ڪانفرنس ۾ شرڪت لاءِ روانو ٿي ويو.

جتي ڊسمبر جي آخر تائين هو. ان ڪانفرنس ۾ فرقيوار سوال حل ٿي نه سگهيو. جنهنڪري هو دل شڪسته ٿي واپس آيو.

جنهن وقت لارڊ ارون سان گانڌيجي سمجهوتو ٿي ڪيو ان وقت ڪانگريس خواه حڪومت جا ڪارڪن ٻن گروهن ۾ وراهيل هئا.

ڪانگريس جي هڪ گروه انهيءَ ڳاله کي حڪومت سان مساويانه سمجهوتو سمجهي ان کي ڪانگريس جي وقار وڌڻ جو باعث ٿي سمجهيو. ليڪن ٻيو گروه اهڙو به هو جنهن شرطن کي عزت ڀريو ۽ فائديمند نه ٿي سمجهيو.

حڪومت ۾ لارڊارون جي صلح پسند پاليسيءَ مزدور ڏر وزارت جو رويو انهي ڳاله جو ڪارڻ هو. ليڪن انگريزي سول سروس وارن ان ڳاله کي منڊ ڪان ناپسند ڪيو هو.

"جڏهن لارڊ ارون ١٧- اپريل ١٩٣١ع تي هندوستان جي گورنر جنرليءَ جي چارج ڇڏي ولايت ويو ۽ ان جي جڳهه تي لارڊولنگڊن مقرر ٿيو ته" سول سروس گروه موقعي مان فائدو وٺي صلح جي شرطن جي بجا آوري ۾ رنڊڪون وجهي ڪانگريس انتها پسند گروه کي وجهه ڏنو ته شرطن جي بجا آوري تي زور ڏئي، گانڌيجيءَ کي ولايت وڃڻ ڪان روڪين ليڪن ليبر وزارت جي زور ڀوڻ ۽ ڪانگريس جي نرم ڏر جي راءِ کي مد نظر رکي گانڌيجي ولايت ويو هو.

پوئينءَ عملدارن سختيءَ جا طريقا اختيار ڪيا. جهڙوڪ ڪيترن علائقن ۾ ڪيترن ڪانگريسي اڳواڻن کي گرفتار ڪيو.

شراب تي صلح جوياڻه طريقه پڪيٽنگ ڪرڻ (جنهن جي سمجهوته ۾ اجازت هئي) ۾ رنڊڪون وڌيون. ڪلڪتيءَ دهلي ۾ شاگرد ڪارڪنن ڪان ضمانتون طلب ڪيائون. بردولي ۾ ڊلن جي ٢١ لک رپيه وصول ٿيڻ جي باوجود هڪ لک روپين جي بقايا لاءِ سختيءَ جو برتاءُ ورتائون.

ولايت مان موٽڻ ڪان اڳ ڪانگريس لاءِ حالتون ڪافي ناسازگار بڻجي چڪيون هيون. هوڏانهن آل انڊيا مسلم ليگ جو ٢٢- اجلاس دهليءَ ۾ ٢٦- ٢٧-٢٨ ڊسمبر ١٩٣١ع تي سر ظفرالله خان جي صدارت هيٺ ڪٺو

ٿيو جنهن ۾ جناح صاحب جي ۴ ۹ نقطن کي دهرايو ويو.
جناح صاحب ولايت ۾ رهي پيو.
سال جي آخر ۾ اها حالت هئي جو فرقيوارانه مسئلا حل نه ٿي سگهيا هئا. ڪانگريس ۽ برٽش سرڪار جي وچ ۾ ڪشيدگي وڌي ويل هئي ۽ ٺيل سمجهوتو ٽٽڻ کي نزديڪ هو.

## سال ۱۹۳۲ع

مهاتما گانڌي جڏهن ولايت کان موٽي بمبئي پهتو ته ڪانگريس ڪارڪنن سندس وڃڻ بعد سرڪار جي اختيار ڪيل روش جو سمورو احوال کيس ٻڌايو سڀاش چندر بوس کيس ڪلڪتي جو احوال ٻڌايو. فرنٽيئر ۾ خان عبدالغفار خان ۽ سندس ساٿي گرفتار ٿي چڪا هئا. پنڊت جواهرلعل نهرو گرفتار ٿيل هو.
ڪيئي آرڊيننس جاري ٿي چڪا هئا.
مهاتما گانڌي وائسراءِ هند کي خط لکيو ۽ دريافت ڪيائين ته تازي جاري ٿيل آرڊيننس جي معنيٰ اها هئي ڇا ته سرڪار باهمي سمجهوتي موجب دوستانه تعلقات کي ختم ڪرڻ واري هئي؟
لکپڙهه ۾ گانڌيجي کي تسليٰ بخش جواب نه مليو. ڪانگريس جي ورڪنگ ڪاميٽي آرڊيننس جي ڪم آڻڻ جي طريقي بابت پبلڪ انڪواري جي تقاضا ڪئي. ۽ وزيراعظم انگلستان جي گول ميز ڪانفرنس جي آخر ۾ ڪيل تقرير کي غير تسليٰ بخش قرار ڏنو.
جڏهن سرڪار مان نا اميد ٿيا ته ڪانگريس وري سول نافرماني شروع ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. جنهن تي شمله ڪانگريس جا مکيه ڪارڪن گرفتار ڪيا ويا ۽ ڪانگريس جي مختلف ڪميٽين کي بي قانوني جماعتون قرار ڏنو ويو.
ولايت مان واپس اچڻ بعد هندو مسلم ۽ ٻين فرقن جا ڪي مکيه ڪارڪن سمله ۾ فرقيوارانه سوال تي سمجهوته لاءِ هلندا رهيا. مسلمانن جدا چونڊن ۽ مقرر نمائندگي جي سوال تي زور ڏنو. ڪانگريس ۽ هندن طرفان ان کي قبول نه ڪيو ويو.
ان ڪري برٽش سرڪار مجبور ٿي پيئي ۽ وزيراعظم رامسي مئڪڊونالڊ فرقيوارانه مسئلي تي ۱۷- آگسٽ ۱۹۳۲ع تي فيصلو ڏنو.
ان ۾ مسلمانن ، يورپين، سکن، هندوستاني ڪرستانن ۽

انگلوانڊين کي جدا جوندن ۽ جدا عيوضين جو حق ڏنئو ڪيو.

ڪجهہ جايون بمبئي علائقہ ۾ مرهٽن لاءِ محفوظ ڪيون ويون. اڇوتن کي نہ صرف جدا چوندون ۽ مقرر تعداد عيوضين جو ڏنو ويو پر جنرل سيٽن ۾ بہ کين اميدوار بيهڻ ۽ ووٽ ڏيڻ جو حق ڏنو ويو. ڪجهہ جايون فرقيوار حساب سان عورتن لاءِ بہ محفوظ ڪيون وئيون. مزدورن، واپارين، ڪارخانيدارن ۽ زميندارن لاءِ خاص جايون مقرر ڪيون ويون.

مسلمانن کي ان فيصلي موجب هيٺين طور جدا جدا صوبن ۾ نمايندگي جو حق ڏنو ويو:-

| صوبي جو نالو | مسلم آباديءَ جو سيڪڙو | جملہ تعداد جاين جو | مسلمانن لاءِ محفوظ جايون |
|---|---|---|---|
| مدراس | ۷،۹ | ۲۱۵ | ۲۹ |
| بمبئي سنڌ ڪانسواءِ | ۹،۲ | ۱۷۵ | ۳۰ |
| بينگال | ۵۴،۷ | ۲۵۰ | ۱۹ |
| گڏيل علائقا | ۱۰،۳ | ۲۲۸ | ٦٦ |
| پنجاب | ۵۷،۰ | ۱۷۵ | ۸٦ |
| وچان علائقا | ۴،۷ | ۱۱۲ | ۱۴ |
| آسام | ۳۲،۷ | ۱۰۸ | ۳۴ |
| سنڌ | ۷۰،۷ | ۶۰ | ۳۴ |
| صوبہ سرحد | ۹۱،۸ | ۵۰ | ۳٦ |
| بهار اوڙيسا | ۱۰،۸ | ۱۷۵ | ۴۲ |

سکن جي آبادي پنجاب ۾ ۱۳،۲ سيڪڙو هئي پر انهن کي ۳۲ جايون ڏنيون ويون. گانڌيجي اڳي ظاهر ڪيو هو تہ جيڪڏهن اڇوتن کي هندن کان الڳ ڪيو ويو تہ هو ان جي سخت مخالفت ڪندو. فرقيوار فيصلي ظاهر ٿيڻ بعد هن وزيراعظم انگلنڊ کي خط لکيو تہ ان فيصلي جي اڇوتن واري ٽڪري کي تبديل ڪيو وڃي نہ تہ هو لاچار مرڻ برت رکندو.

انهن خاطر خواهہ جواب نہ ملڻ تي هن جيل ۾ ۲۰ سيپٽمبر ۱۹۳۲ع تي برت شروع ڪيو. جنهن تي جيل کان ٻاهر هندن جي مکيہ ليڊرن، اڇوتن جي ليڊرن، ڊاڪٽر امبيڊ ڪر ۽ مسٽر راجا سان گفتگو ڪري، ۲۴ سيپٽمبر

تي هڪ عهدنامون ڪيو جنهن کي پونا پئڪٽ جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو.
ان فيصلي مطابق جنرل جاين مان اڇوتن کي صوبائي اسيمبلين ۾ وڌائي هيٺين طور نمايندگي ڏني ويئي.
بمبئي ١٥- پنجاب ٨- وچان علائقا ٢٠- آسام ٧ - مدراس ٣٠- بهارا وريسا ١٧- بينگال ٣٠- گڏيل علائقا ٢٠- ان موجب گڏيل چونڊون ٿيڻ واريون هيون. انهي چونڊ ۾ اڇوت ووٽر هڪ سيٽ لاءِ چار اميدوار چونڊڻ وارا هئا جن مان وري سڀني ووٽرن کي هڪ اميدوار چونڊڻو هو. اهو دستور ڏهن سالن تائين رهڻ وارو هو.
جڏهين اهو نهراء برٽش سرڪار کي پنهي ڌرين گڏجي پيش ڪيو ته انهي هن پئڪٽ کي قبولي فرقيوارانه فيصلي ۾ ترميم ڪئي.
ان کان پوءِ گانڌي جي برت ڇوڙيو.
گول ميز ڪانفرنس جو ٽيو اجلاس نومبر ١٩٣٢ع ۾ لنڊن ۾ ڪٺو ٿيو. جنهن ۾ هندوستان مان صرف ٤٢ عيوضي شريڪ ٿيا. رياستن ۽ ڪانگريسن طرفان ڪوبه عيوضي شامل نه ٿيو.
انهي اجلاس ۾ سيڪرٽري آف اسٽيٽ فارانڊيا برٽش حڪومت طرفان بيان ڪيو مسلمانن کي مرڪزي اسيمبليءَ ۾ سوا ٽيٽيهه سيڪڙو جايون ڏيڻ صوبه سنڌ ۽ صوبه اوريسا بنائڻ جو اعلان ڪيو.

## سال ١٩٣٣ع

مارچ ١٩٣٣ع ۾ برٽش سرڪار گول ميز ڪانفرنس جي فيصلن کي نظر ۾ رکي هندوستان جي آئين بابت وائيٽ پيپر شايع ڪيو ۽ ظاهر ڪيو ته ان کي پارليامينٽ کي گڏيل سيليڪٽ ڪاميٽي ڏي غور لاءِ موڪلي پوءِ بل جي صورت ۾ پارليامينٽ جي سامهون پيش ڪيو ويندو.
اپريل ڏاري هڪ جائنٽ ڪميٽي دارالعوام ۽ دارالامراجي لارڊ لنلتگو جي چيرمنيءَ هيٺ وائيٽ پيپر تي غور ڪرڻ لاءِ مقرر ٿي.
جنهن سگهوئي ڪم شروع ڪيو.
هتي هندوستان ۾ لارڊ ولنگڊن، ڪانگريس جي سول نافرمانيءَ واري تحريڪ کي، سختيءَ سان ڪچلڻ شروع ڪيو، باوجود سخت دباءَ جي به ٿوري گهڻي هلچل قائم رهندي آئي.
دهليءَ ۾ آل انڊيا مسلم ليگ ڪائونسل جو اجلاس ١٢ مارچ ١٩٣٣ع تي ميان عبدالعزيز جي صدارت هيٺ ڪٺو ٿيو. جنهن ڪائونسل

جي راءِ وٺڻ کانسواءِ مسلم ليگ جي جنرل سيڪريٽري سر محمد يعقوب کي سنڌس عهدي کان هٽائي ڇڏيو. جو صدر جي فيصلي کي مڃي عهدي کان علحده ٿي ويو.

ليڪن ڪائونسل جي ميمبرن ان کي غير قانوني ۽ خود سرانه قدم سمجهي ڪائونسل جي ميٽنگ ڪوٺائي سر محمد يعقوب ۾ اعتماد جو ٺهراءُ پاس ڪيو ۽ فيصلو ڪيو ته ٢٩- ٣٠ - اپريل تي ساليانه اجلاس گهرائجي ۽ جناح صاحب کي ولايت مان واپس اچڻ جي درخواست ڪجي.

سيڪريٽري، صدر ميان عبدالعزيز کان اجلاس گهرائڻ جي جڏهن اجازت گهري ته هن اها ڪائونسل جي ٺهراءَ جي باوجود، نامنظور ڪري آل انڊيا مسلم ليگ جو ساليانه اجلاس ڊسمبر تائين ملتوي ڪري ڇڏيو.

جنهن تي ميمبرن درخواست ڏئي ڪونسل جو اجلاس گهرائي ان ۾ ميان عبدالعزيز تي بي اعتماديءَ جو ٺهرءُ پاس ڪيو.

وري ١٦- جولائي تي سيد رضا علي جي صدارت هيٺ ڪائونسل جي ميٽنگ ڪٺي ٿي. جنهن ۾ آل انڊيا مسلم ليگ جو اجلاس نومبر ۾ سڏائڻ جي تجويز بحال ٿي. نيٺ مسلم ليگ جو اجلاس نومبر ۾ دهلي ۾ ڪٺو ٿيو.

جنهن ۾ سيد علي امام ۽ سيد حسن امام وغيره قومي ڪارڪنن جي وفاتيءَ تي افسوس جو اظهار ڪيو ويو.

انهيءَ اجلاس جي صدارت خانبهادر هدايت حسين ڪئي.

جنهن سنڌس صدارتي خطبي واري تقرير ۾ چيو ته هندن جي موجوده پاليسي ڪري مسلمانن لاءِ سندن چوڏهن نڪاتي پروگرام تي اٽل ٿي بيهڻ کانسواءِ ٻيو ڪو چاروئي ڪونه رهيو هو.

انهيءَ اجلاس ۾ وزيراعظم انگلنڊ جي فرقيوارانه فيصلي جي تائيد ڪئي ويئي. انهيءَ وقت ڌاري مسلمانن جو هيٺيون چار جدا جماعتون ڪم ڪري رهيو هيون.

١- مسلم ليگ ٢- مسلم ڪانفرنس ٣- خلافت ڪانفرنس ٤- جميعت العلماء هند سڀ ڪنهن جي پاليسي ۽ پروگرام الڳ هو.

**٨ مئي ١٩٣٣ع** تي مهاتما گانڌي وري جيل مان اندر اجارڻ ۽ اڇوتن کي حقن ڏيارڻ لاءِ ٢١- ڏينهن واسطي برت رکيو جنهن ڪري انگريزي حڪومت کيس آزاد ڪري ڇڏيو.

ٻاهر نڪرڻ بعد هن سول نافرمانيءَ کي عارضي طرح مهمل ڪري. سرڪار کي سياسي نظربندن جي آزاد ڪرڻ لاءِ اپيل ڪئي. جنهن کي سرڪار نامنظور ڪيو.

ان کان پوءِ ۱۲- جولائي ۱۹۳۳ع تي پوني ۾ ڪانگريس جي جيل کان ٻاهر رهيل ميمبرن جو غير طرحي ميڙ ڪٺو ٿيو. جنهن ۾ مهاتما گانڌيءَ کي اختيار ڏنو ويو ته وائسراءِ سان ملي مستقبل ۾ سول نافرماني بند ڪرڻ لاءِ ڪنهن فيصلي تي اچي. ليڪن وائسراءِ هند ڪيس ملڻ کان انڪار ڪيو.

ان کانپوءِ عام سول نافرماني بند ڪري شخصي سول نافرمانيءَ جي اجازت ڏني وئي.

جڏهن پهرين آگسٽ تي مهاتما گانڌي ڳوٺن ۾ وڃي گشت ڪرڻ وارو هو ته حڪومت وري کيس گرفتار ڪري جيل ۾ موڪلي ڇڏيو. ان تي وري ساڳي طرح سول نافرماني شروع ٿي. ليڪن ان جو زور گهٽيل هو. مهاتما گانڌيءَ کي ڪيس هلائي هڪ سال جي سزا ڏني وئي.

وري جيل ۾ مهاتما گانڌي برت رکيو. جڏهن سندس حالت نازڪ ٿي وئي ته ۲۳- آگسٽ تي حڪومت کيس آزاد ڪري ڇڏيو.

آزاد ٿيڻ کان پوءِ هن هريجن تحريڪ ذريعي اڇوتن جي حالت سڌارڻ جو ڪم شروع ڪيو.

جلدئي مسز موتيلعل جي بيماري ڪري پنڊت جواهر لعل کي به ۳۰- آگسٽ ۱۹۳۳ع تي سندس جيل جي مدي پوري ٿيڻ کان ٿورا ڏينهن اڳ آزاد ڪيو ويو.

سارو سال سرڪاري سختي ءَ قومي ورڪرن جي جيل ۾ هئڻ ڪري ڪو خاص نمايان ڪم ڪونه ٿيو. مسلم جي بازار اُن ڪري سرد هئي جو مسلم ليگ جو ڪم به اڪثر ڪانگريسي تحريڪ جي رد عمل تي گهٽبو چڙهندو رهيو ٿي.

## سال ۱۹۳۴ع

هن سال ۱۶- جنوري ۱۹۳۴ع تي صوبي بهار ۾ زمين جو سخت زلزلو آيو جنهن ڪري ڪيئي هزار ماڻهو مئا ءِ ڪروڙن روپين جي تباهي ٿي.

ٻاهر سياسي ميدان ۾ ڪو خاص ڪم نه ڏسي ٻاهر رهيل ڪانگريسن زلزلي ۾ آيل مصيبت زده ماڻهن جي خدمت ۾ پاڻ کي مشغول

رکيو.

دهلي ۾ ٣١- مارچ ١٩٣۴ع تي ڪيترن ڪانگريسين ڊاڪٽر مختار احمد انصاري جي صدارت هيٺ ڪٺو ٿي فيصلو ڪيو تہ اڳي وانگر وري سوراج پارٽيءَ کي زنده ڪري. جيل کان ٻاهر ڪانگريس اسيمبلي ميمبرن ذريعي آئيني طور ملڪي معاملن ۾ دلچسپي وٺڻ جي اجازت ڏجي.

مستقبل جي اليڪشن لڙڻ لاءِ ٻہ اصول مقرر ڪيا ويا. هڪ ڪارن قانونن جي روڪرائڻ جو- بيو وائيٽ پيپر ۾ مهاتما گانڌيءَ جي گول ميز ڪانفرنس ۾ ڏنل درستين کي بحال ڪرڻ جو.

مهاتما گانڌي گهڻو وقت بهار ۾ گذاريو ٿي- جتي ٢- اپريل ١٩٣۴ع تي ڊاڪٽر انصاري، ڀلو ڀائي ڊيسائي ۽ ڊاڪٽر بيدن جي وفد سان گڏ ڪيس مليو. هنن کيس دهلي ۾ سوراج پارٽيءَ کي وري جيارڻ واري ٺهراءَ کان واقف ڪيو.

انهيءَ بابت منجهن ڪجهہ وقت خط و ڪتابت هلي. جنهن کان پوءِ، اپريل ١٩٣۴ ۾ مهاتما گانڌي هڪ بيان ڪڍي سول نافرمانيءَ کي ازخود سسپينڊ ڪري ڇڏيو. سگهوئي ٢-٣ مئي ١٩٣۴ع تي رانچيءَ ۾ ڪانگريسي ڪارڪنن جي هڪ ڪانفرنس گڏ ٿي. جنهن ۾ هنن دهلي ڪانفرنس جي ٺهراءَ سوراج پارٽيءَ کي نئين سر زنده ڪرڻ قبول ڪيو.

پارٽيءَ جو سڌاريل دستورالعمل پاس ڪيو.

سوراج پارٽي سواءِ اندروني انتظام ۽ پارٽي فندن جي نظرداري ڪرڻ جي عام طرح ڪانگريس جي رهبري هيٺ ڪم ڪرڻ واري هئي.

جنهن کان پوءِ ١٨- ١٩ مئي ١٩٣۴ع تي آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽيءَ جو اجلاس پاٽنا ۾ ڪٺو ٿيو.

(نوٽ)- (هتي هي ڄاڻائڻ ضروري آهي ڪانگريس ۽ ان جون سيئي ڪميٽيون بي قانوني ٺهرايل هيون پر آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽي لسٽ مان رهجي ويل هئي).

انهيءَ اجلاس ۾ سول نافرماني کي سسپينڊ ڪرڻ ۽ سوراج پارٽي جيارڻ جا ٺهراءَ پاس ڪيا ويا هئا.

انهيءَ سال جي ١٧- مئي تي پارٽن ۾ سوشلسٽ خيالن رکندڙ قومي ڪارڪنن جو اجلاس آچاريہ نرنيدرا ناٿ ديو جي صدارت هيٺ ڪٺو ٿيو جنهن ۾ ڪانگريس اندر سوشلسٽ پروگرام کي زور وٺائڻ لاءِ تجويزون

سوچيون ويون.

**١٢- جون ١٩٣٤ع** تي هند سرڪار جملي ڪانگريس ڪميٽين تان بينگال، هندستان شيوادل ۽ خدائي خدمتگار فرنٽيئر ڪان سواءِ بندش لاهي ڇڏي.

آهستہ آهستہ ڪري جيلن مان قومي ڪارڪنن کي آزاد ڪيو ويو جي گهڻو ڪري آگسٽ ڏاري آزاد ٿي ويا.

**٢٨- سيپٽمبر ١٩٣٤ع** تي ڪانگريس جي ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ميٽنگ وارڌا ۾ ڪئي ٿي. جنهن ۾ ڪانگريس جي مڪمل سوراج حاصل ڪرڻ جي مقصد جي وضاحت ڪئي ويئي ۽ ڄاڻايو ويو تہ سول نافرماني سسپيند ڪرڻ ڪري مقصد ۾ ڦير ڦارڪانہ ٿي آهي.

**١٧ سيپٽمبر ١٩٣٤ع** تي مهاتما گانڌي بيان ڪڍي ڪانگريس جي ميمبريءَ تان استعيفا ڏني. ليڪن وعدو ڪيو تہ هو کين اخلاقي مدد ڏيندو رهندو.

٢٦-٢٧-٢٨ آڪٽومبر ١٩٣٤ع تي بمبئي آل انديا ڪانگريس جو ساليانہ اجلاس بابو راجرا پرساد جي صدارت هيٺ ڪئو ٿيو جتي وائيٽ پيپر ۾ ڄاڻايل آئيني تجويزن کي ناقابل قبول ڄاڻائيندي اهو ظاهر ڪيو ويو تہ کين صرف اهو آئين قبول پوندو جو هندوستانين تي مشتمل آئين ساز اسيمبليءَ ناهيو هوندو.

ان ۾ وزيراعظم انگلنڊ جي فرقيوارانہ فيصلي تي نقطہ چيني ڪئي ويئي.

ڪانگريس جي ساليانہ اجلاس کان پوءِ سگهوئي ڪائونسلن جون چوندون ٿيون جنهن ۾ ڪانگريس گهڻي ڪاميابي حاصل ڪئي.

انهيءَ سال پنڊت مدن موهن مالويہ جي اڳواڻي هيٺ هڪ گروه علحده ٿي سموري فرقيوارانہ فيصلي کي ناقابل قبول ڄاڻائي سندس گروه تي ڪانگريس نيشلسٽ پارٽي نالو رکيو ويو.

سال جي آخر ۾ جناح صاحب جي ولايت کان واپس اچڻ ڪري وري مسلم ليگ ۾ ڪجهہ ساهہ پيو ۽ چوندن ۾ ڪيترا اهڙا ميمبر چوندجي آيا جي آزاد پارٽي سڏائي جناح صاحب جي اڳوائيءَ هيٺ هلڻ لڳا.

سال جي آخر ۾ ١٢- ڊسمبر ١٩٣٤ع تي هندوستان جي سڌارن جو بل جائنٽ پارليامنٽري سيليڪٽ ڪميٽي جي سفارش جي بنياد تي برٽش

پارليامينٽ جي اڳيان پيش ڪيو. انگلنڊ جي ڪنسرويٽو پارٽي سرونسٽن چرچل جي اڳوائيءَ هيٺ ان جي مخالفت ڪرڻ شروع ڪئي.

## سال ١٩٣٥ع

گذريل سال چوندون ٿي گذريون. نئين مرڪزي اسيمبلي جو اجلاس ٢١- جنوري ١٩٣٥ع تي دهليءَ ۾ ڪٺو ٿيو. ان جي اڳيان پهرين ڏينهن مهملي جي رٿ آئي ته ڇو نٿو بابو سرت چندر بوس مرڪزي اسيمبليءَ جي ميمبر کي اجلاس ۾ اچڻ ڏنو وڃي.

(نوٽ)- ( اهو چوندڊ وقت جيل ۾ هو )

اها رٿ بحث بعد ٥٨ ميمبرن جي ووٽن سان پاس ٿي ويئي مخالفت ۾ ٥٤ ووٽ ٿيا.

مرڪزي اسيمبليءَ ۾ ڪانگريس پارٽيءَ جو ليڊر ڀلو ڀائي ڊيسائي هڪ قابل ۽ لائق قومي ڪارڪن ۽ بهترين وڪيل کي چوندڊيو ويو.

هي پنڊت موتيلعل نهرو وانگر پارٽيءَ جو شان اوچو رکڻ جي ڪوشش ڪندو آيو.

انهيءَ اسيمبليءَ جي اجلاس ۾ خدائي خدمتگاري تان بندش لاهڻ جو ٺهراءُ ٧٤ ووٽن سان پاس ٿي ويو ليڪن حڪومت ان جي پرواهه نه ڪري بندش قائم رکيو آئي.

جائنٽ پارليامنٽري سيليڪٽ ڪميٽيءَ جي رپورٽ جڏهن مرڪزي اسيمبليءَ اڳيان پيش ٿي ته ان جي خلاف ڪانگريس پارٽي هڪ رٿ پيش ڪئي. جنهن تي جناح صاحب هيٺين ترميم پيش ڪئي جا ٧٤ ووٽن سان پاس ٿي ويئي ان جي هڪ پاسي تي سرڪاري پارٽي ووٽ ڪيا ۽ ٻي تي ڪانگريس.

### ترميم

(١) هيءَ اسيمبلي وزيراعظم انگلنڊ جي فرقيوارانه فيصلي کي ٻي ڪنهن مختلف فرقن جي باهمي سمجهوتي ٿيڻ تائين قبول ڪري ٿي.

(٢) هن اسيمبلي جي راءِ موجب صوبائي تجويز غير تسلي بخش ۽ نااميدي پيدا ڪندڙ آهي جو انهيءَ ۾ هيٺيان اعتراض جوڳا فقرا شامل آهن.

١- ٻئي هائوس جي موجودگي ٢- گورنرن جا غير معمولي ۽ خاص اختيار ٣- پوليس رولس ٤- مخفي پوليس جي ڪاتي جا قانون.

انهن جي موجودگيءَ ۾ ايگزيڪيوٽو ۽ ليجسليچر جا اختيار ۽

جوابداري بيڪار بڻجيو پوي"
" جيستائين اهي فقرا نہ ڪڍيا ويا آهن ان وقت تائين اهي ڪنهن بہ هندوستاني کي قبول نہ آهن."
(٣) هي ايوان ان راءِ جو آهي تہ آل انڊيا فيڊريشن اسڪيم بنيادي طرح خراب ۽ هندوستانين وٽ ناقابل قبول آهي، تنهن ڪري هي ايوان هند سرڪار معرفت هز مئجسٽي جي حڪومت کي صلاح ٿو ڏي تہ انهيءَ اسڪيم کي عمل ۾ نہ آڻين ۽ اهڙي ڪوشش ڪن جو هندوستانين جي صلاح مصلحت سان مڪمل جوابدار حڪومت نافذ ٿي سگهي."
انهيءَ اسيمبليءَ ۾ باوجود بنيادي اختلافن جي ڪانگريس ۽ ليگ جي وقتي تعاون ڪري سرڪار کي ڪيترين شڪستون مليون.
**٢٣- جنوري ١٩٣٥ع** تي فرقيوارانہ مسئلي تي جناح صاحب صدر آل انڊيا مسلم ليگ ۽ بابو راجندرا پرشاد صدر آل انڊيا ڪانگريس جي وچ ۾ وري گفتگو شروع ٿي جا پهرين مارچ تائين جاري رهي پر ان مان ڪو خاطر خواه نتيجو ڪونہ نڪتو.
**٣١- مئي ١٩٣٥ع** تي ڪوئيٽا ۾ زمين جو زلزلو ٿيو جنهن ۾ گهڻي تباهي ٿي. ڪانگريس جي صدر راجندرا پرشاد اتي وڃي خدمت ڪرڻ لاءِ اجازت گهري پر سرڪار طرفان ڪيس موڪل ڪانہ ملي. هن سال ۾ ڪانگريس اندر عهدن وٺڻ ۽ نہ وٺڻ جي سوال تي اختلاف هلندو آيو.
هن ئي سال ۾ گورنمنٽ آف انڊيا بل پاس ٿي ٢ جولائي ١٩٣٥ع تي شاهي منظوري حاصل ڪري، ائڪٽ جي صورت اختيار ڪئي.
انهيءَ پاس ٿيل گورنمنٽ آف انڊيا ائڪٽ ١٩٣٥ع جا مکيہ جزا هيٺيان هئا:-
(١) مرڪز ۾ برٽش انڊيا ۽ هندوستاني رياستن جي عيوضين جي فيڊرل اسيمبلي بڻجڻ واري هئي.
(٢) انهيءَ اسڪيم مطابق هندوستان ۾ هيٺيان گورنرن جا صوبا بڻجڻ وارا هئا.
١- مدراس ٢- بمبئي ٣- بينگال ٤- گڏيل علائقا ٥- پنجاب ٦- بهار ٧- وچان علائقا ۽ برار ٨- آسام ٩- صوبہ سرحد ١٠- صوبہ سنڌ ١١- اوريسا.
دهلي، اجمير، ڪورگ، بلوچستان، نڪوبار انڊمان چيف

ڪمشنرن جا صوبا مقرر ٿيا.

(٣) صوبن جو مرڪزي حڪومت سان ملڻ لازمي هو. ليڪن رياستن جو شامل ٿيڻ سندن اختيار تي ڇڏيل هو.

(۴) فيڊرل ائڪٽ موجب بچاءُ. مذهبي امور، امور خارجيه. ترائبل ايريا جي ڪاتن جو انتظام گورنر جنرل جي هٿ هيٺ رهڻ وارو هو.

باقي ڪاتا وزيرن جي ماتحت رهڻ وارا هئا. گورنر جنرل انهن جي صلاح سان ڪاروبار هلائڻ وارو هو. وزير اسيمبلين سان جوابدار رهڻ وارا هئا.

(۵) صوبن ۾ وزير اسيمبلين سان جوابدار رهڻا هئا پر ان ۾ صلح ۽ امن قائم رکڻ، مالي حالت درست ڪرڻ اقليتن جا حق سنڀالڻ جا اختيار گورنرن جي هٿ ۾ هئا.

اِگٽي هلي ائڪٽ جو ١- نمبر جزو رياستن جي شريڪ نه ٿيڻ ڪري عمل ۾ اچي ڪين سگهيو. باقي ۴ ۽ ۵ جزي جا برٽش انڊيا سان واسطو رکندڙ ڪي ڪاتا مرڪزي ۽ صوبائي وزارت جي ماتحت رهيا.

# باب ٽيون

## سنڌ جا لوڪل سياسي مسئلا ۽ حقيقتون

### سال ١٩٢٥ع

آءُ سنڌ جي لوڪل سياسي مسئلن ۾ ١٩٢٥ع جي شروعات کان حصو وٺڻ لڳس. اڳين جلد ۾ ڄاڻائي آيو آهيان تہ گذريل سال جي آخر ڌاري حيدرآباد سنڌ تعليمي ڪانفرنس جي موقع تي ڪراچي ضلع جي مکيہ زميندارن. سيٺ محمد جعفر خواجہ جو ميرپور بٺوري ۽ ارباب حاجي خميسي ميمڻ ڏڙي وارن سان ڪراچي ضلع زميندارن جي جماعت ناهڻ بابت صلاح مشورو ڪيو هوم.

جن ٨- جنوري ١٩٢٥ع تي ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ ڪراچيءَ جي سماهي ميٽنگ جي وقت ڪراچيءَ ۾ اچڻ لاءِ صلاح ڏني هئي.

سيٺ ڏيارام مانجهندن واري ۽ سيد مقبول شاہ پين واري سان گڏجي لوڪلبورڊ جي ميٽنگ وقت آيل زميندار ميمبرن سان وچي مليس جتي ضلع جي زميندار ۽ آبادگار طبقي جي حقن جي حفاظت. تنظيم ۽ سڌاري لاءِ ايسوسيشن ناهڻ جو ٺهراءُ پاس ڪري هڪ سب ڪميٽي ناهي ويئي جا دستورالعمل تيار ڪري لوڪلبورڊ جي ٻي سماهي ميٽنگ جي موقعي تي زميندارن ۽ آبادگارن جي ميڙ ۾ ان کي پاس ڪرائڻ واري هئي.

انهيءَ سب ڪميٽي تي چار ميمبر مقرر ٿيا سون.

١- سيٺ محمد جعفر خواجہ ميرپور بٺورو چيرمن

٢- ديوان ننديرام زميندار ڳاڙهو

٣- ديوان هرچندراءِ زميندار ٺٽہ

٤- سيد غلام مرتضيٰ شاہ سن ( آءُ ) سيڪريٽري

ڪميٽيءَ طرفان ايسوسيشن جي دستورالعمل جو مسودو ناهي تيار ڪرڻ جو بار مون تي رکيو ويو. مون ان واسطي سيد محمد ڪامل شاہ سعيد پور واري ۽ ديوان همت سنگهہ ٽنڊہ ڊويزن جي زميندار ايسوسيشن

جي پريزيڊنٽ سيڪريٽري ۽ ٻين جماعتن جي ڪارڪنن جي مشوره بعد جماعت جو دستورالعمل تيار ڪيو.

اهو دستورالعمل جو مسوده سڀ ڪميٽيءَ اڳيان رکي مناسب درستين بعد ٣٠- اپريل ١٩٢٥ع تي گهرايل زميندارن ۽ آبادگارن جي ميڙ ۾ پاس ڪرايو.

اهڙي طرح ضلع زميندار ايسوسيئيشن جو بنياد وجهي ان جا عهديدار چونڊيا ويا. ايسوسيئيشن جو صدر- سيد حاجي عبدالرحيم شاه سجاول وارو-

نائب صدر- هرهڪ خان صاحب خير محمد خان چانڊيو لاڙين وارو

ٻيو- سيد مقبول شاه ٻين وارو

ٽيون- ديوان هرچندراءِ ٺٽي وارو

جنرل سيڪريٽري- سيٺ محمد جعفر خواجه ميرپور ٻٺوري وارو

جائنٽ سيڪريٽري مون کي ۽ ديوان ننديرام کي چونڊيو ويو

انهيءَ جماعت جي هڪ ورڪنگ ڪميٽي به چونڊي ويئي جنهن تي ضلع جا مکيه مائهو ميمبر ڪيا ويا هئا.

اهو پهريون دفعو هو جو ڪراچي ضلع جي لوڪلبورڊ ميمبرن ۽ مکيه مائهن سان واقفيت ٿي ۽ ڪم ڪرڻ جو موقعو مليو.

ان کان پوءِ سکهوٽي ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ ۽ تعلقه لوڪلبورڊ چون نيون چونڊون ٿيون. جن تي دوستن جي مشوري سان مون پهرين جون ١٩٢٥ع تعلقه لوڪلبورڊ ۽ ۴ جون ١٩٢٥ع ضلع لوڪلبورڊ جي ميمبريءَ لاءِ نامينيشن پيپر ڀريا جن ٻنهي جاين تي بنا مقابلي ميمبر چونڊجي ويس.

ان کانپوءِ ١٧- آگسٽ ڏاري جڏهن زميندار ائسوسيئيشن جي ميٽنگ لاءِ جا گهڻو ڪري لوڪلبورڊ جي ميٽنگن جي موقعي تي رکبي هئي. ڪراچيءَ ويس.

ان وقت لوڪلبورڊ جا نوان ميمبر چونڊجي چڪا هئا هر جاءِ تي نون عهديدارن جي چونڊ جو ذڪر هو.

ضلعي ۾ سيد حاجي عبدالرحيم شاه وڏي دوست رسي، اثر، رسوخ ۽ احترام جو مالڪ هو.

ٺٽي ڊويزن ۽ ضلع جا ڪيترا مائهو ٺٽي جي ديوانن جي لاڳيتو طاقت ۾ رهڻ ڪري تبديليءَ جا خواهان هئا.

تنهنڪري ونس ملاقات مهل اهڙي قسم جو ذڪر نڪتو.

انهن ڏينهن ۾ سندس ڪراچيءَ واري بنگلي جي نئين سر تعمير ٿيڻ ڪري هو سيٺ حاجي ڏوسل ڪنتري جا جن کي ڏاڏا سيٺ به ڪري سڏيندا هئا، وٽ رهندڙ هو. جو مهمان نوازي ۽ خوش خلق ماڻهو هو.

ذڪر نڪرڻ تي ٻن ماڻهن جا نالا ديوان شيوارام ڏيون مل جي جاءِ تي پريزيڊنٽ چونڊڻ لاءِ پيش ٿيا جهڙوڪ مير ايوب خان بارسٽر ۽ مسٽر عبدالرحمن بارسٽر

راءِ بهادر شيوارام جو ان وقت اهڙو اثر ۽ لاڳاپو هو جو شاه صاحب ڳالهه نه پي مڃي. ڇي مير صاحب نوابي گهر جو فرد ٿي عام ماڻهن سان ميل جول نه ڪندو ۽ نه سندن ڪمن ۾ دلچسپي وٺندو. مسٽر عبدالرحمن وڪيل هئڻ ڪري گهڻو وقت ضلع جي ڪمن لاءِ توجهه ڏئي نه سگهندو وغيره.

گهڻي زور ٻوڻ تي شايد ٿارڻ لاءِ منهنجي طرف اشارو ڪري چيائين ته هي جي ٻيهي ته شايد سخت ورڪ ڪرڻ ڪري ڪاميابي ٿي پويس.

ان تي مون پنهنجي غير تجربيڪاري جو عذر پيش ڪري معافي وٺڻ گهري. اتي وينل صاحبن کي جڏهين معلوم ٿيو ته شاه صاحب ديوانن جي ٻچر ٻي ڪنهن لاءِ ڇڏڻ واسطي تيار نه هو. ليڪن ازخود منهنجو نالو ڏنو اٿس ته ڪيس انهي تي پڪو ڪرڻ لاءِ مونتي زور رکيائون ته هائو ڪريان. مون گهڻن جي بار ٻوڻ ۽ سياسي قير گهيرين جي معاملي کان غير واقف هئڻ ڪري هائوڪار ڪئي. وري ٻئي ڏينهن ڪيترا صاحب گڏ ٿيا جن ۾ پير غلام حيدر شاه ٻلڙي وارو، خانصاحب خير محمد خان چانڊيه (بعد ۾ خانبهادر) سيد مقبول شاه. سيٺ محمد جعفر خواجه مکيه هئا.

اتي شاه صاحب جي راءِن بابت گفتگو نڪتي، انهيءَ وقت شاه صاحب جي راءِ کي ايڏي اهميت هئي جو جملي گڏ ٿيل ماڻهو بحث مباحثي بعد ان راءِ جا ٿيا ته شاه صاحب ديوانن کي ٻي ڪنهن ماڻهوءَ لاءِ ڪونه ڇڏي سگهندو. جڏهن ازخود منهنجو نالو ڏنو اٿس ته ان حالت ۾ سڀني کي گڏجي منهنجي ضلع لوڪلبورڊ جي پريزيڊنٽيءَ جي چونڊ لاءِ ڪوشش ڪرڻ گهرجي.

شام جو آءٌ مير ايوب خان وٽ ويس ان لاءِ ته ڪيس پريزيڊنٽيءَ لاءِ تيار ڪريان جو مون کي باوجود مکيه ميمبرن جي دلاسي جي شڪ هو

تہ منهنجي ننڍي عمر ۽ غير تجربيڪاري اڏو اچي جوند ۾ رنبڪ وجهندي پر مير صاحب جي ملاقات ٿي نہ سگهي جو هو واندو ڪونہ هو.

انهيءَ وقت ڏاري ڪائونسل آف اسٽيٽ جو ٽرم پورو ٿي نئين چوند ٿيڻ واري هئي. ان جاءِ تي آنربل علي بخش محمد حسين شڪارپور وارو اڳي ميمبر هو. هن جا ٻي پائر سرڪاري نوڪرين ۾ هئا.

خانبهادر نبي بخش، محمد حسين ۽ خانبهادر عبدالقادر اثر وارا ٿي چڪا هئا. پهريون مئنيجر ڪورٽ آف وارڊس هو، جنهن ڪري ڪيترا زميندار سندس زير اثر هئا.

ٻين ڪامورن سان بہ سنو لاڳاپو هون.

ان وقت پير غلام حيدر شاه بلڙيءَ وارو هڪ نوجوان ۽ پر هوس، وڏي خاندان جو فرد، ان جي خلاف اميدوار بيٺو. هن کي وڏي زميندار ي هڪ طرف هئي پيو وڏي درگاه جو سجاده نشين هئڻ ڪري گهڻي اميد هئي تہ سنڌ جا پير، سيد ۽ زميندار هن ڪاموري ۽ سنڌي خاندان جي چٽاڀيٽيءَ ۾ سندس مدد ڪندا. مون کيس مدد ڪرڻ لاءِ گهڻو پاڻ پتوڙيو، سارو مهينو سندس ڪم ۾ مشغول رهيس پر آخر ۾ هن صاحب کي هٽ کٽڻو پيو جو ان وقت اڪثر سنڌ جو پير، مير، سيد، زميندار طبقو پست همت ۽ ڪاموري جو موچڙي ڪٽ غلام بنيل هو. سي پڪي بعد ديگر واعدا ڪري ڦري ويس.

جڏهن ضلع لوڪلبورڊ ڪراچيءَ جي پريزيڊنٽي جي چوند نزديڪ آئي تہ ان لاءِ چار اميدوار بيناسون.

۱- راءِ بهادر شيوارام ڏيون مل

۲- مسٽر عبدالرحمن بارسٽر

۳- مير ايوب خان بارسٽر

۴- آئون

پهرين جي مدد ۾ ضلع جا مکيہ زميندار ۽ آفيسر هئا.

ٻي جي مدد ٽني جي مائٽن ۽ خاص طرح شاهہ نواز شاه ڪئي ٿي.

مير صاحب سندس خانداني اثر، ايمانداري، لياقت ۽ تقرير جي فصاحت جي لحاظ ڪري اميدوار بيٺو هو. کيس اميد هئي تہ مقابلي ۾ مائٽهو کيس ترجيح ڏيندا. منهنجي مدد ۾ سيد حاجي عبدالرحيم شاه، سيٺ محمد جعفر خواجہ، ارباب حاجي خميسو ميمڻ دڙي وارو، سيد مقبول شاه ٻين وارو

۽ خانصاحب خير محمد خان جانديه هئا.

ديوان سيوارام رلئو ملئو. آفيسرن ۾ اثر رکندڙ. ماڻهن جا ڪم ڪاريون ڪندڙ ۽ مهمانواز هئڻ ڪري اڪثر زميندارن وٽ پسند پيل هو.

**٢٦- آڪٽوبر ١٩٢٥ع** تي پريزيڊنٽيءَ جي چونڊ ٿيڻ واري هئي.

هر ڪنهن پنهنجا اثر هلائڻ شروع ڪيا عين موقع ڪان به تي ڏينهن اڳ منهنجي طرفان پير سيد پلڻ شاه تورائي وارو، سيد محمد سليم شاه سعيد پورو وارو، ميران محمد شاه وغيره مدد ۾ ڪراچي پهچي ويا. ليڪن آخر ۾ حالتن ڦيرو کاڌو. منهنجي مٿي ذڪر ڪيل مکيه پنجن طرفدارن مان پهريان ٽي ڦري راءِ بهادر جي طرف ٿي ويا. جنهن ڪري هن کي پريزيڊنٽ ۽ مونکي وائيس پريزيڊنٽ چونڊيو ويو.

انهيءَ موقعي تي ٽي جي مسلمانن طرفان سيد محمد زمان شاه رضوي هڪ شهر ذريعي حاجي عبدالرحيم شاه کي اپيل ڪئي ته مسلمان کي پريزيڊنٽ چونڊائي پر مٿس ان جو ڪوبه اثر ڪونه ٿيو.

وائيس پريزيڊنٽ جو عهدو صرف اعزازي هو. ان کي ڪي خاص اختيار ڪونه هئا.

شاه صاحب حاجي عبدالرحيم شاه، سيٺ محمد جعفر ۽ ارباب حاجي خميسي طرفان حڪم ٿيو ته جاءِ وٺي ڪراچيءَ ۾ رهان ۽ روزانه آفيس ۾ وڃي ڪم سکندو ڪريان.

وائيس پريزيڊنٽ کي ائڪٽ موجب ڪي به اختيار ڪونه هئا سواءِ پريزيڊنٽ جي غير حاضريءَ ۾ صدارت ڪرڻ جي.

مونکي جدا روم، ڪرسي ۽ ميز ڏنا ويا. چيف آفيسر کي حڪم ٿيو ته پڙهڻ لاءِ ڪاغذ مونکي ڏياري موڪلي. جنهن مونکي پراڻا بيڪار فائيل موڪلڻ شروع ڪيا. جي پڙهندو رهيس، اهي اڳي فيصل ٿيل مسئلن بابت هئا.

ماڻهن جو پڌو ته هڪ نوجوان مسلمان وائيس پريزيڊنٽ مقرر ٿيو اهي سو بنا جانچ ڪرڻ جي ته مونکي ڪي اختيار مليا هئا يا نه گهڻي تعداد ۾ مون وٽ ڪمن لاءِ اچڻ لڳا.

ماڻهن کي اهو به معلوم هو ته آئون وائيس پريزيڊنٽ حاجي عبدالرحيم شاه ۽ سيٺ محمد جعفر خواجه جي مدد سان ٿيو آهيان سو انهن وٽ به ڪمن لاءِ وڃڻ لڳا. جن وري ڪين مون ڏي موڪلڻ شروع ڪيو.

مون کي بجا بعد معلوم ٿيو ته بدلين، مقررين، موقوفين، اسڪالرشپن، رستن وغيره ڪمن بابت مون کي ڪوبه اختيار ڪونه ڏنو ويو هو.

تنهن ڪري هر ڳالهه لاءِ چيف آفيسر يا پريزيڊنٽ وٽ سوالي وڃڻو ٿي پيم.

چيف آفيسر ته صفا رخ نه ڏنو. باقي پريزيڊنٽ صاحب صرف تعلقه مانجهند جي حد جي ڪمن ۾ احوال پڇندو ٿي. جنهن جو آءٌ ٢٩ نومبر ١٩٢٥ع تي پريزيڊنٽ چونڊيو ويو هوس.

باقي ساري ضلع جي ڪمن ۾ دلچسپي ڪي هن سنڌ مستقبل جي اثر رسوخ جي خلاف ٿي سمجهيو. ان ڪري منهنجي معرفت ڪوبه ڪم نٿي ڪرڻ گهريو.

سگهوئي شڪايتون ٿيڻ لڳيون ته آءٌ ڪجهه ڪم نٿو ڪريان، آخر جڏهن ميمبر سماهي ميٽنگ لاءِ ڪراچي آيا ته کين سموري حقيقت کان واقف ڪيو ويو ته مونکي نه ڪي اختيار هئا نه ڪو خاص ڪم هوم. مفت ۾ ڪراچي وينو آهيان.

سيٺ محمد جعفر خواجه بورڊ جي نهايت هشيار ميمبر صلاح ڏني ته صبر کان ڪم وٺي ڪراچيءَ ۾ رهندو اچان ۽ پنهنجي جڳهه ڪي ميمبرن جي مهمانوازيءَ لاءِ ڪليل ڇڏي تعلقات وڌائيندو رهان. ان سان گڏ اها صلاح به ڏيني ته لوڪلبورڊ جي موجوده چيف آفيسر (جو ديوانن جو مائٽ هو) کي ڪڍي ڪنهن غير جانبدار مسلمان عملدار کي چيف آفيسر ڪري آڻجي.

ان وقت ڪراچي ضلعي جو سياسي اقتدار ديوانن جي هٿ ۾ هو.

راءِ بهادر شيوارام ضلع لوڪلبورڊ جو پريزيڊنٽ، ڪراچي ڪنب جو پريزيڊنٽ، ڪراچي بئنڪ جو چيرمن، ڪراچي ميونسپالٽيءَ جو ميمبر، هڪ ئي وقت هئڻ ڪري آفيسرن وٽ وڏي دست رسي رکندو هو.

سنڌ سوٽ ديوان هرچندراءِ ننڍي ميونسپالٽيءَ ۽ ننڍي تعلقه لوڪلبورڊ جو پريزيڊنٽ هو.

گهوڙا باري تعلقه لوڪلبورڊ جو پريزيڊنٽ ديوان ننديرام سنڌ گروه جو ميمبر هو. انهن ڏينهن لوڪل باڊيز ۽ اسيمبلين کان ٻاهر مسلمانن جي هڪ جماعت سنڌ محمدن ائسوسيئيشن نالي سان هوندي هئي. جنهن جو مکيه ڪم اهو هو ته گورنرن کي ائڊريسون ڏئي، انهن ۾ مسلم آفيسرن ۽

زميندارن جي گهرن کي بيش ڪيو وڃي.

انهيءَ جو صدر سر شاهنواز ڀٽو ۽ جنرل سيڪريٽري خانبهادر ولي محمد حسن علي هئا.

ان ۾ اڪثري اثر رسوخ وارن زميندارن کي شامل ڪيو ويو هو.

مــــون کي بہ وائيس پريزيڊنٽ هئڻ ڪري ترغيب ڏئي ان جو ميمبر بنايو ويو.

مون کي ياد آهي تہ جڏهن ١٧- ڊسمبر ١٩٢٥ع تي بمبئيءَ جو گورنر سنڌ ۾ آيو تہ ان کي ائڊريس ڏيڻ لاءِ گهڻا زميندار اچي ڪراچيءَ ۾ ڪٺا ٿيا.

ان تاريخ صبوح جو گورنر کي ائڊريس ڏني ويئي.

ساڳي ڏينهن شام جو ڪمشنر صاحب جي بنگلي (جو انهن ڏينهن ۾ گــورمنٽ هائوس ســڏبو هو. اهو انهي ســاڳي جاءِ تي هو جتي ان وقت پريزيڊنٽ جو بنگلو آهي) تي ڪيترن زميندارن کي مسٽر هئرسين پرنسپال سنڌ مدرسہ بورڊ جي چوڻ تي ڪمشنر صاحب سنڌ مسلم ڪاليج برپا ڪرڻ جي سوال تي غور ڪرڻ لاءِ گهرايو. ڪجهہ رقم اڳ ۾ سرڪار طرفان زميندار ي ڪاليج لاءِ ڪٺي ٿيل هئي باقي بہ ٽي لک روپيہ ڪٺا ڪري مسلم ڪاليج قائم ڪرڻ جو سوال سامهون هو.

گهڻي بحث مباحثي بعد سوال فيصل ٿي نہ سگهيو. جو پيسو گڏ ٿي سگهڻ جي اميد ڪانہ هئي جي زميندار لکها روپيہ آفيسرن جي شڪارن تي خرچ ڪندڙ هئا. تن مسلم تعليم لاءِ پيسو ڏيڻ نہ قبول ڪيو. سنڌ ۾ مسلمانن جو هڪ ڪاليج بہ نہ هو ۽ هندن جا ڪيترا ڪاليج اڳ ۾ موجود هئا.

انهي موقعي تي ڪراچي ضلع لوڪلبورڊ جي مڪيہ ميمبرن طرفان هڪ درخواست، مسٽر جيوترام چيف آفيسر لوڪلبورڊ کي پيرسن ۽ بيڪار هئڻ ڪري ڪڍڻ لاءِ پريزيڊنٽ ضلع لوڪلبورڊ کي بورڊ جي ميٽنگ ۾ رکڻ لاءِ ڏني ويئي.

اهو پهريون دفعو هو جو ديوان شيوارام پريزيڊنٽ ضلع لوڪلبورڊ جي راءِ خلاف مڪيہ ميمبرن جي صحيحن سان هڪ درخواست ڪيس ڏني ويئي.

انهيءَ سال ۾ ٢٣- ڊسمبر ١٩٢٥ع تي مون تعلقہ لوڪلبورڊ آفيس

مانجهند ن مان سن گهرائي ورتي.

۽ سن شهر کان اسٽيشن تائين پڪو رستو ٺهرائڻ جي شروعات ڪيم.

## ١٩٣٦ع

**٨- جنوري ١٩٣٦ع** تي ڪراچي ضلع لوڪلبورڊ سڪولبورڊ جي ميمبرن لاءِ نامينيشن پيريا ويا. ٢٣- تاريخ چوندون ٿيون

انهيءَ تي آءٌ، حاجي عبدالرحيم شاهه، خانبهادر ولي محمد حسنعلي، مولوي فتح محمد سيوهاڻي، سيد مقبول شاهه ۽ ٻيا سڪولبورڊ تي ميمبر چوندجي آياسون.

اسان خانبهادر ولي محمد حسنعلي کي چيرمن چونڊيو.

انهيءَ زماني ۾ هن وقت وانگر سنڌ اندر چوپايي مال جي تمام گهڻي چوري ٿيندڙ هئي. ان جي ڪارڻن معلوم ڪرڻ ۽ بند ڪرڻ لاءِ تجويزون سوچڻ واسطي، بمبئي سرڪار مسٽر ٽالنن جي چيرمنيءَ هيٺ هڪ ڪميٽي مقرر ڪئي هئي. جنهن تي غير سرڪاري ماڻهن مان سيٺ محمد جعفر خواجه، خانبهادر جان محمد خان پناڻ، خانبهادر علي حسن خان هڪڙو، سيد عبدالواحد شاهه ڏاڏاهي، مسٽر اڏارام موريا ميمبر هئا.

ميرزا غلام مصطفي خان شڪارپور وارو ان جو سيڪريٽري هو. جيئن ته سيٺ محمد جعفر ان تي ميمبر هو. ان ڪري مون به ان ۾ گهڻي دلچسپي ورتي .شاهدي ڏني ۽ احوال گڏ ڪرائي ڏنا. گهڻي جانچ بعد ڪاميٽي طرفان هڪ رپورٽ پيش ٿي جنهن ۾ سرڪاري ميمبرن جدا رپورٽ ڪئي. غير سرڪاري ميمبرن مخالف ۾ نوٽ لکيو.

سرڪاري ميمبرن چوريءَ لاءِ زميندارن کي جوابدار ٺهرائي، پوليس جا اختيار ۽ پگهار وڌائڻ جي تجويز پيش ڪئي.

غير سرڪاري ميمبرن پوليس جي رشوت خوريءَ ۽ اڻ لائقي، ڪورٽ جي تڪليفن وغيره کي ڪارڻ ٺهرائي، جرگن جي معرفت چوريءَ جي بند ڪرائڻ جي تجويز ڏني.

آخر اها رپورٽ ٻـ ٻين رپورٽن وانگر سرڪاري رڪارڊ جو جزو بنجي داخل دفتر ٿي ويئي

خانبهادر ولي محمد حسنعلي رٽائرڊ ڊيپوٽي ڪليڪٽر هو. سنڌ مدرسه بورڊ جو سيڪريٽري هو. تنهن ضلع ۾ تعليم کي زور وٺائڻ لاءِ گهڻي

دلچسپي ورتي. تنهن ۾ مولوي فتح محمد صاحب سيوهاڻي، حاجي عبدالرحيم شاه، مقبول شاه ۽ آءٌ سندس هر طرح جي مدد ڪرڻ لڳاسون.

انهيءَ عرصي ۾ سن ۾ انگريزي ٽي درجا، زنانو اسڪول، نائيٽ اسڪول کولائڻ ۾ ڪامياب ٿيس.

انهيءَ وقت ڏاري محال مانجهندن ۾ آباديءَ لاءِ هڪ درياهي واهي واهه ڪارو نالي سان هو ان تي آبادي سڪي وينديون هئي، بارش گهٽ پوڻ سبب سڄي محال جي رهاڪن جي حالت تمام تنگ ٿي ويئي هئي. جنهن جو اثر منهنجي مالي حالت تي به پيو.

ڪراچيءَ ۾ جاءِ وٺي رهڻ، مهمان ڪارائڻ، سياست ۾ حصو وٺڻ خرچ گهرن ٿا.

سکر براج جو ڪم هلندو ڏسي، سڪرنڊ تعلقه ۾ ديهه مارئيءَ اندر هڪ ڦٽل زمين خريد ڪري، ان کي سڌارڻ جو انتظام ڪيم پر زمين ۾ ڊپ گهڻا هئا، پاڻي جو بندوبست ڪونه هو. هاري پاهران تقاوي وٺي آيل هئا. انهن جڏهن ڏٺو ته زمين ۾ ڪمائي گهٽي پيدائش گهٽ ٿيڻ واري هئي، سي ڪجهه وقت رهي ڀڄي ويا. ڪين ڏنل تقاويءَ جا پيسا به ضايع ٿي ويا.

انهيءَ وقت کان پتو پوڻ لڳو ته سياسي زندگي وڏو خرچ ٿي گهري ۽ ان ۾ ڪوبه ايماندار ماڻهو خلق خدا جي محبت جي جذبي ڪانسواءِ جٽاءُ ڪري نه سگهندو ورنه رواجي ماڻهن کي يا ان مان ٻاهر نڪرڻو پوندو يا نامناسب طريقا اختيار ڪرڻا پوندا.

سنڌ جا اڪثري سياستدان پيسي وارا هئا آءٌ انهن جي مقابلي ۾ گهڻو مسڪين هوس. خلافت ۽ ڪانگريس تحريڪ ۾ ڪيل ڪم وقت سکيل ڪفايت شعاريءَ جا طريقا ان معاملي ۾ گهڻو ڪار آمد ثابت ٿيا.

شيخ عبدالمجيد صاحب طرفان انهن ڏينهن ۾ سنڌ مسلم پولٽيڪل پارٽيءَ جي تجويز، سيني سنڌي سياستدانن ۽ عوام جي سامهون الوحيد اخبار ۽ خطن ذريعي پيش ٿي پر زميندار طبقو ان وقت ۾ اهڙو بزدل هو جو ڪنهن به اهڙي سياسي پارٽي ۾ آزاد خيال قومي ڪارڪنن سان گڏجي ڪم ڪرڻ لاءِ تيار نه هو ان ڪري اها تجويز پايه تڪميل تي پهچي نه سگهي ۽ رهجي ويئي.

هوڏانهن ضلع لوڪلبورڊ ڪراچيءَ ۾ مسٽر جيوترام چيف آفيسر خلاف جا درخواست ميمبرن طرفان پريزيڊنٽ کي ڏني ويئي. ڪجهه

ردوبدل بعد وڃي ڪامياب ٿي. چيف آفيسر استعيفا ڏني. ان جي جاءِ تي مسٽر فيض محمد ڪمشنر سنڌ جي آفيس مان سينئر مختيارڪار جي گريڊ واري ماڻهوءَ کي گهرائي رکيو ويو.

اها لوڪلبورڊ ۾ ديوانن جي طاقت ٽوڙڻ لاءِ بهترين ڪاميابي هئي.

ان ڪري ڪمزور ميمبرن جو حوصلو بلند ٿيو ۽ مخالف گروه ميمبرن کي آئنده پروگرام مطابق قدم کڻڻ لاءِ همت پيدا ٿي پيئي

سگهوئي شيخ عبدالحق ائڊمنسٽريٽو آفيسر جيڪب آباد کي گهرائي، ضلع سڪولبورڊ ڪراچيءَ ۾ رکيو ويو. چيف آفيسر جي همدردي ڪري اسان جي گهڻي همت افزائي ٿي.

انهيءَ سال ۾ سيٺ محمد جعفر خواجه جي مدد سان لوڪلبورڊ اندر هڪ مخالف گروه ناهيو ويو. لوڪلبورڊ ميٽنگن جي موقعي تي ميمبرن کي پاڻ وٽ رهائي صلاح مصلحت سان ڪم ڪرڻ لڳاسون پر اجان تائين ڪثرت تعداد ميمبرن جو ڏڄڻو هئڻ ڪري کلئي مخالفت ڪرڻ لاءِ تيار نه هو.

اڳ اڳي ذڪر ڪري آيو آهيان ته مسلمان ميمبرن، مير ايوب خان ۽ مسٽر عبدالرحمٰن قابل ۽ لائق ميمبر هئا.

مير صاحب لوڪلبورڊ ميٽنگن ۾ باقاعدي ايندو هو. ايجنڊا پڙهي ڪونه ايندو هو. سرڪاري نامزد ميمبر ڪري، اڪثر ٻين سرڪاري ووٽرن سان گڏ، پريزيڊنٽ جي طرفداري ڪندو هو.

پريزيڊنٽ مخالفت کي ڏسي سرڪاري عملدارن کي راضي رکي زميندار ميمبر کي هيسائي ڪم ڪڍڻ ٿي چاهيو.

اڪثر زميندار عملدارن اڳيان اهڙا هئا جهڙيون ٻڪرون اڳيان ٻڪريون. ان وقت ضلع لوڪلبورڊ ۾ چار ڊپوٽي ڪليڪٽر ايڪس آفيشو ميمبر هئا. ٻيا چار آنرري ماجسٽريٽ ۽ سرڪار پرست ميمبر به سرڪار طرفان نامزد ٿيل هئا. جن پريزيڊنٽ تي آفيسرن جو رضامندو ڏسي ان کي مدد پئي ڪئي.

زميندار ميمبرن کي اهڙي ماحول هيٺ مخالفت ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو پئي لڳو. مسٽر عبدالرحمٰن بارسٽر، باهمت آزاد خيال ميمبر هو پر لوڪلبورڊ جي پريزيڊنٽيءَ ۾ ناڪامياب ٿيڻ ڪري دل شڪسته ٿي، پنهنجي وڪالت جي ڌنڌي ۾ مشغول ٿي ويو. اڪثر ميٽنگن ۾ ڪونه ايندو هو، پر جي آيو

ٿي تہ گهٽ دلچسپي ٿي ورتائين.

اوں ۾ مخالف گروه ۾ سيٺ محمد جعفر خواجہ، آءٌ، سيد مقبول شاه هئاسون. آهستہ آهستہ ڪري سيد حاجي عبدالرحيم شاه، خانصاحب خير محمد خان چانڊيہ ۽ ارباب خميسہ ميمڻ جي بہ همدردي حاصل ڪئي سون. هاڻ اها ضرورت محسوس ٿي تہ عملدارن جي مقابلي لاءِ ٻن لائق بارسٽر ميمبرن جي همدردي حاصل ڪجي. ان لاءِ سيٺ صاحب ۽ مون هڪ بہ ڏينهن ميٽنگ ڪان اڳ اچي مير صاحب ۽ مسٽر عبدالرحمٰن کي ملي حقيقتون ٻڌائي مخالف ٺهرائڻ لاءِ مدد وٺڻ شروع ڪئي.

ان تجويز آفيسرن جي پريزيڊنٽ جي ڪلي طرفداريءَ ۾ رنڊڪ وجهي ڇڏي ۽ بزدل زميندار ميمبرن ۾ بہ جان وڌي. نتيجي ۾ راءِ بهادر، مخالف ڌر جي ٺهرائن اڳيان ڪجهہ نمڻ لڳو. ميمبرن جا گهڻا شخصي ڪم ڪرڻ لڳو. پر مسٽر هرچندراءِ راءِ بهادر جي سوٽ ڪان نٿي جا ماڻهو گهڻا شاڪي هئا. جيئن تہ ڪراچي ايندي ضلع جا ميمبر نٿي مان لنگهندا هئا ان ڪري نٿي جي عام ماڻهن جي مخالفت انهن تي گهڻو اثر ٿي وڌو.

آخر نتيجو اهو نڪتو تہ جيئن اسان جي مخالفت وڌندي ويئي تيئن ميمبرن جي شخصي تقاضائن ۾ اضافو ٿيندو ويو جن کي پوري ڪرڻ، راءِ بهادر لاءِ ناممڪن ٿي پيو.

هن سال گهوڙا باري تعلقہ لوڪلبورڊ جي پريزيڊنٽ، ديوان ننديرام کي سندبس هارين مان ڪنهن بندوق هڻي ماري ڇڏيو. ان ڪري سندس خالي ٿيل جاءِ تي ديوان هرچندراءِ چونڊجي ويو. جنهن ڪري ٻن تعلقن، هڪ ميونسپالٽي جي پريزيڊنٽ هئڻ ڪري هن جي طاقت وڌي ويئي پر دشمنيءَ ۾ بہ واڌارو ٿيو.

ديوان هرچندراءِ راءِ بهادر جي سوٽ ۽ چالاڪ ميمبر هئڻ سبب، بورڊ جي پيسن جو گهڻو حصو سندس تعلقن ۾ صرف ڪرڻ لڳو. انهيءَ ڪري وڏو اثر ۽ رسوخ پيدا ڪري ويو. انهيءَ کي ڏسي نٿي شهر جي معززن جو هڪ گروه سندس مخالفت ڪرڻ لاءِ پيدا ٿي پيو جن ۾ مکيہ ماڻهو، سيٺ محمد رجب شفيعائي، سيد شاهنواز شاه، محمد عثمان سومرو، محمد سومار وزن ڪش ۽ حاجي پير محمد عقيلي هئا.

سيٺ محمد رجب جي جاءِ مرڪز ٿي ڪم اچڻ لڳي. هو مهمانواز هو.

ڪيترا ضلع جا مکيہ ماڻهو وٽس اچي رهندا هئا. سندس جاء تي سدائين محفل لڳي پيئي هوندي هئي.

سيٺ محمد جعفر ۽ آءٌ بہ اڪثر ٽنہ وچڻ وقت وٽس رهندا هئاسون. هنن جذهن ڏنو تہ ضلع لوڪلبورڊ ۾ اسان مخالف گروه تي ڪم ڪري رهيا هئاسون تہ اسان جا مدد گار ٿي بيٺا.

انهيءَ سال محال مانجهندن ۾ آباديءَ لاءِ پاڻيءَ جي تنگي. بارش جي گهٽتائيءَ ڪري، پيدا ٿيل حالات جي مدنظر. محال مانجهندن ۾ زميندار ۽ آبادگار ائسوسيئشن جي شاخ، سيٺ ڏيارام ريجهومل مانجهندن واري جي پريزيڊنٽيءَ هيٺ کولي ويئي. جنهن انهي ڏس ۾ ڪم ڪرڻ شروع ڪيو.

ساڳي سال جي آخر ۾ بمبئي ليجسليٽو ڪائونسل جون نيون چونڊون ٿيڻ واريون هيون. مون ڪوٽڙي ڊويزن ۾ چڱا ووٽ داخل ڪرايا. ڪيترن دوستن جي صلاح هئي تہ آءٌ بہ ڪائونسل لاءِ اميدوار بيهان.

١٨ تاريخ ١٩٢٦ع سپٽمبر تي نامينيشن پيريا ويا. ڪراچي ضلع لاءِ بہ جايون هيون پير غلام حيدرشاه بلڙي واري، خانصاحب فضل محمد لغاري ۽ مون پيپر ڀريا. ڏسڻ ۾ آيو تہ بلوچن کي ڪافي ووٽ ملڻ جو امڪان هو. پير غلام حيدرشاه ۽ منهنجي وچ ۾ مقابلو ٿيڻ وارو هو. پارٽيون ڪونہ هيون شخصي ٽڪيٽ تي اميدوار بيٺا ٿي. پير صاحب سان دوستي هئڻ ڪري، مون هٿ ڪنيو. تنهنڪري هي ٻئي بنا مخالفت جي ميمبر چونڊجي ويا.

مون بمبئي ڪائونسل لاءِ زميندارن واري سيٽ واسطي، سيد محمد ڪامل شاه سعيد پور واري کي مدد ڪئي. هن جو مونتي پدرانہ شفقت جو هٿ هوندو هو.

مرڪزي اسيمبليءَ ۾ زميندارن طرفان پرنسپال صاحب سنگهہ شهاڻين ۽ سردار واحد بخش خان ڀٽو اميدوار بيٺا.

رئيس فقير بخش خان ڪاڇيءَ جو سردار واحد بخش خان سان دوستانہ رستو هو ان ڪري منهنجا بہ هن سان دوستانہ تعلقات ٿي ويل هئا. تنهنڪري مون ان کي مدد ڪئي.

مرڪزي اسيمبليءَ ۾ عام ووٽر طرفان سيٺ حاجي عبدالله هارون اميدوار بيٺو هو. ان سان خلافت جي ڏينهن کان دوستانہ تعلقات هئا. ان ڪري مون ان کي مدد ڪئي. ان وقت لياقت ۽ پارٽين جي عيوض شخصي

تعلقاتن ۽ چوڻ جاڻڻ تي ووٽ ڏيڻ جو دستور عام هو.

اتهن چوندن وقت پير علي محمد شاه راشدي, سندس خاندان جي "انجمن راشدي" نالي جماعت ناهي هئي. جنهن طرفان اخبار الراشد به ڪڍندا هئا. هن جماعت طرفان ڪيترا اميدوار بيهاريا پر سر شاهنواز شاه ۽ محمد ايوب کهڙو وغيره زميندارن وٽ پيسي. آفيسري اثر. لڳ لاڳاپو گهڻو هئڻ ڪري, هو اليڪشن ۾ ڪامياب ٿي ويا. ۽ انجمن راشديه جا اميدوار ناڪامياب ٿيا.

انهيءَ سال ضلع لوڪلبورڊ ڪراچيءَ ۾ اسان جي مخالف پارٽي طرفان گهوڙا پاري ۽ ٽٽي تعلقن ۾ ديوان هرچندراءِ طرفان بي انداز خرچ ڪرڻ جي باوجود. ڪم پوري نه ٿيڻ ڪري ۽ گهوٻين جي شڪايت تي جانچ انڪواري ڪميٽيءَ جي گهر تي جا منظور ٿي ويئي.

ڪميٽي هيٺين ميمبرن تي مشتمل هئي.

١- سيد غلام مرتضيٰ شاه (آءٌ) چيرمين

٢- مير ايوب خان - ميمبر

٣- سيٺ محمد - جعفر خواجه - ميمبر

٤- سيد مقبول شاه - ميمبر

اسان حقيقتون گڏ ڪرڻ شروع ڪيون پر جنهن صورت ۾ انهيءَ ڪميٽي جو عملي طرح ڪم ٻئي سال ۾ شروع ٿيو. ان ڪري ان بابت اڳتي ذڪر ڪبو.

انهيءَ سال شيخ عبدالمجيد صاحب ٢٥- آڪٽومبر ١٩٢٦ع تي سنڌ جي نو مسلم شيخن جي اقتصادي, اخلاقي, تعليمي حالت درست ڪرڻ لاءِ هڪ ڪانفرنس سڏائي, جنهن ۾ مون ۽ ٻين سماجي ڪارڪنن شرڪت ڪئي.

## سال ١٩٢٧ع

مٿي ذڪر ڪري آيو آهيان ته آءٌ نه صرف ضلع لوڪلبورڊ جو وائيس پريزيڊنٽ چونڊيو هوس. بلڪ تعلقه لوڪلبورڊ جو پريزيڊنٽ به هوس. ضلع لوڪلبورڊ ۾ ديوانن جي قائم ٿيل اقتدار کي ٽوڙڻ لاءِ مخالف گروه ناهي ڪم ڪري رهيو هوس ته ٻي طرف محال مانجهندن ۾. ڳوٺن جي سڌاري ۽ تعمير جي ڪم ۾ مشغول هوس.

انهيءَ واسطي مون جو پهريون ڪم ڪيو سو اهو هو ته منهنجي

جد بزرگوار شاه حيدر عليه رحمت جي ساليانہ ميلي (عرس) جي موقعي تي تعليمي ۽ تنظيمي ڪانفرنس گهرائي ٻاهران آيل حضرات جي صلاح ۽ مشوري سان هڪ پروگرام تيار ڪرايم.

اهو ميلي ٦-٧ فيبروري ١٩٢٧ع مطابق ٣-۴ شعبان ١٣۴٥هہ تي ٿيو. جنهن ۾ ٻاهرين مان شيخ عبدالمجيد سنڌي مولانا محمد صادق ڪڏي واري، مولوي فتح محمد صاحب آيل هئا.

محال جا گهڻو ڪري سڀيئي ماڻهو آيل هئا.

انهيءَ موقعي تي هيٺين مسئلن تي غور ڪيو ويو:

١- محال مانجهند جي مسلمانن جي ديني ۽ دنيوي تنظيم ڪهڙي طرح ڪئي وڃي ؟

٢- عام ماڻهن مان بد رسمون ۽ فضول خرچي ڪيئن بند ڪجن؟

٣- پوليس ۽ ڪورٽن جي خرچن مان ماڻهن جي جان ڪيئن آزاد ڪئي وڃي ؟

۴- باهمي تڪرارن ۽ جهڳڙن کي امين جي ذريعي فيصل ڪرايو وڃي؟

٥- محال مانجهند جي غريب عوام جي اقتصادي بهتريءَ لاءِ تجويزون رٿڻ.

٦- محال مانجهند جي غريب عوام جي اخلاقي اصلاح ۽ تعليمي ترقي لاءِ رٿون رٿڻ.

انهيءَ اجلاس ۾ هيٺيان ٺهراءَ پاس ڪيا ويا.

(١) هي اجلاس بمبئي سرڪار جو توجهہ ڇڪائي ٿو تہ محال مانجهند جي زمينن لاءِ آباديءَ واسطي پاڻيءَ جي پوري انتظام نہ هئڻ ڪري، ڪيتري زمين غيرآباد پيئي آهي ۽ باقي زمين واهن ۾ پاڻي پوري نہ هئڻ ڪري سڪيو وڃي. تنهنڪري سرڪار کي عرض ٿو ڪري تہ سرڪار منڇر جي ڍنڍ مان ڊرينج ذريعي پاڻي ميسر ڪري ڏي يا دريا تي مشينون لڳارائي پاڻي جو انتظام ڪري.

(٢) محال مانجهند جي مسلمانن جي هڪ جماعت برپا ڪجي، جنهن جون شاخون هر هڪ ڳوٺ ۾ کولجن. اهو ڪم هيٺين ڪميٽيءَ جي سپرد ڪيو ويو.

١- سيد مقبول شاه ٢- رئيس فقير بخش ڪاڇي ٣- وڏيرو الهڏنو

مانجهند ۴- سيد علي اڪبر شاهه نيپاٽ ۵- سيد غلام مرتضيٰ شاهه (اڃ)

(۳) مسلمانن ۾ تجارت لاءِ دلچسپي پيدا ڪرڻ واسطي مڪيه ماڻهن کي اپيل ڪئي ويئي.

(۴)- ڳوٺن ۾ مرداڻه، زنانه، شبينه اسڪول، انگريزي ڪلاس ۽ مذهبي مدرسن کولائڻ لاءِ ڪم منهنجي سپرد ڪيو ويو.

(۵) شادين غمين، بيمارن جي موقعن تان خراب رسمن ڪڍڻ لاءِ پرچار ڪرڻ جو پرگرام رٿيو ويو ۽ فضول خرچين، زيورن، لباس جي سادگي لاءِ تجويزون سوچيون ويون.

(٦) ميربحرن جي حالتن درست ڪرڻ لاءِ جماعتون ٺاهي، ڪيٽي مچي پلي جا مقاطعا وني ڏيڻ يا بنائي جو پنجون حصو ڪرائڻ لاءِ ٺهراءُ پاس ٿيو.

(٧) چوپايو مال چاريندڙن کي منظم ڪري، ٻيلن ۾ چاري، رشوت ۽ چوريءَ جي آزار کان بچڻ لاءِ تجويزون سوچيون ويون.

هن سال تعلقي جي ڳوٺن ۾ گشت ڪري، رٿيل پروگرام موجب ڪم ڪرڻ شروع ڪيو ويو.

ٻي طرف ضلع جي سياست جي اها حالت هئي ته مخالفت گروهه زياده طاقتور بنجي چڪو هو جنهن ڪري ورڪنگ ڪميٽيءَ تي اڪثريت انهيءَ گروهه جي ٿي ويئي.

ورڪنگ ڪميٽيءَ تي هيٺيان ميمبر چوندا:

(١) راءِ بهادر شيوارام ڏيون مل ايڪس آفيشو

(٢) غلام مرتضيٰ شاهه

(٣) سيد مقبول شاهه

(۴) سيٺ محمد جعفر خواجه

(۵) مسٽر الهه بخش خان گبول

(٦) مسٽر عبدالرحمٰن بارسٽر

(٧) مير ايوب خان بارسٽر

(٨) راءِ صاحب مينارام اجيت سنگهه

**٢۴- اپريل ١٩٢٧ع** تي ڪراچيءَ ۾ سنڌ محمدن ائسوسيئشن جي ميٽنگ ٿي، جنهن ۾ سنڌ جي جدائيءَ لاءِ تجويزون سوچيون ويئون. ڪراچيءَ مان تاريخ ٢۵- اپريل ١٩٢٧ع تي آءٌ لوڪلبورڊ ڪميٽيءَ جي ميمبرن کي ساڻ ڪري، گهوڙا باري ۽ ٺٽه تعلقن ۾ جاچ ڪرڻ لاءِ ويس.

جتي هرهنڌ وچي ڪم ڏنو ويو. اماني طرح تيل ڪم جي مسٽر رول وارن مزدورن کان جانچ ڪري بيان ورتا ويا. جنهن مان معلوم ٿيو ته ڪيترن ماڻهن جي نالي ڪوڙا مسٽرول ڀري پيسا ڪاڍل هئا. اڍ لک ڪن کان مٿي خرچ ٿيڻ جي باوجود به ڪم اڌورو رهيل هو. بيڪار پليون (موريون) پڌايل هيون جن آمدرفت جو ڪم نه ٿي ڏنو.

موٽڻ تي مسٽر شامداس اوورسيئر کي سسپينڊ ڪري ٻيو ماڻهو چارج ۾ رکڻ ۽ انهي غبن واسطي ۾ سمورن جوابدارن تي قانوني قدم کڻڻ لاءِ بورڊ کي رپورٽ ڪئي ويئي.

جيئن ته تعلقه لوڪلبورڊ جو پريزيڊنٽ مسٽر هرچندراءِ راءِ بهادر شيوارام جو عزيز هو. قانوني قدم کڻڻ ڪري سندن بي عزتي ۽ نقصان ٿئي ها ان ڪري هنن ساري رپورٽ کي بيڪار بنائڻ جي ڪوشش ڪئي. جنهن ۾ سرڪاري عملدارن جي ڪين مدد هئي.

ڪين انجنيري کاتي وارن سڀني ڪم جو سرٽيفڪيٽ ڏنو ۽ ڪليڪٽر ضلع رپورٽ کي ذاتي دشمني جو ڪارڻ ٺهرائي، داخل دفتر ڪرڻ گهريو. سارو سال انهيءَ جهڳڙي ۾ گذريو.

ان ۾ قاضي عبدالرحمٰن ايڊيٽر الوحيد ڪامورن جي چوڻ تي الوحيد اخبار ذريعي راءِ بهادر جي مدد ڪئي.

۹- جون ۱۹۲۷ع تي سن شهر جي مسلمانن کي گهرائي ميلي جي موقعي تي تيل ٺهرائڻ موجب هيٺان فيصلا ڪرايا ويا.

۱- شاديءَ جي موقعي تي سيني وقتن تي پنجن ديڳين کان مٿي ڪاڌو نه رڌيو.

۲- ختنه جي موقعي تي ڪابه ڪاڌي جي ضيافت نه ڪئي ويندي

۳- موت جي موقعي تي سواءِ رواجي قران خواني بعد ختم جي، جنهن ۾ ۱۱ ماڻهن کان مٿي ماڻهو نه هوندا. ڪوبه خرچ نه ڪيو ويندو

۴- شادين جي موقعي تي راڳيندڙن کي گهرائي، پيسا ڏيڻ جي دستور کي بند ڪيو ويندو.

۵- شاديءَ جي موقعي تي گهرن ۾ ماني موڪلڻ جو دستور بند ڪيو ويو. هر ڪو جڃني ۾ اچي ماني کائڻ وارو هو

٦- حجام، مڱڻهار وغيره جي گهور لاءِ ۴- آنن کان مٿي رقم نه ڏيڻ جو ٺهراءُ ٿيو. ڪپڙن جي ڏيپ کي محدود ڪيو ويو.

جامع مسجد سن ۾ پارسي عربي مدرسہ مولوي محمد صالح پنوهر دادو واري جي هٿ هيٺ ڪــولايو ويو. ٻاهران آيل چوڪرن جي طعـــام ۽ رهائش جو انتظام ڪيو ويو.

انهي سال ١٩ جولائي تي لوڪل سيلف ڪانفرن ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ پوني ويس. اتي ڪيترن ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪئي ويئي.

جنهن جو تفصيلوار ذڪر ڊائري جي باب مان معلوم ٿي سگهندو.

انهي سال جي نومبر ۾ وائسراءِ هند سنڌ ۾ آيو ان کي سنڌ محمدن ائسوسيشن طرفان ائڊريس ۾ سنڌي مسلمانن (ڪامورن ۽ زميندارن ) جي شڪايتن کان آگاه ڪيو ويو.

**١١- ڊسمبر ١٩٢٧ع** تي امـيـر امان الله خان افـغانسـتـان جو بادشـاه ولايت وڃڻ لاءِ ڪراچيءَ ۾ آيو ان جي وڏي مـرحـبـا ٿـي. گـانڌي گارڊن (راڻي جي باغ ) ۾ کيس اعليٰ پيماني تي سنڌ ۽ ڪراچي جي شهرين طرفان دعوت ڏني ويئي.

اهو سڀ انهي ڪري ٿيو تہ هن انگريزن جي اثر کان سندس ملڪ آزاد ڪيو هو ۽ ملڪ ۾ سڌارا آڻن شروع ڪيا هئائين.

افغانسـتـان جا رهاڪو پنتي پيل هئا جي مذهب جي نالي برغلجي سگهيا ٿي. تن کي ملن ذريعي انگريزن سندس ولايت جي سفر واري عرصي ۾ برغلائي ڪافي بدنام ڪري ڇڏيو. ان ۾ ملاشور بازار گهڻو حصو ورتو. تاريخ شاهد آهي تہ هشيار سياستدانن مذهب کي سندن ذاتي ۽ طبقاتي مفاد لاءِ راند يڪو ڪري پي ڪتب آندو آهي.

## سال ١٩٢٨ع

گذريل سال وانگر شاهہ حيدر عليه رحمت جي عرس جي موقعي تي محال مانجهندن جي تنظيمي ۽ تعليمي ڪانفرنس جو ٻيو اجلاس ٢٨-٢٩ جنوريءَ تي گهرايو ويو.

جتي مڪـاني ماڻهن ڪانسواءِ ٻاهريان ماڻهو. هيٺين نالن وارا اچي شريڪ ٿيا

(١) مولوي فتح محمد صاحب سيوهاڻي (٢) مولوي محمد عثمان صاحب دهلوي (٣) سيدميان پير شاه سجاده درگاره قلندر شهباز سيوهاڻي (۴) مسٽر حاتم علوي (۵) سيد ميان پير شاه صاحب محرابپور (٦) سيد ميران محمد شاه - حيدرآبادي (٧) مسٽر شيخ عبدالحق ائڊمنسٽريٽو آفيسر

سڪولبورڊ ڪراچي (٩) شيخ عبدالمجيد صاحب سنڌي (١٠) سيٺ طيب علي علوي (١١) سيد شاهنواز شاه - ٺٽو (١٢) وڏيره محمد عثمان سومرو - ٺٽو (١٣) مسٽر ... الدين بخاري وغيره

انهيءَ ... جلاس ۾ محال مانجهندن جي ترقي لاءِ ڪٿون سوچيون ويئون. ٺهراءُ پاس ڪيا ويا.

ميرزا قليچ بيگ صاحب جي نالي تي هڪ وڏي ٺهرايل دروازي جو افتتاح ڪيو ويو. انهي جو تفصيلوار احوال ڊائريءَ جي باب مان ملي سگهندو.

ميرزا صاحب پاڻ ڪانفرنسيءَ ڪري شريڪ نہ ٿيو، هي پهريون دفعو هو جڏهن سنڌ ۾ هڪ اديب جي قدر افزائيءَ لاءِ ڪنهن عمارت تي نالو رکيو ويو هجي. سال جو اول ضلع لوڪلبورڊ جي اختلافن، تعلقہ مانجهندن جي تنظيم جي ڪمن ۾ صرف ٿيو.

جولائي ڪان لوڪلبورڊ جي نين چوندن جي تياري ٿيڻ لڳي، گذريل ٽي سال مخالفت ۾ رهڻ ۽ تعلقہ لوڪلبورڊ جي پريزيڊنٽ هئڻ سبب چڱو تجربو پرائي چڪو هوس. ضلع جي مکيہ ڪارڪنن جون هاڻ مون ۾ اميدون هيون. انهن طرفان مون کي ديوان شيوارام جي مقابلي ۾ ڪڙي ڪرڻ جون تياريون ٿيون.

البت سرڪاري ميمبرن، ڪمزور زميندارن، آفيسرن جئي دست اندازي جو گهڻو خطرو هو.

انهيءَ عرصي اندر ضلع جي باهمت ڪارڪنن سيٺ محمد جعفر خواجہ کي لغاري پروچن ۽ آفيسرن ڪيسن ۾ اٽڪائي آئنده لوڪلبورڊ ۾ اميدوار بيهارڻ ڪان رنڊڪ وجهي ڇڏي هئي.

چوندن کي نزديڪ ڏسي، پنهنجي طرفدار ميمبرن جو تعداد وڌائڻ لاءِ تياري ڪئي ويئي. محال مانجهندن جي تڪ مان، جتان آئون بنا مخالفت جي اميدوار چونڊجي ايندو هوس. مون پنهنجي ڪاتي جي زمين بدلائي سيٺ طيب علي علويءَ جو نالو ووٽرن جي لسٽ ۾ داخل ڪرائي ڇڏيو هو. نامينيشن پيپر ٣١ جولائي تي ڀريا ويا. آءٌ جهرڪن جي تڪ مان اميدوار بيٺس. مقبول شاه ڪوٽڙي تڪ مان ۽ سيٺ طيب علي علويءَ کي مانجهندن تڪ مان اميدوار بيهاريو ويو. اهڙي طرح ساري ضلعي ۾ اسان ۽ ديوانن، طرفان اميدوار بيهي ويا. ديوانن طيب علي خلاف رئيس فقير بخش خان

ڪاچيءَ ڪي اميدوار بيهاريو.

اڳئين جلد ۾ ٻڌائي آيو هوس تہ ڪيئن آفيسرن ڪيس ۱۱۰ قلم
يٺ سزاياب ڪرايو هو. هاڻ ديوانن ڪيس دلاسو ڏنو تہ هو ڪيس آفيسرن
سان ناهي، رڪارڊ ٺيڪ ڪرائي ڇڏيندا، ان ڪري هو بيهي رهيو پر اسان
سان تعلقات اهڙا گهاٽا هئس جو مجبور ڪري ڪيس هٿ ڪڍايو ويو.

جهرڪن مان منهنجي خلاف ميان غلام محمد خان جاڪري ڪي
يوانن اميدوار بيهاريو پر ان ڪي شڪست ڏيڻ ۾ ڪامياب ٿي ويس.

**۱۱- سپٽمبر ۱۹۲۸ع** ڏاري ساري ضلعي جي چوندن جو نتيجو
ظاهر ٿيو. اول ۾ ضلع لوڪلبورڊ جي پريزيڊنٽيءَ لاءِ ٽي اميدوار بيٺا.

۱- راءِ بهادر شيوارام ڏيون مل ۲- سيد شاهنواز شاه - ٺٽہ ۳- آءٌ
گهوئي مولوي فتح محمد صاحب سيوهاڻي ۽ ٻين دوستن جي وچ ۾ پوڻ
ڪري سيد شاهنواز شاه ۽ منهنجي وچ ۾ سمجهوتو ٿي ويو. هن ڪي ضلع
لوڪلبورڊ جي چيرمني تي چونڊائڻ جي وعدو ڏئي هٿ ڪڍايو ويو. باقي آءٌ ۽
راءِ بهادر اميدوار وڃي رهياسون.

**۲۲- آڪٽومبر ۱۹۲۸ع** تي ضلع لوڪلبورڊ اڳواٽي بورڊ جي
ميٽنگ ٿي. راءِ بهادر شيوارام. قاضي عبدالرحمٰن ايڊيٽر الوحيد ڪي سندس
ڪيل خدمتن جي عيوض ۾ چيف آفيسر چونڊائڻ لاءِ نالو پيش ڪيو. مير
ايوب خان ۽ حاجي عبدالرحيم شاه وغيره سندس راءِ بهادر سان ڪيل مدد
ڪري خلاف هئا پر مولوي فتح محمد صاحب ۽ شيخ صاحب عبدالمجيد جي
ڪر ڪري، مون ڪيس مدد ڪئي. آفيسر اڳ ۾ منجهانس راضي هئا. تنهن
ڪري چيف آفيسر چونڊجي ويو.

آخر ۱۲ نومبر ۱۹۲۸ع تي پريزيڊنٽيءَ جي چونڊ ٿي، ان ۾ آءٌ
ضلع لوڪلبورڊ جو پريزيڊنٽ چونڊجي ويس. ان بابت تفصيل ڊائريءَ جي
باب مان معلوم ٿي سگهندو.

وائيس پريزيڊنٽ مسٽر الهہ بخش گبول چونڊيو. افسوس اهو هو
ضلعي جو نهايت برجستو ڪارڪن سيٺ محمد جعفر خواجہ مسٽر گبسن
ڪليڪٽر ڪراچيءَ جي دشمني سبب نئين بورڊ لاءِ ميمبر چونڊجي نہ
سگهيو.

چونڊجڻ بعد مون، محال مانجهندن جي ڳوٺ سڌار تحريڪ جي
دائري کي وسيع ڪري ساري ضلع ۾ رائج ڪرڻ شروع ڪيو.

## سال ١٩٣٩

ڪراچي ضلعي اندر ڳوٺ سڌار تحريڪ شروع ڪرڻ لاءِ جنوريءَ جي پهرين تاريخ، مون هڪ خط مسٽر جمشيد ميهتا ۽ ٻين هيٺين مکيہ ملڪي ڪارڪنن ڏي موڪليو.

١- سوامي گووند آنند ٢- مسٽر رستم ڪي سڌوا ٣- خان بهادر ولي محمد حسنعلي ۴- شيخ عبدالمجيد سنڌي ۵- راءِ صاحب ميٺارام اجيت سنگهہ ٦-سيد حاجي عبدالرحيم شاه ٧- مسٽر نارائنداس انند جي ٻيچر ٨- مسٽر تاج محمد مئنيجر ڪڏه يتيم خانہ ٩- سيٺ حاجي عبدالله هارون. ١٠- مسٽر غلام علي چاڳلا ١١-مسٽر حاتم علوي ١٢- بابا مير محمد بلوچ ١٣- مسٽر تارا چند لالواڻي ١۴- جهانگير پنٿڪي ١۵- مسٽر چينمل پرسرام ١٦- ڊاڪٽر عمربن محمد دائود پوٽو ١٧- مس پگٽ ١٨- مسٽر پرمانند پريزيڊنٽ نئين ميونسپالٽيءَ جي واسطيدار آفيسر.

جهڙوڪ- مسٽر چانڊومل هوتچند- ڊي سي ٺٽہ، ميرزا منوچهربيگ ڊي.سي شاهبندر، مسٽر محمد حافظ ڊي.سي. ڪوٽڙي، شيخ عبدالحق ائڊمنسٽريٽو آفيسر سڪولبورڊ ڪراچي لوڪلبورڊ، مسٽر گدواڻي ائڊمنسٽريٽو آفيسر ڪرچي ميونسپالٽيءَ ٻيا.

"منهنجي گهڻي وقت کان خواهش ٻي رهي آهي تہ ڳوٺن جي سڌارڻ لاءِ ڪي تجويزون رٿي، قومي ڪارڪنن جي مدد سان ڪو قدم کڻجي.

ڳوٺن ۾ تعليم جي گهڻائي، تندرستي ۽ صحت جي واڌاري جو انتظام نہ هئڻ، ڳوٺن جي گهرن، گهٽين وغيره جو غير سينٽري هئڻ، رستن جي زبون حالي. زالن جي ڪسمپرسي، هارين، مالدارن، مزدورن جي غربت وغيره. اهڙا مسئلا آهن جن ملڪ جي هر گهڻگهري جو توجهہ لهڻو.

هن وقت جڏهن ضلع لوڪلبورڊ جي پريزيڊنٽي منهنجي هٿ ۾ آئي آهي تہ ان جهوني تمنا کي پوري ڪرڻ واسطي ضلع اندر قدم کڻڻ چاهيان ٿو. جنهن لاءِ مونکي اوهان جهڙن تجربيڪار ۽ قومي ڪارڪنن جي مدد ۽ مشوري جي ضرورت آهي. ان واسطي هيٺ ذڪر ڪيل ڳالهين بابت اوهان جي مشورن جي ضرورت محسوس ڪري، هي خط موڪليان ٿو. اميد اٿم تہ اوهان مفيد تجويزون موڪلڻ جي نوازش فرمائيندا.

اوهان جي جواب اچڻ تي ضلع جي مکيہ ڪارڪنن جي ڪانفرنس ڪوٺائي پروگرام ناهي ڪم شروع ڪبو."

١- ڳوٺن ۾ زالن کي ڪمن جي صفائي، ٻارن جي تربيت، ويم جي نون طريقن سيکارڻ لاءِ تجويزون سوچڻ.

٢- هرين کي منظم ڪري سندن اقتصادي ۽ سماجي حالت بهتر بنائڻ لاءِ رٿون رٿڻ.

٣- مالدارن کي منظم ڪري سندن اقتصادي ۽ سماجي حالت بهتر بنائڻ لاءِ رٿون رٿڻ.

٤- ميربحرن کي منظم ڪري سندن اقتصادي ۽ سماجي حالت بهتر بنائڻ لاءِ رٿون رٿڻ.

٥- ڳوٺن کي بهتر بنائڻ لاءِ پنچائتي نظام ذريعي ڪم ڪرڻ.

٦- ڳوٺائن کي ٻاهرين دنيا سان روشناس ڪرڻ لاءِ نشري انتظام جو بندوبست.

٧- چوپايي مال جي سڌاري، واڌاري ۽ حفاظت لاءِ تدبيرون سوچڻ.

٨- سماجي برايون جهڙوڪ ننڍپڻ جي شادين، فضول خرچ رسم، رواجن دور ڪرڻ لاءِ بندوبست ڪرڻ.

٩- ڳوٺ ۾ رستن، اسڪولن، مسافرخانن، کوهن، اسپتالن ۽ تفريح گاهن لاءِ تجويزون ناهڻ.

١٠- مڪاني ۽ ديسي هنرن کي زور وٺائڻ.

١١- ڪواپريٽو تحريڪ ذريعي ڳوٺائن جي مالي مدد ڪرڻ جو انتظام ڪرڻ.

١٢- نشيدار شين جي واهپي جي بندش لاءِ ڪوشش ڪرڻ."

انهيءَ خط جو ڪيترن ڪان جواب نہ آيو. ليڪن ڪيترا اهڙا صاحب هئا. جن خط کي، بجاءِ هڪ نوجوان جي غير عملي تجويزن جو مسودو سمجهي ردي ٽوڪري ۾ اڇلي ڇڏڻ جي. منهنجي همت افزائي ڪري مفيد مشوره ڏنا.

جن مان مکيہ ١- مسٽر جمشيد نسروانجي ٢- خانبهادر ولي محمد حسنعلي ٣- شيخ عبدالحق ٤- سوامي گووند آنند ٥- حاجي عبدالله هارون ٦- شيخ عبدالمجيد سنڌي ٧- مس ڀڳت ٨- مسٽر جيٺمل پرسرام ٩- مسٽر رستم سڌوا ١٠- حاجي عبدالرحيم شاه ١١- سيٺ محمد جعفر خواجہ ۽ جهانگير پنٿڪي هئا.

انهن خطن ۾ ڏنل مشورن کي مختصر طرح پيش ڪرڻ لاءِ بہ جدا

ڪتاب جي ضرورت ٿيندي. تنهنڪري ان جو بيان ڪرڻ ضروري ٿو سمجهان. ليڪن انهيءَ بنياد تي هڪ ايجنڊا تيار ڪري ۹- فيبروري ۱۹۲۹ع تي پنهنجي بنگلي تي هڪ ميٽنگ گهرايم، جنهن ۾ ۴۰ کن مکيه قومي ڪارڪن شرڪت ڪئي. انهيءَ ميٽنگ جي ايجنڊا تي رکيل تجويزن جو تفصيل ڊائري جي باب مان معلوم ٿي سگهندو. ان ميٽنگ ۾ هڪ "ڳوٺاڻي تعمير جي جماعت" جو بنياد وڌو ويو. مسٽر جمشيد ميهتا کي ان جو چيرمن چونڊيو ويو ۽ مون کي ان جو سيڪريٽري ڪيائون. سيٺي آيل صاحبن سندن مدد جو وعدو ڪيو.

ان ڪان پوءِ هميشه وانگر سن ۾ شاه حيدر عليه رحمت جي ميلي جي موقعي تي سيد ولي محمد شاه سيوهاڻيءَ جي صدارت هيٺ تنظيمي ڪانفرنس جو اجلاس ڪٺو ٿيو. جنهن ۾ ڪيترا ٺهراءَ پاس ڪيا ويا. ساليانه ڪم جي رپورٽ پيش ڪئي ويئي، ايندڙ سال لاءِ ڪم جو پروگرام ٺاهيو ويو. تفصيل ڊائريءَ جي باب مان ملي سگهندو.

**۲۱- جنوري ۱۹۲۹ع** تي ضلع لوڪلبورڊ حيدرآباد جي پريزيڊنٽيءَ جي چونڊ هئي، ان تي هڪ ٻه ڏينهن اڳ سيد ميران محمد شاه جي مدد لاءِ ويس، جتي پريزيڊنٽ ميران محمد شاه ۽ وائيس پريزيڊنٽ مسٽر چوهڙمل چونڊيا.

سگهوئي پير بقادار شاه متيارين وارو ضلع لوڪلبورڊ اسڪولبورڊ حيدرآباد جو چيرمين چونڊيو.

سنڌيءَ ۾ چوڻي آهي ته "بندي جي من ۾ هيڪڙي خالق جي ٻي."

هيٺ آءٌ انهن سياسي سازشن جو ذڪر ڪندس جن جي ڪري ڳوٺاڻي پروگرام جو ڪم روڪجي پيو ۽ منهنجي لوڪلبورڊ پريزيڊنٽيءَ جو دور مشڪلاتن جي منهن ۾ اچي ويو. انهيءَ ڳالهه تي روشني وجهڻ لاءِ ذرا تفصيلوار سرگذشت جو ذڪر ڪرڻ ضروري ٿو سمجهان.

مٿي لکي آيو آهيان ته ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ جي پريزيڊنٽيءَ لاءِ سيد شاهنواز شاه ٺٽي وارو به اميدوار هو. قاضي عبدالرحمٰن چيف آفيسر ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ ۽ خانصاحب الهه بخش خان گبول سندس دوست هئا. هي ٽيئي وري مسٽر ڊسلوا ڪراچي ضلع جي ڪليڪٽر جي پرسنل اسٽنٽ جا سنگتي هئا.

مسٽر ڊسلوا هڪ هشيار ۽ يارويس عملدار هئڻ ڪري، ڪليڪٽر

مسٽر گبسن جو خاص پيارو هو. ان ڪري هن جو ضلع ڪراچي جي افيسرن ۽ زميندارن تي اثر هوندو هو.

پهرين هن گروهه طرفان ڪوشش ٿي ته شاهنواز شاه کي پريزيڊنٽ چونڊايو وڃي. ليڪن سيد حاجي عبدالرحيم شاه ۽ ٻيا مکيه ميمبر منهنجي فائدي ۾ هئا.

راءِ بهادر شيوارام ۽ مسٽر ڊسلوا جو ڪن ڳالهين تان اختلاف ٿي پيو هو. هنن کي ڊپ هو ته جي شاهنواز شاه لاءِ هروڀرو ڪوشش ڪندا ته وري راءِ بهادر چونڊجي ويندو، ان ڪري مجبور ٿي منهنجي مدد ڪيائون.

قاضي عبدالرحمان کي پنهنجي علم، هشياري، آفيسرن ۾ دست رسي، ڪيترن ميمبرن سان سنگت ڪري، ويساهه وينل هو ته منهنجي انگريزي علم جي گهٽتائي، پيسه جي ڪوتاهي، ڪامورن سان ڪانگريسي خيالن ڪري اختلاف ڪري، هو ساري ڪاروبار تي حاوي ٿي ويندو ۽ آءٌ سندس هٿ ۾ رانديڪو ٿي لوڪلبورڊ جو ڪم هلائيندو رهندس.

سيد شاهنواز شاه جي والد سيد نجف علي شاه، وفاتيءَ وقت چڱو پيسو ۽ آباد زمين ورثي ۾ ڇڏي هئي. شاهنواز شاه تعليم ۾ مون کان زياده پڙهيل هو. هو وڏين سڌن سان سياسي ميدان ۾ داخل ٿيو هو. اسڪولبورڊ جي چيرمنيءَ هيٺ سندس مستقبل جي ترقيءَ لاءِ ڏاڪو شمار ڪري ڪم ڪرڻ لڳو هو.

انهي نقط نگاه کان هن هڪ وڏو بنگلو سيٺ آدم سومارجو عمدي باغ سان ڪرايه تي وٺي منجهس عمده فرنيچر وجهي، ڊاج ڪار رکي ڪراچيءَ ۾ رهڻ شروع ڪيو.

قاضي عبدالرحمان چيف افيسر به وٽس رهندو هو. خانصاحب گبول صبح شام اتي ايندو هو. منهنجي جڳهه سندن ٻر ۾ هئي. موٽر ڪونه هوم. شاهنواز شاه وانگر خرچ ڪري نٿي سگهيس.

مون سائن دوستانه تعلقات رکڻ گهريا، ليڪن طبيعتن جا لاڙا ۽ مذاج مختلف هئڻ ڪري اهي تعلق گهاٽا ٿي نه سگهيا.

هن جو ڪراچي ڪلب، آفيسرن جي دوستي، عيش عشرت ۽ ڪاڌي پيتي طرف زياده لاڙو هو.

آءٌ صوفيانه طبيعت جو ماڻهو، سادي زندگي بسر ڪرڻ تي هريل، ڪاڌي پيتي ۽ عياشيءَ کان پري، گنپيرائي ڏي مائل، خرافاتي ماحول کان

گوبند ڪندڙ. مسٽر جمشيد ميهتا. غلام علي چاڳلا. مولوي فتح محمد سيوهاڻي. شيخ عبدالمجيد ۽ حاتم علوي جهڙن مخلص ۽ لائق بزرگن جي صحبت ۽ مجلسن جو هيراڪ هوس. صرف لوڪلبورڊ جي تعلقات ۽ وقتي مصلحتن خاطر هنن سان تعلقات قائم رکيو آيس.

وڏيڪ احوال ڊائريءَ جي باب ۾ ذڪر ڪيل ڪن مجلسن جي ذڪر مان معلوم ٿي سگهندو.

آءٌ روزانو آفيس ۾ وڃڻ لڳس، بگيءَ ۾ چڙهي اتي ويندو هوس.

چيف آفيسر صاحب ڊاج موٽر ۾ چڙهي ايندو هو. ڪجهه وقت واندو وهڻ بعد ٻه چار ڪاغذ چيف آفيسر ملاحظ لاءِ موڪليندو هو. باقي سمورو ڪم پاڻ نيڪال ڪندو هو. جڻ تہ آئون صغير پريزيڊنٽ هوس هو ريجنٽ (سربراه ) چيف آفيسر هو.

راءِ بهادر شيوارام جي ڏينهن ۾ سارو انتظامي ڪاروبار پريزيڊنٽ هلائيندو هو. چيف آفيسر سيڪرٽري طور ڪم ڪندو هو.

قاضي صاحب عهدن بدلجڻ بعد اهو رخ اختيار ڪيو تہ چيف آفيسر، مکيہ انتظامي آفيسر هو. پريزيڊنٽ جو صرف لوڪبورڊ ميٽنگن سان واسطي رکندڙ ڳالهين سان واسطي هو.

انهيءَ روش اختيار ڪرڻ لاءِ سندس تعليمي لياقت، آفيسرن جي دوستي ۽ هشيار ميمبرن جي پشت ڪارڻ بنيا هئا.

ميمبر ۽ عام ماڻهو اڳين دستور موجب پريزيڊنٽ وٽ ايندا هئا. جڏهن ڪين چيف آفيسر ڏي موڪليندو هوس تہ هو ڪين ذهن نشين ڪندو هو تہ اختيار سندس هٿ ۾ هئا. پريزيڊنٽ جي معرفت وٽس اچڻ ۾ ڪوبہ فائدو ڪونہ هو. مون انهن سيني ڳالهين تي ابتدا ۾ صبر کان ڪم ورتو. مقرريون. موقوفيون، بدليون وغيره ڳالهيون، سڀ سياسي اقتدار لاءِ ڪار آمد هيون.

مون کي ڳوناڻي تعمير جو جنون دماغ ۾ ويهي ويو هو، ان ڪري انهي ڪم ۾ مشغول رهڻ غنيمت ڄاتم. ليڪن بدقسمتيءَ سان انهي جي تعبير جدا ڪئي ٿي.

هن ان تحريڪ اندر منهنجي اقتدار جو وڏڻ ڏٺو ٿي.

سياست ۾ گهڙڻ لاءِ منهنجا ۽ هن گروه جا مختلف نظريا هئا.

منهنجو ان مان خدمت خلق ۽ روحاني ترقي مقصد هو، هنن جو ذاتي اقتدار ۽ مادي ترقي مقصد هو. انهيءَ نظرياتي تصادم ڪئي معاملو درست

ين جي عيوض ويو ويتر منجهندو.

هنن منهنجي تجويزن کي بي عمل. سستي شهرت حاصل ڪرڻ جو ريعو سمجهيو ٿي. ان ڪري آفيسرن کي ذهن نشين ڪيائون تہ اهو وگرام ڪانگريس جي ڳوٺاڻي تعمير جو جزو هو. جنهن جو اصل مقصد، وام سان لاڳاپا پيدا ڪري انگريزن جي مخالفت ڪرڻ هو.

چي اهي ڪلڪتہ ڪانگريس ۾ پاس ٿيل نهراءَ جو حصو هئا، جن اٺهن جي مدد سان مون ڪم ڪرڻ گهريو ٿي تن مان گهڻو حصو بہ ڪانگريس ڪارڪنن جو هو. چيف آفيسر، ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ جي ريزيڊنٽ کي ڪائونسل جي اسپيڪر وانگر صرف وقتي صدارت ڪرڻ ۽ هي سان واسطي رکندڙ معاملن جو اختيار ڏيڻ ٿي گهريو. لوڪلبورڊ ايڪٽ وجب پريزيڊنٽ ضلع لوڪلبورڊ جو مکيہ ايگزيڪيوٽو عملدار هو. ڪلبورڊ ۾ راءِ بهادر جي ڏينهن ۾ ڪراچي ميونسپالٽيءَ جي پريزيڊنٽن جا شال اکين اڳيان هئم. ڪراچي ميونسپالٽيءَ جو ايڪس آفيشو ميمبر بہ وس.

آءٌ قاضي صاحب کي اڳي کان وڌيڪ اختيار ڏيڻ لاءِ تيار هوس پر و ان تي رضامند نہ ٿيو. هن لوڪلبورڊ جو مختيار ڪل ٿي رهڻ گهريو ٿي. يٽ آهستہ آهستہ ٿي شڪر رنجي پيدا ٿيڻ لڳي. مون ڪجهہ مصلحت ۽ ڪجهہ تعلقاتن ڪري معاملي کي وڌائڻ نٿي گهريو پر هر ڳالهہ جي حد يندي آهي. آخر دوستن ۽ بزرگن جي صلاح مشوري بعد مون ڪجهہ ڏند يڪارڻ شروع ڪيا.

آفيس ۾ حڪم موڪليم تہ پريزيڊنٽ جي نالي ۾ ايندڙ ٽپال ونڊي موڪلي وڃي. ان تي چيف آفيسر ناراض ٿي. ننڍا وڏا ويندي ڍڪن ني رتڙن سوڏا ڪاغذ مونڏي موڪلڻ لڳو. ٻي طرف آفيسرن، ميمبرن ۽ وستن وٽ شڪايت ڪرڻ لڳو تہ پريزيڊنٽ هن کان سڀ ڪم کسي ڇڏيو مي. هاڻ بهتر اهو ٿيندو تہ ڪو ڪلارڪ رکي ڪم هلائي، هيڏي پگهار اري چيف آفيسر رکڻ جي ضرورت نہ هئي.

سيد شاهنواز شاه کي مون پاڻ ڏي ڇڪڻ جي گهڻي ڪوشش ڪئي ر هو نوجوان، پيسي وارو، مستقبل جا خواب ڏسندڙ، رنگين صحبت جو ائق هئڻ ڪري پنهنجي سياسي رقيب، خشڪ طبع، ساڌو ۽ آفيسرن وٽ اپسند پيل مائهوءَ سان پلو اٽڪائڻ لاءِ تيار نہ هو. تنهنڪري انهيءَ صحبت

جي چار م ڦاٿو رهيو. اڳتي هلي ڪيس انهي لاءِ وڏي قيمت ڏيڻي پيئي.

شاه صاحب نجف علي شاه جو جڏيل نقد پيسو ۽ ساليانہ پيدائش

ڪراچيءَ جي رنگين صحبت جي تقاضائن جو بوجو گهڻو وقت برداشت ڪر
نہ سگهيا. انهيءَ جو احوال اڳتي ايندو. پر ان وقت شاه صاحب نہ پڙو.

مارچ جي آخر ڏاري حالت اها وچي بيٺي تہ ديهاتي پروگرام
لوڪلبورڊ ڪاروبار ۾ چيف آفيسر. سنڌس دوستن ۽ آفيسرن جي عدم تعاو
گهٽيون رنڊڪون وجهي ڇڏيون هيون.

مارچ م ٿيندڙ سماهي لوڪلبورڊ جي ميٽنگ ۾ ان جو ڪليو اظه
ٿيو ١٠- تاريخ اپريل ١٩٢٩ع کان مون ضلع جي گشت جو لنبو پروگرا
رکيو. جنهن مان منهنجو مقصد، ضلع جي رستن، کوهن، مسافر خان
سڪولن، ڳوٺن، عوام جي اقتصادي، معاشرتي حالت معلوم ڪرڻ، عوا
تائين ڳوٺائي هلچل جو پيغام پهچائڻ ۽ سائن رابطا قائم ڪرڻ هو.

قاضي عبدالرحمٰن جيف آفيسر ۽ سندس سنگتي مخالف ٿي چڪا ه
تن انهيءَ گشت کي منهنجي عوام ۾ مقبوليت جو پيش خيم سمجهي، ان
ناڪام بنائڻ لاءِ سٽون سٽڻ شروع ڪيون. عام ماڻهن جي واقفيت، وق
جي پابنديءَ خاطر پروگرام ۾ ڏينهن وار مفصل ڪارگذاريءَ جو ذڪر ڪ
هو.

لوڪلبورڊ عمارتن تپاسڻ. ماڻهن سان ملاقات ڪرڻ، ڳوٺن
وڃڻ. رستا ڏسڻ. ميٽنگن وغيره جو ڪلاڪ وار ذڪر ڪيل هو.

هن گروه ڪليڪٽر ڪراچي مسٽر گبسن ( جو خودسر ۽ بددم.
انگريز عملدارن مان هو ) تي ذهن نشين ڪيو تہ خودڪليڪٽر يا ڪمش
بہ اهڙا تفصيلوار پروگرام نہ ڪندا آهن سواءِ گورنر ۽ وائسراءِ ج
منهنجي اهڙي پروگرام ڪڍڻ مان ڳوٺائن تي اثر ۽ رعب وهارڻ جو مطل
هو.

ازانسواءِ گشت ۾ ميٽنگون ۽ جلسا ڪرڻ مان ڪانگريس
پرچار مقصد هوم. مسٽر گبسن دباءُ ۽ تشدد جي پاليسيءَ کان مشهور ه
هو انهن عملدارن مان هو. جن آزاد خيال هندوستانين کي هبسائي انهن م
آزاديءَ جو روح فنا ڪرڻ پنهنجو پيشو ڪري رکيو هو.

... ۾ ڪانگريسين مٿان سختي. سيٺ محمد جعفر خواجہ
... ۾ اٽڪائڻ، سندس ڪارنامن جا ڪي مثال هئا.

ان جڏهن پروگرام ڏنو ته سخت مشتمل ٿي ويو.
مثال خاطر پروگرام مان هڪ تاريخ جو نڪر پيش ڪجي ٿو:

**۱۰- تاريخ اپريل - ۱۹۳۹ع.**

"صبوح جو ۹ بجه ڪراچيءَ مان نڪري ابراهيم حيدريءَ پهچبو- ۱۰ڪان ۱۱ بجي تائين ڳوٺ ۾ رهي ماڻهن سان احوال ڪري حالتن جو جائزو وٺي. اتان نڪري ريڙهي ڳوٺ ۾ ۱۱ ڪان ۱۲ بجي تائين رهبو. اتي لوڪلبورڊ عمارتون ڏسي- مڪاني مير بحرن جا احوال وٺي. ڳوٺ جي حالت ڏسي ۽ ڏسي ۱ بجي لانڊي پهچي اتي ڏرمسال، بنگلہ، فارم. ڪوهه ڏسي ماني ڪائي، آرام ڪري ۴ بجه شام جو نڪري رستا عمارتون ڏسندو، ملير ۾ آسو هندو ڳوٺ جي سڪول ۾ منعقد ٿيل جلسي ۾ ڊائلاگ ڏسي، عام ماڻهن کي خطاب ڪبو.

پوءِ ماڻهن کان سندن شڪايتن ۽ گهرجن جا حالات معلوم ڪري، موٽي اچي لانڊي جي لوڪلبورڊ بنگلي ۾ ماني ڪائي آرام ڪبو"

اهڙي طرح ساري مهيني لاءِ پروگرام ٺهيل هو.

گشت ۾ مون سان ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ اورسير مسٽر نارائنداس، ڊويزنل اورسير مسٽر هاسومل، سڪولن جو سپر وائيزر مسٽر عبدالرسول سومرو ۽ ٻيا عملي جا ماڻهو هئا.

پبلڪ جي قومي ڪارڪنن مان مسٽر حاتم علوي هو.

جلسن جو انتظام عام ماڻهن ۽ اسڪول ماسترن ٿي ڪيو. رٿ هئي ته اهڙن جلسن تي ٿيندڙ خرچ جو اڌ خرچ عام ماڻهو چندي مان ڪندا، باقي رقم لوڪلبورڊ طرفان ڏني ويندي. جنهن لاءِ ضلع لوڪلبورڊ نهراءَ ذريعي ۷۰۰ روپيه منظور ڪيا هئا.

آفيسرن جي گشت وقت اهو دستور هوندو آهي ته ننڍي عملي ۽ دفتر، مڏي جو خرچ امپريسٽ اڪائونٽ مان ڪري پوءِ بل ٺاهي پيسا وٺي ان جو پورائو ڪيو ويندو آهي. حقيقت ۾ امپريسٽ اڪائونٽ رکڻ جو مقصد ئي اهو هوندو آهي.

ڊسٽرڪٽ اورسير هميشه جي دستور موجب اڪائونٽنٽ، چيف آفيسر ۽ پريزيڊنٽ جي اجازت سان امپريسٽ اڪائونٽ مان پيسا پاڻ سان کنيا. ليڪن چيف آفيسر، منهنجي گشت ۾ وڃڻ بعد پويان ڪليڪٽر کي وڃي چيو ته بي قانوني طور پريزيڊنٽ گشت لاءِ پيسا ڪٽائي ويو آهي.

ان تي شهرت ڪرڻ لاءِ ڪليڪٽر سنڌس پرسنل اسسٽنٽ کي لوڪلبورڊ آفيس ۾ جانچ لاءِ موڪليو. چيف آفيسر ڪيس بيان ڏنو ته امپريسٽ اڪائونٽ جا پيسا ڪٿان آهن جي پريزيڊنٽ بنا اجازت جي ڪڍائي ويو آهي. جڏهن ته چيف آفيسر عملدار هو ۽ پريزيڊنٽ زيردست هو.

ڪليڪٽر صاحب سخت ڪاوڙيو. ان گشت ۾ مونڏي ليٽر لکي موڪليو:

" ته اوهان بيقاعدي پيسا لوڪلبورڊ آفيس مان ڪڍائي ويا آهيو اهي يڪدم موٽائي موڪليو ۽ گشت يڪدم بند ڪريو جو ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته ان جو دائرو لوڪلبورڊ جي مقصدن کان ٻاهر ۽ سرڪاري پاليسيءَ جي خلاف هو. ڪراچي اچي مون سان ملو"

ٻي طرف مخالف گروه افواه ڦهلائڻ شروع ڪيا ته شاهه صاحب ڪانگريس جي پرچار ڪري ٿو ۽ لوڪلبورڊ جا پيسا بي قاعدي ڪڍي ويو آهي. ان ڪري ڪليڪٽر صاحب ڪاوڙجي ڪيس جيل ۾ وجهندو وغيره.

آءٌ گشت ڪندي جڏهين ٺٽي پهتس ته ڪليڪٽر جو ليٽر به اچي مون کي پهتو ۽ شاهنواز شاهه طرفان ڦهلايل افواهن، دوستن کي انتظار ۾ وجهي ڇڏيو هو.

منصوبه ساز مائٽن جو اهو پرائو حربو آهي ته غلط افواهه ڦهلائي، مخالفن کي هيسائين. آءٌ عمر ۾ ننڍو هوس. لوڪلبورڊ جو چيف آفيسر مخالف هو. آفيسر مخالف هئا. ڪليڪٽر کي لوڪلبورڊ ايڪٽ ۽ ضلع عملدار هئڻ ڪري ڪيترا اختيار هئا.

ڪانگريس تحريڪ هلندڙ هئي ان جي آڙ ۾ هو ڪجهه به ڪري سگهيو ٿي.

سنڌس انتقامي جذبو ۽ آزاد خيال ڪارڪنن لاءِ نفرت زبان زد عام هيون.

ان ڳالهه مونکي ڳوڙهي غور ۾ وجهي ڇڏيو. هڪ طرف ڳوٺ سڌار هلچل جو خيال، عوام سان تعلقات پيدا ڪرڻ جي خواهش، ڳوٺن جي معلومات حاصل ڪرڻ جو جذبو ڪم ڪري رهيو هو.

ٻي طرف منتقسم مزاج عملدار جي مخالفت، چيف آفيسر ۽ سنڌس دوستن جي سازش جو ڊپ سامهون هو. به راهي تي هوس يا ته مخالف جي سازشن کان پاڻ بچائڻ لاءِ سرتسليم خم ڪريان يا توڪل ڪري

مشڪلاتن کي منهن ڏيئي، جنهن مشن سان گشت شروع ڪيو هوم. ان کي پورو ڪريان.

اتي مون سان بيو ڪوبہ مائهو صلاح ونڻ جي لائق حاتم علويءَ ڪانسواءِ ڪونہ هو. مڪاني زميندارن کان صلاح ونڻ بيڪار هئي جو هنن کي عملدارن جي مخالفت ڪرڻ جي سُتي ڪانہ پيل هئي. خلافت تحريڪ جي ختم ٿيڻ ۽ ڪانگريسن جي ڪائونسلن ۽ لوڪلباڊيز ۾ گهڙي ڪم ڪرڻ بعد مون ارادو ڪيو هو تہ ڳوٺ سڌار هلچل واسطي آفيسرن جي همدردي حاصل ڪري ڳوٺن ۾ ڪم ڪندس.

انهي ڪري فيبروريءَ جي ميٽنگن ۾ ضلع جي ٿنهي ڊپٽي ڪليڪٽرن کي گهرايو هوم ۽ پنهنجي هر ڪاروائي ۽ تجويز کان ضلع جي عملدارن کي واقف ڪندو رهندو هوس.

مسٽر براڻون ڊپوٽي ڪمشنر ضلع گر گاٺون جوڳوٺ سڌارڪ هلچل بابت لکيل ڪتاب منهنجي نظر مان گذريو هو. مون سمجهيو هو تہ ان وانگر هتي بہ آفيسر منهنجي مدد ڪندا تنهن ڪري ان طرف کان مخالفت جو مون کي خواب خيال بہ ڪونہ هو. ليڪن هتي همت افزائي جي عيوض مخالفت ٿي. انهن حالتن ۾ فيصلو ڪرڻو هوم تہ ڪهڙو رستو اختيار ڪريان.

آخر حاتم جي مشوري سان ڪليڪٽر کي لکي موڪليم "تہ امپريسٽ اڪائونٽ جا پيسا پاڻ سان رکڻ ضلع عمدارن جي دستور موجب بي قاعدي نہ هئا پر جنهن صورت ۾ اوهان اعتراض ٿا ڪريو تہ اهي پيسا آفيس ۾ موٽائي موڪلجن ٿا.

پر آءٌ گشت بند نہ ڪندس. ان کي پورو ڪرڻ بعد اوهان کي اچي ملندس."

ٿتي مان خاتم صاحب ڳوٺائي تڪليفن ڪري موني ڳوٺ ويو. ان جي عيوض مولوي عبدالڪريم چشتي شڪارپور وارو ساڻ ڪنيم.

هن وقت تائين ٿتہ- ڊويزن جي چئن تعلقن. ڪراچي، ميرپور ساڪرو. گهوڙاباريءَ ۽ ٿتي جو گشت پورو ڪري چڪو هوس. جنهن جو مفصل احوال ڊائريءَ جي باب مان معلوم ٿي سگهندو.

هتي ڪراچي ضلع جي ڳوٺائي زندگي، مالي حالت. صحت. تعليم ۽ مڪاني هنرن بابت ١٩٢٩ع جي وقت جو احوال پيش ڪريان ٿو.

* ٺٽہ ڊويزن *

* آدمشماري انگ *

١- ڪراچي تعلقہ ٤٠٠٠٠- ٢- ميرپور ساڪرو تعلقہ ٣٥٠٠٠-

٣- گهوڙا باري تعلقہ ٢٥٠٠٠ - ٤- ٺٽہ تعلقہ ٨٠٠٠٠ -

ڳوٺن جي حالت نهايت خراب هئي، اڪثر گهر ڪکن جي جهوپڙن يا ڪچين لانديين جا ٺهيل هئا. گهٽين ۾ گهرن اڳيان، مٽي، پاڻ، گندگيءَ جا ڍير لڳا پيا هوندا هئا.

ماڻهن جا ڪپڙا ڦاٽل ۽ ميرا هئا. منهن لٿل هئن ۽ بيمارين ۾ ورتل هئا. سندن ڪاڏو ڳاڙهن چانورن جي رُکي ماني يا لسي، ڪير سان هئي. سندن پيشو زراعت ڪانسواءِ فراسيون ۽ توبرا ٺاهڻ، تڏا ۽ پکا جوڙڻ، مڇي مارڻ، مال ڌارڻ هئا. زميندارن جي حالت ڪجهہ بهتر هئي پر آباديءَ لاءِ پاڻي جي پوري انتظام نہ هئڻ ڪري، اهي بہ ڏتڙجي ويا هئا جنهن ڪري مالي مشڪلاتن ۾ غلطان هئا. چوپايي مال جي چوري عام هئي، ڪامورن جي رشوت، رسائي ۽ ظلم جون شڪايتون عام هيون.

پوءِ شاہ بندر ڊويزن جي گشت تي ويس ان جا انگ اکر هيٺيان هئا.

شاهہ بندر ڊويزن

| نمبر | تعلقہ | جملي ڳوٺ | لوڪل بورڊ اسڪول | مُلا اسڪول | سينيٽري ڪميٽيون | اسڪولن کانسواءِ ڳوٺ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| .١ | سجاول | ١٣٠ | ١٠ | ١ | ١ | ١١٩ |
| .٢ | ميرپور بٺورو | ١٦٣ | ١٣ | ٧ | ٨ | ١٤٣ |
| .٣ | جاتي | ٣٧ | ٠٧ | ٤ | ٢ | ٠٢٦ |
| .٤ | شاهبندر | ٤٠ | ١٤ | ٥ | ٤ | ٠٢١ |
| ٽوٽل | | ٦٧٠ | ٤٤ | ١٧ | ١٥ | ٣٠٩ |

آدمشماري انگ

١- سجاول ٣٢٠٠٠ - ٢- ميرپوربٺورو ٣٥٠٠٠ -

٣- جاتي ٢٧٠٠٠ - ٤- شاہ بندر ٣٠٠٠٠ -

ڳوٺن جي حالت ساڳي هئي. البت سجاول ۽ ميرپوري بٺوري تعلقه ۾ آبادي زياده هئڻ ڪري، مائهن جي مالي حالت ذرا بهتر ۽ پڪن ڳوٺن جو تعداد زياده هو.

اهو گشت ٢٨ - اپريل ١٩٢٩ع تي پورو ڪري ڪراچيءَ پهتس.

ٻي ڏينهن ٢٩- اپريل تي ڪليڪٽر ڪراچيءَ جي لکڻ مطابق ڪيس ملڻ ويس.

هن شرافت کي ڇڏي پڇيو تہ ڇو آيو آهين؟ جڏهن مون توکي لکيو تہ ڪونہ آئين. هاڻ توسان گفتگو ڪرڻ نٿو گهران.

ٻهريون دفعو اهڙي ذليل طبع انگريز سان واسطو پيو هوم.

خلافت تحريڪ جي زماني ۾ انگريزي حڪومت جي مخالفت ڪرڻ جي باوجود بہ مسٽر ٿامس ۽ هبسن ڪمشنرن کي ملندو هوس. دل ۾ ڇا بہ هوندو هون هو نهايت مهذب نموني سان پيش ايندا هئا. هن وقت تہ حڪومت جي مخالفت بہ ڪانہ ڪئي هيم. ڳوٺ سڌارڪ تحريڪ جي ڪم سان ڳوٺن ۾ ويو هوس.

آءٌ ضلع جو چونڊيل پريزيڊنٽ هوس. جنهن پنهنجي پاليسي بدلائي، عملدارن جي مدد ۽ همدرديءَ سان ڳوٺائي تعمير جو ڪم ڪرڻ گهريو ٿي.

سنڌس رويي منهنجي طبيعت تي هڪ عجيب رد عمل پيدا ڪيو ٻاهر نڪرڻ بعد سارو احوال دوستن سان ڪيم. ان بعد فيصلو ڪيم تہ هن ڪليڪٽر سان ڪوبہ لاڳاپو نہ رکبو. انهيءَ ساري ڪارگذاريءَ لاءِ ڪليڪٽر ۽ چيف آفيسر ۽ سنڌس دوست جوابدار هئا.

انڪٽ موجب لوڪلبورڊ ڪاروبار مٿان نظرداريءَ جا ڪي اختيار ڪليڪٽر کي هوندا هئا جي اڪثر غير معمولي حالتن ۾ ڪم آڻيا هئن. ليڪن گبسن صاحب جي تيڏين اکين ۾ هر شيءِ تيڏي ٿي نظر آئي. تنهن ڪري هي منهنجي مخالف گروه جو حامي بنجي پيو.

انهيءَ وقت ڪان وٺي، سارو لوڪلبورڊ پريزيڊنٽي جو عرصي باوجود رات ڏينهن بي لوث خدمت ڪرڻ ۽ پنهنجي ٿوري پيدائش کي صرف ڪرڻ جي، هڪ منظم سازش ۽ مخالفت جو شڪار ٿيڻ لڳس.

ڳوٺ سڌار تحريڪ بابت سارا رٿيل پروگرام رنڊجي پيا. هر وقت مشڪلاتن کي منهن ڏيڻو ٿي پيو. پر ان هوندي بہ همت نہ هاري حالتن کي منهن ڏيندو آيس.

۱۲- مئي مهيني ڌاري اختلاف وڌي ويا هئا. جن جو پڙاڏو پڌي سيد حاجي عبدالرحيم شاه سجاول واري هڪ خط موڪليو اهو هيٺ ان احوال تي روشني وجهڻ لاءِ ڏيان ٿو:

"من از بيگان گان هرگز نہ نالم
کہ باماه رحم کرد آن آشنا کرد

اوهان کي خدائي عطا ڪيل استقلال جي مبارڪ هجي. بيو ڪو هجي ها تہ هينئري جڪتاڻ تي هوند بزدل ثي پوي ها. اميد تہ اوهان انهن مڙني تڪليفن کان لنگهي وڃي پار پوندا. انهيءَ ۾ اوهان کي وڌيڪ مضبوط ڪرڻ لاءِ شايد خدائي خواهش آهي. دشمن جا منهن اميد تہ سياهہ ٿيندا. ۽ڌو چار پڪڙيل هو، هي خارمغيلان آهن انهن جو ذڪر نہ ڪبو. اوهان کي سچ جي سندري مضبوط ڪيو آهي جو روزبروز مضبوط ٿيندو ويندو"

ان کان پوءِ ڪوٽڙي ڊويزن جو گشت شروع ڪري پورو ڪيم.

اهڙي طرح ڪليڪٽر ۽ سندس حوارين جي پرواهہ نہ ڪري سارو ضلع گهمي، ڳوٺ سڌارڪ هلچل جو پيغام، ضلع جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پهچائي، عام ماڻهن سان سڌا تعلقات قائم ڪري، ضلع جي ٽڪري ٽڪري جي حال کان واقف ٿيس.

ان ڪليڪٽر جي ملاقات کان پوءِ منهنجي تقريرن ۾ باوجود محتاط هئڻ جي تلخي پريل هوندي هئي. آفيسرن جي تعاون جو آسرو ختم ٿي چڪو هو.

انهيءَ وقت هڪ خط تاريخ ٢٦ جون ١٩٢٩ع تي ڳوٺ لکيم. اهو منهنجي ان وقت جي دلي تاثرات جي آئينہ طور هيٺ پيش ڪريان ٿو:

"ڳوٺ کان گهڻو وقت ٻاهر رهڻ ڪري ائين نہ سمجهڻ گهرجي تہ عزيز خويش، ڳوٺ راڄ وسري ويا اٿم. پر هتي ملڪي خدمت جي جنون ۾ مشغول رهڻ ڪري خط پٽ ڪونہ لکيو اٿم.

جيتوڻيڪ حالت اها آهي تہ هتي خدمت جي عيوض موريگو دشمنين جو شڪار بڻتو پيو اٿم. عوام ۾ بيداري ڪانہ آئي آهي. وتن ريون سڀ پوٺ ڪاريون آهن.

ليڪن انهيءَ ڪري دل شڪستو يا ناراض نہ ٿيو آهيان. تاريخ اهڙن مثالن سان ڀري پيئي آهي. امير امان الله جو مثال اکين اڳيان آهي.
حافظ انهيءَ کي نظر ۾ رکي چيو آهي:

"نيست درين قوم خدا يا مددي
يا سيرم گوهر خود رانجريدار دگر"

انهن رنڊڪن ۽ مشڪلاتن هوندي به مون ان وقت ٻاڻ ڪي سماجي، ثقافتي، اقتصادي ۽ لوڪلباڊيز جي ڪمن ۾ اهڙو مشغول ڪري ڇڏيو هو، جنهن جو اندازو هيٺين مشغولين جي لسٽ مان پڄي سگهندو:

(۱) ضلع لوڪلبورڊ جي جملي ڪاميٽين ۾ حصو وٺڻ ۽ آفيسرن ۽ آفيس عملي جي عدم تعاون ۽ رنڊڪن کي منهن ڏيڻ.

(۲) ڪراچي ميونسپالٽي جي اڪثري ڪيٽنگن ۾ حاضر رهڻ جي هفتي ۾ ٻه دفع ٿينديون هيون.

(۳) ڪراچي ميونسپالٽيءَ جي گارڊن ۽ ميوزم ڪميٽيءَ ۾ ميمبر طور دلچسپي وٺڻ.

(۴) فري ميسن ٿي، ان جي ڪاروبار مان واقفيت حاصل ڪرڻ.

(۵) سنڌ سينٽرل ڪوآپريٽو بئنڪ جي مکيه ڊاريڪٽر طور انجي جملي ڪميٽن ۾ ڪم ڪرڻ .

(٦) ملير ڪوآپريٽو سوسائٽين جهڙوڪ- ڪريڊٽ، سيڊ ۽ سيل سوسائٽين ۾ ملير جي آبادگارن کي، سندن مالي مشڪلاتن کان ٻاهر ڪڍڻ لاءِ ڪم ڪرڻ

(۷) ڪراچي ضلع جي ڳوٺ سڌارڪ هلچل جي سيڪريٽريءَ طور تحريڪ جي پيغام کي ڳوٺن تائين پهچائڻ .

(۸) ضلع ڪراچيءَ جي زميندار ۽ آبادگار ائسوسيشن جي سيڪريٽري جون خدمتون ادا ڪرڻ.

(۹) ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ ۾ داخل ٿي، ان جي مختلف شاخن يوٿ ليگ، ايسوٽيرڪ سيڪشن ڪوميسنري ذريعي جي معلومات وسيع ڪرڻ

(۱۰) ڪوآپريٽو تحريڪ کي ڳوٺن تائين پهچائڻ ۽ اقتصادي سروي ڪرڻ لاءِ ڪراچي ڪوآپريٽو انسٽيٽيوٽ جنهن جو چيرمين مسٽر جمشيد ميهتا هو، جو سيڪريٽري ٿي ڪم ڪرڻ.

(۱۱) سنڌ ۽ بمبئي ڪوآپريٽو انسٽيٽيوشن ۾ ميمبر طور ڪم ڪرڻ.

(۱۲) انجمن ترقي اردو جي مئنيجنگ ڪميٽيءَ تي اردوءَ کي زور وٺائڻ لاءِ ميمبر ٿي ڪم ڪرڻ .

(۱۳) ...ڪ مينز ائسوسيئشن ۾ دلچسپي ورتي. ان جي ميمبر ۽ صدر جي حيثيت ۾ ڪم ڪرڻ .

(۱۴) سنڌ مدرسي بورڊ تي ڪم ڪرڻ.

(۱۵) مدرسہ هاشميہ سجاول جي ٽرسٽي طور ڪم ڪرڻ.

(۱٦) سنڌ محمدن ائسوسيئشن ۾ ميمبر طور ڪم ڪرڻ.

(۱۷) ڪانگريس ڪميٽي سن جو پريزيڊنٽ ٿي ڪم ڪرڻ.

(۱۸) مسلم جيمخانہ ڪراچيءَ جو ميمبر ٿي رهڻ.

(۱۹) ايڊاريو بلائينڊ وئيلفيئر ائسوسيئشن تي ميمبر ٿي ڪم ڪرڻ.

انهي وقت ڌاري ڪيترا اهڙا مسئلا هئا جن بابت حڪومت تائين مسلمانن جي آواز پهچائڻ جي ضرورت محسوس ٿي ڪئي ويئي. هندن جي ترجماني لاءِ سنڌ آبزور اخبار موجود هئي. ڊيلي گزيٽ حڪومت جو طرف ٿي پيش ڪيو. ان ڪري ۸ جولائي تي علام آءِ آءِ قاضيءَ جي جاءِ تي مسلمانن جي اخبار کولڻ لاءِ ميٽنگ گڏ ٿي پر سرمايي نہ هئڻ ڪري، اهو سوال حل ٿيّ نہ سگهيو.

انهيءَ وقت ڌاري. چند قومي ڪارڪنن طرفان ڪوششون ٿي رهيو هيون تہ مسلمانن جي هڪ سياسي جماعت قائم ڪجي. اڳ ۾ بيان ڪري آيو آهيان تہ اهڙي هڪ ڪوشش شيخ عبدالمجيد طرفان بہ ٿي هئي پر زميندار طبقہ جي آزاد خيال سياستدانن سان گڏجي ڪم ڪرڻ جي ڊپ کان اها ڪامياب نہ ٿي سگهي هئي. جولائي ۾ وري بابا مير محمد بلوچ ميٽنگ گهرائي پر اها بہ سنڌ جي زميندار مسلمانن جي نہ اچڻ ڪري ڪامياب ٿي نہ سگهي.

جولائي جي آخر ۾ مولوي فتح محمد صاحب سيوهاڻي کي عرض ڪيم تہ مسجدن ۾ پراڻي قسم جي خطبن جي عيوض کي نئين قسم جا خطبا تيار ڪري.

هن صاحب انهيءَ ڪم جي سرانجاميءَ جو وعدو ڪيو پر عدم فرصتيءَ ڪري، ان وقت اهو ڪم پورو ڪري نہ سگهيو.

انهيءَ وقت ۾ خانبهادر عظيم خان سنڌ ڪآپريٽو کاتي ۾ ڊپٽي رجسٽرار ٿي ڪم ڪري رهيو هو. هن صاحب کي ڪوآپريٽو تحريڪ کي زور وٺائڻ جو جنون سر ۾ سمايل هو. ان ڪري هو مشنريءَ جي طرح رات

ڏينهن، ننڍ ڦـتـائي ان ڪم ۾ مـشـغول ٿي رهيـو. هن سنڌ ۾ ڪنهن بہ ڪارڪن کي، جو سندس نظر ۾ انهي تحريڪ کي زور ونائڻ لاءِ ڪارآمد ٿي سگهيو ٿي، ملي حرص ڏيارڻ ۾ ڪوتاهي نہ ڪئي.

مسٽر جمشيد ميهتا جي مدد سان هن سنڌ سينٽرل ڪوآپريٽو بئنڪ ڪراچيءَ ۾ قائم ڪئي هئي. اهڙي طرح زميندارِي بئنڪون، سينٽرل بئنڪ جون برانچون، ڪوآپريٽو سوسائٽيون جو چار، سنڌ ۾ پکيڙي ڇڏيو هئائين.

هو ياروِيس، مهل سر ڪم ايندڙ، مخلص ۽ ايماندار آفيسر هو. هن کي جڏهن خبر پيئي تہ آءٌ هڪ نوجوان، محنتي ڪارڪن هوس تہ هن مون کي سنڌ سينٽرل ڪوآپريٽو بئنڪ جو ڊائريڪٽر ٿيڻ لاءِ چيو. سگهوئي مونکي ان تي چونڊايائين. ان وقت بئنڪ جو چيرمين مسٽر جمشيد ميهتا هو.

ليڪن بورڊ تي اڪثريت هندو ڊاريڪٽرن جي هئي. مسلمانن کي ان طرف گهٽ توجهہ هو. ان وقت وياج تي قرض ڏيندڙ اڪثري هندو هئا ۽ قرضي مسلمان آبادگار هئا.

هي ڪوآپريٽو سوسائٽيون ۽ بئنڪون، آبادگارن جي مدد لاءِ برپا ڪيل هيون. آبادگارن جو وڏو حصو هندن جي قرضن ۾ ڦاٿل هو. بئنڪ جي پاليسي باوجود مسٽر جمشيد ۽ خانبهادر عظيم خان جي ڪوشش جي، ڊاريڪٽرن آبادگارن جي فائدي لاءِ نٿي هلائي. جي ڊپازٽون هندن جون هيون اُن ڪري انهن جي حفاظت جي تقاضا هئي تہ قرض پاهراڙي ۾ ڇٽا ڏجن ۽ جيڪڏهن ڪو سال پوڪ نيڪ نہ ٿئي تہ بہ زوريءَ وصوليون ڪجن وغيره. عنقريب سکر براج کلڻ وارو هو. هن بئنڪ کي سنڌ جي آبادگار طبقي لاءِ وڏو اهم پارٽ ادا ڪرڻو هو. ان ڪري هن مون سان مشورو ڪيو تہ ان تي ڪارگر مسلمان ڊاريڪٽر چونڊائجن. ان لاءِ حاتم علوي، خانبهادر کهڙي، ميران محمد شاه، خانبهادر غلام نبي شاه، سيد نور محمد شاه، ميرزا فرخ بيگ، خانبهادر الهہ بخش، شيخ غلام محمد شڪارپور وغيره کي آهستي ڪري بئنڪ تي آڻڻ جو پروگرام ناهيو ويو جو ٻن سالن جي اندر مڪمل ڪرڻو هو. ازانسواءِ هڪ غير هندو مئنيجر رکڻو هو.

جيئن تہ لياقت وارو مسلمان مئنيجر ملڻ مشڪل هو، ان ڪري مسٽر ڊنشا دستور کي آندو ويو.

خانبهادر تجربيڪار، ديرينو ڪارڪن هو. سو پروگرام کي آهستہ

آهستہ مظاهري سان پوري ڪرڻ جي فائدي ۾ هو پر آءٌ ان کي جلد عمل ۾ آڻڻ جي فائدي ۾ هوس. ان جو مختصر احوال ڊائريءَ جي باب مان ملي سگهندو.

انهيءَ طرح ساري ڪوآپريٽو تحريڪ کي درست ڪري آبادگار طبقہ جي عيوضين جي اثر هيٺ آندو ويو.

ڪراچيءَ کي ڀاڄي، ميوو، گاهہ وغيره پهچائڻ جو ڪم ملير جي زمينن تي ڏنو. وڏيل ضرورتن جي مطابق پاڻي مشينن جي ذريعي مهيا ڪرڻ ۽ سڌريل ٻجن ۽ روزمره جي خرچن لاءِ آبادگارن کي قرضن جي ضرورت هئي. هن ڪان اڳ اهي پيسا هنن کي واپارين کان ملندا هئا. جي وياج هڪ طرف وٺندا هئن ۽ اڳهن ۾ چوٽ ٻي طرف ڏيندا هئن. انهيءَ تڪليف کي دور ڪرڻ لاءِ خانبهادر عظيم خان ۽ مسٽر جمشيد ميهتا ملير ايراضيءَ لاءِ ٽي سوسائٽيون، هر هڪ ڪريڊٽ سوسائٽي، سيڊ سوسائٽي، سيل سوسائٽي برپا ڪرايون هيون. جن ذريع ٽيهہ ڪن لک رپيہ بئنڪ جا انهن سوسائٽين ۾ سيڙايا ويا هئا. پهرين مهاڀاري لڙائي جي وقت ۾ اگهن جي چڙهڻ ۽ خرچن جي وڌڻ، ٻہ ٽي سال سٺن فصلن ٿيڻ ڪري، آبادگارن جي حالت بهتر ٿي ويئي هئي. جنهن ڪري سندن رهڻي ڪرڻي جو خرچ وڌي ويل هو. ليڪن سگهوئي اگهن جي لهڻ، فصلن جي خراب ٿيڻ ڪري هنن جا قرض بقاياڻن ۾ رهجي ويا.

بئنڪ جي شهري ڊپازٽ وارن عيوضين جي تقاضا هئي تہ ڪيئن بہ ڪري قرض وصول ڪجن، جا ڳالهہ زمينن کي سستي دامن ۾ نيلام ڪرڻ ڪانسواءِ پوري ٿي نہ ٿي سگهي.

خان بهادر عظيم خان جو رايو هو تہ اهي قرض آهستہ آهستہ ڪري وصول ڪجن.

ڪيس اميد هئي تہ ٻہ ٽي فصل سٺا ٿيڻ، ۽ اگهن جي سڌرڻ ڪري اهي قرض سهوليت سان لهي ويندا. هن کي ڊپ هو تہ جي اها پاليسي نہ اختيار ڪئي ويئي تہ ڪراچيءَ جي پرواري سموري زمين غير آبادگار طبقي جي هٿن ۾ اچي ويندي. هن مون کي آماده ڪيو تہ انهن سوسائٽين جي ڪم تي بئنڪ طرفان نظرداري ڪندو رهان.

اهڙيءَ طرح سان سهوليت وارين قسطن ۾ قرض وصول ڪرڻ جي تجويز بئنڪ کان منظور ڪرائي سگهيا سون.

ليڪن آبادڪارن جي فصل کي سير سومستي معرفت. سڻن کين ڍ نيڪال ڪرائڻ. پٽ وارن آبادڪارن جي همت افزائي ڪرڻ ۽ فضول خرچ ۽ ڪپتين جي سخت نگراني ڪرڻ. منهنجي وقت تي ڪيترو بار وڏو بر اهو برداشت ڪرڻو پيم.

اهو سڀ ڪم آنرري طور ڪرڻو پيو ٿي.

آگسٽ ڌاري ضلع ۾ سخت ٻوڏون ۽ برساتون پيئون ان ڪري گهڻو وقت ڳوٺ ۾ رهيس.

آڪٽومبر ڌاري وري ڪراچي ۾ اچي حسب معمول ڪمن ۾ مشغول ٿيس.

لوڪلبورڊ ۾ اختلاف گهڻو وڌي ويا هئا. هڪ طرف سرڪاري آفيسر. چيف آفيسر. شاهنواز شاهه. خانصاحب گبول ۽ ٻيا هئا. ٻي طرف آغا هوس. جيتوئيڪ آزاد خيال ميمبر جهڙوڪ حاجي عبدالرحيم شاه ۽ مسٽر طيب علي وغيره جي همدردي مون سان هئي پر اهي مشغول ماڻهو هئا. آفيس جي طرف کان ڪليو ڪلايو رنڊڪن. معاملي کي ڪافي پيچيده بنائي ڇڏيو هو. هيٺ مثال طور ڪي ڳالهيون پيش ڪريان ٿو، جنهن مان مخالفت جي اندازي جو پتو پئجي سگهندو.

(۱) سيد شاهنواز شاه چيرمين لوڪلبورڊ اسڪولبورڊ. سن جي زناني اسڪول جي مسواڙ ڏيڻ کان انڪار ڪيو. جي اهو پريزيڊيٽ جو ڳوٺ هئڻ ڪري ان کي ڏيڻ گهرجي. گهر واري مالڪ کي اهڙو خط لکي موڪليائين، جنهن جي آڌار تي هن دعويٰ ڪري مسواڙ جا پيسا مون کان ڀرائي ورتا.

(۲) چيف آفيسر ڪليڪٽر جي حڪم جي بهاني تي ڪئمپ ۾ ڪيل جلسن تي لوڪلبورڊ طرفان منظور ڪيل پيسن ڏيڻ کان انڪار ڪيو. ويچارا ماسٽر جن اهو خرچ ڪيو هو نهايت تنگ ٿيا. نن انڊمنسٽريٽو آفيسر کي لکي موڪليو تہ کين اهي پيسا ڏنا وڃن.

ان تي چيرمين اسڪولبورڊ ميان شاهنواز شاه سنڌس ڪروڌ جي چرچ تي مونکي خط لکي موڪليو تہ "اهي پيسا اوهان پنهنجي جيب مان ڀري ڏيو جو اهي جلسا اوهان پنهنجي صدارت ۽ سستي مشهوري لاءِ سڏايا هئا. جي اوهان اهي پيسا يڪدم نہ ڀري ڏيندا تہ ڪليڪٽر صاحب کي اوهان جي اهڙي هلت لاءِ ڏيان ڇڪايو ويندو."

(۲) لوڪلبورڊ اڳيان ٺهراءُ اندا ويا تہ پريزيڊنٽ جي بنگلي تائين ٽيليفون ڪنائي وڃي. ضلع ڪراچيءَ جي گشت جو پاڙو پنو پريزيڊنٽ کان پرايو وڃي جو گشت سرڪار جي خلاف هو وغيره.

(۴) اهڙا نوٽ آڊٽ رپورٽ ۾ ڪرايا ويا تہ پريزيڊنٽ کي ٽيليفون نہ هجي. سندس گشت جو مقصد. لوڪلبورڊ مقصدن کان ٻاهر هو. ان ڪري پنو پاڙو هن کان موٽايو وڃي. آينده سندس گشت تي بندش وڌي وڃي. وغيره

ضلع لوڪلبورڊ ڪراچيءَ ۾ رستن جي ٺاهڻ، مرامت ۽ جاين جي تعمير ۽ مرامت تي ساليانہ لکهاروپيہ خرچ ٿيندا هئا. انهيءَ خرچ ۾ سرڪار طرفان بہ ڪافي گرانٽ ملندي هئي. ليڪن اوريسئرن ڪانسواءِ، ڪوبہ ڪواليفائيڊ انجنير انهن جي نظرداري لاءِ ڪونہ هو ڳهڻي وقت کان سرڪار طرفان گهر ٿيندي رهي تہ انجنير رکجي. راءِ بهادر ٽاريندو آيو.

منهنجي زماني ۾ وري نئين سرڪار طرفان تقاضا ٿي تہ انجنير رکو نہ تہ گرانٽ بند ڪئي ويندي.

چيف آفيسر ۽ سندس گروهہ طرفان ان جي مخالفت ٿي. هنن نٿي چاهيو تہ آفيس تي سندن هڪ هٽي ٿئي پوي ۽ ضلع جي ڪاروبار ۾ بيو ڪو لائق آفيسر اچي سائن شريڪ ٿئي.

لاچار مٿان سرڪار مان زور پوڻ تي درخواستون گهرائڻ تي رضامندي ٿيا

ليڪن انهيءَ چونڊ لاءِ هڪ اهڙي سب ڪاميٽي، آفيسرن جي اثر ڪري مقرر ڪيائون جن تي سرڪار ڌر جي اڪثريت هئي. ان جا ميمبر هيٺيان هئا:

۱- پريزيڊنٽ ۲- خانصاحب گبول ۳- خانصاحب نور نبي ڊپٽي ڪليڪٽر ساه بندر ۴- ميرزا منوچهر بيگ ڊپٽي ڪليڪٽر ٺٽہ

۵- خانبهادر ماما ( سرڪاري نامزد ميمبر ) ٦- راءِ صاحب مينارام ( سيرڪري ميمبر ) انهيءَ مان معلوم ٿيندو تہ ڪليڪٽر جي اڌار تي چيف آفيسر جو گروه بورڊ ۾ طاقتور ٿي چڪو هو.

هاڻ هن گروه طرفان اها ڪوشش رهي تہ انجنير سندن هٿ ٺوڪيو مائهو رکيو وڃي. جو چيف آفيسر سان گڏجي ڪم ڪري ۽ منهنجي پروگرام ۾ رنڊڪون وجهندو رهي.

انهيءَ سب ڪميٽي ٢١- آڪٽومبر ١٩٢٩ع تي هيٺيان چار نالا. بورڊ ڪي انجنير مقرر ڪرڻ لاءِ سفارش ڪئي.

(١) چوڌري ميران بخش اولک پنجابي ( خانصاحب نورنبيءَ جو سفارشي )

(٢) برجور جي مانڪ شامانا ( بمبئي ) (خانبهادر آدرشير ماما جو سفارشي )

(٣) ايرڪ پئٽرڪ سڪريناز (بمبئي ) ( مسٽر ڊسلوا پرنسل اسسٽنٽ ڪليڪٽر جو سفارشي )

(۴) محمد هاشم گزدر ( سنڌي ) بهترين سنديافته ۽ تجربه ڪار ( حاجي مير محمد بلوچ جو سفارشي )

نومبر مهيني ۾ انهيءَ گروه طرفان ڪوشش ٿي ته بورڊ ۾ هڪ نالو موڪلي. مسٽر گزدر جو نالو ڪڍيو وڃي پر مون رولنگ ڏئي سندن انهيءَ ڪوشش کي بيڪار بنائي ڇڏيو.

انهي مهيني ۾ بمبئيءَ جو گورنر ڪراچيءَ ۾ آيو. ان کي ڪياماڙيءَ مرحبا ڪرڻ لاءِ. پريزيڊنٽ ميونسپالٽي، لوڪلبورڊ ۽ پورٽ ٽرسٽ جي چيرمن کي ڪليڪٽر ۽ ڪمشنر سان گڏ حاضر رهڻ لاءِ حڪم ڏنو ويو.

ميونسپالٽي، لوڪلبورڊ، سنڌ محمدن ائسوسيشن طرفان ڪيس ائڊريسون ڏياريون ويون. انهيءَ سال ۾ باوجود بيشمار رنڊڪ جي ڳوٺ سڌار هلچل جو پيغام ڳوٺن تائين پهچائڻ ۾ ڪوتاهي ڪانه ڪئي ويئي.

ڳوٺن ۾ مڪاني داين کي ويم لاءِ تربيت ڏيڻ واسطي مس پڪٽ کي گرانٽ ڏئي بندوبست ڪيو ويو.

عملدارن جي عيوض قومي ڪارڪنن جي مدد سان ڳوٺائي تحريڪ هلائيندو رهيس. اڳي آفيس کان ٻاهر مخالفت جو تجربو حاصل ٿي چڪو هوم. هاڻ آفيس ۾ رهي مخالفت کي منهن ڏيڻ جو تجربو پرائڻ لڳس.

## سال ١٩٣٠ع

هن سال به باوجود مخالفت جي ساڳي جوش خروش سان رٿيل پروگرام موجب ڪم ڪرڻ شروع ڪيم.

٦- جنوري ١٩٣٠ع تي ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ جنرل باڊيءَ اڪيلان جنير جي مقرر ڪرڻ جو سوال پيش ٿيو. سرڪاري ميمبرن ۽ چيف آفيسر گروه جي مخالفت جي باوجود. مسٽر محمد هاشم گزدر کي انجنير چونڊائڻ

۾ ڪامياب ٿيس. ٻي ڏينهن هن کي ڪم جي چارج ڏياريم.

منهنجون سنڌ ۾ مختلف ڪانفرنسون ۸ جنوريءَ کان شروع ٿيون.

**۸-۹ جنوري** تي خالقڏنو هال ڪراچيءَ ۾ سنڌ لوڪلباڊيز ڪانفرنس ٿيندي رهي جنهن لوڪلباڊيز بنسبت ڪيترا ٺهراءَ پاس ڪيا ويا ۽ سنڌ لوڪلباڊيز اسوسيئيشن جو بنياد وڌو ويو.

**۱۰ جنوري** تي ڪراچي ضلع جي ڪوآپريٽو تحريڪ سان دلچسپي وٺندڙ ماڻهن جي ڪانفرنس مسٽر درگداس آڏوائيءَ جي صدارت هيٺ ٿيا سافيڪل هال ۾ ڪئي ٿي. جنهن ۾ ڪراچي ضلع ڪوآپريٽو انسٽيٽيوٽ نالي ويئي. جنهن جو پريزيڊنٽ مسٽر جمشيد ميهتا کي چونڊيو ويو ۽ سيڪريٽري مون کي ۽ جائنٽ سيڪريٽري مسٽر هاسي مل مير چندائي کي چونڊيو ويو.

انهيءَ طرفان ضلع ۾ ڪوآپريٽو تحريڪ کي پکيڙڻ، ڳوٺن جي اقتصادي سروي ڪرڻ ۽ ڳوٺاڻن جي مالي حالت سڌارڻ لاءِ تجويزون رٿيون ويئون. جنهن جو مفصل احوال ڊائريءَ جي باب مان معلوم ٿي سگهندو.

**۱۱ جنوري** تي ڪراچي ضلع جي مالدارن جي ڪانفرنس، بابا مير محمد بلوچ جي صدارت هيٺ ٿيا سافيڪل هال ڪراچيءَ ۾ ڪئي ٿي. جتي مون ضلع جي چوپايه مال ڌارين‌دڙن جي تڪليفن ۽ مشڪلاتن تي روشني وجهي. سنڌ حقن جي حفاظت، مال جي سڌاري ۽ واڌاري لاءِ ڪراچي ضلع مالدار اسوسيئيشن نالي جي تجويز پيش ڪئي. جنهن جي دستور العمل ناهڻ وغيره لاءِ مفصل احوال ڊائريءَ جي باب مان معلوم ٿيندو. ان ۾ ڪيترا ٺهراءَ پاس ٿيا.

مسٽر محمد هاشم گزدر جي انجنير مقرر ٿيڻ ڪري، مسٽر ڊسلوا [illegible] ڪليڪٽر ڪراچي، چيف آفيسر قاضي عبدالرحمان، [illegible] عملدار، ميمبر سڀ ناراض ٿيا هئا.

[illegible] انهي مقرريءَ جي رد ڪرائڻ لاءِ سازش سٽي.

هڪ طرف چيف آفيسر منهنجي (پريزيڊنٽ) منظوريءَ کانسواءِ [illegible] لکي وچي ڪليڪٽر کي ڏنا. ٻي طرف گزدر جي منظوريءَ جا [illegible] سرڪار ڏي موڪلڻ ۾ ديرول ڪئي. ان وچ ۾ مسٽر گبسن ڪليڪٽر [illegible] جو ڪم غرض [illegible] کي گهڻ وڏ ڳالهيون ٻڌائي. ان کان هڪ [illegible] جنهن ۾ هن لکيو ته مسٽر گزدر جهڙي سرڪاري

نوڪريءَ مان ڊسمس ٿيل ماڻهوءَ کي مون بورڊ جي ميمبرن کان حقيقتون لڪائي، برغلائي انجنير چونڊايو آهي. تنهنڪري هو بورڊ جي نهراءَ کي ايڪٽ موجب خاص اختيار هيٺ سسپيند ڪري ٿو ۽ حڪم ڪري ٿو تہ اهو سوال وري بورڊ جي اڳيان دوباره غور لاءِ پيش ڪيو وڃي.

ان بعد هن ضلع جي ڊپيوٽي ڪليڪٽرن کي (جي بورڊ جا ايڪس آفيشو ميمبر هئا ) گهرائي حڪم ڪيو تہ هڪ درخواست بورڊ جي ميٽنگ سڏائڻ لاءِ مونڏي صحيحون وجهي موڪلين جنهن ۾ گزدر جي مقرري جي نهراءَ کي رد ڪرائين. ڪين اهي بہ هدايتون ڪيائين تہ ضلع ۾ گشت ڪري زميندار ميمبرن کي لالچ يا خوف ذريعي انهيءَ نهراءَ جي رد ڪرڻ لاءِ تيار ڪن. ڪين اهو بہ حڪم هو تہ جي ميمبر سندن چوڻ نہ ڪن تن کي ڪيلڪٽر جي پرسنل اسسٽنٽ يا خود وٽس حاضر ڪن تہ هو ڪين ٺيڪ ڪندا.

انهيءَ وقت لوڪلبورڊ جا سرڪاري عملدار ميمبر هيٺيان هئا:
(١) خانصاحب نور نبي خان ڊيپوٽي ڪليڪٽر ٺٽو.
(٢)ميرزا منوچهر بيگ ڊيپوٽي ڪليڪٽر شاه بندر.
(٣) مسٽر محمد حافظ ڊيپوٽي ڪليڪٽر ڪوٽڙي.
(۴) مسٽر سي جڊ سٽي ڊيپوٽي ڪليڪٽر ڪراچي.

مسٽر حافظ جي حد ۾، ٽي ميمبر هئاسون. هڪ آءٌ- ٻيو مسٽر طيب علي علوي، ٽيو سيد مقبول شاه جي نيٽي آفيشل اٿر کان ٻاهر هئاسون. پر هن سرڪاري عملدار هوندي بہ مخالفت ڪرڻ ۾ شرافت جا ليڪا نہ لنگهيا.

باقي ٻن مسلمان ڊيپوٽي ڪليڪٽرن ( جي مسلمان ۽ سنڌي ڪامورنهجي حقن جي حفاظت جا نعرا هڻندا هئا ) سندس انگريز آقا کي رضامند ڪرڻ خاطر، شرافت جا ليڪا لنگهي ميمبرن جي حدن ۾ منزلون ڪري، لالچ ۽ دڙڪن ذريعي سندن پاس ڪيل نهراءَ جي رد ڪرڻ لاءِ آماده ڪرڻ ۾ ڪوتاهي ڪانہ ڪئي.

ڪليڪٽر صاحب ان حد تائين ويو جو بمبئي سرڪار طرفان ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ ڪراچيءَ جي رستن جي مرمت لاءِ ٺيل گرانٽ ڏيڻ کان انڪار ڪري ڇڏيائين.

انهيءَ بابت مون بمبئي ڪائونسل جي سنڌي ميمبرن کي اطلاع

ڪيو. جن مان ڪيترا ضلع لوڪلبورڊ جا پريزيڊنٽ هئا.

جهڙوڪ- سرشاهنواز ڀٽو، سيد ميران محمد شاه، خانبهادر الهہ بخش سومرو، خانبهادر غلام نبي شاه، ضلع لوڪلبورڊن جا پريزيڊنٽ هئا. خانبهادر کهڙو لوڪلبورڊ جو مکيہ ميمبر هو.

ازانسواءِ بابا مير محمد بلوچ بمبئي ڪائونسل جو ميمبر هو. تن سڀني کي ڪليڪٽر طرفان ورتل روش پسند نہ آئي. بمبئي ڪائونسل جو بجيٽ اجلاس هلندڙ هو. ان ۾ هنن خوب احتجاج ڪيو. جنهن تي وزير لوڪل سيلف گورمينٽ تار ڪري گرانٽ اسان کي ورنائي ڏني.

انهيءَ ڳالهہ ڪليڪٽر جي انتقامي جذبي کي باڻ زور ورتايو.

**۲۹- مارچ ۱۹۳۰ع** تي سرڪاري ميمبرن جي عرضداشت، انجنير جي مقرريءَ جي سوال تي دوباره غور ڪرڻ لاءِ ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ جو اجلاس ڪوٺايم.

انهن سارن مشڪلاتن ۾ رنڌڪن، منهنجي ڳوٺ سڌار تحريڪ جي ڪمن ۾ ڪابہ ڪوتاهي نہ ڪئي. هتي ڪجهہ ذڪر صرف ان لاءِ پيش ٿو ڪريان تہ عين انوقت جڏهن سرڪاري عملدار، ڳوٺ ڳوٺ ۾ منزل ڪري، ميمبرن کي برخلاف بنائي رهيا هئا تہ ساڳي وقت آءُ پنهنجي ڪم ۾ همت ڌارڻ کانسواءِ مشغول رهيو هوس.

مارچ مهيني ۾ انهي سلسلي جا ڪي مثال هيٺ پيش ڪريان ٿو:

(۱) ڳوٺ سڌار هلچل لاءِ ڳوٺن جي اقتصادي سروي ڪرائڻ ۽ ڪوآپريٽو تحريڪ جو پرچار ڪرڻ لاءِ ڪوآپريٽو انسٽيٽيوٽ ڪراچي طرفان قاضي عبدالخالق موراڻيءَ کي مقرر ڪيو ويو.

(۲) انهيءَ کي اول ۾ ڪراچي تعلقي جي ٽن مکيہ ميائن، ڪڏو، ابراهيم حيدري، ريڙهي جي مهاڻن ۽ ٻيڙين جي تعداد، سال ۾ مرندڙ مڇي جي تخميني، نيڪال جي طريقن، مڇيءَ جي قسمن، ان جي قيمت ۽ ان سان واسطي رکندڙ ڳالهين جي سروي ڪرڻ جو ڪم سپرد ڪيو ويو.

انهيءَ سلسلي ۾ هن ڪجهہ ابتدائي انگ اکر گڏ ڪرڻ بعد اسان کي صلاح ڏني تہ ابراهيم حيدريءَ ۾ منزل ڪري، اتي جي رهاڪن کي ان ڪم ۾ دلچسپي ڏيارڻ لاءِ حرص ڏياريو وڃي.

ان تي ٦ مارچ ۱۹۳۰ع تي آءُ، مسٽر جيٺمل پرسرام، مسٽر حاتم علوي، مسٽر دستور ڊنشا، مسٽر هاسومل مير چنداڻي ابراهيم حيدري ويا

سون.

اتي ميربحرن کي سستي اگهن تي واپارين وٽ مڇي قرض عيوض وڪڻڻ کان بچائڻ، وغيره لاءِ ڪوآپريٽو سوسائٽي برپا ڪرڻ جي تجويز رٿي ويئي.

جنهن ۾ ڪوآپريٽو ايڪٽ جي خامين ڪري ڪي دشواريون پيش آيون. جهڙوڪ رڇن ۽ ٻيڙين جي ضمانت تي قرض ڏيڻ غير تسلي بخش سمجهيا ٿي ويا.

ان لاءِ خانبهادر عظيم خان ۽ مسٽر جمشيد ميهتا سان صلاح مصلحت ڪرڻ لاءِ سوال مهمل ڪيو ويو.

(۳) قاضي عبدالخالق کي ڪراچي تعلقي ۾ رهندڙ مالدارن، ان جي مال، پيدا ٿيندڙ کير جي مقدار، نيڪال جي ذريعن، ڪراچيءَ ۾ کير جي کاپي، اگهن وغيره جي سروي ۽ مالدارن جي کير سني اگهه ۾ نيڪال ڪرڻ، مال جي سڌاري، مال جي چاري، گاهه جي انتظام وغيره بابت اسڪيم تيار ڪرڻ جو ڪم رکيو ويو. جا سروي رپورٽ هن ڪئي.

ان ۾ ڪوآپريٽو، ائگريڪلچرل، ميونسپالٽي ۽ سرڪار جي مدد سان ڪراچي شهر ۾ سني کير مهيا ڪرڻ جي تجويز ڏني ويئي هئي.

ان لاءِ مشنري، تنظيم ۾ گهٽي خرچ جي ضرورت هئي جا سرڪار جي مدد کانسواءِ سرانجام ٿيڻ مشڪل هئي، ڪراچي ميونسپالٽيءَ تي ڪانگريس جو قبضو هو. ڪانگريس ۽ حڪومت جي اختلاف سبب، سرڪاري مدد جو امڪان گهٽ هو. صرف ڪوآپريٽو کاتي وسيلي اهو مسئلو حل ٿي نه سگهي ها.

ان لاءِ چراگاهن. گاهه جي چاري جي انتظام، وڏن ڪئٽل فارمن ٺهرائڻ، خانگي مالدارن کي سمجهائي، هڪ ايجنسي ذريعي کير وڪڻڻ، کير وني مشينن ذريعي مکڻ، گيهه، چيز وغيره ناهي وڪرو ڪرڻ، اسان جي طاقت کان ٻاهر هو. ان ڪري اها تجويز به پايہ تڪميل تي پهچي نه سگهي.

(۴) ڳوٺن ۾ زالن کي گهرن جي صفائي، ٻارن جي نيپاج، ويم جي سهوليتن، سني ڪاڏي ناهڻ، ڪپڙا سبڻ، پرت پرڻ، مڪاني گهرو هنرن کي زور وٺائڻ لاءِ، ڪراچي ضلعي واسطي هڪ جماعت وومينس ويلفيئر ائسوسيئشن نالي ٺاهي ويئي.

جنهن جي پريزيڊنٽ مسز هومي ميهتا ۽ سيڪرٽري مس رڪمڻي

آڏواڻي ( پوءِ مسز پرمانند آڏواڻي ) هيون.

ان لاءِ هڪ وڏو پروگرام تيار ڪيو ويو ميجڪ لينٽرن ذريعي مکيه ڪارڪن عورتون ڳوٺن ۾ وڃي زالن کي تقريرون ڪري کين هدايتون ڪن. ۽ اتي جي مڪاني تڪليفن کان واقفيت حاصل ڪن. پوءِ ڪا تجويز تيار ڪري لوڪلبورڊ. سرڪار ۽ همدرد پيسه وارن ماڻهن جي مدد سان. زالن جي تڪليفن کي دورڪن. ليڪن اڳتي هلي هيٺيون تڪليفون پيش آيون.

مسلمان عورتون اڪثري پردي ۾ هئڻ ڪري ان لاءِ موزون ٿي ڪين ٿي سگهيون باقي پارسي ۽ هندو عورتون ان ڪم ۾ دلچسپي وٺي رهيون هيون.

انهن جي گشت پرهائڻ ۽ سفر جي خرچ جو انتظام ته ڪري سگهياسون ٿي پر اهڙين همدرد زالن جو پيدا ڪرڻ مشڪل مسئلو ٿي پيو ٿي. جي ڳوٺن ۾ وڃي ڪم ڪرڻ جي تڪليف گوارا ڪن.

پارسي عورتون سنڌي زبان نه ڄاڻڻ ڪري ٻاهر وڃڻ لاءِ موزون نه هيون نوجوان تعليم يافته هندو ڇوڪريون ٻاهر وڃڻ لاءِ تيار ٿيون ٿي پر انهن جا مائٽ کين ٻاهر جي مسافرين جي تڪليف ۽ مسلمانن جي وچ ۾ اڪيلو موڪلڻ لاءِ رضامند نه هئا.

آخر ۾ حيدرآباد جي ڪرشچن مشنري جي مکيه ڪارڪن مس پڳٽ ۽ وارڊ کي گرانٽ ڏئي مڪاني داين کي ويم بابت سمجهاڻيون ڏيڻ. صحت ۽ صفائيءَ جي هدايت ڏيارڻ جو انتظام ڪري سگهيس پر ان ۾ ڪليڪٽر طرفان مخالفت ڪئي ويئي جو ان هر انهي ڳالهه ۾ جا منهنجي معرفت ٿي ٿي. مخالفت ٿي ڪئي.

(۵) قاضي عبدالخالق کي مٿي ذڪر ڪيل مڇي ۽ ڪير جي سروي ڪرڻ کان پوءِ ڳوٺن ۾ مڪاني هنرن جي سروي ۽ ڳوٺ سڌار هلچل جي پرچار لاءِ ميجڪ لينٽرن ڏئي ضلع ۾ موڪليو ويو جنهن نهايت عمدهيونرپورٽون موڪلڻ شروع ڪيون.

مڪاني هنرن جو تفصيل. پيداوار. انهن جي سڌاري لاءِ تجويزون ڳوٺن ۾ ٿيندڙ ميلا- ان تي ايندڙ ماڻهن جو تعداد. انهن موقعن تي ٿيندڙ واپار جا تفصيل. ڳوٺاڻن جي گذر معاش جي طريقن. اقتصادي سروي، تندرستي ۽ ٻين ڳالهين لاءِ تفصيلوار احوال ۽ رپورٽون موڪليون ويئون.

تجربي بعد اڳتي هلي معلوم ٿيڻ لڳو ته ڳوٺاڻي احوال جو معلوم

ڪرڻ ايڏو مشڪل مسئلو ڪونہ هو. جهڙو انهن مشڪلاتن کي حل ڪرڻ جو سوال هو. ان لاءِ هڪ پلئنگ ڪميٽي جو قيام لازمي هو. جنهن لاءِ سرڪاري مدد. ڪثير پيسہ ۽ اڪيچار ماهرن جي ضرورت هئي. انهيءَ وقت سرڪار غير ملڪي هئي، جنهن جو توجهہ طرف گهٽ ئي سگهيو. ازانسواءِ مڪاني آفيسرن جي مخالفت اسان جي سمورين تجويزن مٿان پاڻي ڦيري ڇڏيو.

حڪومت جو هيڊ ڪوارٽر بمبئيءَ ۾ هو. وزير ٻارهين مهينن ۾ هڪ دفعو بہ مس ايندا هئا. سي هڪ ٻن مکيہ شهرن جو دورو ڪري دعوتون کائي ويندا هئا.

بمبئي ڪائونسل ۾ ويل سنڌي ميمبر پنهنجي ذاتي ڪمن ۽ لقبن وغيره وٺڻ ۾ مشغول هئا ازانسواءِ ڪائونسلن جا وزير، ميمبرن سان جوابدار نہ بنيا هئا.

بمبئي علائقي ۾ سنڌي ميمبر اقليت ۾ هئا. اتي جي ماڻهن کي هتي جي مشڪلاتن جو پتو ڪونہ هو. اهو ملڪ پارش تي آباد ٿيندڙ هو. هتي واهن تي آبادي ٿيندڙ هئي.

جڏهين ڪڙيہ ۾ پاڻي نہ هئڻ جو ذڪر ٿيندو هو تہ چوندا هئا تہ "ڪڙيہ" ڪهڙي شي آهي؟

اتي جي ماڻهن ۾ سياسي بيداري زياده هئي، سنڌ جا اڪثر ميمبر سرڪار سان ووٽ ڪندڙ هئا. تنهن ڪري اتي جي چونڊيل ميمبرن جي همدردي وڃائي وينا هئا. انهن حالتن کي نظر ۾ رکي، بمبئيءَ کان سنڌ جي جدائيءَ جو احساس، ملڪ جي سمجهدار طبقي ۾ پيدا ٿيڻ لڳو هو.

شيخ عبدالمجيد سنڌي آل انڊيا جماعتن ۾ انهي مسئلي جي لاءِ ڪوشش ڪري رهيو هو سنڌ ۾ مسٽر جمشيد ميهتا، جيٺمل پرسرام، مسٽر سڌوا ۽ ٻين ان ۾ دلچسپي وٺڻ شروع ڪئي هئي.

انهيءَ مهيني ۾ ڊاڪٽر لالچند لالواڻي، سوامي گووند آنند، مهراج لوڪرام شرما ۽ وشنو شرما، هاسارام پمناڻي جي ڪوشش سان ڪراچيءَ ۾ هڪ نوجوان سڀا جي ڪانفرنس ڊاڪٽر سيف الدين ڪچلو جي صدارت هيٺ ڪوٺائي ويئي. ان جو نهايت شاندار سرڪس نڪتو. شام جو خالقڏنہ هال ۾ اجلاس ڪنو ٿيو. ان ۾ مسٽر جيٺمل پرسرام ۽ مون کي بہ تقرير ڪرڻ لاءِ چيو ويو.

مسٽر جيٺمل پرسرام براج جون زمينون هارين ۾ سهوليت وارن قسطن تي ڏيڻ جي تجويز پيش ڪئي. مون ان جي تائيد ۾ تقرير ڪئي. انهيءَ شام جو ڊاڪٽر صاحب ۽ پين ڪانگريسن کي پنهنجي بنگلي تي دعوت تي گهرايو. ان مان منهنجي رد عمل جو پتو پئجي سگهي ٿو ته نه صرف ڪانگريس بلڪ ان جي گرم ڌر يوٿ ليگ ۾ حصو وٺي رهيو هوس.

انهن ڏينهن ۾ ڪراچي ميونسپالٽيءَ چونڊون ٿيڻ واريون هيون.

جنهن لاءِ ڪيئي اميدوار بيهڻ واسطي تيار ٿي ويا هئا، خرچ ۽ تڪليف کان بچڻ لاءِ ڪراچيءَ جي مکيه ڪارڪنن جي ڪراچي ائڪيڊمي هال ۾ خانصاحب بابو فضل الاهي جي صدارت هيٺ هڪ ميٽنگ ڪئي ٿي. آءُ به حاضر هوس.

ڪيترن صاحبن جي تقريرن بعد هڪ امين بورڊ مقرر ٿيو ته اهو مسلمان اميدوارن کان درخواستون گهرائي، اميدوار چونڊي بيهاري. انهيءَ بورڊ تي هيٺيان ميمبر منتخب ٿيا.

١- خانصاحب بابو فضل الاهي. چيرمين
٢- سيد غلام مرتضيٰ شاه ( آءُ )
٣-خانصاحب عاليجاه عليڏنه علي محمد خواجه
۴- مسٽر نبي بخش محمد پناهه
۵- حڪيم مولوي فتح محمد صاحب سيوهاڻي
٦- مولوي محمد صديق صاحب معلم کڏه
٧- قاضي عبدالرحمن

انهيءَ بورڊ جي آفيس الوحيد پريس ۾ ڪئي ويئي، اميدوارن کان بورڊ درخواست گهرايو.ن ١۵ جاين لاءِ ٣٠ کن درخواستون-آيون گهڻين ميٽنگن بعد بورڊ سندس چونڊيل اميدوارن جا نالا هڪ پبلڪ ميٽنگ ۾ ظاهر ڪيا پر صلح ٿي نه سگهيو. انهيءَ ۾ مکيه به گروه هئا- هڪ حاجي عبدالله هارون جو گروه ۽ ٻيو شيخ عبدالمجيد جوگروه- هرڪو ٻي ڌر تي اتحاد ٽوڙڻ جو الزام مڙهڻ لڳو.

جڏهن ٨- اپريل ١٩٣٠ع تي نامينيشن پيپر ڀريا ويا ته مسلمانن طرفان ١۵ جاين لاءِ ۴۵- اميدوار بيهي رهيا.

پارٽين پنهنجا اميدوار بنا مخالفت جي چونڊي موڪليا- مسلمانن ۽ هندن جي جاين تي خوب رساڪشي ٿي. نتيجي ۾ ڪي بهترين ڪارڪن

شڪست کائي ويا. جهڙوڪ قاضي خدا بخش صاحب. درگداس آڏواڻي. سوامي گووند آنند.

انهيءَ وقت ڏاري ڪن سياسي ڪارڪنن طرفان صحيح سياسي تعليم ڏيڻ واسطي هڪ نيشنل ڪلب يونين قائم ڪئي ويئي. جنهن ۾ ڪاڏي تي گڏ ٿي، مختلف مضمونن تي تقريرن ڪرڻ يا مضمون پڙهڻ جو دستور وڌو ويو.

**١٥- مارچ** تي اهڙي هڪ ميٽنگ ۾ مسٽر هوشننگ ڊنشا، چينمل پرسرام، حاتم علوي وغيره ڪنا ٿياسون. اتي مسٽر چتي مل ٿڌاڻي سکر براج جي زمين جي ورهاست تي هڪ عالمانه مضمون پڙهيو.

مهيني جي آخر ۾ ٢٩- تاريخ ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ جي سماجي ميٽنگ، آفيسرن طرفان موڪليل درخواست مسٽر محمد هاشم گزدر جي مقرري تي ڏوباره غور ڪرڻ لاءِ ڪليڪٽر جي ڪچهري هال ۾ گڏ ٿي ان ۾ هڪ رٺ مسٽر سي جڊ ڊيپوٽي ڪليڪٽر ڪراچيءَ طرفان پيش ٿي تہ:

"مسٽر گزدر جي مقرري جي ٺهراءَ کي رد ڪجي"

انهيءَ ٺهراءُ جي بي قاعدي هجڻ جو آفيشل گروه کي اڳ ۾ پتو هو، جاڪاڻ لوڪلبورڊ ائڪٽ موجب ڪوبہ ٺهراءُ ٽن مهينن کان اڳ سواءِ خاص انهي مقصد سان گهرايل ميٽنگ جي ٢ ڀاڱي ٣ حصہ ووٽن کانسواءِ رد ٿي نٿي سگهيو.

ان ڪري هنن سندن غلطي محسوس ڪندي ٻيا بہ ڪيترا ٺهراءَ پيش ڪيا.

ڊيپوٽي ڪليڪٽرن سندن حد جي اڪثر ميمبرن کي ٻڪرين وانگر ڪاهي، جدا پنهنجي پر ۾ اچي وهاريو. ميمبرن جا منهن لٿل هئا. رڳو ٻہ مهينا اڳ ۾ هنن پاڻ ٺهراءُ ڪري مسٽر گزدر کي انجنير مقرر ڪيو هو. هاڻ آفيسرن کان ڊڄي لاچار ٿي برخلاف ووٽ ڏيڻ لاءِ اچي ڪنا ٿيا هئا.

گزدر صاحب هڪ سنڌي لائق مسلمان هو. سندس ڏوهہ ٻيو ڪوبہ ڪونہ هو سواءِ ان جي جو مسٽر گبسن ڪليڪٽر ڪراچي، ان جو مخالف هو ۽ چيف آفيسر ان جي مقرريءَ کي سندس هڪ هٺي ٽٽڻ جي برابر ٿي سمجهيو. اهو نظارو ڏسڻ وٽان هو.

زندگيءَ ۾ ٻهريون دفع وڏسٽن وائسٽن مقرر ماڻهن جي اخلاقي ڪمزوريءَ جو مظاهرو منهنجي سامهون آيو هو.

آءُ اڳي لکي آيو آهيان تہ زميندار طبقي جي ائسوسيشن ڪيڏن

اميدن آسرن سان سندن ذريعي عوام جي حالت بهتر بنائڻ لاءِ ناهي هيم. هن گروهه ۾ سنڌ جي نهايت شاندار روايات جي خاندان جا فرد شامل هئا. جي مهمانوازي، سام ڪٽڻ، بهادري ۽ همت، فضيلت ۽ خدمت خلق جي صفتن جا مالڪ ٿي گذريا هئا پر وقت جي گذرڻ ڪري اهو طبقو ايڏو هيٺ ڪري ذليل ٿي چڪو هو جو هر قسم جون خاميون. منجهن گهر ڪري ويئون هيون. خود غرضي، باهم دشمني، لالچ، بزدلي، شخصي بداخلاقي، ظلم وغيره جون عادتون منجهن ويهي ويئون هيون. اجوڪي واقعي مون ۾ ايڏو رد عمل پيدا ڪيو جو انهيءَ ڪلاس جي سڌاري جون سڀ اميدون ختم ٿي ويئون ۽ معلوم ٿي ويو ته هي طبقو زوال پذير ٿي چڪو هو، ٿوري وقت ۾ ختم ٿيڻ وارو هو.

ڪليڪٽر صاحب هڪ پراڻي بمبئي سرڪار جي سرڪيولر جي ڪاپي ميمبرن جي اطلاع لاءِ ڏياري موڪلي جنهن ۾ ڄاڻايل هو ته ”بمبئي سرڪار مسٽر گزدر کي نوڪريءَ مان ڊسچارج ڪيو هو ۽ ڪيس سرڪاري نوڪري ۾ نه رکڻ جو حڪم ڪيو هو“

هن کي بجوبي معلوم هو ته لوڪلبورڊيز جي نوڪري سرڪاري نوڪري نه هئي ته به سندس مقصد کي هٿي ڏيڻ ۽ ميمبرن تي رعب ڄمائڻ لاءِ اهو طريقو استعمال ڪيو ويو. ميٽنگ جي ڪاروائي شروع ڪرڻ سان ڪليڪٽر جو مونکي موڪليل خط ۽ بمبئي سرڪار جو سرڪيولر پڙهي ٻڌائڻ بعد مون انهي سلسلي ۾ مليل ستن ٺهراون کي سلسليوار بورڊ اڳيان پيش ڪيو.

ٺهراءُ ڪم وبيش ساڳي قسم جا هئڻ ڪري، مسٽر جڄ واري ٺهراءَ کي اصل ٺهراءَ قرار ڏيئي باقي تجويزن کي ترميمن جي صورت ۾ پيش ڪيم. ان ۾ هڪ ترميم اها هئي ته مسٽر گزدر جي مقرري ساڳي طرح بحال رکي وڃي. ٻي اها هئي ته هن کي حال سسپينڊ ڪري بمبئي سرڪار کان سندس منظوري حاصل ڪرڻ بعد رکيو وڃي. ٻيون سڀ ترميمون ڪم وبيش ساڳي قسم جون مسٽر گزدر کي ڪڍڻ بابت هيون.

مون آخري ترميم ته گزدر کي رکجي. ٻي ترميم ته ”کيس سسپينڊ ڪري بمبئي سرڪار کان منظوري گهرائي رکڻ“ جي. هڪ ٻين جي سامهون رکي بورڊ کان راءِ طلب ڪئي. آفيسرن جو اينرو اثر هو جو اڳي سندس مقرريءَ لاءِ ووٽ ڏيندڙ ٢۴ - ميمبرن مان صرف ٽن آخري ترميم لاءِ ووٽ

ڪيا. پيا سڀ مخالف ويا. تنهنڪري ڪيس سسپينڊ ڪري بمبئي سرڪار ڪان منظور وٺڻ واري ترميم ڪجي ويئي.

آفيسرن کي اميد هئي انهيءَ تجويز کي پين جي سامهون رکيو ويندو ۽ آخر ۾ سندس بنيادي ٺهراءُ پاس ڪرائي ڇڏيندا. پر مون ان ڪانيوءِ پين ٺهراون کي بي قاعدي ٺهرائي رولنگ ڏئي رد ڪري ڇڏيو. آفيسرن جڏهين ڏٺو ته سندن ساري محنت منهنجي رولنگ بيڪار بنائي ٿي ڇڏي ته غصي ۾ اچي ميز تي مڪون هڻڻ لڳا. جي رولنگ بي قاعدي آهي. وغيره.

مون ميٽنگ مهمل ڪري هال بند ڪرائي ڇڏيو ۽ چيو مان ته رولنگ کي ڪورٽ ۾ وڃي چئلينج ڪري سگهو ٿا. ڪليڪٽر هر ۱۵ منٽن بعد ٽيليفون تي سندس آفيسرن ڪان ميٽنگ جو احوال دريافت ڪري رهيو هو. تنهن کي جڏهن اهو اطلاح مليو ته يڪدم ليٽر لکي موڪليائين ته بورڊ جي ڪاروائي يڪدم ڪيس موڪلي وڃي.

گذريل دفعي جي تجربي ڪري هن دفعي مون ڪاروائي پاڻ هلائي، چيف آفيسر کي ڪوبه ڪاغذ هٿ ۾ نه ڏنو.

اتان نڪري جاءِ تي اچي ڪراچي ميونسپالٽيءَ جي چيف آفيسر مسٽر راما سيا آير ۽ پن ٽن مکيه وڪيلن جي صلاح سان ڪاروائي لکي شام ڌاري ڪليڪٽر کي ڏياري موڪلي. ان ساري ڪارگذاريءَ ڪري ڪليڪٽر چتو ٿي پيو ۽ چوائي موڪليائين ته شايد توکي جيل ۾ وڃڻ جي خواهش آهي، آءٌ خوف وجائي چڪو هوس. ساڳي ماڻهوءَ هٿ مون جواب ڏياري موڪليس ته "تون مونکي پريزيڊنٽيءَ تان لاهي جيل ۾ موڪلي سگهين ٿو. پر اسان فيصلو ڪري چڪا آهيون ته انگريزي سلطنت کي هندوستان مان ملڪ نيڪالي ڏيون."

سگهوئي ٺهراءَ موجب مسٽر گزدر جي مقرريءَ جي منظوريءَ لاءِ بمبئي سرڪار کي درخواست موڪلي ويئي.

اپريل مهيني ۾ مهاتما گانڌي جي لوڻ قاعدي ٽوڙڻ لاءِ ڊانڊي ڏي روانگي ٿي، هتي سنڌ ۾ به سول نافرماني جي تحريڪ شروع ٿي. ان ۾ جيتوڻيڪ ڪثرت تعداد هندن جو هو ليڪن ڪيترن قوم پرست مسلمانن جي همدردي انهيءَ تحريڪ سان هئي جهڙوڪ- مولوي محمد صاديق کڏه، مولوي فتح محمد سيوهاڻي، ڊاڪٽر محمد سعيد، مسٽر حاتم علوي، آءٌ وغيره

آفيسرن جي دشمني ايتري قدر وڌي ويئي جو قديم وقت کان ڪراچي ضلعي لوڪلبورڊ جو پريزيڊنٽ، ڪراچي ميونسپالٽيءَ جو ايڪس آفيشو ميمبر رهندو آيو. ان کي هن دفعي رد ڪري ڇڏيو ويو.

هن مهيني ۾ مسٽر ڊنشا دستوري کي سنڌ سينٽرل ڪوآپريٽو بئنڪ جي جنرل مئنيجري جي چارج ڏياري ويئي. جنهن جي مقرري اڳي سال ۾ ٿي هئي پر ڪيترن رنڊڪن ڪري هاڻ چارج ورتائين.

**۱۳- اپريل ۱۹۳۰ع** تي نيٽو جيٽيءَ رامباغ ۾ هزارين ماڻهو سول نافرماني ڪرڻ لاءِ اچي ڪٺا ٿيا. ان وقت سرڪار ڪجهه نه ڪيو، پوءِ ۱۶- تاريخ تي ڊاڪٽر چوئٿرام گدواڻي، نارائڻداس ملڪاڻي، ڊاڪٽر تارا چند لالواڻي، سوامي ڪرشنا نند، وشنو شرما، مني لال وياس ۽ سوامي گووند آنند کي گرفتار ڪيو ويو.

جنهن جي احتجاج ۾ ماڻهن سرگس ڪڍيو. جنهن کي ڇڙو ڇڙ ڪرڻ لاءِ گولي هلائي ويئي. ان ۾ مسٽر جيرامداس دولترام زخمي ٿيو. سنڌ جو ڪمشنر مسٽر ٿامس ان جي طبع پرسي لاءِ اسپتال ۾ ويو ۽ اظهار افسوس ڪيائين.

**۱۷- مئي ۱۹۳۰ع** کان ڪراچي ضلعي جو گشت مسٽر جيٺمل پرسرام، مولوي عبدالخالق، هاسي مل مير چندائيءَ سان گڏ ڪيو ويو. جنهن ۾ اڳي وانگر هرهنڌ جلسا ٿيندا رهيا. جن ۾ نشيدار شين جي بندش، ديسي ڪپڙي جي پرچار، ڪوآپريٽو تحريڪ جي زور وٺائڻ، ڳوٺ سڌار هلچل تي تقريرون ڪندا رهياسون.

هن دفعي آفيسرن ڪجهه نه ڪيو. ڪين خبر هئي ته سندن لڪئي جي پرواهه ڪرڻ وارا ڪونه هئاسون. انهيءَ اسان جي گشت کي مڪاني اخبارن نهايت شهرت ڏني.

ان جي پوري ڪرڻ بعد ڪليڪٽر طرفان لوڪلبورڊ جي چيف آفيسر کي گشت ۾ روانو ڪيو ويو.

جنهن جي ميٽنگن ۾ قاضي عبدالرحمن چيف آفيسر، انگريزن جي ثنا خواني، ڪانگريس جي گلا ۾ تقريرون ڪيون، جن کي سرڪاري اخبار ڊيلي گزيٽ وڏين سرخين سان ڇپيو. چيف آفيسر کي اهڙو بي باڪ ڪيو ويو هو، جو منهنجي اجازت وٺڻ کانسواءِ بورڊ جي پگهاردار نوڪر هئڻ جي باوجود انگريزن جي دلالي ۾ گشت ڪرڻ ويو.

انهيءَ ڳالهہ قوم پرست مسلمانن ۾ نهايت جوش پيدا ڪيو. حڪيم فتح محمد صاحب سيوهاڻي هڪ کليل خط قاضي عبدالرحمٰن جي نالي اخبارن ۾ شايع ڪرايو جو پڙهندڙن جي معلومات لاءِ هيٺ ڏيان ٿو.

”قاضي صاحب توکي ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ جو تنخواه دار نوڪر هئڻ ڪري هي ذليل طريقو انگريزن جي دلاليءَ جو اختيار نہ ڪرڻ گهربو هو. توکي ياد هوندو تہ جڏهن تون قومي تحريڪ ۾ ڪم ڪندي جيل ۾ ويو هئين تہ مون جهڙي خاموش طبع شاعر بہ تنهنجي تعريف ۾ ڪيترو شعر چيو هو، جنهن ۾ مون تنهنجي ساراهہ سان گڏ توکي صبر جي تلقين ڪئي هئي.

اڄ تنهنجي هن ڦرتيءَ تي شعر نثو لکان پر پنهنجي جذبات جو اظهار نثر ذريعي ڪريان ٿو.

**پيارا قاضي صاحب**

تون بورڊ جو تنخواه دار ملازم آهين، تنهن ڪري اهڙين حرڪتن کان باز اچ. توکي انگريزن جي طرفداريءَ ۾ سياسي ڪمن ۾ حصو وٺڻو هجي تہ نوڪري ڇڏي پوءِ اهو ڪم ڪر. سرڪار توکي انهن ميٽنگن ڪرڻ لاءِ اجازت ڏني آهي ڇا؟ توکي خبر آهي تہ سيد غلام مرتضيٰ شاه پريزيڊنٽ ضلع لوڪلبورڊ جو آنرري قومي ڪم ڪندڙ هو. جڏهن هن ڳوٺ سڌار هلچل لاءِ گشت ڪري تقريرون ڪيون تہ تنهنجي آقا انگريز عملدارن، ان جي مخالفت ڪئي هئي. ايتري قدر ويا جو گشت جي ڀتي ڀاڙي واپس ڪرڻ ۽ بورڊ طرفان منظور ڪيل جلسن جي خرچ ڏيڻ کان انڪار ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. جنهن لاءِ عام ماڻهو اڄ چئي رهيا تہ تنهنجي سازش هئي. ڇا اسڪولن ۾ جلسا ڪري، انگريزن جي ساراهہ ۾ قصيدا ڳارائڻ تنهنجي فرائض ۾ داخل آهي؟ ڇا ٻين لوڪلبورڊن جا چيف آفيسر بہ ائين ڪن ٿا؟

ڇا اهي امن سڀا جون ميٽنگون ڪرڻ لاءِ توکي لوڪلبورڊ کان تنخواه ملي ٿي؟ تو پريزيڊنٽ کان اجازت نہ ورتي آهي.

جيڪڏهن توکي قوم پرستن طرفان انگريزن جي مخالفت تي درد ٿئي ٿو تہ پوءِ موڪل وٺي وڃي سرڪاري خرچ تي اهي حرڪتون ڪر.

آءٌ عام ماڻهن کي صلاح ڏيندس تہ هو قاضيءَ کي سندس ميٽنگن ۾ بلاخوف جي چئي ڏين تہ اهو ڪم نيڪ نہ آهي پر جي هو عملدارن جي سختيءَ انتظام کان خائف هجن تہ ميٽنگن ۾ نہ وڃن.

ڪين معلوم هئڻ گهرجي ته چيف آفيسر سندن حاڪم نه آهي پر پگهاردار نوڪر آهي.

حڪيم فتح محمد ٢- جون ١٩٣٠ع

اڳي ٻڌايل آهي ته ڳوٺ سڌار هلچل جي پروگرام ۾ ميربحرن، سالدارن ۽ هارين جون جماعتون ناهي انهن جي حقن جي حفاظت، مالي، سماجي، تعليمي ترقيءَ لاءِ ڪوشش ڪرڻ جو فقرو داخل هو.

ميربحرن ۽ مالدارن جون جماعتون بنجي چڪيون هيون، هاڻي هارين جي جماعت ناهڻي هئي، جنهن لاءِ انهيءَ تحريڪ جي همدرد ڪارڪنن جي صلاح سان اهو طي ڪيو ويو ته پهرين ساري سنڌ جي جماعت ناهجي پوءِ ان جون شاخون ضلعن ۽ ڳوٺن ۾ برپا ڪجن.

ٿر پارڪر ضلع ۾ اڳيئي هڪ مخلص ڪارڪنن جو گروه انهيءَ ڏس ۾ ڪم ڪندڙ هو.

جن مان مکيه مولوي عبدالله خان لغاري، مصري خان خاصخيلي ۽ ميان فقير محمد مگريو هئا. انهن جي صلاح سان ميرپور خاص ۾ هڪ هاري ڪانفرنس سڏائي ويئي. جنهن جي صدارت مسٽر جمشيد ميهتا کي ڪرڻي هئي ۽ مرحبا ڪاميٽيءَ جي چيرمين جون خدمات مونکي ادا ڪرڻيون هيون.

ان لاءِ ١٢- جولائي ١٩٣٠ع تي ڪانفرنس جي تاريخ مقرر ٿي. آس پاس مان هزارين ماڻهن کي ان ۾ شرڪت لاءِ ڍنڍورو ڏياريو ويو.

ڪراچيءَ مان ان تاريخ تي مسٽر جمشيد ميهتا، شيخ عبدالمجيد صاحب سنڌي، پرنسيپال گوڪلي انجنيرنگ ڪاليج ڪراچي، ڪامريڊ عبدالقادر بلوچ، مسٽر چينمل پرسرام، مسٽر لالچند امر ڏنومل ۽ ٻيا گڏجي ان ۾ شريڪ ٿياسون. اجلاس مسافرخاني جي اندروني ميدان ۾ ڪنو ٿيو.

منهنجي مرحبائي خطبي ڪان پوءِ مسٽر جمشيد ميهتا صدارتي خطبو پڙهيو. ان ۾ ڪيترائي ٺهراءَ پاس ٿيا، جن جو تفصيل ڊائري جي باب مان معلوم ٿي سگهندو.

مکيه ٺهراءُ سنڌ هاري جماعت قائم ڪرڻ جو هو: جنهن جا سال لاءِ هيٺيان عهديدار چونڊيا ويا.

پريزيڊنٽ - پرنسيپال گوڪلي

سيڪريٽري ٽي چونڊيا - (١) چينمل پرسرام (٢) شيخ عبدالمجيد سنڌي (٣) سيد غلام مرتضيٰ شاهه ( آئون ).

ان جماعت جو دستور العمل ناهي. ان کي پوريءَ طرح منظم ڪرڻ لاءِ ڪوشش ۾ ڪين گهڻايو ويو. ٿوري وقت کان پوءِ اها جماعت ذرا ڪمزور ٿي ويئي جنهن کي اڳتي هلي. مسٽر حيدر بخش جتوئي، قاضي فيض محمد، غلام محمد لغاري، عبدالقادر بلوچ، عبدالخالق آزاد وغيره روح ڦوڪيو. جنهن جون اڄ ڪلهه سنڌ هاري ڪميٽيءَ جي نالي سان ساري صوبي ۾ شاخون آهن.

انهيءَ سال جولائي جي آخر ۾ بمبئي ڪائونسل جون نيون چونڊيون ٿيڻ واريون هيون مولوي فتح محمد صاحب سيوهاڻي، مولوي محمد صادق صاحب کڏه، مسٽر طيب علي علويءَ پنهنجي دوستن جي صلاح سان ڪراچيءَ ضلع مان شيخ عبدالمجيد صاحب سنڌيءَ کي اميدوار بيهاريو ويو. ان لاءِ مون هيٺيون اشتهار ڇپائي هزارن جي تعداد ۾ ضلع ڪراچي اندر ورهايو:-

**جناب من!**

" ڪراچي ضلع جي رهاڪن کي ڪيترين ئي مشڪلاتن درپيش آهن. هي ضلعو سنڌ ۾ پوئتي پيل ايراضين مان هڪ آهي. هيٺيان مسئلا حل طلب آهن.

(١) سکر براج چالو ٿيڻ کانپوءِ هن ضلعي ۾ پاڻيءَ جي ڪوتاهي ٿيندي. ان لاءِ ڪراچي ضلع لاءِ جدا براج يا نوان واهه کوٽائڻ يا ضلع جي ماڻهن کي سکر براج تي زمين ڏيڻ جو انتظام ڪرڻ

(٢) گذريل سال بارش ۾ پوڄن ڪري فصل کي نقصان پهچڻ سبب ڍلن ۽ تقاوين جي مهلت جو سوال.

(٣) ضلع ۾ عام تعليم لاءِ پورو انتظام نه هئڻ ڪري، وڌيڪ سرڪاري گرانٽ حاصل ڪرڻ .

(۴) رستن، کوهن، مسافرخانن لاءِ گرانٽون حاصل ڪرڻ.

(۵) زميندار ۽ آبادڪار طبقي جي شڪايتن کي سرڪار تائين پهچائڻ.

(٦) بي روزگاري دور ڪرڻ لاءِ بندوبست ڪرڻ.

(٧) مالدارن ۽ ميربحرن جي اهنجن دور ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪرڻ.

اهي ۽ ٻيا اهڙا سوال حل ٿي سگهندا. جيڪڏهن ڪو بي ڊپو، قابل ۽ خدمت خلق جو جذبو رکندڙ قومي ڪارڪن بمبئي ڪائونسل ۾ چونڊي

موڪلجي. ضلع جي مکيه مائهن جي صلاح سان شيخ عبدالمجيد کي ڪراچي ضلع طرفان اميدوار بيهاريو ويو آهي. شيخ صاحب جي شخصيت کان هرڪو واقف آهي. سندس ئي ڪوشش ڪري الوحيد جا ڪالم عوام جي شڪايتن درج ڪرڻ لاءِ کليل رهن ٿا. ان لاءِ اوهان کي عرض ڪندس ته پنهنجا ووٽ شيخ صاحب کي ڏيئي ڪامياب ڪرائيندا."

غلام مرتضيٰ.

چوندا ١٠- سپٽمبر تي هئي. ڪيس چونڊائڻ لاءِ ساري ضلع ۾ حاجي عبدالرحيم شاه سجاول، مسٽر طيب علي علوي، سان گڏ دورو ڪيو ويو.

اليڪشن وقت عجيب غريب مائهن سان ملڻ جو موقعو مليو. انهن مان هڪ سيد شاه محمد شاه دريا خان سوهي جو وينل هو.

هو دور انديش، نيڪ نمازي مذهبي خيال جو بزرگ هو. هن جا ميرپور بٺوري جي خواجن زميندارن سان زمين جي ڳالهين تان کي اختلاف هئا.

ازالنسواءِ ان وقت ڪٽر مذهبي ملن طرفان خواجن خلاف عجيب تعصب وهاريل هئا.

هن صاحب پهرين سوال پڇيو ته خواجن وٽ ووٽن لاءِ ويا آهيون.

جواب ۾ ڪيس ٻڌايو ويو ته اجا ڪونه ويا آهيون. پوءِ گفتگو ڪندي ظاهر ڪيائين ته ڪتابن لکيو آهي "ته خوجا شيطان جي اولاد مان پيدا ٿيل آهن"

ووٽن لاءِ آيل هئاسون. ڪچيوسون ڪونه پر ذرا ڪل آئي. ان تي ڪاوڙجي ويو چيائين ته جي اعتبار نٿو اچيو ته ڪٿي اجان ڪتاب؟

مناظرو ڪندا؟

اسان چپ ٿي وياسون اهڙي مائهو سان بحث ڪرڻ مان فائدو ڪونه هو.

خبر نه آهي جي هو پاڪستان ٺهڻ وقت جيئرو هجي ها ته جناح صاحب جي مسلمانن جي قائداعظم ٿيڻ بنسبت سندس ڪهڙا تاثرات ٿين ها؟

ٻي طرف حيدرآباد ضلعي ۾ ميران محمد شاه جي مدد لاءِ ڳوٺ ڳوٺ ۾ وڃڻو پيو.

جنهن لاءِ هالن تعلقي ۾ ڀٽ شاهه، مٽياري، هالا، سعدآباد، اڏيري

لعل جا دورا ڪرڻا پيا.

سعيدپور ۾ سيد محمد ڪامل شاه وٽ ميران محمد شاه لاءِ وفد ويو ياسون ليڪن هن صاف جواب ڏنو تہ هن مسٽر نور محمد وڪيل کي وعده ڪري اميدوار بيهاريو هو تنهن ڪري ہي ڪنهن کي مدد ڪري نہ سگهندو. ٽڪڙ وارن سيدن جي اليڪشن ۾ڪيس مدد گهربل هئي، ان تان هٽ ڪنيائين.

پر وعدي تان ڪين مڙيو.

مون ان جي باوجود چاچا محمد ڪامل شاه سان سندس چوندڻ ۾ مدد ڪئي، جو هو لائق، ڪارائتو، باهمت ماڻهو هو. ازانسواءِ هن جي مون سان اولاد وانگر محبت هئي ۽ لوڪلبورڊ ڪراچيءَ جي چوندڻ ۾ هن مون سان مدد ڪئي هئي.

انهن چوندڻ ۾ ڪراچي ضلعي مان شيخ عبدالمجيد سنڌي ۽ پير غلام حيدرشاه بلڙيءَ وارو ميمبر چوندجي ويا.

حيدرآباد ضلع مان ميران محمد شاه، مسٽر نور محمد ۽ مير بنده علي خان ميمبر چوندڻيا.

**۱۵- سپٽمبر** تي زميندارن جي چوند تي ان ۾ محمد ڪامل شاه ميمبر چونڊيو. ڪراچي شهر مان حاجي مير محمد بلوچ ميمبر چونڊيو.

لاڙڪاڻي مان- سرشاهنواز ڀٽو، خانبهادر محمد ايوب کهڙو ۽ سردار واحد بخش ڀنو ميمبر چونڊيا.

سکر مان- خانبهادر الهہ بخش سومرو، پير رسول بخش شاه چونڊيا.

جيڪب آباد مان - شير محمد خان بجاراڻي.

ٿرپارڪر مان - خانبهادر غلام نبي شاه.

نواب شاه مان - جام جان محمد خان جوڻيجو ميمبر چونڊجي آيا

اهڙي طرح ساري سنڌ مان ٿوري رد بدل سان گهڻو ڪري ساڳيا ماڻهو چونڊجي آيا.

انهيءَ سپٽمبر مهيني ۾ سنڌ جي سرڪاري عملدارن جي مخالفت جي باوجود مسٽر محمد هاشم گزدر کي ڪراچي ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ ۾ انجنير مقرر ڪرڻ جي منظوري بمبئي سرڪار کان ملي.

اها رواجي ڳالهہ هئي پر مڪاني آفيشل طبقي جي مخالفت هوندي،

منظوري جي ملڻ اهميت وارو هو. اها آفيشل طبقي مٿان قومي ڪارڪنن جي بهترين فتح هئي. ان جو اندازو سيد حاجي عبدالرحيم شاه سجاول واري مونڏي موڪليل هيٺين خط مان پئجي سگهندو:-

"شيخ عبدالمجيد جي بمبئي ڪائونسل ۾ عظيم ڪاميابيءَ جون لک لک مبارڪون هجنو.

حقيقت ۾ اها ڪاميابي اوهان صاحبن جي ڪوشش جو نتيجو آهي

خدا صاحب جا بيشمار احسان آهن جنهن غريب طبقي جي عيوضيءَ کي فتح حاصل ڪرائي. زماني سابق کان حق جي فتح ۾ غريب ئي حصو وٺندا آهن. وري فتح به اها جنهن جو خواب خيال به نه هو. دوباره مسٽر محمد هاشم گزدر جي ڪاميابيءَ ۾ (حق جي فتح ۽ ڪاموري ڪلاس جي شڪست سبب) خدا صاحب جي فيض جي پالوت ٿي آهي- اسان کي شاڪر رهڻ گهرجي

(سيد حاجي، عبدالرحيم شاه)

خانبهادر عظيم خان جو ذڪر ڪري آيو آهيان ته هو خاص دوستن مان ٿي ويو هو. ان سندس لکيل خط ٢٣- سيپٽمبر ١٩٣٠ع تي ميران محمد شاه، شيخ عبدالمجيد ۽ مسٽر گزدر جي ڪاميابيءَ تي مبارڪ ڏيندي لکيو ته:

"اهو سڀ اوهان جي نيڪ نيتي جو ڪارڻ آهي"

انهيءَ وقت ۾ باوجود ڪثير سياسي مشغولين جي رمضان جو مهينو، ڳوٺ رهي عبادت ۽ مطالعي ۾ صرف ڪندو هوس.

حاجي عبدالرحيم شاه سجاول وارو پرهيزگار، عابد ۽ مذهبي خيالن جو ماڻهو هو. انهي لکي موڪليو ته عبادت لاءِ گوشه نشين ٿيڻ نيڪ آهي پر اوهان جيڪا خلق جي خدمت ڪري رهيا آهيو سا به عبادت آهي.

ان ڪري اوهان جهڙن ماڻهن لاءِ انهن ڳالهين جي ضرورت نه آهي پر انهي ڏينهن ۾ مونتي مذهبي خيال ايترو گهرو ويٺل هو جو باوجود انهيءَ هدايت جي، ڳوٺ رهي عبادت ڪرڻ لڳس.

انهن ڏينهن ۾ جناح صاحب پير صاحب پاڳاري جي ڪيس لاءِ سنڌ ۾ آيل هو. اتان گول ميز ڪانفرنس لاءِ وڃڻ وارو هو.

صلاح بيٺي ته ڪيس حانهن ته گهرائي سنڌ جي جدائيءَ لاءِ عرض ڪيو وڃي ۽ سندس وڏي دعوت به ڪئي وڃي.

ان لاءِ ٣٠- تاريخ سيپٽمبر ١٩٣٠ع تي مون پنهنجي بنگلي تي ٥ بجه

شام جو ڪيس چانهن جي دعوت تي گهرايو- جنهن مجلس ۾ علامہ آءِ آءِ قاضي، سيد ميران محمد شاه، خانبهادر محمد ايوب کهڙو- ختم علوي شريڪ ٿيا.

جتي هن ان سوال ۾ دلچسپي وٺڻ جو وعدو ڪيو. وڏيڪ چيائين تہ سر شاهنواز پڻ ڪي نيڪ ڪجو متان هو حڪومت جي اشاري تي مخالفت نہ ڪري.

جهڙيءَ طرح صوبہ بمبئي طرفان سائمن ڪميشن کي مدد ڪرڻ واري ڪميٽيءَ تي سنڌ جي جدائي جي مخالفت ڪئي اٿس. ٻي ڏينهن مون، سيٺ حاجي عبدالله هارون ۽ خانبهادر کهڙي گڏجي ڪارلٽن هوٽل ۾ جناح صاحب کي وڏي ڊنر ڏني، جنهن ۾ ڪيترا سياستدان ۽ آفيسر گهرايا ويا هئا.

اتي کهڙي صاحب سنڌس تقرير ۾ جناح صاحب کي سنڌ جي ماڻهن طرفان سنڌ جي بمبئي کان علحده ڪرڻ لاءِ اپيل ڪندي عرض ڪيو تہ گول ميز ڪانفرنس ۾ ان سوال جي کهر ڪري. انهيءَ ڏينهن سرشاهنواز خان پڻ کي گانڌي گارڊن ۾ سردار واحد بخش پڻي طرفان وڏو ائٽ هوم ڏنو ويو.

ٻي ڏينهن سڀئي جهاز ۾ چڙهي گول ڪانفرنس لاءِ روانا ٿيا.

ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ ۾ حالتن ڦيرو ...و. سيد شاهنواز شاه جو قاضي عبدالرحمن جي گروه جو مکيہ ڪارڪن هو. جنهن جي انهي مقابلي ۾ ادا ڪيل پارٽ جو ڪجهہ ذڪر اڳي تي چڪو آهي. تنهن جا پيسا گهٽ ٿيڻ ڪري، سنڌس سنگت رخ بدلائي ڇڏيو هو.

٣٠- سپٽمبر ١٩٣٠ع تي سنڌس لوڪلبورڊ اسڪولبورڊ جي چيرمئن شپ تي بي اعتباريءَ جو ٺهراءُ پاس ڪري ان کان استعيفا جي گهر ڪيائون- جنهن تي مجبور ٿي، هن مون کان مدد جي تقاضا ڪئي، مون ميمبرن کي سمجهائي ڪيس چيرمين ٿي رهڻ لاءِ مدد ڪئي.

مسٽر محمد هاشم گزدر جي انجنير ٿي اچڻ تي ضلع لوڪلبورڊ جا بہ مکيہ ڪم هٿ ۾ ڪنيا ويا.

١- ڪراچيءَ کان ڪوٽڙيءَ تائين پڪي موٽر جي رستي ٺهرائڻ جو ڪم

(نوٽ)- انهن ڏينهن ۾ ڪراچيءَ کان ڪوٽڙيءَ تائين موٽر ذريعي اچڻ جو رستو نيڪ نہ هو. اڪثر آمدرفت ريل گاڏي ذريعي ٿيندي هئي.

٢- ڪراچي ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ ۽ سڪولبورڊ جون عمارتون ٺهرائڻ.

**(نوٽ)**- انهن ڏينهن ۾ اهي ٻئي آفيسون مسواڙ جي جاين ۾ هنديون هيون، انهيءَ لاءِ بهترين ڪراچي ڪونٽري رستي لاءِ سروي ڪرڻ واسطي عملو رکي، آڪٽومبر ۾ پراجيڪٽ ٺهرائڻ شروع ڪيو ويو.

۽ لوڪلبورڊ آفيسن ٺهرائڻ لاءِ پلاٽ وٺڻ لاءِ ڪوشش ڪئي ويئي، ليڪن باوجود گهڻين ڪوششن جي ٻيو پلاٽ ملي نہ سگهيو ان ڪري لوڪلبورڊ جي رچمنڊ ڪرائفورڊ وٽرنري اسپتال بندر روڊ جي وسيع پلاٽ مان هڪ ٽڪرو جونيئر اتي عمارتن ٺهرائڻ لاءِ پلئن ۽ اسٽيمنٽون ٺهرائڻ شروع ڪيون ويئون. ڪليڪٽر ڪان اهڙي منظوري ورتي ويئي.

انهيءَ وقت سنڌ ۾ هڪ نئين ضلع جي ٺاهڻ جي تجويز هلي رهي هئي، عملدارن ڪونٽري ڊويزن کي ڪراچي ضلع مان ڪڍڻ جي سفارش ڪئي هئي، ان مان سندن مقصد اهو هو تہ منهنجي ڊويزن ڪراچي ضلع کان علحده ٿيڻ ڪري، ڪراچي ضلع ۾ هو پنهنجا ڄاڙتو جونڊائي سگهندا.

انهيءَ تجويز جي اسان جي طرفان سخت مخالفت ڪئي ويئي، پر آفيسر نيٺ سندن سازش ۾ ڪامياب ٿي ويا.

ڊسمبر جي ٢٤- ٢٥ تاريخ هميشہ وانگر سن ۾ شاه حيدر عليہ سمت جي ساليانو ميلي تي محال مانجهندن جي تنظيمي ڪانفرنس ڪئي ٿي، جنهن ۾ ڪيترا ٺهراءُ پاس ڪيا ويا.

هن سال ۾ سن ڪانگريس ڪميٽيءَ طرفان ڪيترا رضاڪار سول نافرماني ڪري جيل ۾ ويا، جن مان مکيہ ڊاڪٽر پوهومل، ڊاڪٽر تلومل ٽيرواڻي، شيخ محمد ذڪريا هئا. انهيءَ ڪاميٽيءَ جو پريزيڊنٽ آءٌ هوس.

## سال ١٩٣١ع

مون هن سال جنوري جي اول ۾ چيف ڪنسرويٽر آف فاريسٽس سنڌ مسٽر گلبرٽ کي ملي ضلعي ڪراچيءَ جي مالدار ايسوسيشن طرفان انهن جي شڪايت کي پيش ڪيو.

سگهوئي، جنوري ١٩٣١ع تي جيڪب آباد ۾ هارس شو (گهوڙن جي نماءَ) جي موقعي تي خانبهادر الهہ بخش سومرو طرفان گهرايل پڻ ڪانفرنس ۾ شرڪت لاءِ ويس، جتي سنڌ جا مکيہ ڪارڪن آيل هئا.

هڪ ڪانفرنس سياسي مسئلن بنسبت گهرايل هئي، جنهن ۾ سنڌ

بنسبت مختلف سياسي مسئلن تي غور ڪري ٺهراءُ پاس ڪيا ويا. اها ڪانفرنس سيٺ حاجي عبدالله هارون جي ٻي ڪانفرنس لوڪلبورڊ جي پريزيڊنٽن ۽ چيف آفيسرن جي هئي. جنهن ۾ لوڪلبورڊ سوالن سان واسطو رکندڙ مسئلن تي غور فڪر ڪري ڪيترا ٺهراءُ پاس ڪيا ويا.

ان موقع تي ڪمشنر صاحب جي دربار ۾ هئي جتي وزيٽر تي ڪاروائي ڏسڻ جو موقع مليو. اتي عجيب نظارو هو. هڪ پليٽ فارم ٺهرايو ويو هو، جنهن تي ڪمشنر صاحب ۽ آفيسر ويٺل هئا. ان جي هيٺ سامهون رکيل ڪرسين تي زميندار ويٺل هئا.

جيڪي زميندار ڪمشنر کان آفرين نامہ وٺڻ ويا ٿي سي جُتي لاهي، اڳتي وڌي، جهڪي سلام ڪري آفرين نامي وٺڻ بعد ساڳي طرف منهن ڪندي پوئتي موٽي اچي سندين ڪرسين تي ويٺا ٿي.

انهن ۾ هزارن ايڪڙن جا مالڪ زميندار، ڪيئي لک ساليانہ پيدائش وارا سندن قومن جا سردار بہ اچي ٿي ويا. اهو سڀ انڪري ٿيو ٿي جو اتي فرنٽيئر ريگيوليشن لاڳو هئڻ ڪري، ضلع عملدار کي اختيار هو تہ بنا ڪيس هلائڻ جي ڪنهن بہ ماڻهوءَ جي جيل ۾ موڪلي سگهي. ان تي ڪنهن ڪورٽ کي دست اندازي ڪرڻ جو اختيار ڪونہ هو.

جيئن راڄن ۾ ڪيترا فساد، خون پيا ٿين ۽ اڪثر قبيلن ۽ سردارن جا هڪ ٻين سان اختلاف ٿين ٿا تنهن ڪري هن قانون ڪري ضلع آفيسرن کي ملڪ جو مالڪ بنايو ويو هو تہ ان جي آڌار تي هو ڪنهن بہ شريف ماڻهوءَ جي پڳ لاهي ٿي سگهيو.

هن ڪي ڪارو قانون سڏيو ٿي ويو. ان جي رد ڪرائڻ لاءِ سياسي ڪانفرنس ۾ ٺهراءُ پاس ڪيو ويو. پر اها ڪهڙي خبر هئي تہ ٣٢ سالن گذرڻ بعد پاڪستان جي مسلمان حڪومت، جا پاڻ کي اسلامي قانون جو رکپال سڏائڻ جي هام هڻي رهي آهي سا ان کي ساري مغربي پاڪستان سان لاڳو ڪري ڇڏيندي. وڌيڪ احوال ڊائري جي باب مان ملي سگهندو.

**١٥- جنوري ١٩٣١ع** تي مسٽر حاتم علوي، مسٽر هرچندراءِ ٿهلرام، رئيس مزار خان ملڪاڻي بلوچ سان گڏجي لوڪل سيلف گورمنٽ ڪانفرنس لاءِ ساموندي جهاز واسنا ۾ چڙهي بمبئي ڏي روانا ٿياسون.

بمبئي ۾ اپولو هوٽل ۾ رهڻ ٿيو ١٨- ١٩ لوڪل سيلف گورمنٽ ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪرڻ بعد مسٽر حاتم ۽ هرچندراءِ سان گڏ ابوجبل ۾

اچي هفتو ڪن رهي. دلوارا مندر ۾ ٻيون مکيہ جايون ڏٺيون سون.

هن سال رمضان جو مهينو ڪراچيءَ ۾ گذاريم. روزن نمازن سان گڏ سياسي مشغولين ڪي بہ نہ ڇڏيم.

ان وقت ذاري باوجود آفيسرن جي مخالفت ڪي منهن ڏيڻ، رات ڏينهن نند ڦٽائي خدمت خلق ۾ مشغول رهڻ. خرچ ڪري ملڪيت تي گهڻو بوجو وجهڻ، ڪيترن ادارن ۾ جماعتن ذريعي ڪم ڪرڻ جي، منهنجي طريقہ ڪار بنسبت دوستن ۾ بد دلي پيدا ٿي ويئي هئي. جنهن جا اسباب پيش ڪرڻ کان اڳ ان جا چند مثال هيٺ پيش ڪريان ٿو. انهيءَ عوام جي بي قدري، دوستن جي ناراضگيءَ مان پنو پڻجي سگهندو تہ سياسي زندگي اهڙو مشغلو آهي، جنهن ۾ نہ عيوضي جي اميد نہ شابس جو توقع رکڻو آهي.

جنهن ۾ يا خود مطلب، بي اصول ۽ لالچي ماڻهو گذاري سگهن ٿا يا محبت انساني ۽ درد دل رکندڙ ماڻهو رواجي ماڻهن جي اتي جاءِ نہ آهي.

"اٿان جاءِ نهين ڪنهن دي آوڻ دي
ريءَ عشق بنا لئي پاوڻ دي" (بيدل)

ان وقت مولوي فتح محمد صاحب مسوهاڻي، جو منهنجو سرپرست همدرد ٿي رهيو هو، ان هڪ خط لکيو. ان جا ٽڪرا هيٺ ڏجن ٿا:-

"قاضي عبدالرحمٰن ڪڏه مدرسي جي گرانٽ ۽ اسڪالرشپن بابت نهايت ناجائز طريقا اختيار ڪري رهيو آهي.

ميران محمد شاه نور چشم محمد اڪبر جي مخالفت ڪري رهيو آهي، اوهان بي توجهي اختيار ڪئي آهي. پر اوهان ۾ اجان اميد اٿم تہ طبيعت سالم هئڻ ڪري قديم لاڳاپا نہ وساريندا"

اهڙي ماڻهوءَ کان اهڙو شڪايت وارو خط اچڻ، منهنجي حساس دل لاءِ نهايت گران هو "مون نهايت ادب سان کيس يقين ڏياريو تہ باوجود ڪثرت ڪاروبار جي آءٌ قديم دوستن جو در نہ مٽيندس."

جنهن جي جواب بہ لکي موڪليائين تہ "اوهان جي مهربانين، عنايتن ۽ قربن ۽ عزتن سان ڀريل خط بهتو رب سلامت رکندو. اوهانجي اخلاق محسنين مان اهڙو توقع هو"

حاجي عبدالرحيم شاه ٦٦- جنوري ١٩٣١ع تي هڪ ڏکهي خط ۾ نهايت شائستہ نموني ۾ نقط چيني ڪندي لکي ٿو تہ: "بمبئي ڪانفرنس ۾ اوهان اهڙن ميمبرن ڪي وٺي ويا جي پوري سنڌي چاٽندڙ بہ نہ هئا ( رئيس

مزار خان ڏي اشارو ) جڏهن مخالف اوهان تي نقط چيني ڪن ٿا ته ارمان ٿئي ٿو. زمينداري ائسوسيئيشن جي جنرل سيڪريٽري جا فرض پوري طرح ادا نه پيا ڪريو. شايد ضلعن جي جدا ٿيڻ ڪري هن ضلع جي ڪم مان دلچسپي ڪڍي ڇڏي اٿو. وغيره"

اڳي جيڪڏهن ڪيس ڪو سياسي جماعت ۾ شامل ٿيڻ لاءِ لکندو هو ته مون کي لکندو هو ته اوهان صلاح ڏيو. هاڻ سنڌ جي مستقبل لاءِ سياسي جماعت ٺاهڻ واسطي جڏهن ڪيس لکيم ته جواب موڪليائين "ته ملڪ ۾ گهڻيون جماعتون پيئون نهن. هن وقت فيصلو ڪري نه سگهبو."

سيد ميان مقبول شاه پڻ وارو اهو ماڻهو هو جنهن مون کي حرص ڏياري، لوڪلبورڊ ۾ بيهاريو ۽ پريزيڊنٽ چونڊائڻ ۾ مدد ڪئي. تنهن نندين نندين ڳالهين جهڙوڪ سنڌن ڳوٺ جي ڍڪ منشين جي مقررين، بدلين، ڪمپائونڊرن ڊاڪٽرن جي بدلين وغيره تان ناراض ٿيڻ شروع ڪيو.

هو هاڻ رُسي مون وٽ مهمان ٿي رهڻ جي بجاءِ پڻ جاين تي رهڻ لڳو. هڪ خط ۾ لکيائين ته "اسٽيشن تي اوهان لهي بينا. آءُ اوهان سان گاڏيءَ مان لهي ملڻ لاءِ وڌيس، پر اوهان توجهه نه ڏنو. وري گاڏيءَ ۾ چڙهي ويا. هاڻ اوهان کي وڏن ماڻهن، انگريزي تعليم يافته دوستن جي ملاقاتن کان ڪٿي فرصت آهي، جو اسان جهڙن پراڻن سنڌي خوانده دوستن جي سنگت پسند اچيو."

رئيس فقير بخش خان ڪاڇي انهن ماڻهن مان، جنهن لوڪلبورڊ کان اڳ منهنجي تربيت ۽ لاڳاپن وڌائڻ ۾ خاص دلچسپي ورتي هئي. سو سندس چيڙاڪ طبيعت موجب وڏيڪ خفا ٿيل ڏسڻ ۾ آيو.

ڪراچي آل انڊيا ڪانگريس جي اجلاس لاءِ ان کي ڪراچي وٺي آيس، هاڻ ڪفايت شعاري سبب بنگلو ڇڏي ننڍي جاءِ سعيد منزل جي پر ۾ رهيل هوس. جنهن ۾ ٽي ڪمرا هئا.

هو راڄائتو ماڻهو هو. هميشه اٺ ڏهه نوڪر وٽس ڪچهري ۾ ويٺل هوندا هئا. چلم رکي هوندي هئي.

ان وقت ڪراچيءَ ۾ شهري آداب کان واقف ٿيڻ ڪري مون مناسب سمجهيو ته ڪيس خلاصو روم ڏيان ته ڪيس به خلاصگائي ملنديءَ مون وٽ اينڌڙ سياستدانن کي ڳالهه ڪرڻ ۾ به سهوليت ٿيندي. پر هو ان کي سندس هتڪ سمجهي ڪاوڙجيّ جاءِ ڇڏي ويو هليو.

اهي چند مثال آهن جن مان آءٌ اندازو لڳائي سگهيس تہ مخالفت ڪي چڙي، پنهنجن کي بہ راضي رکي نہ سگهيو آهيان.

رواجي طرح سياسي زندگيءَ ۾ ڪيئي ماڻهو ڪڏهين راضي ڪڏهن ناراض ٿيندا رهن ٿا، جن سڀني کي راضي رکڻ مشڪل مسئلو ٿيو پوي. ليڪن مون جهڙي ماڻهوءَ لاءِ ذاتي دوستن جي ناراضگي غور ۽ فڪر لاءِ مواد ٿي پيدا ڪيو.

انهيءَ ڪري پيدا ٿيل حالات تي روشني وجهڻ لاءِ ناظرين معاف ڪندا جيڪڏهين آءٌ ذاتي ڪهاڻي ٻڌايان.

جنهن قومي خدمت جي جوش ۽ خروش، ملڪي تعمير جي نيڪ خواهشن ۽ ارادن سان هن سياسي صحرا ۾ پير پاتو هوم، تنهن سفر ۾ ڪيتريون ئي مالي، علمي، سياسي طبعي ۽ عملي مشڪلاتون سامهون آيون هيم:

" عشق ٿي آسان پانيم، نيٺ ٿيو اوکو اديون "

گذر جو سمورو سهارو زرعي زمين جي پيدائش تي هو، زمين جا ٻہ حصا بارش تي هئا جي سالن جا سال بارش نہ پوڻ، يا گهٽ پوڻ يا گهڻي پوڻ ڪري سٺي پيدائش نہ ڪندا هئا. جيڪڏهن ڪو سٺو سال ٿيو ٿي تہ اڳهہ لهي وڃڻ ڪري پيدائش گهٽ ٿيندي هئي.

اسانجي حد ۾ هڪ ڪاري واهہ نالي درياهي واهہ هو جو سدائين فصل جي پچڻ کان اڳ سُڪي ويندو هو. ڪچي جي زمين دريا پائي ويل هو. سڪرنڊ طرف واري زمين سڌريل نہ هئڻ ڪري پيدائش واري نہ هئي، پوئتان پاءُ. نہ عزيز سمورو ڪم وڃي ڪمدارن تي پيو.

آءٌ سمورو وقت سياسي ڪمن ۾ مشغول هوس.

ڪراچي شهر ۾ بنگلو، موٽر، رکڻ مهمانوازي ڪرڻ، منهنجي طاقت کان ٻاهر هو. شاهنواز شاه جهڙي وڏي زميندار، مائٽاڻي چڏيل ملڪيت واري ماڻهوءَ جو بہ شهري زندگي ڏيوالو ڪڍائي ڇڏيو. آءٌ ڇا هوس! البت خلافت ۽ ڪانگريس تحريڪن جي اثر ڪري مون ۾ فضول خرچي ڪانہ هئي، سادو کاڌو، سادو ڪپڙو پائيندو هوس. عيش عشرت کان پري هوس تہ بہ ڪافي خرچ ٿيندو هو. گهر ۾ وڏيون حيات هونديون هيون. گيهہ، کير، اناج ۽ گهرو خرج جي ڪفايت ۽ وڏن جي ڇڏيل ملڪيت مان پي منهنجي ڪراچيءَ جي خرچ جو پورائو ٿيو.

ليڪن جوٽي اهي ته ڪاڏي ڪوهه به ڪنيون وڃن. سو اها حالت ڪهڙو وقت جناءُ ڪري نه سگهي. وڏيون ڀيڻيون به يڪي بعد ديگر هي دنيا ڇڏي ويئون. پيدائش جا ذريعي تنگ ٿيندا ڏسي بنگلي کي ڇڏي نندي فليٽ ۾ رهڻ لڳس. موٽر کي نيڪال ڪري ڇڏيم ڪراچيءَ ۾ اچڻ تي پابندي وڌم. ان ڪري خرچ گهٽو گهٽجي ويو.

ٻي طرف آءٌ اڳي ٻڌائي آيو آهيان ته سنڌي، پارسي، عربي ۽ انگريزي مان اڌو ڳابرو واقف هوس. جنهن زندگيءَ ۾ گهڙيو هوس ان ۾ انگريزي جنرل معلومات جي گهڻي ضرورت هئي.

ڳوٺ ۾ هوس ته ڪتابن جو مطالعو به ڪندو هوس. ليڪن شهري زندگيءَ ۾ رات ڏينهن هل هلان سبب مطالعي لاءِ وقت به ٿورو ملندو هو.

طبيعت جي اها حالت هئي جو دير هضم ۽ ٻي وقتي ڪاڏي باوجود جوانيءَ جي صحت تي خراب اثر وجهي ڇڏيا هئا.

ڪم هٿ ۾ گهڻا ڪنيم. ان ۾ وقت، پيسي ۽ علم جي ڪوتاهي، سياسي رقيبن، سرڪاري عملدارن جي رڪاوٽن گهڻيون مشڪلاتون وجهي ڇڏيون هيون.

مون گهڻن ڪمن ۾ هٿ هڪ ته تعميري پروگرام جي نقطه نگاه کان وڌو هو ٻيو ته منهنجي سيمابي طبيعت جي تقاضا به اها هئي. مسٽر جمشيد جي صبوح کان شام تائين مشغولي منهنجي لاءِ مشعل راهه هئي پر اها خبر ڪانه رکيم ته مسٽر جمشيد جي پيدائش جو ذريعو واپار، ڪارخانا ۽ جايون، اهڙي مستقل ڪثير اخراجات جو بوجو برداشت ڪري سگهيون ٿي.

هو شهر جو رهاڪو هو. سنڌس تعليم ۽ تجربو مون کان وڌيڪ هو. ان جا ميمبر زياده بيدار ۽ آفيسري اثرن کان ٻاهر هئا. ازانسواءِ هو جوش کان هوش وڌيڪ ڪم آڻيندڙ هو.

منهنجا زميندار ميمبر بزدل ۽ آفيسرن کان ڏجڻ وارو هئا.

چيف آفيسر ۽ سندس گروه جي منظم سازش جو مقابلو ڪرڻو هو. جيئن دائره سياست وڌندو ويو ته معلوم ٿيڻ لڳو ته اينترين ڳالهين کي هڪ وقت منهن ڏيڻ مشڪل ٿي پيو هو ۽ دوست احباب شڪايت ڪرڻ لڳا هئا.

جيئن هڪ مسڪين عورت محمود غزنويءَ کي چيو هو ته اينترو ملڪ پاڻ وٺ رک جو سنڀالي سگهين. تيئن اهي به اشارو ڏيڻ لڳا.

۱۱- فيبروريءَ تي مون هڪ خط ڪراچيءَ جي قومي ڪارڪنن کي لکيو ته ڪانگريس جي ساليانه اجلاس جي موقعي تي سنڌ جي سوالن تي غور ڪرڻ لاءِ. هڪ جاءِ تي گڏ ٿي صلاح مشورو ڪجي پر سنڌ جا سوال انڊيا سوالن سان گڏيل پيا هئا. جنهن ڪري انهن جا پوئلڳ صوبه وار جدا سمجهوتو ڪرڻ لاءِ تيار ڪونه هئا. اهڙو تجربو مسٽر سي آر داس ڪيو هو.

اهو به ناڪامياب ٿيو هو، هن منهنجي سڏايل ميٽنگ ۾ مکيه قومي ڪارڪنن دلچسپي نه ورتي. تنهن ڪري ڪجهه نه ڪري سگهياسون.

فيبروريءَ جي آخر ۾ ڪراچي ميونسپالٽيءَ جي آدمشماري جا ڪچا انگ اکر ظاهر ٿيا. جن موجب

هندو- ۱۱۰۰۰۰- مسلمان- ۷۳۰۰۰ هزار ۽ ٻيا فرقا ۹۰۰۰ ٿيا.

جملہ آبادي (۱۹۲۰۰۰) هڪ لک ٻيا نوي هزار ٿي.

ڪراچيءَ ۾ ۲۷ مارچ ۱۹۳۱ع کان آل انڊيا ڪانگريس جو ۴۵- ساليانه اجلاس سردار ولڀ ڀائي پٽيل جي صدارت هيٺ ڪٺو ٿيو. ان ۾ حصو ورتم.

خان عبدالغفار خان سنڌس سرخپوش جماعت سان ان ۾ شامل ٿيو.

ان سان انهيءَ موقعي تي واقفيت ٿي. انهي ڪانگريس جي مرحبا ڪميٽيءَ جو چيرمين ڊاڪٽر چوئٿرام هو.

انتظام ۽ خوراڪ ڪميٽيءَ جو چيرمن مسٽر غلام علي چاڳلا هو.

والنٽيئرن جو ڪپتان مسٽر سنتداس عيدن مل ۽ خزانچي سيٺ ايسرداس ورندمل هئا. جنرل سيڪريٽري مسٽر رستم سڌوا ۽ تاراچند لالواڻي هئا. موجوده اسلام آباد ڪالوني واري زمين تي عيوضين جي رهائڻ لاءِ جهوپڙيون ٺهرايل هيون.

مسٽر جيرامداس دولترام ۽ مسٽر جمشيد ميهتا ساري ڪاروبار جي مٿان هئا.

ٻه ڏينهن سبجيڪٽس ڪميٽي ۽ ٻه ڏينهن کليل اجلاس هليا. وڌيڪ احوال ٻئي باب ڏنل آهي.

جمعت العلماء هند جي اجلاس جو به ان باب ۾ ذڪر ڪري آيو آهيان.

انهيءَ سال ۱۴- جولاءِ ۱۹۳۱ع کان پوءِ لوڪل سيلف ڪانفرنس

لاءِ ڪهڻا سنڌي ميمبر وياسون. جتي ٻه ڏينهن رهي پوءِ مسٽر گزدر، حاجي عبدالرحيم شاهه ۽ سنڌس مئنيجر سيد مهر علي شاهه سان گڏ حيدرآباد دکن ويس. جتي ڪجهه وقت رهي گزدر صاحب موٽي سنڌ ۾ آيو. باقي اسان ٽي اورنگ آباد آگره، دهلي، پانيپت، سرهند، لاهور، راولپنڊي، مري، ڪشمير جا مختلف مڪان گهمي آگسٽ جي آخر ڌاري ڪراچي پهتاسون. انهيءَ سيرو سفر جي دوران ۾ ڪيترن مکيه تاريخي جڳهين کي ڏٺو ويو. مکيه ماڻهن سان ملاقاتون ٿيون. جن مان خواجه حسن نظامي، شيخ عبدالله ڪشميري، بخشي غلام محمد، قابل ذڪر بزرگ هئا. ان بابت وڌيڪ احوال ڊائريءَ جي باب مان ملندو.

هندوستان جي گشت مان موٽي آيس ته ان وقت سنڌ جي جدائي جي هلچل زور سان هلندڙ هئي. هندن جو گهڻو حصو ان کي بمبئي کان جدا ڪرڻ جي خلاف هو.

جن ۾ مهاسڀا جا ليڊر ۽ ڪي ڪانگريسي ڪارڪن متحد هئا، ليڪن ڪيترا غير مسلم ڪارڪن جهڙوڪ جمشيد ميهتا، ڄيٺمل پرسرام، رستم سڌوا، پروفيسر ٽيڇا، انهيءَ جي جدا ڪرڻ ۾ حصو وٺڻ لڳا.

**١٥- اگسٽ ١٩٣١ع** تي مسٽر سڌوا بيان ۾ چيو ته سيٺ هرچندراءِ وشنداس مکيه ڪانگريسي ليڊر به سنڌ جي جدائي جي فائدي ۾ هو.

**٨- سيپٽمبر ١٩٣١ع** تي مائيلس ارون جي چيرمنيءَ هيٺ سنڌ جي جدا صوبي ٿيڻ جي حالت ۾ سنڌس مالي حالت تي انڪواري ڪرڻ لاءِ ڪراچيءَ پهتي. ان جي اڳيان خانبهادر کهڙي، خانبهادر الهه بخش ۽ حاجي عبدالله هارون، پرنسيپال گوکلي فائدي ۾ بيان ڏنا.

ديوان پوڄسنگ، پروفسر ڇبلاڻي، ڊاڪٽر هنگوراڻي مخالفت ۾ شاهديون ڏنيون انهي سال ۾ ضلعن جي ڦيرگهير لاءِ لکپڙهه هلي، لاڙڪاڻي ۽ ڪراچي ضلعن مان نئين ضلع بڻائڻ جي تجويز سرڪار اڳيان هئي.

سرڪاري عملدارن ١٩٢٥ع کان وني اها ڪوشش پئي ڪئي، جنهن کي نظر ۾ رکي سيد مقبول شاهه ۽ راءِ بهادر روشنداس ضلع لوڪلبورڊ مان ان جي خلاف ٺهراءُ پاس ڪرايو هو.

هاڻ به تعلقه لوڪلبورڊ ڪوٽڙي ۽ مانجهندن اهڙا ٺهراءَ پاس ڪيا. انهي سلسلي ۾ دادو ۽ سيوهڻ کي ضلع جي هيڊڪوارٽر بنائڻ تان

اختلاف پيدا ٿيو. سيوهڻ کي ضلع جي هيڊ ڪوارٽر ڪرڻ لاءِ سيد ميان ولي محمد شاه، مولوي فتح محمد سيوهاڻي ۽ ڪن سيوهاڻي ديوانن ڪوشش ورتي، هنن جو جوڻ هو تہ سيوهڻ تاريخي شهر ۽ قلندر شهباز جي درگاهہ ڪري، خاص ... رکندڙ شهر هو.

لب ... سرڪاري عملدار دادوءَ جي فائدي ۾ هئا. سندن چوڻ هو دادو جو شهر وڌندڙ پر ۾ ڪشادا ميدان رکندڙ ۽ واپار جو مرڪز هو. سيوهڻ شهر ڦٽي ويو هو. آخر فيصلو سرڪاري عملدارن جي خواهش مطابق دادوءَ جي فائدي ۾ ٿيو. اسان انهيءَ ساري تجويز جي مخالفت ۾ هئاسون، پر ڇا ٿي ڪري سگهياسون؟

ڪراچي ضلع لوڪلبورڊ جي ٽرم کي ٽي سال گذري چڪا هئا. ليڪن ضلعن جي ڦير ڦار ڪري ساري سنڌ جي لوڪلبورڊ چونڊن کي مڪمل ڪيو ويو هو. ڪراچي ضلع جي تعمير لاءِ گهڻيون تجويزون رٿيون هوم پر سرڪاري عملدارن ۽ چيف آفيسر گروه جي مخالفت ڪري، انهن جي سرانجاميءَ ۾ رنڊڪون پئجي ويئون هيون.

انهن مان مکيہ هينيون هيون:-

(١) ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ ۽ اسڪولبورڊ جون آفيسون ٺهرائڻ.

(٢) ڪراچيءَ کان ڪوٽڙيءَ تائين موٽر هلڻ جهڙو پڪو رستو ٺهرائڻ.

(٣) جهوڪ کان شاه بندر تائين پڪو رستو ٺهرائڻ.

(۴) سجاول کان جاتي ۽ اتان لکپت تائين رستو ٺهرائڻ.

(۵) سجاول ۾ مئٽرنٽي هوم ۽ هائي اسڪول ٺهرائڻ.

(٦) لوئر سنڌ براج ٺهرائڻ لاءِ ڪوشش ڪرڻ.

(٧) بگهاڙ واهہ تي ٻهارن جي نزديڪ ريگيوليٽر ٺهرائڻ لاءِ لکپڙهہ ڪرڻ.

(٨) ميرپورساڪري کان ڪيٽي بندر ۽ ڳاڙهيءَ کان ٺٽي تائين پڪا رستا ٺهرائڻ.

(٩) ضلع جي مالدارن، مڪاني هنر وارن، ميربحرن جي حقن جي حفاظت ۽ ترقيءَ لاءِ ڪوشش ڪرڻ.

(١٠)کوهن، اسڪولن، مسافرخانن جي گهڻي تعداد ۾ تعمير ڪرائڻ، انهيءَ بابت ورتل ڪوشش جو مختصر احوال هيٺ ڏجي ٿو

**(۱) ضلع لوڪلبورڊ آفيسون:-**

انهيءَ لاءِ ۱۹۲۸ع ۾ پريزيڊنٽ ٿيڻ بعد يڪدم سوال هٿ ۾ ڪنيو ويو. اول قدم اهو هو تہ آفيس ڪليڪٽر جي دفتر مان ٻاهر ڪيئي مسواڙي جاءِ ۾ آندي ويئي. سال بہ ٻلاٽ وٺي جاءِ ٺهرائڻ ۾ گذري ويا.

آخر جانورن واري اسپتال رڇمند ڪرافورڊ لوڪلبورڊ ڊسپينسريءَ جي پٽ تي جاءِ ٺهرائڻ لاءِ تجويز تيار ڪرايم.

پوءِ ٽينڊر گهرائي، ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ کان منظور ڪرائي جاءِ جي تعمير جو ڪم مقاطعدار کان شروع ڪرايم. مسٽر گبسن ۽ سنڌس حوارين کي اوچتو خيال آيو تہ اهو ڪم جي. ايم. سيد جي ايامڪاريءَ ۾ سرانجام ٿيڻ کان روڪيو وڃي. ان تي هڪ درخواست آفيسرن طرفان ڪن ميمبرن کان صحيحون وٺي مونکي ڏني ويئي تہ ڪم بند ڪرايان ۽ ڪليڪٽر بہ اهڙو ليٽر لکيو.

هن وقت ڏاري اهڙين سازشن جي مقابلي ڪرڻ جو عادي ٿي ويو هوس مون درخواست رولنگ ڏئي بي قاعدي ٺهرائي ڇڏي. ڪليڪٽر جي منع نامي جي پرواهہ نہ ڪري جاءِ تعمير ڪرائي مڪمل ڪري ڇڏي.

آخر ۾ جڏهن نئين بلڊنگ جو افتتاح ڪيو ويو تہ ڪليڪٽر، چيف آفيسر ۽ سنڌن حواري ميمبرن طرفان ان جو بائيڪاٽ ڪيو ويو. آخر ۾ مون ڪراچي ميونسپالٽيءَ جي افتتاح جو مثال سامهون رکي، مختلف مذهبن جي عالمن جي دعا سان ان جو افتتاح ڪرايو.

مفصل احوال ڊائريءَ جي باب مان معلوم ٿي سگهندو.

انهيءَ کي ڏسي ڪليڪٽر صاحب مقاطعدار کي پيسن ڏيڻ ۾ رنڊڪون وڌيون پر سيني مشڪلاتن کي منهن ڏئي ننگهي وڃي پار پياسون.

**(۲) ڪراچيءَ کان ڪوٽڙي وارو رستو:-**

انهي رستي جي سروي مسٽر محمد هاشم گزدر چارج وٺڻ بعد يڪدم شروع ڪرائي، ڪليڪٽر ان ۾ رنڊڪ وڌي پر ان جي پرواهہ نہ ڪري پراجيڪٽ تيار ڪرائي، خاص گرانٽ لاءِ گزدر کي بمبئي سرڪار ڏي موڪليو ويو. هينئن ڪامورن جي مخالفت جي باوجود، ان لاءِ منظوري ورتي ويئي. آخر ۾ اهو سمورو رستو پراونشل روڊ ڪرائي سرڪار جي حوالي ڪرايو ويو.

### (۳) جهوڪ کان شاه بندر تائين رستو:-

انهيءَ رستي تي مٽي وجهي مٽي ڪرائڻ جو ڪم شروع ڪرايو ويو. بمبئي سرڪار کي ان رستي جي پراونشل لسٽ تي آڻڻ لاءِ لکپڙهه ڪئي ويئي، جو منهنجي لوڪلبورڊ ٽرم ۾ آفيسرن جي مخالفت ڪري، پراونشل لسٽ تي نہ آيو. ليڪن ڪجهه وقت ڪانپوءِ نيٺ اهو رستو لسٽ تي آندو ويو.

### (۴) سجاول کان جاتي ۽ اتان لکپت تائين رستو:-

هن رستي تاهڻ جي رٿ تڏهن رٿي ويئي جڏهن مسٽر جيٺمل پرسرام سان مئي ۱۹۳۰ع ۾ ضلع جو گشت ڪيو ويو هو.

ڪڇ ملڪ جي زبان ۽ روايات سنڌ سان مليل هئا. اڳي هي ٽڪرو سنڌ سان مليل هو. جنهن کي پهريان غلام شاه ڪلهوڙي ڪڇ جي راجا سان مخالفت ڪري سنڌو دريا جو پاڻي، بَند ڪري ويران ڪيو ان ڪانپوءِ ۱۸۰۹ع ۾ ڌرتيءَ جي زلزلي ويتر جاتي ۽ لکپت جي وچ واري حصي کي صحرا بنائي جدا ڪري ڇڏيو.

جاتيءَ جو واپار اجان تائين ڪڇ سان ان رستي هلندڙ هو. پر صحرائي رنڊڪن ڪري وڏي تڪي سگهيو.

تنهن ڪري ان رستي لاءِ اسڪيم ٺهرائي ۽ ڪڇ جي رياستي حڪومت سان لکپڙهه ڪئي ويئي. ليڪن منهنجي ٽرم جي اندر فيصلو نہ ٿي سگهڻ ڪري اهو معاملو اتي ئي رهجي ويو، سنڌ جي جدا ٿيڻ بعد ان سوال تي مڪاني سياسي اختلافن، وزارتن جي ڦيرين گهيرين، آل انڊيا آئيني سوالن جي ڪري غور ٿي نہ سگهيو.

پاڪستان بنجڻ بعد ڪڇ سنڌ کان جدا ٿي هندوستان ۾ وڃڻ ڪري اسانجو پراڻو خواب شرمنده تعبير ٿيڻ کان رهجي ويو ممڪن آهي غيب جي پردي ۾ ڪجهه لکل هجي ۽ اهو حصو موٽي اچي وري سنڌ سان ملي، ڪنهن کي ان راز جي خبر آهي؟

### (۵) سجاول ۾ مئٽرنٽي هوم ۽ هائي اسڪول:-

هي تجويزون منهنجي لوڪلبورڊ ٽرم ۾ پوريون نہ ٿي سگهيون. ان ڪانپوءِ مڪمل ٿيون.

### (٦) لوئر سنڌ براج لاءِ ڪوشش:-

زميندار ۽ آبادگار جماعت طرفان، اخبارن ذريعي، آفيسرن سان

وفدن ۾ ملي ۽ بمبئي گورنر کي روبرو ملي عرضداشت ڪرڻ سان لوئر سنڌبراج لاءِ ڪوشش ڪندا رهياسون. جنهن جو ان وقت سواءِ دلاسن جي ٻيو ڪو نتيجو نه نڪتو، ليڪن سنڌ جدا ٿيڻ بعد اها تجويز نيٺ پايه تڪميل کي وڃي پهتي. جنهن تجويز لاءِ ڏهه سال اڳي ڪوشش ڪيل هئي.

**(٧) ٻگهاڙ واه تي ريگيوليٽر:-**

ان جي ضرورت به گشت وقت معلوم ٿي ان لاءِ گهر زميندار ائسوسيئشن طرفان ڪئي ويئي، جا سگهوئي منظور ٿي.

(٨) ٻوين ٽن تجويزن بابت اڄان تائين گهڻو ڪجهه ٿي ڪين سگهيو آهي.

انهي وقت ڏاري ڪراچي ضلع ۾ زميـنداري بئنڪ نـاهڻ لاءِ خان بهادر عظيم خان جي مدد سان ڪوشش ڪئي ويئي جا نيٺ حيدرآباد ۾ لوئر سنڌ زميداري بئنڪ جي نالي سان برپا ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿياسون. ان جو احوال ڊائري جي باب مان ملندو.

هيترو سارو وقت ڪراچي ۾ مختلف جاين تي مسواڙي جڳهن تي رهندو هوس ان وقت مسٽر طيب علي علوي ڪمشنر سنڌ سان لکپڙهه ڪري مسلم هائوسنگ سوسائٽيءَ لاءِ هڪ ٽڪرو زمين جو منظور ڪرايو جنهن جي منظوري ٢- نومبر ١٩٣١ع تي ملي.

مسٽر حاتم علوي سوسائٽيءَ جو پريزيڊنٽ هو. ان جي صلاح سان ٻه هزار روپيه پلاٽ لاءِ ڊپازٽ ڀياريم. سگهوئي پلاٽ ملڻ بعد پنهنجو بنگلو ٺهرائڻ شروع ڪيم جو ٻن سالن بعد ١٩٣٣ع جي وچ ڌاري ٺهي راس ٿيو.

ان وقت پيسي نه هئڻ ڪري بئنڪ مان قرض ڪني جاءِ ٺهرائي ويئي جو قرض گهڻي وقت کانپوءِ ادا ڪري سگهيس.

مٿي ذڪر ڪري آيو آهيان سيد شاهنواز شاهه کي دوست بنائڻ جي گهڻي ڪوشش ڪئي هيم پر هو قاضي عبدالرحمان وغيره جي محبت ۾ ڦاسي وڃڻ ڪري مونکي پنهنجو رقيب سمجهي، مخالفت ڪرڻ لڳو هو. پر ٽن سالن ۾ حالتن ڦيرو کاڌو. سندس اڳيان دوست مخالف ٿيڻ ڪري، هن دوستيءَ جو هٿ ڊگهيريو هو.

**٢٢- آڪٽوبر ١٩١٣ع** تي هڪ خط لکيائين جو هيٺ ڏجي ٿو.

" آئون اوهانکي ملڻ لاءِ ايس پرڪونه هئا. منهنجي تڪليفن جو دور شروع ٿي ويو آهي. مونکي اميد آهي ته اوهان جي مدد ۽ همدرديءَ سان انهن

مان لنگهي پار پوندس. دعا گهرندا.

منهنجي مکيه غلطي اها هئي ته هن ساري عرصي ۾ مونکي اها ڳالهه محسوس نه ٿي ته اوهان خيرخواهيءَ جا پتلا آهيو.

مونکي اهو عقل نه هو جو باوجود عمر ۾ ننڍي هئڻ جي خدا سائين اوهان کي عطا ڪيو آهي نه ته حالتون هن حد تي نه رسن ها. مونکي نهايت ارمان آهي ته مون اوهان جي دوستانه تعاون جي هٿ جهلڻ کان انڪار ٻي ڪيو آهي، هاڻ جڏهن حالتن ڦيرو کاڌو آهي ته دماغ درست ٿيو اٿم. اوهان جي مدد، دوستيءَ رهبري جو خواستگار ٿيو آهيان.

اوهان منهنجي عيبن ڏي نظر نه ڪندا. جي گهڻا آهن. آءٌ سچيءَ دوستيءَ جو ڳولائو آهيان جا دنيوي مطلبن کانسواءِ ڪن روحاني بنيادن تي ٻڌل هجي. وغيره"

سگهوئي ملاقات ٿي. مالي مشڪلاتن مان ٻاهر ڪڍڻ لاءِ بئنڪ کان ڪيس قرض وٺائي ڏنو ويو، جنهن مان مشين خريد ڪري زمين سڌارڻ جي ڪوشش ڪيائين ۽ پراڻا قرض به ادا ڪيائين.

ٻيا مکيه مخالف قاضي عبدالرحمن ۽ ميان محمد عثمان سومرو هئا. پر سندن مخالفت جي باوجود مون ساڻن انتقامي طريقو اختيار نه ڪيو ۽ اخلاقي معيارن کي هٿ مان نه ڇڏيو. انهيءَ منهنجي پاليسيءَ کي ڪي منهنجا دوست ڪمزوريءَ بزدليءَ سان تعبير ڪرڻ لڳا هئا. ان جو اندازو مسٽر محمد هاشم گزدر جي هيٺين خط ١٦- ڊسمبر ١٩٣١ع مان پئجي سگهندو:-

"قاضي عبدالرحمن، سرڪاري عملدارن جي اشاري تي اوهان جي هر طرح مخالفت ڪري رهيو آهي پر اوهان ڦلهڙيءَ ڪمزور پاليسي اختيار ڪيو اچو. اوهان کي مضبوط ٿيڻ گهرجي"

اڳتي هلي پڙهندڙن کي معلوم ٿيندو ته ڪيئن نه انهيءَ پاليسيءَ آخر ۾ قاضي عبدالرحمن کي نادم ڪري منهنجي ساٿ ڏيڻ لاءِ مجبور ڪيو. ليڪن ان ۾ ذرا دير ٿي، شاهنواز شاه جلد آيو. قاضي دير سان آيو پر پئي مخالفن مان ڦري موافق ٿي پيا. ان مان اندازو ڪري سگهبو ته سياسي زندگيءَ ۾ دوستيون ۽ دشمنيون حالتن، ضرورتن، وقتي تقاضائن مطابق پيئون بدلبيون آهن تنهنڪري قديم سنڌي جوتي موجب ته" وڙهندي اهو ڪريو جو پرچندي مهل آڏو نه اچي" جي پاليسي زياده موزون آهي.

## سال ۱۹۳۲ع

سکر براج جو ڪم ورهن کان پي هنيو ۽ ڪروڙ روپيا ڪاڏا هڻائين، سو نيٺ نهي راس ٿيو ۽ ان جي کولڻ جو مهورت ۱۳ جنوري ۱۹۳۲ع تي سکر ۾ وائسراءِ هند لارڊ ولنگڊن ڪيو. سنڌ جي مکيه ماڻهن کي ان موقعي تي گهرايو ويو هو

آءٌ ۽ ميران محمد شاه گڏجي هڪ ڏينهن لاءِ اتي وياسون. ڪيترا ماڻهو آيل هئا جن سان ملاقات جو موقعو مليو.

انهيءَ سال آءٌ، ميران محمد شاه ۽ حاتم علوي گڏجي بمبئيءَ ۾ لوڪل سيلف گورمنٽ ڪانفرنس لاءِ ۱۸ فيبروري ۱۹۳۲ع تي وياسون. هفتو کن اتي رهيس اپولو هوٽل ۾ رهياسون.

ضلع لوڪلبورڊ ڪراچيءَ ۾ چيف آفيسر قاضي عبدالرحمن مسٽر گبسن ڪليڪٽر ڪراچي جي اشاري تي مخالفت ڪندو آيو. ان کي دور ڪرڻ لاءِ ڪراچي لوڪلبورڊ ۾ چيف آفيسر ۽ انجنير جي پوسٽ گڏي، اتي مسٽر گزدر کي رکڻ ۽ قاضي عبدالرحمن کي اسڪولبورڊ جو ائڊمنسٽر آفيسر ڪري موڪلڻ جي تجويز مسٽر هوڊ ڪليڪٽر ڪراچي جي مشوري سان رٿي ويئي.

مسٽر هوڊ هڪ شريف، سمجهدار ۽ قابل انگريز عملدار هو. مسٽر گبسن وانگر برمتيڙو، ذليل ذهنيت ۽ انتقامي جذبه رکندڙ نه هو. هن ان تجويز کي لوڪلبورڊ جي ڪاروبار کي چڱيءَ طرح هلڻ لاءِ مفيد سمجهيو پر مسٽر گبسن جو ان وقت ائڪٽنگ ڪمشنر تي ڪم ڪري رهيو هو، تنهن سندس ان ڳالهه کي ذاتي عزت ۽ وقار جو سوال سمجهي قاضيءَ جي حمايت ڪئي.

آخر اهو سوال ۳۱- مارچ ۱۹۳۲ع تي لوڪلبورڊ جي ميٽنگ اڳيان پيش ٿيو. ڪليڪٽر آفيسرن کي هڪ قسم جو حڪم ڪيو. ڪمشنر گهرائي ٻي طرح سمجهايو. جي مجبور ٿي بيا جن آخر ۾ ڪمشنر جو حڪم مڃي ٺهراءَ جي مخالفت ڪئي پر ٺهراءُ ته به پاس ٿي ويو.

۲۳-۱۹۳۲ع تي ڪراچي لوڪلبورڊ اسڪولبورڊ به اهو ٺهراءُ پاس ڪيو. پوءِ اهو ٺهراءُ بمبئي سرڪار ڏي منظوري لاءِ موڪليو ويو. ڪليڪٽر فائدي ۾ لکيو. ايڊيوڪيشنل انسپيڪٽر فائدي ۾ لکيو. ڪمشنر برخلاف لکيو. گهڻي وقت تائين لکپڙهه هلندي رهي پر ڪمشنر جي شخصي دشمني

اندازيءَ ڪري سرڪار منظوري نہ ڏني.

**١٨- اپريل ١٩٣٢ع** تي ڪراچيءَ ۾ خالقڏنہ هال منجهہ شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ جي صدارت هيٺ، سنڌ آزاد ڪانفرنس جو اجلاس ڪٺو ٿيو، جنهن ۾ ڪيترائي نهراءُ پاس ڪيا ويا. مزحبا ڪميٽيءَ جو چيرمين آءٌ هوس.

**١٨ کان ٢٢ جون ١٩٣٢ع** تائين سيد ميران محمد شاہ پريزنڊنٽ ضلع لوڪلبورڊ حيدرآباد جي ڪوشش سان ڀٽ شاہ تي شاہ عبداللطيف عليہ رحمت جي ميلي جي موقعي تي هيٺين ڪانفرنس ۽ نمائش جو انتظام ٿيو:-

١- ائگريڪلچر شو ٢- سوديشي بازار

٣- سنڌ هنري نمائش ۴- ڪوآپريٽو ڪانفرنس

۵- راڳ جي مجلس ۽ ادبي ڪانفرنس ٦- زميندارن جي ڪانفرنس

٧- صوفي سماگم ۽ روح رهاڻ.

انهيءَ ڪم ۾ مسٽر منگهارام ٿهلراماڻي، جيٺمل پرسرام، چاموٽ محمد علي شاہ، مخدوم ميان غلام حيدر صاحب، ۽ مون ڪيس پوريءَ طرح مدد ڪئي. ڪراچيءَ ڪان پهريون دفعو ڪيترا مرد ۽ عورتون ان مجلس ۾ شريڪ ٿيا. ڪرار جي ڍنڍ جي ڪناري تي تنبن ۾ رهڻ جو انتظام ڪيو ويو هو.

پير ڀٽا اين ابتدا ۾ ڪُن غلط فهيمن ڪري مخالفت ڪئي پر سگهوئي رضامند ٿي ويا. ان ڪان پوءِ آهستہ آهستہ ٿي اهو ساليانہ ميڙ وڏي، موجوده ثقافتي مرڪز ۽ ادبي ڪانفرنس جي درجي تائين پهتو آهي.

سگهوئي لوڪلبورڊ جي نين چونڊن ٿيڻ جون تياريون ٿيڻ لڳيون.

مسٽر محمد هاشم گزدر، جو ان وقت ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ ڪراچيءَ جو انجنير ۽ منهنجو دست راست ۽ مدد گار ٿي ڪم ڪري رهيو هو. ان ۽ ٻين دوستن جي راءِ هئي تہ نئين دادو ضلع ۾ اسان جي ڊويزن وجڻ ڪري ڪراچيءَ ضلع جي باقي رهيل حصے تي مسٽر گبسن جي چاڙتن جو قبضو ٿيندو ويو. انهيءَ ڳالهہ کي روڪڻ لاءِ آءٌ ڪراچي ضلع ۾ بہ ميمبر رهندو اچان. قانون ڏنو ويو تہ ٻنهي ضلعن ۾ ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ جو ميمبر رهي سگهيس ٿي. البت منهنجي وقت ۽ خرچ تي وڏيڪ بوجو پوڻ جو امڪان هو. دوستن جي رضامنديءَ خاطر اهو برداشت ڪرڻ قبوليم.

حاجي عبدالرحيم شاه سجاول واري سندس زمين جو ٽڪر منهنجي نالي ڪري ڏل پياري ووٽرن ۾ نالي لکائڻ جو ذمون ڪنيو. ليڪن سرڪاري گروهه طرفان محمد عثمان سومري اعتراض اٿاريو تہ آءٌ ٻي ضلع جو رهاڪو آهيان، تنهن ڪري منهنجو ووٽن جي لسٽ ۾ نالو نہ پوڻ ڪهرجي پر نيٺ ووٽ داخل ٿي ويو.

۱۹۳۲ع جو گهڻو حصو خانبهادر عظيم خان جي چوڻ تي ڪواپريٽو تحريڪ جي ڪمن ۾ صرف ڪندو رهيس. جنهن جو وڌيڪ احوال ڊائريءَ جي باب مان پڙهي سگهندو.

**پهرين سپٽمبر ۱۹۳۲ع** تي ائسوسيشن جي ميٽنگ خانبهادر ولي محمد حسنعلي سيڪريٽريءَ جي بنگلي تي سڏائي. جنهن ۾ سنڌ جي جدائيءَ لاءِ حيدرآباد ۾ سنڌ آزاد ڪانفرنس سڏائڻ جو فيصلو ڪيو ويو. ٻين سوالن تي بہ ٺهراءَ پاس ٿيا.

ساڳي سال سپٽمبر جي ٻي تاريخ بمبئي ڪوآپريٽو انسٽيٽيوٽ جي ميٽنگ لاءِ بمبئي ۾ هفتي کن لاءِ ويس.

ساڳي سال ۾ مون کي ٿياسافيڪل سوسائٽي جي يوٿ لاج جو پريزيڊنٽ چونڊيو ويو، ليڪن سمورو ڪاروبار ٺهراماٽي هلائيندو رهيو.

انهي سال ۱۵- ۱٦ نومبر ۱۹۳٦ع تي حيدرآباد سنڌ ۾ علامہ يوسف عليءَ جي صدارت هيٺ سنڌ آزاد ڪانفرنس جو اجلاس هو مستيد هال حيدرآباد ۾ ڪئو ٿيو. جنهن ۾ ساري سنڌ کان مکيہ ماڻهو اچي شريڪ ٿيا.

اتي سنڌ کي بمبئي کان جدا ڪرڻ لاءِ جدوجهد هلائڻ لاءِ پروگرام ٺاهيو ويو ۽ ٺهراءَ پاس ڪيا ويا. آزاد سنڌ نالي جماعت برپا ڪئي ويئي، جنهن جو صدر سرشاهنواز خان ڀٽو ۽ جنرل سيڪرٽري سيد ميران محمد شاه چونڊيا ويا.

انهيءَ ڪانفرنس حاجي عبدالله هارون کي ۱٦- ۱۷ نومبر ۱۹۳۲ع ۾ ڊيلي گزيٽ اخبار ۾ ڇپيل ڪاروائي دهلي موڪلڻ جو انتظام ڪيو ويو. هن صاحب مرڪزي اسيمبليءَ ۾ سنڌ جي جدائي بابت ڪي سوال پڇيا. انهن جا جواب ڪجهہ قدر تسلي بخش مليا

انهيءَ سال جي آخر ۾ ٦- ڊسمبر ۱۹۳۲ع تي شيخ عبدالمجيد، الهہ آباد يونيٽي ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ ويو پر انهي ڪانفرنس مان ڪو

نتيجو ڪونہ نڪتو.

## سال ۱۹۳۳ع

هن سال ۾ ۱۳ جنوري ۱۹۳۳ع تي سنڌ جي جدائيءَ جو ڏينهن ساري سنڌ ۾ ملهايو ويو. جلسا ٿيا- نهراءَ پاس ٿيا.

انهيءَ مهيني ۾، ضلع لوڪلبوردن جي چوندن لاءِ هرهنڌ ڪم شروع ٿي ويو.

ڪوٽڙي تعلقي مان آءٌ ۽ رئيس فقير بخش خان ڪاڇي، دادو ضلع لوڪلبورڊ تي بنا مخالفت جي چوندجي وياسون. وڏيڪ جاءِ نہ هئڻ ڪري سيد مقبول شاه ميمبر چوندجي نہ سگهيو. ڪوٽڙي تعلقہ جي تي جاءِ لاءِ چاڪر خان شوره ۽ مٽياري جي سيد حاجي علي اصغر شاه جي وچ ۾ مقابلو ٿيو. شورا قوم جا ووٽ گهٽا هئڻ ڪري وڏيرو چاڪر خان چوندجي ويو.

آءٌ دوستن جي اصرار تي ڪراچي ضلع جي جهرڪن واري تڪ مان اميدوار بيٺس. انهيءَ تڪ مان ۱۹۲۸ع ۾ بہ اميدوار بيهي ڪامياب ٿيو هوس.

اڳي دفعي ٽتي جي ديوانن. ميان غلام محمد خان جاڪري کي اميدوار بيهاريو هو. هن دفعي محمد عثمان سومري ۽ قاضي عبدالرحمن آفيسرن جي اشاري ۽ مدد سان ارباب ولي محمد پير اميدوار بيهاريو ويو. جيئن تہ اهو صاحب مڪاني اثر وارو ماڻهو هو.

راڄن جي صلاح ۽ مدد سان اميدوار بيٺو هو ان ڪري مقابلو شدت وٺي ويو.

آءٌ ضلع لوڪلبورڊ جو پريزيڊنٽ رهي چڪو هوس. ملڪي سياست ۾ خاصو حصو ورتو هوم.

هڪ گمنام وڏيري جي مقابلي ۾ شڪست کائڻ وڏي بي عزتيءَ جو باعث بنجي ها.

عام ماڻهن ۾ تميز ڪانہ هئي. اها شڪست پبلڪ جي طرفدارن جي شمار ڪرڻ ۾ اچي ها ۽ ڪاميابي آفيسر طبقي جي ڄاڻڻ ۾ اچي ها. ان ڪري سارو جنوري مهينو اتي رهي سخت ڪوشش ڪيم. پر مڪاني اثرن جو [illegible] ڪوبہ سورج ڪري نہ سگهيس.

[illegible] جن صاحبن منهنجي مدد ڪئي تن سان مکيہ هيٺيان هئا:

۱- پير سيد محمد باقر شاه جيلاني، ٽنڊو بولاخان ۲- ملڪ شير دل خان، ڪوٽڙي
۳- سيد محمد ڪامل سعيد پور ۴- پير سيد محمد مهدي شاه جهنڊي وارو
۵- سيد پير غلام حسين شاه ٻال ٻوچڙا ٦- پير غلام نبي شاه صديقي ٻڪيرا
۷- سيد حاجي عبدالحڪيم شاه ٽڪڙ وارو ۸- سيد ميران محمد شاه حيدرآباد ۽ سندس والد سيد زين العابدين شاه
۹- سيد حاجي قنبر علي شاه ٽڪڙ
۱۰- رئيس گل محمد خان لغاري سجاول ۱۱- سيد حاجي اميد علي شاه شال

ظاهري سڀ ڪوششون بيڪار ڏسڻ ۾ آيون. آخر وقت تي ملڪ شيردل خان ۽ پير محمد باقر شاه ٽنڊي حافظ شاه ۾ وڃي ارباب سليمان دل کي ٽاهي سندس دوستن سيد امير شاه سميت منهنجي مدد لاءِ آماده ڪيو.

انهي طرح سان دل راج ٽهڻ ڪري راڄن جي اتحاد جي ديوار ٽٽي پيئي. باقي ٻه ڪافي ڏپ هو. ان کي ختم ڪرڻ جو سهرو سيد حاجي عبدالحڪيم شاه جي سرتي پيو. جنهن ميان عبدالرحيم صاحب درس ملاڪاتيار جي بزرگ (جو ۲۰ سالن کان پنهنجي لوڙهي جي حد کان ٻاهر نه نڪتو هو. جنهن ۾ هن طرف جي ماڻهن جو سخت اعتقاد هو ) کي چاڙهي شال ۾ آندو. ان جي اچڻ سان ميان ولي محمد کي پنهنجي ڪاميابيءَ ۾ شڪ پيو. ازانسواءِ چوطرف جي ست ستاء ڪري مجبور ٿي هٿ ڪڍڻ تي راضي ٿيو. ڪيس اليڪشن جي ڪم تي آيل خرچ ٻري ڏنو ويو.

جيئن ته هٿ ڪڍڻ جو وقت پورو ٿي چڪو هو. ان ڪري ۷ فيبروري ۱۹۲۳ع تي اليڪشن جي ڏينهن آيل ووٽرن کي ماني ڪارائي ووٽ ڏيڻ کانسواءِ واپس ڪيو ويو.

انهن مان صرف ۴۸- ووٽرن کان ووٽ ڏيارايا ويا. جن پنهنجا ووٽ ڪليءَ طرح پولنگ آفيسرن جي رضامنديءَ سان ۳۲- ووٽ مون کي ۽ ١٦- ميان ولي محمد کي ڏنا.

اهڙيءَ طرح ان اليڪشن ۾ ڪاميابي حاصل ٿي.

هي رواجي لوڪلبورڊ چونڊ نه هئي پر سموري حڪومت جي اثرن

جو مقابلو ڪرڻو هو. تنهنڪري ان لاءِ اهڙي ڊڪ ڊوڙ ڪئي ويئي. جهڙي اسيمبليءَ جي اليڪشن لاءِ ڪجي ها. لوڪلبورڊ چونڊون پوريون ٿيڻ بعد پريزيڊنٽيءَ جي لاءِ ڊڪ ڊوڙ ٿيڻ لڳي، اسانجي طرفان صرف مهر علي شاه، سيد حاجي عبدالرحيم شاه جي اثر ڪري اميدوار بيهي سگهي ها، پر هو آفيسرن جي خوف ڪان اميدوار نہ بيٺو ازانسواءِ سرڪاري نامزد ميمبر بہ هو.

**٢٣- جنوري ١٩٣٣ع** تي حيدرآباد ۾ ڪراچي ۽ حيدرآباد ضلعن ۾ باهمي سمجهوتي سان لوڪلبورڊ جون چونڊون ڪرائڻ لاءِ حاجي عبدالرحيم شاه هڪ ميٽنگ سڏائي، پر مخالف ڌريون ان ۾ نہ آيون، تنهن ڪري سمجهوتو ٿي ڪين سگهيو.

وڏيري محمد عثمان سومري منهنجي ١٩٢٨ع جي پريزيڊنٽيءَ جي چونڊ ۾ مدد ڪئي هئي، هو هرويرو آفيسرن جو پوئلڳ ڪونہ هو پر چونڊ ڪان پوءِ سگهوئي. مخالف گروه ۾ شامل ٿي ان جو سرگروه ٿي ڪم ڪرڻ لڳو. ان جا مکيہ هينيان ڪارڻ هئا:

١- محمد سوماروزن ڪش جو دوست هو. جو لوڪلبورڊ مقاطعن ڪري، قاضي عبدالرحمن جي دوستيءَ ۾ اچي ويو هو.

٢- ميان امام بخش خان ڳاهو، محمد عثمان جو دوست هو. قاضي عبدالرحمن هشيار، آفيسرن ۾ مقبول هئڻ ڪري، هن تي اثر ڪري ويو هو، تنهن ڪري ان جي لاڳاپي ڪي بہ ان ۾ دخل هو.

٣- ڪيترن نئي وارن سيدن جي وڏيري محمد عثمان سومري سان مخالفت هئي. مون ڪي سيدن جي مدد ملڻ ڪري هن تي اثر ويهي ويو هو تہ منهنجو اثر وڌڻ، اڻ سڌيءَ طرح سيدن جي اثر وڌڻ جي برابر هو.

هن ساري پريزيڊنٽيءَ جي وقت ۾ مخالفت ڪئي، ويندي هن دفعي لوڪلبورڊ جي ميمبريءَ جي لاءِ اميدوار بيهاريو هئائين.

پر جڏهن هن ڏٺو تہ باوجود سندس ڪوشش جي آءٌ تڪ مان ڪامياب ٿي ويس تہ هن اهو رويو بدلي مخالفت ڊري ڪئي.

**٨- فيبروري ١٩٣٣ع** تي محمد عثمان سومري جهرڪن جي چونڊ جي بئي ڏينهن منهنجي سيٺ محمد رجب شفيعاٹي ڏي لکيل خط جي جواب ۾ لکيو تہ:-

"اوهان جو سيٺ محمد رجب ڏي لکيل خط نظر مان گذريو،

منهنجا خيال هاڻ بدليا آهن. حقيقت ۾ امير امان الله خان ۽ جي. ايم. سيد جو سياست ۾ ڏوهه اهو آهي ته هو وقت کان اڳ تڪڙو قدم کڻڻ ڪري مخالفت جا نشانا بنيا آهن، ورنه سندن نيتن ۽ ارادن ۾ ڪابه خامي نه آهي. اڄ کان وٺي مونکي پنهنجو نيازمند ڪري سمجهندا"

**٧- اپريل ١٩٣٣ع** تي ڪراچيءَ ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ ڪراچيءَ جي نئين بلڊنگ جو مهورت ڪيو ويو. وڌيڪ احوال ڊائريءَ جي باب ۾ ملندو.

مون ١١- تاريخ اپريل ١٩٣٣ع تي رٽائرنگ پريزيڊنٽ جي حيثيت ۾ نئين پريزيڊنٽ لاءِ چونڊ ڪرائي، جنهن ۾ خانبهادر الهه بخش خان گبول بنا تڪليف جي پريزيڊنٽ ٿي ويو. اها آفيشل طبقي جي مڪمل فتح هئي.

اتان دادو ضلع جي لوڪلبورڊ پريزيڊنٽ جي چونڊ لاءِ وڃڻ ٿيو. انهيءَ لاءِ ٽي اميدوار هئاسون.

١- خانبهادر محمد پريل ڪلهوڙو ٢- مسٽر يار محمد جوڻيجو ٣- آءٌ. ڪوٽڙي ڊويزن جا صرف ٧- ميمبر هئا ٻيا سڀ دادو ميهڙ جي طرف جا هئا. جن سان اڳي واقفيت ڪانه هئي، ان طرف به اثر وارا ماڻهو خانبهادر ڪلهوڙو ۽ مسٽر يار محمد جوڻيجو اميدوار هئا. مسٽر يار محمد پڙهيل، رلڻو ملڻو، مهل سر ماڻهن ڪي ڪم ايندڙ هو پر خانبهادر ڪلهوڙي واريون خاصيتون منجهس ڪونه هيون.

هن وٽ پيسو جام هو، آفيسرن ۽ ميمبرن تي خرچ ڪري سگهيو ٿي، نئين ضلع ٺهڻ بعد ساري ضلع ۾ آفيسرن، گورنر ۽ ڪمشنر جي رسائي ڪرڻ، پارٽيون ڏيڻ، موٽرگشت لاءِ ڏيڻ، سندن حڪم جو تابعدار ٿي هلڻ ۾ هو يڪتا هو.

ميهڙ تعلقه ۾ اصل جا مکيه زميندار جتوئي، ٿيبا ۽ مهيسر هئا. پر انهن مان وڏا گذر ڪري وڃڻ ڪري، باقي ننڍا وڃي بچيا هئا تن کان هي زور وٺي ويو هو.

هيءُ ضلع به آفيسرن جي دٻاءَ هيٺ هو. "ضلع جو ڪليڪٽر راءِ بهادر جگت سنگ آئل مل، هڪ شريف، صوفي منش، ٿيا ..

سافت ۽ ياروير عملدار هو. درازن ۽ ٿيا سافي جي تعلق ڪري مونکي اميد هئي. ته هو اليڪشن ۾ دست اندازي نه ڪندو. پر سنڌيءَ ۾ چوڻي مشهور آهي ته "ڪامورو نه دوست، اوجهري نه گوشت" هي پنهنجو

جدا ڪلاس رکن ٿا.

انهن جي زندگيءَ جو ڪوڊ ئي علحده آهي. ڳالهيون ڪهڙيون بہ ڪن. ليڪن هنن جو طريقو محدود ۽ خود مطلبيءَ تي ٻڌل رهي ٿو."

هيءُ مون وٽ ڳوٺ اچي مهمان ٿي نڪندو هو. صوفيانہ اخلاقي گفتگو ٿيندي هئي پر هن اليڪشن ۾ خانبهادر ڪلهوڙي کي مدد ڪئي. ان جا هيٺيان سبب هئا:

١- ڪمشنر مسٽر گبسن منهنجي مخالف هو. تنهنڪري منهنجي چونڊجڻ ڪري ان جي ناراضپي جو خوف هوس.

٢- خانبهادر پيسو خرچ ڪندڙ ءِ جي حضور هو.

انهن سببن ڪري آخر ۾ خانبهادر ڪلهوڙي سان سمجهوتہ ڪري وائيس پريزيڊنٽ ٿي رهڻ قبول ڪيم.

مونکي خيال هو تہ جيڪڏهين پنهنجي مرضي موافق مسٽر ٿهلراماڻي کي چيف آفيسر مقرر ڪرائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويس تہ لوڪلبورڊ جو ڪاروبار بغير پريزيڊنٽ ٿيڻ جي سهوليت سان حسب منشا سر انجام ڪرائي سگهندس.

مسٽر منگهارام ٿهلراماڻي، همدرد، خدمت خلق جو جذبو رکندڙ، قابل ءِ اعتبار جوڳو ماڻهو هو.

ازانسواءِ سنڌ جي جدائيءَ جو اعلان ٿي چڪو هو. سنڌ اسيمبليءَ جو چونڊون بہ ٿيڻ واريون هيون. آءٌ لوڪلبورڊ دائري کان نڪري، اسيمبليءَ ۾ وڃڻ جو ارادو ڪري چڪو هوس. لوڪلبورڊ ۾ صرف نئي ضلع جي ماڻهن سان واقفيت پيدا ڪرڻ لاءِ داخل ٿيو هوس.

اليڪشن گذرڻ کانپوءِ خانبهادر جو رويو ڪجهہ وقت تائين ٺيڪ رهيو. جنهن جو ثبوت هن مونکي ٣٠- اپريل تي ڳوٺ دعوت تي گهرائي تعلقات وڌائڻ سان ڏنو.

ليڪن ٿوري وقت ۾ راءِ بهادر جگت سنگ هن کان هڪ آرڊر ڪرايو، جنهن ۾ هن ڪراچي ءِ دادو ضلع جدا ٿيڻ وقت، مون جيڪو لوڪلبورڊ عملي جي بدلين جو آرڊر ڪيو هو انکي روڪيو هو.

هن آرڊر کي رد ڪرڻ مهل مون کان پڇيو ’بہ ڪونہ. راءِ بهادر سندس عزيز کي چيف آفيسر مقرر ڪرڻ جو هن کان وعدو ورتو. انهيءَ مان مونکي معلوم ٿي ويو.

جتي آفيشل طبقي جو سوال هوندو هو هميشہ سندن سات ڏيندو ايندو ۽ جنهن صورت آفيسرن سان منهنجو اختلاف هلندو آيو ٿي، تنهنڪري اهڙين حالتن ۾ هن تي ڀروسو رکي نہ ٿي سگهيس.

حيدرآباد ضلع ۾ بہ تبديلي ٿي. ٢٥- مارچ ١٩٣٣ع تي اليڪشن ۾ مير قائم خان، ميران محمد شاه کي پريزيڊنٽيءَ ۾ شڪست ڏيئي پريزيڊنٽ چونڊجي ويو هو.

ڪراچي ضلع لوڪلبورڊ سڪولبورڊ ۾ محمد عثمان سومرو چيرمن چونڊجي ويو.

ڪانگريس تحريڪ کي دٻائڻ لاءِ لارڊ ولنگڊن، جا سختي اختيار ڪئي هئي، ان جي اثر هيٺ هر هنڌ ڪاموراشاهي زور وٺڻ لڳي، هر جڳهہ تي سندن هٿ ئو ڪيا ماڻهو چونڊجڻ لڳا.

ڪراچي ضلع ۾ خانبهادر الهہ بخش گبول کي ضلع لوڪلبورڊ جي پريزيڊنٽ چونڊائڻ بعد مسٽر گبسن سندس پراڻي انتقام وٺڻ خاطر ان ڪان اهو قدم کڻايو هو تہ ١٣ جون ١٩٣٣ع تي مسٽر گزدر کي نوڪريءَ کان ڪڍي، ڪيس هڪ مهيني جو پگهار نوٽيس جي عيوض ۾ ڏياريائين.

مهر علي شاه شڪست جو تاب نہ سهي، مسوريءَ ۾ سندس تندرستيءَ جي درست ڪرڻ خاطر وڃي رهيو هو. ان وقت آفيسرن جي دست اندازيءَ ڪري ضلع لوڪلبورڊ جو جيڪو حال هو، ان جي جهلڪ مهر علي شاه جي مسوريءَ مان لکيل خط مان ملي سگهندي:-

"اوهان مونکي محمد هاشم گزدر کي مدد ڪرڻ لاءِ راءِ صاحب مينارام کي چوڻ واسطي لکيو آهي. پر راءِ صاحب کي چوڻ بيڪار آهي. ڏسڻ ۾ شريف آهي پر آفيسرن جو ٻانهن ٻڌو ٻيلي آهي، اڄان محمد عثمان سومرو ڪجهہ همت ڪري سگهي ٿو.

لوڪلبورڊ جو ڪاروبار، عملدارن جي دست اندازيءَ ڪري بدمعاشن ۽ لوفرن جي هٿ ۾ اچي ويو آهي. ٻلي هو پنهنجيون مَن مانيون ڪن. آءٌ چاڪري سگهان ٿو؛ پنهنجي تندرستي ٺيڪ ڪرڻ ۾ مشغول آهيان.

(٩- اگست ١٩٣٣ع ) ٻن مهينن کانپوءِ راءِ بهادر جڳت سنگهہ نوڪريءَ مان رٽائرڊ ڪري ويو.

ڪامورن جو اثر سندن ايامڪاريءَ تائين محدود نئي نہ ٿو. هن جي وڃڻ کانپوءِ خانبهادر ڪلهوڙي ڦيرو کاڌو ۽ ٺهلراماڻيءَ کي دلاسو ڏئي وڃي

باليشاه ۾ پنهنجي ڪم ۾ رکيائين. سگهوئي ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ وارو ڪيس چيف آفيسري تي مقرر ڪرڻ جو ٺهراءُ پاس ڪيو.

راءِ بهادر ڪانپوءِ دادؤ جو ڪليڪٽر صاحبزاده سردار محمد خان مقرر ٿيو.

هو رڄ چڱو ماڻهو هو. عزت واري گهراڻي جو فرد ۽ ڪم آزار شخص هو. خانبهادر محمد پريل ٺهلراماڻي کي باليشاه ۾ پاڻ وٽ وهاري، لوڪلبورڊ ۾ شخصي ڪم ڪار ڪرائيندو رهيو، ليڪن اندران اندر سازش ڪندو رهيو.

ايتري قدر جو لوڪلبورڊ جي ٺهراءَ جي باوجود گورمينٽ کي ان جي مقرري جي خلاف لکيائين ۽ ڪليڪٽر کي هڪ مخفي ليٽر لکيائين.

جنهن ۾ چيف آفيسر ۽ انجنير جي عهدي کي ٽوڙي ٻه عهدا گهٽ پگهار جا قائم ڪرڻ جي منظوري گهريائين.

ڪمشنر گبسن وٽ ته منهنجو نالو هر ڳالهه ۾ خطري جو نشان هو. ان کي ذهن نشين ڪيو ويو هو ته ٺهلراماڻي ڪانگريسي ۽ جي. ايم. سيد جو دوست هو، سيد ضلع تي پنهنجو سياسي تسلط ڄمائڻ لاءِ ان کي چيف آفيسر ڪرائڻ گهريو ٿي.

ڪراچي ضلع ۾ سپٽمبر ۱۹۳۳ع تي مسٽر محمد هاشم گزدر جو سوال ضلع لوڪلبورڊ اڳيان دوباره غور لاءِ آيو پر مسٽر گبسن ۽ ان جي حواري ٽولي جي اثر ڪري، هن لاءِ ڪجهه نه ٿي سگهيو. آخر مسٽر گزدر نوڪريءَ تان آسرو لاهي آرڪيٽيڪٽ ٿي شهر ۾ ڪم ڪرڻ لڳو..سگهوئي سنڌ سينٽرل ڪوآپريٽو بئنڪ کيس پنهنجو صلاڪار آرڪيٽيڪٽ مقرر ڪيو. مسٽر گزدر قابل. يار ويس. باهمت شخص هو. بورڊ لاءِ انجو وجود مفيد هو. ليڪن مسٽر گبسن ۽ انجي حوارين جي خيال ۾ اها ڳالهه وينل هئي. هن کي بورڊ جي نوڪريءَ کان ٻاهر ڪڍي سزا ڏني رهيا هئا، پر پرده غيب پنيان ڪجهه ٻيو راز ڇپيل هو.

**۲٦- ڊسمبر ۱۹۳۳ع** تي حاجي مير محمد بلوچ سنڌس هم قوم بزرگ وفات ڪئي. جنهن ڪري بمبئي ڪائونسل جي ميمبري جي جاءِ خالي ٿي. ان لاءِ هي اميدوار بيٺو. ٿوري وقت ڪانپوءِ هي ڪامياب ٿي ويو. جونڊا آهن بندي جي من ۾ هڪڙي صاحب جي من ۾ ٻي- اهو ساڳو گزدر صاحب سنڌ وزارت ۽ پاڪستان جي ڊپٽي اسپيڪر جي وڏن عهدن تي رهيو

هو.

انهيءَ جو مخالف مسٽر گبسن گورنري کان محروم ٿي واپس وڃي وطن پهتو. انهيءَ جا حواري نامعلوم زندگيءَ ۾ رهجي ويا.

دادو ضلع ۾ خانبهادر ۽ محمد پريل کي هٿيو بنائي، آفيشل طبقہ مسٽر نهلراماڻي خلاف سازش ڪندو رهيو. هن جو ڏوھ صرف اهو هو تہ هو هندو ۽ منهنجو دوست هو. منهنجو ڏوھ اهو هو تہ آءٌ انگريزي سامراج جو مخالف هوس ۽ لوڪلباڊيز کي آفيسرن جي اثر کان ڪڍي، عوام جي عيوضين جي ماتحت ڪرڻ جو حامي ۽ ڳوٺن جي سڌاري ۽ عوام ۾ سياسي شعور پيدا ڪرڻ جو خواهشمند هوس.

سردار محمد خان ڪليڪٽر دادو جي بدلي ٿيڻ بعد، خانبهادر نور نبي ڪليڪٽر ٿي آيو. اِهو اُهو ساڳيو ماڻهو هو، جنهن سندس آقا، گبسن جي رضامنديءَ خاطر ڳوٺ ڳوٺ ۾ وڃي مسٽر گزدر کي ڪڍڻ لاءِ ميمبرن کي ناهڻ جي ڪوشش ڪئي.

هن ظاهر داري نيڪ رکي. مون وٽ منزل ڪري چانھ پيڻ، اٿڻ وهڻ، ملاقات ۾ رخ سٺو ڏيکاريائين. اندر رڌو پيو هوس. ازانسواءِ گبسن جي هوندي ڪيئن ٿي مون سان سٺو هلي سگهيو؟

ان بابت اڳتي هلي پڙهندڙن کي سمورو حال معلوم ٿيندو.

انهيءَ وقت ڏاري لنڊن ۾ جائنٽ پارليامينٽري ڪميٽيءَ اڳيان سنڌ جي جدائيءَ بابت شاهدي ڏيڻ لاءِ پريزيڊنٽ سنڌ محمدن اسوسيشن کي خط آيو تہ اوڏانهين ڪو عيوضي موڪليو وڃي. لنڊن وڃڻ لاءِ ٽي ڄڻا ڪارائتا هئا.

١- خانبهادر محمد ايوب کهڙو. ٢- شيخ عبدالمجيد سنڌي

٣- ميران محمد شاه.

خانبهادر کهڙي سنڌ جدائي تي هڪ ڪتاب انگريزي ۾ لکارائي ورهايو هو ۽ ان بابت هلچل ۾ سرگرم بهرو وٺندڙ رهيو ٿي.

شيخ صاحب تہ ابتدا کان ان تجويز جو روح روان هو. آل انڊيا جماعتن، مسلم ليگ خلافت ڪانفرنس، ڪانگريس، آل پارٽيز ڪنوينشن اڳيان انهي سوال کي پيش ڪرڻ ۾ ڪابہ ڪوتاهي ڪانہ ڪئي هئائين.

الوحيد اخبار جا ڪالم جا سندس زير اهتمام هلندي هئي. انهيءَ هلچل جي فائدي لاءِ وقف ڪري ڇڏيا هئائين.

سيد ميران محمد شاه جنهن بمبئي ڪائونسل طرفان سائمن ڪميشن کي مدد ڪرڻ لاءِ جا ڪاميٽي مقرر ٿي هئي، تي اختلافي نوٽ ۾ سنڌ جي جدائيءَ جي حمايت ڪئي هئي.

سنڌ آزاد ڪانفرنس جي ورڪنگ ڪميٽيءَ جو جنرل سيڪريٽري هو.

آخر ان چونڊ لاءِ ٢٣- مئي ١٩٣٣ع تي لاڙڪاڻي ۾ سر شاهنواز خان ڀٽي جي صدارت ۾ سنڌ محمدن ائسوسيشن جي ورڪنگ ڪميٽيءَ ۾ خانبهادرکهڙي کي ولايت ۾ شاهدي ڏيڻ لاءِ چونڊيو ويو. شيخ صاحب ۽ ميران محمد شاه زياده موزون ٿين ها پر انهن جو خرچ ٻين کي ڀرڻو پوي ها. قوم ۾ اها بيداري ڪانه هئي جو چندو ڪري، بهترين نمائندا چونڊي موڪلي. تنهنڪري خانبهادر کهڙو ولايت ويو.

اڃان تائين پيسي ۽ ذاتي اثر رسوخ کي سنڌي سياست ۾ گهڻي اهميت حاصل آهي.

قومي خدمت، لياقت ۽ سياسي اخلاق هميشه شمار ۾ ڪونه پيا آندا وڃن.

دادو ضلع ۾ زميندارن جي پاڻي، ڍلن وغيره جا سوال حل طلب هئا.

ان لاءِ ڪين صلاح ڏيڻي ٢٣- جولاءِ ١٩٣٣ع تي خانبهادر محمد پريل ڪلهوڙي جي جاءِ تي ميٽنگ سڏائي نهرا پاس ڪيا ويا ۽ زميندار ۽ آبادگار اسوسيئشن جو بنياد وڌو ويو. پر اها هلي نه سگهي.

ڊسمبر ڌاري جدا سنڌ جي حڪومتي انتظام هلائڻ لاءِ مسٽر ڊو (بعد ۾ سر ) جي چيرمنيءَ هيٺ هڪ ڪميٽي مقرر ٿي، خانبهادر کهڙو به ان جو ميمبر هو. منهنجي بنگلي ۽ خانبهادر کهڙي جي هوٽل واري ڪمري ۾ انهي ڪميٽيءَ اڳيان پيش ڪرڻ لاءِ مسلمانن جي حقوق بنسبت تجويزون تيندڙيون رهيون، سيڪريٽريٽ نهڻي هئي، سڀ ڪنهن کاتي جا عملدار مقرر ٿيڻا هئا. خرچ جو خيال رکڻو هو. سي سڀ سوال زير ويچار هئا. هن وقت ڌاري مون سنڌ جي ٻين ضلعن جي سياست ۾ حصو وٺڻ شروع ڪيو هو. ان وقت نواب شاه ضلع ۾ به طاقتور گروه هئا. هڪ خانبهادر امام بخش خان جتوئي جو گروه هو. ٻيو خان صاحب حاجي گل محمد خان کيڙي جو.

ٻنهي گروهن جي اختلافن ڪري لوڪلبورڊ چونڊ ۾ ميرزا فرخ بيگ کي هندو لوڪلبورڊ پريزيڊنٽيءَ مان ڪڍائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا، ان جي جاءِ

تي رئيس رسول بخش خان انڙ. ڪيڙن جي مدد سان جوندجي ويو. انهي ڳالهہ کي مدنظر رکي نواب شاه ضلع جا مکيہ زميندار نواب شاه شهر جي جامع مسجد ۾ منهنجي صدارت هيٺ ١٧- ڊسمبر ١٩٣٣ع تي گڏ ٿيا. ٻنهي گروهن جي سمجهوتي لاءِ ڪوشش هلي, ڪيڙا ۽ جتوئي پاڻ ۾ عزيز هئا پر خانگي ڳالهين تان سندن اختلاف وڌي, ساري ضلع جي سياست تي اثرانداز ٿي ويا هئا. ان لاءِ ڪيتريون نشستون ٿيون. عارضي طرح کي فيصلا بہ ٿيا, ليڪن انهيءَ مان ڪوبہ پائدار صلح ٿي ڪونہ سگهيو.

اهو صلح ڪيئن ٿي سگهيو ٿي, جڏهن سندن ساري سياست جو مدار شخصن جي ذاتي اقتدار ۽ گروهي مفاد تي مبني هو. وڌيڪ احوال ڊائريءَ جي باب مان ملي سگهندو.

## سال ١٩٣٤ع

هن سال جي ابتدا ۾ ڪراچي ضلع جي مڪاني لوڪلبورڊ سياست ۾ تبديلي آئي. شاهنواز شاه اڳيئي قاضي عبدالرحمن کان علحيده ٿي چڪو هو. هاڻ وڏيرو محمد عثمان سومرو بہ ان جي مخالف ٿي ويو. ان جو مکيہ ڪارڻ قاضي عبدالرحمن جو, محمد سومار وزن ڪش جا پيسا کائي وڃڻ هو.

جنهن تي محمد عثمان سومرو مونکي ٢٣ فيبروري ١٩٢٤ع تي هڪ خط لکيو تہ

"٩-٠٠١-١١- مارچ ١٩٣٤ع تي ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ ڪراچي جون ميٽنگون رکيل آهن. انهيءَ ۾ قاضي عبدالرحمن کي نوڪري مان خارج ڪرڻ جو سوال بہ رکيل آهي. اوهان مهرباني ڪري اچي اسان کي مدد ڪريو. مٿان هو آفيسرن جي مدد سان چند جڏائي وڃي"

آءٌ ٧- تاريخ مارچ تي ڪراچي لوڪلبورڊ ميٽنگن ۾ شرڪت ڪرڻ لاءِ پهتس.

هن وقت ميمبرن جي اڪثريت قاضي صاحب جي ڪارنامن ڪري, سندس مخالف ٿي ويل هئي ان ۾ منهنجو هٿ ڪونہ هو. البت ميمبرن کي منهنجي رهنمائيءَ ۽ مدد جي ضرورت محسوس پئي ٿي.

هنن کي پڪو ڀروسو هو تہ جنهن ماڻهوءَ منهنجي پريزيڊنٽيءَ جي سموري دور ۾ آفيسرن جو ايجنٽ ٿي مخالت ڪئي هئي, جو مسٽر گزدر جي مقرريءَ جي خلاف هو ۽ سندس ڪڍائڻ جو ڪارڻ بنيو, جنهن لوڪلبورڊ

جو ڀڳهاردار نوڪر ٿي انگريزن جي ساراهہ ۾ گشت ڪري تقريرون ڪيون هيون. جو اخلاقي معيار ڪان ڪريل هو. تنهن جي مخالفت ۾ آءٌ ضرور مدد ڪندس.

آءٌ اها هامَ ڪونہ ٿو هڻان تہ منهنجي سياسي پاليسيءَ جو سمورو مدار سدائين اصولن ۽ اخلاقي بنيادن تي ٻي رهيو هو ۽ ان ۾ شخصي تعصبات ڪي ڪوبہ دخل ڪونہ هو. ڪوبہ انسان مڪمل نہ آهي.

ليڪن هي ڳالهہ چوڻ ۾ زيادتي نہ ٿيندي تہ درد دل ۾ محبت انساني ڪي مون هتن مان نہ ڇڏڻ جي حتي الا مڪان ڪوشش ٻي ڪئي آهي. خدمت خلق، اصول ۽ همت جيڪڏهن منهنجا ساٿي رهيا آهن تہ انهن جو ڪارڻ ٻہ مٿيون ڳالهيون هيون.

قاضي بيشڪ برو ٻر ان ڪي نوڪريءَ مان ڪڍڻ جا مقصد ڪهڙا هئا؟

محمد سومار وزن ڪش جا پيسا ڪائڻ!

ان ماڻهوءَ ڪي سدائين هن ٻي نوازيو هو. ان جي عيوض ۾ سندس سنگتين ٻئي قاضي صاحب جي ڀنيرائي ڪئي جا درحقيقت آفيشل طبقہ جي مدد هئي. ان وقت هٿن ڪي اصول ۽ لوڪلبورڊ جي فائدي جو خيال ڪونہ آيو، هن وقت آيو هو. اهي سڀ ڳالهيون منهنجي سر ۾ چڪر هڻي رهيو هيون.

۷- تاريخ شام جو مسٽر حاتم طيب جي جاءِ تي ڪين ملڻ ويس. بيگم طيب جي لوڪلبورڊ سڪولبورڊ جي ميمبرياڻي هئي لوڪل پالٽيڪس ۾ حصو وٺندي هئي. مون سان سٺا تعلقات هئس. بيگم صاحبہ مون ڪان پڇيو تہ قاضي عبدالرحمن ڪي لوڪلبورڊ مان ڪڍڻ جو سوال لوڪلبورڊ ۾ اچڻ وارو آهي ڇا؟ مون ڪيس ٻڌايو تہ انهي لاءِ ميمبرن مونکي خط لکيا آهن. ڏسڻ ۾ ايئن پيو اچي تہ سندس دوست بہ برخلاف ٿي ويا اٿس. تنهن ڪري شايد اهو نهراءُ پاس ٿي وڃي. عين انهيءَ وقت تي اتفاق سان يا اڳي مقرر ڪيل انجام تي قاضي عبدالرحمن بہ اچي نڪتو.

ان تي بيگم صاحبہ مون ڪي چيو تہ هن غريب ڪي ڇو ٿا بيروزگار بنايو. مون ڪيس ٻڌايو تہ هن جي گناهن جو وڏو چٽو آهي هن دفع سندس دوستن طرفان تحريڪ شروع ٿي آهي

مون ڪي صرف ٻڌندڙ ٻيڙيءَ ڪي لت هڻڻ جو ڪم ڪرڻو پوندو. ان تي قاضي صاحب اڪين ۾ پاڻي آڻي چيو تہ شاہ صاحب منهنجا گناهہ بيشڪ

ڪهڻا آهن پر شاهه نواز شاهه ۽ محمد عثمان سومرو ٻه مون سان انهي گناهن ۾ ڪم وبيش شريڪ هئا. جيڪڏهين منهنجي رحمدل طبيعت. انهن کي معاف ڪري سگهي ٿي ته مونتي ڇو نه رحم اچڻ گهرجي، منهنجي گناهن خاطر منهنجي اولاد کي، مون کي بيروزگار بنائي سزا نه ڏيو.

مون کي هن جي ڳوڙهن، سندس ٻارن جي گذر معاش، انساني همدردي جي جذبه چڪ ڏني. مون دوستن جي پڇڻ ڪانسواءِ عين جنگ جي وقت ڪٽي هٿيار ڇڏيا. ڪيس چيم ته مون توکي بخش ڪيو آئنده درست ٿي هلج. هن دفعي آءُ تنهنجي مخالفت نه ڪندس، هن يڪدم وڃي اها ڳالهه مشهور ڪئي ته شاهه صاحب کي مون ناهي ڇڏيو آهي، هو مخالفت نه ڪندو.

اها ڳالهه ٻڌي ڪيترا ميمبر مون وٽ پڇندا آيا ۽ پڇا ڪيائون ته اها ڳالهه ڪيتري قدر درست هئي. هنن کي اعتبار نه پي آيو. جڏهن مون ان ڳالهه جي تصديق ڪئي ته جملي دوست ۽ ٻيا ميمبر نهايت ناراض ٿيا. آفيسر ۽ ٻيا ڪمزور ميمبر اڳيئي قاضي صاحب جي فائدي ۾ هئا. منهنجي اڳواڻيءَ ڪانسواءِ اهو نهراءُ پاس ٿيڻ مشڪل هو.

هو چوڻ لڳا ته بيڪار اڳواڻ آهين. مخالف تنهنجي ڪمزورين مان فائدي وٺي عين موقع تي توکي ڊرو ڪري ڇڏيو آهي. اها حقيقت هئي. ان کان انڪار ڪري نه ٿي سگهيس پر دل دماغ تي فتح پائي ويل هئي، ڇا ٿي ڪري سگهيس. قاضي صاحب ان دفعي بچي ويو.

مون کي اميد هئي قاضي صاحب بدليل حالتن مان سبق وٺي، پنهنجي سموري روبي کي درست ڪندو پر هن ائين نه ڪيو مو رڳو وڏيڪ آفيسرن جي اثر هيٺ ڪم ڪندو رهيو.

جنهن ڪري سندس مخالفت گهٽجڻ بدران وڌندي ويئي.

قاضي صاحب جي دشمني جو شڪار ميان محمد هاشم گزدر بمبئي ڪائونسل جو ميمبر بنجي چڪو هو. محمد عثمان سومرو لوڪبورڊ جو باهمت ميمبر مخالف ٿي چڪو هو، جنهن جو پٽن سان خاص رستو هو. سر شاهنواز لوڪل سيلف گورمنٽ کاتي جو وزير بنجي چڪو هو. سنڌ جي جدائي ۾ نون سڌارن جي اعلان ڪري آفيسرن جو اثر گهٽجڻ لڳو هو.

ميمبرن ۾ عام ماڻهن جا حوصلا وڌي چڪا هئا. ليڪن قاضي صاحب راهه راست تي نه آيو. نيٺ محمد عثمان سومرو تنگ ٿي ڪراچيءَ جي ڪليڪٽر ٽيلر وٽ قاضي جي خلاف هڪ درخواست ڪئي. جنهن ۾ مٿس

ڪيئي الزام مڙهيل هئا. انتي سرڪار مسٽر گور والا هڪ ايماندار ۽ سينئر آئي سي ايس آفيسر کي انڪواري ڪرڻ لاءِ مقرر ڪيو. جنهن انڪواري ڪرڻ بعد هن کي سسپينڊ ڪري، ڪيس هلائڻ جي رپورٽ ڪئي.

ليڪن ان سموري ڳالهه کي لٽي مٽي ڪرڻ لاءِ قاضي صاحب سندس دوست آفيسرن جي معرفت لوڪلبورڊ ۾ ٺهراءُ آڻي نئين سر انڪواري ڪرڻ لاءِ، لوڪلبورڊ طرفان هڪ ڪميٽي مقرر ڪرائي. جنهن تي هيٺيان ميمبر منتخب ٿيا.

(١) خانبهادر الهه بخش خان گبول - پريزيڊنٽ لوڪلبورڊ.
(٢) مسٽر توبن ڊيپوٽي ڪليڪٽر ٺٽو .
(٣) مسٽر نور محمد طوطل ڊيپوٽي ڪليڪٽر شاه بندر.
(۴) جي. يم. سيد. ( آءٌ ) اڳوڻو پريزيڊنٽ.
(۵) راءِ بهادر شيوارام ڏيون مل .
(٦) سيد مهر علي شاه بخاري.
(٧) سيٺ محمد جعفر خواجه.

جيئن تہ اجان تائين مسٽر گبسن سنڌ جو ڪمشنر هو، جو قاضي صاحب جو شفيق هو. آغا غلام حسين ان جو جنرل اسسٽنٽ بہ ان ڪري سندس حامي هو. تنهن ڪري گبول صاحب ۽ بہ آفيسر سندس فائدي ۾ ويا. باقي چئن ميمبرن قاضي صاحب مٿان مسٽر گور والا جي جانچ ڪيل رپورٽ جي تائيد ڪئي.

هن تي مقاطعدارن کان نڳي ڪري پيسا کائڻ، ڪوڙيون ڊائريون ڀري ڀتو ڀاڙو وصول ڪرڻ جون چارجون ثابت ٿيل هيون. ليڪن وري بہ ان کي آفيسر. مسٽر گبسن جي چوڻ تي بچائڻ جي ڪوشش ڪئي.

انگريز قوم. سندس بلند اخلاقي، همت ۽ اصولن جي پيرويءَ ڪري دنيا جي مهذب قومن مان شمار ٿيندي هئي. انهي ڪري هو اڌ دنيا تي قابض ٿي ويا.

ليڪن جڏهين انهي ۾ مسٽر گبسن جهڙا فرد پيدا ٿيا تہ هنن جو ستارو بہ غروب ٿيڻ کي نزديڪ آيو.

مسٽر گبسن باوجود ايترن ثابتين ۽ جانچن جي آخر وقت تائين قاضيءَ کي بچائڻ جي ڪوشش ڪندو آيو.

جڏهن لوڪلبورڊ اڳيان ڪميٽيءَ جو رپورٽ پيش ٿي تہ وري

آفيسرن زور وڌو تہ انهي ساري معاملي کي ختم ڪري ڇڏيائين. ليڪن ڪثرت سان اڪثريت واري رپورٽ بحال ٿي ويئي.

قاضي صاحب کي سسپينڊ ڪري ڪيس هلائڻ جو بورڊ نهراءِ پاس ڪيو. ليڪن مسٽر گبسن سنڌ جي جدائيءَ تائين ان مسئلي کي اينگهائيندو رهيو. ان کان پوءِ قاضيءَ کي لوڪلبورڊ مان رخصت ملي.

هر حڪومت جي مضبوطيءِ ۽ ترقيءَ جو باعث ايماندار، لائق ۽ خدمت خلق جو جذبو رکندڙ عملدار ٿين ٿا. حڪومتون تباهہ بہ انهن جي رشوت خوري، فرعونيت، ظلم ۽ استبداد ڪري ٿين ٿيون. انگريزي حڪومت جي مضبوطي بہ انهن جي ذريعي ٿي ۽ انهن جي زوال جو ڪارڻ بہ اهيئي بنيا.

هن سال ۾ سنڌ جي جدائي جو سوال قطعي طور فيصل ٿي ويو هو.

ٻي سال ۾ نين چونڊن لاءِ تياريون ٿيڻ واريون هيون. هن وقت تائين سنڌ مان ڪائونسلن ۾ جيڪي ميمبر ٻي چونڊيا هئا تن اڪثريت اهڙن ماڻهن جي هئي جي وڏا زميندار، پيسي وارا، ذاتي اثر رسوخ رکندڙ ۽ ڪامورن جا پوئلڳ هئا.

شخصي ٽڪيٽن تي چونڊيا ٿي، شخصي اقتدار ۽ مفاد لاءِ ڪم ڪيائون ٿي. بمبئي ڪائونسل ۾ سنڌن حڪومت سان ملي قوم پرست پارٽين جي مخالفت ڪين بدنام ڪري ڇڏيو هو. انهي مصيبت کان بچڻ لاءِ قوم پرست ۽ خادم ملڪ افراد طرفان اها ڪوشش هلندڙ هئي تہ آئنده چونڊون ڪن اصولن جي بنياد تي نهيل سياسي پارٽين طرفان لڙيون وڃن.

ووٽرن جي سامهون پارٽين طرفان پروگرام پيش ڪيو وڃي، جن جي آڌار تي هو ڪين چونڊي موڪلين. آئنده لاءِ اهو انهي آڌار تي هر ميمبر جي ڪارگذاريءَ تي فيصلو ڪري ووٽ ڏين. انهيءَ مقصد کي نظر ۾ رکي مون ڪن دوستن جي صلاح سان هڪ تجويز تيار ڪري سنڌ جي مکيہ ڪارڪنن کي پنهنجي بنگلي تي ڪراچيءَ ۾ ١٢- جون ١٩٣٤ع تي گهرايو.

ان ميٽنگ جي صدارت سرشاهنواز ڀٽي ڪئي، جنهن ۾ هيٺيان ڪارڪن شريڪ ٿيا:

١- سر شاهنواز ڀٽو ٢- جاموٽ سيد محمد علي شاه ٣- خانبهادر الهہ بخش سومرو ۴- سيد ميران محمد شاه ۵- مسٽر حاتم علوي ٦- حاجي مولا بخش سومرو ٧- پير بقادار شاه ٨- سيد شاهنواز شاه ٩- خانبهادر چاڪر خان سهريائي ١٠- سيد محمد علي شاه ڏيري وارو ١١-

جي. ايم. سيد ( آءُ )

ٻن ڏينهن جي ڪاروائيءَ بعد ان ۾ دستور العمل پاس ٿيو ۽ عارضي عهديدار چونڊيا ويا.

١- سرشاهنواز خان ڀٽو- ليڊر- ٢- خانبهادر الهه بخش سومرو ۽ ميران محمد شاه ڊپيوٽي ليڊر چونڊيا ويا- مسٽر حاتم علوي کي سيڪريٽري ۽ مون کي جائنٽ سيڪريٽري چونڊيو ويو. پارٽي جو نالو سنڌ پيپلس پارٽي رکيو ويو وڌيڪ تفصيل ڊائري جي باب مان ملندو.

مرڪزي اسيمبليءَ جون چونڊون نومبر ۾ ٿيڻ واريون هيون. ڪيترن دوستن جي راءِ ٿي ته پيپلس پارٽيءَ لاءِ زمين هموار ڪرڻ واسطي آزمودي لاءِ انهي گروه جي طاقت جو اندازو ڪرڻ لاءِ نبي بخش خان ڀٽي کي اميدوار بيهارجي.

آخر اليڪشن جو ڪم شروع ٿيو. ٻن جائين لاءِ ٽي اميدوار بيٺا

١- شيخ عبدالمجيد سنڌي ٢- حاجي عبدالله هارون ٣- نبي بخش خان ڀٽو. پهريان ٻه اميدوار زياده لائق ۽ قومي ڪارڪن هئا. نبي بخش خان ڀٽي جي لياقت ٻي ڪابه نه هئي سواءِ ان جي جو سردار واحد بخش خان ڀٽي جو پاءُ هو جنهن جواني ۾ وفات ڪرڻ جي باوجود وڏو دائره شخصي دوستن جو ڇڏيو هو. ۽ سر شاهنواز خان ڀٽي جو عزيز هو جنهن کي زميندار طبقه جو عيوضي ۽ غير فرقيوارانه ذهينت جو ليڊر سمجهيو ٿي ويو.

جيتوڻيڪ هڪ سياسي پارٽي ٺهي چڪي هئي پر سنڌ جي سياست ان وقت ٽن گروهن ۾ ورهايل هئي ١- گروه عوام جي نمائندگي ٿي ڪئي جنهن جو اڳواڻ شيخ عبدالمجيد هو ٢- ٻي گروه ڪاموره ڪلاس ۽ تاجر طبقي جي نمائندگي ٿي هئي جنهن جو اڳواڻ سر غلام حسين هو.

٣- گروه آبادگار ۽ زميندار طبقي جي نمائندگي ٿي ڪئي جنهن جو اڳواڻ سرشاهنواز ڀٽو هو.

پهرين گروه شيخ صاحب جي مدد ٿي ڪئي جن ۾ خلافت جا ڪارڪن، پڙهيل ۽ هيٺيون ڪامورو ڪلاس هو.

ٻي گروه مسٽر نبي بخش خان ڀٽي کي مدد ٿي ڏني- ان ۾ سرشاهنواز خان ڀٽو، خانبهادر الهه بخش سومرو، سيد ميران محمد شاه، مسٽر محمد هاشم گزدر، خانبهادر غلام نبي شاه، مخدوم صاحب هالا، نواب شاه جا سيد، آغا محمد عثمان سومرو حاجي عبدالرحيم شاه ۽ ٻيا

هئاسون.

ڪم وراهي ڪنيو ويو. اپر سنڌ جو ذمون خانبهادر الهه بخش ڪنيو ۽ لوئر سنڌ جي ڪم جي چارج مون ورتي. سيپٽمبر، آڪٽومبر ۽ نومبر جا مهينا آءٌ حيدرآباد جي آفيس جي چارج ۽ گشت ۾ رهيس.

**١۵- آڪٽومبر ١٩٣۴ع** تي نامينيشن پيپر پريا ١۴- نومبر تي چونڊ ٿي.

**١٧- تاريخ** نتيجا ظاهر ٿيا- جنهن ۾ ووٽ هيٺين طرح مليا:

| نبي بخش خان ڀٽو | حاجي عبدالله هارون | شيخ عبدالمجيد |
| --- | --- | --- |
| ٩٣٢٨ | ٩١١١ | ٦٢٢٨ |

ضلع وار تفصيل ڊائريءَ مان ملندو- نتيجو هيٺين طرح هو تہ:

جيڪب آباد ۽ سکر ۾ جملہ رڪارڊ ٽيل ووٽن مان ڀٽي کي ١٣٣٠ ووٽ مليا ۽ سندس مخالف کي ٣٩۵٢ ووٽ مليا. ان مان نتيجو اهو ٿي نڪتو انهي ٻنهي ضلعن ۾ خانبهادر الهه بخش ۽ ڀٽن جو اثر چوٿون حصو مس هو.

لاڙڪاڻو ضلع ۾ خانبهادر کهڙي ۽ عام ماڻهن جا ووٽ گڏي ٢۴٣٢ ٿيا ۽ ربگو ڀٽي کي ٢٨٣٨ ووٽ مليا. يعني ٻنهي اميدوارن جي طاقت کان گهٽا.

انهيءَ جو مکيہ سبب سردار واحد بخش جي شخصي رهائي هئي. ڀٽي خاندان جو اثر اميدوار ضلعي جاهوڻ هئا. ليڪن باوجود ان جي ڏارين لاءِ کهڙي وارا تقريباً اڌو اڌ ووٽ کٽي ويا.

لوئر سنڌ جتي ڀٽن جو ذاتي اثر تمام گهٽ هو. اتي ڀٽي کي ۵١٦٠ ووٽ مليا. حاجي عبدالله هارون کي ۵٣٧۵ مليا ۽ شيخ صاحب کي ٣٧٧٩ ووٽ مليا. انهيءَ ليڪشن مان اندازو ٿي ويو تہ ان وقت ڌاري عام ماڻهن ۾ بيداري چوٿين حصي کان بہ گهٽ هئي. جنهن جو اندازو شيخ صاحب جي ووٽن مان پئجي سگهيو.

سر ڀٽو گروه ۽ سر غلام حسين گروه ڪم وبيش اڌو اڌ وچي بيٺا. ان محنت ۽ اليڪشن مان آئنده جي شخصي طاقت جي توازن جو پتو پئجي ويو.

انهي وقت ۾ دادو ضلع ۾ خانبهادر محمد پريل ڪلهوڙو وڏي طاقت وارو ٿي پيو هو.

ان جا ڪارڻ هيٺيان هئا:

١- ضلع لوڪلبورڊ جي ميٽنگن وقت اڪثر ميمبرن کي پاڻ وٽ رهائي ماني کارائيندو هو. نه صرف ايترو پر هر ميٽنگ جي موقع تي سوها ماڻهن کي ترغيب ڏيئي ڪمن يا تماشو ڏسڻ جي ارادي سان گهرائيندو هو. سيني جي ڪاڏي جو انتظام خانبهادر طرفان ٿيندو هو.

٢- ڊڪ منشگيريون. سڪالرشپون. بيلدار. ماسترن جون جايون هو ميمبرن کي راضي رکڻ لاءِ سندن چوڻ موجب ڏيندو هو.

جي جايون گهٽ ٿي پونديون هيون ته نيون پيدا ڪري يا نوڪريءَ وارن کي ڪڍي يا موڪل وٺائي به ميمبرن جي تقاضائن کي پورو ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو هو.

٣- آفيسرن جي رسائي، دعوتون، ويندي گهر سوڏو خرچ، موٽر سواريءَ لاءِ ڏيڻ ۾ هو ماهر هو. انهيءَ ڪري هو بورڊ ۾ اهڙو طاقتور ٿي ويو هو جو سندس اختيار ڪيل پاليسي يا کنيل قدم جي مخالفت لاءِ ڪنهن کي مجال ڪانه هئي.

ميان يار محمد جوڻيجو وڪالت جي ڪم ۾ مشغول هئڻ ۽ مخالفت جي فن ۾ ماهر نه هئڻ ڪري ڍرو ٿي ويل هو.

خانبهادر مون کي هر طرح راضي رکڻ جي ڪوشش ڪئي. لکي موڪليندو هو ته ڊڪ منشي وغيره جي وراهست ۾ اوهان جي حصي ۾ هيتريون جايون آهن. ماڻهو موڪليو ته رکان، ليڪن مون نه سندس ها ۾ ها ملائي، نه ان مال غنيمت مان حصو ورتو.

ضلع جي ترقي ۽ سڌاري طرف هن جو ڪوبه توجهه نه هو. سندس ذاتي پيسي ۽ لوڪلبورڊ کي هن سندس شخصي اقتدار وڌائڻ لاءِ ڪتب آڻڻ جو رويو اختيار ڪيو.

مون سندس ضلع جي سڌاري ۽ لوڪلبورڊ جي ڪاروبار کي غلط نموني هلائڻ بابت توجهه ڇڪايو. هي ڳالهيون ڪيس پسند نه آيون. هن جڏهن ڏٺو ته لفظي خوشامد ۽ چند جاين تي منهنجا سفارشي ماڻهو رکڻ جو طريقه مون کي رضامند رکڻ لاءِ بيڪار ثابت ٿيو هو ته هن ٿهلراماڻيءَ تي سختي ڪرڻ ۽ بي پرواهي ڏيکارڻ جو رستو اختيار ڪيو. ضلع آفيسرن جي ٽيڪ- مسٽر گبسن جي سهاري، ميمبرن جي رضامنديءَ سندس دماغ ۾ ڪهمنڊ پيري جڌيو.

آخر حالتون برداشت ٿيڻ کان ٻاهر لڳيون. حيف آفيسر ۽ منهنجي

مشوري ان تي ڪوبہ اثر نہ ڪيو مسٽر تاراچند اڪائونٽنٽ جي چوڻ تي هن غلط ڪم ڪرڻ شروع ڪيا. شاگردن کي ڏنل سڪالرشپون بنا سبب جي بند ڪري حند ماڻهن کي خوش ڪرڻ لاءِ ٻين کي ڏيڻ شروع ڪيون ويئون. ڪوڙا مسترول پري انهن جا پيسا آفيسرن جي دعوتن ۽ رساين تي خرچ ڪرڻ لڳو. آخر ميمبرن جي مهمانوازيءَ جو ڪم بہ لوڪلبورڊ فندس مان ٿيڻ لڳو. ڊڪ منشي ٻن مهينن لاءِ رکي وري ڪڍي ٻيا رکيا ويندا هئا.

آخر تنگ ٿي مون هن کان ڪي سوال پڇيا. جن جي جواب ڏيڻ کان انڪار ڪيائين.

مون جهڙي حزب مخالف جي تجربيڪار ماڻهوءَ لاءِ اهو چئلينج هو.

ان تي مون مخالف ميمبرن کي منظم ڪري باقاعدي باز پرس شروع ڪئي.

ڪلهوڙو صاحب ناراض ٿيو ۽ ڪليڪٽر خانبهادر نور نبي ان جي طرفداري شروع ڪئي. پر آءٌ گبسن جهڙي عملدار جو ناراضپو برداشت ڪري سگهيو هوس، هي انهيءَ جي سامهون ڪا حيثيت رکندڙ نہ هئا. ازانسواءِ هٽ پاڪ نہ هين.

ميان يار محمد جوڻيجو اڳ ۾ مخالف هو هن جڏهن مخالفت ٿيندي ڏٺي تہ اچي شريڪ ٿيو.

ڪوٽڙي ۽ سيوهڻ تعلقن جا ميمبر اڳ ۾ مون سان ٻڌل هئا.

نتيجو اهو نڪتو تہ مٿس انهن الزامن جي جانچ ڪرڻ لاءِ لوڪلبورڊ طرفان هڪ انڪواري ڪميٽي مقرر ٿي. ان تي بہ ڊيپوٽي ڪليڪٽر، آءٌ، مسٽر نجم الدين ڊڪي ٻيا ميمبر هئاسون. ان جي نتيجي ۾ ڪنٽريبيون چارجون ثابت ٿيون. ان تي ڪليڪٽر گهڻو ناراض ٿيو.

هو ايتري قدر تي پيو جو منهنجي غير حاضريءَ ۾ مختيارڪار موڪلي، ٽن سون ڏن ۾ منهنجي بنگلي کي سيل مهر ڪرائي نيلام ڪرڻ جو حڪم ڪڍيائين.

ان ساري معاملي ۾ هڪ سرڪاري عملدار مسٽر اڏارام ڊيپوٽي ڪليڪٽر ڪوٽڙي همت نہ ان آزادانہ طور اسان سان انهيءَ ڪميٽيءَ جي جانچ ۾ مدد ڪئي- آخر رپورٽ سرڪار ڏي موڪلي ويئي. ڪليڪٽر لاچار ٿي ڪاغذ مٿي موڪليا.

جيتوڻيڪ ان لاءِ نہ ڪميٽي رپورٽ ڪئي هئي نہ وٽس ڪا ثابتي

هئي. پر جي. ايم. سيد جي دوستيءَ ڪانگريسي هئڻ جي چارج مڙهي مٿي رپوٽ ڪيائين. مسٽر گبسن ڪمشنر سنڌ لاءِ اهي به چارجون ڪافي هيون، تنهن به ان جي پنيرائي ڪئي.

جڏهن ڪاغذ مٿي بمبئي سرڪار ۾ ويا. اتي سر شاهنواز خان ڀٽو وزير لوڪل سيلف گورمينٽ هو. پر هو سمورو سيڪرٽريٽ جي هٿ ۾ هو، ان ڪري ان به خانبهادر ڪلهوڙي سان گڏ چيف آفيسريءَ تان مسٽر ٺهلراماڻيءَ جي خارج ڪرڻ جو حڪم ڪيو.

## سال ١٩٣٥ع

هي سال پنجن مکيه مشغولين ۾ مصروف رهيس

١- لوڪلبورڊ دادو ۾ خانبهادر محمد پريل ڪلهوڙي جي مخالفت ۽ ٺهلراماڻي جي بچاءَ ۾ ڪم ڪيو ويو.

٢- ڪوآپريٽو جي ڪمن ۾ دلچسپي ورتي ويئي.

٣- ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ ڪراچي ۾ قاضي عبدالرحمان تي انڪواري بابت وڏيڪ قدم کنيا ويا.

۴- سياسي جماعت ٺاهڻ لاءِ ڪوششون

۵- سنڌ جي مستقبل جي اليڪشن لاءِ تياريون ۽ مکيه ماڻهن سان تعلقات وڌائڻ

### ١- لوڪلبورڊ دادو:-

خانبهادر ڪلهوڙي خلاف انڪواري مٿي وڃي چڪي هئي. لوڪلبورڊ ۾ باوجود آفيشل مدد جي هو اڪثريت وڃائي وينو هو. حد ڪان وڌيڪ بي قاعدگين ڪري خود آفيسر به مجبور ٿي پيا ته بي جا طرفداريءَ ۾ پاڻ بدنام نه ٿين. ڪاموري جي دوستي مطلب سان هوندي آهي. جڏهن ڪين معلوم ٿيندو آهي ته ڪو ماڻهو سندن لاءِ ڪارآمد ٿيڻ جي عيوض هڪ بوجو ٿي پيو آهي ته بازاري عورت وانگر رخ بدلائڻ ۾ دير ئي نه ڪندا آهن.

خانبهادر نور نبي خان جڏهن ڏٺو ته ڪلهوڙي صاحب کي بچائي نٿو سگهي ته ان سان گڏ ٺهلراماڻي کي بنا سبب جي ڏوهاري ٺهرائي رپورٽ ڪيائين. ان جو نتيجو اهو نڪتو ته خانبهادر ڪلهوڙي سان گڏ ٺهلراماڻي کي نوڪريءَ کان خارج ٿيڻ جو بمبئي سرڪار آرڊر ڪڍيو. ليڪن چوڻ آهي ته "بندي جي من ۾ هڪڙي خالق جي ٻي" وانگر هو ٢٦- اگسٽ ١٩٣٥ع تي بدلي ٿي ويو. ان جي جاءِ تي مسٽر بي. ڪي. پٽيل ڪليڪٽر

آيو.

ان ڪي جڏهن اها حقيقت معلوم ٿي تہ هن ٿهلراماڻي ڪي مدد ڪرڻ ضروري ڄاتو.

**۴- سپٽمبر ۱۹۳۵ع** تي سرڪار جي حڪم مطابق خانبهادر ڪلهوڙو ڇهن مهينن جي موڪل تي ويو. رواجي طرح وائيس پريزيڊنٽ هئڻ ڪري مونکي پريزيڊنٽ ٿي ڪم ڪرڻو هو. ليڪن آفيسرن يا ميمبرن تي ذهن نشين ڪرڻ لاءِ تہ خانبهادر جي مخالفت ڪن اصولن موجب ۽ پبلڪ جي ڀلي خاطر ڪئي هيم ۽ نہ پريزيڊنٽي هٿ ڪرڻ لاءِ. مون ڪلهوڙي جي بورڊ ڪان موڪل جي درخواست منظور ڪرائي. پنهنجي وائيس پريزيڊنٽيءَ جي استعيفا ڏني. ان ڪان پوءِ خانبهادر يار محمد جوٽيجي کي وائيس پريزيڊنٽ چونڊايو. جنهن ڪري هو بورڊ جو ائڪٽنگ پريزيڊنٽ ٿي سمورو ڪاروبار هلائڻ لڳو.

**١٦- نومبر ۱۹۳۵ع** تي بمبئي سرڪار جو آرڊر مسٽر ٿهلراماڻيءَ کي نوڪري ڪان خارج ٿيڻ بابت پهتو. انهيءَ تي آءٌ بہ ڏينهن سموري حقيقت سر شاهنواز ڀٽو وزير لوڪل سيلف گورمنٽ کي ٻڌائڻ لاءِ بمبئيءَ ڏانهن ويس. سر شاهنواز خان ڀٽو پيپلس پارٽيءَ جي ليڊر رهو. جنهن جي ڪونائيندڙ ۽ روح روان آءٌ هوس.

پارٽيءَ جي لحاظ ڪان شيخ عبدالمجيد ۽ حاجي عبدالله هارون جهڙن مائٽن جي مخالفت ڪري نبي بخش خان ڀٽي جي ڪاميابي لاءِ ڪوشش ڪئي هيم. ازانسوءِ سردار واحد بخش خان ڀٽہ جي ڪري سائٽس دوستانہ تعلقات هئا. مون کي قوي اميد هئي تہ سارو قصو ٻڌي، انصاف موجب فيصلي ڪرڻ لاءِ مدد ڪندو. پر هن مونکي ڏهن منٽن ڪان وڌيڪ وقت نہ ڏنو ۽ چيائين تہ غلط يا صحيح عملدارن جي خلاف هو ڪوبہ فيصلو ڪري نٿو سگهي.

ان سموري معاملي مونکي هن بنسبت وبنل اعتقاد ۾ گهٽو ڦيرو آندو.

ڇا هي عوام جو عيوضي هو يا ڪامورن جو؟ آفيس جي ڪرسيءَ ۾ وهڻ بعد، هن جو دماغ ايترو خراب ٿي ويو هو جو سنڌ ڪان ڪهي آيل دوست کي ٻڌو انڻ ٻڌو ڪري ١٠ منٽن ۾ واپس ڪري ڇڏيائين.

اها ڳالهہ مون ميران محمد شاه سان ڪئي، ان کي مسٽر نور محمد

وڪيل سان سر غلام حسين جي دوستاڻہ تعلقات هئڻ ڪري مجبوراً ڀٽي صاب جي ڀنيان هلڻ جو شوق هو. ان جڏهن ڏٺو تہ ان جو نتيجو ڀٽي صاحب جي گروه لاءِ نيڪ نہ ٿيندو تہ ڪيس وچي مليو ۽ حقيقت پيش ڪيائين.

ڀٽي صاحب، ڏهن منٽن ۾ مون کي واپس ڪرڻ لاءِ طبيعت نيڪ نہ هئڻ جو عذر پيش ڪيو. ليڪن وري ساڳي ڳالهہ دهرائي تہ ڪليڪٽر ۽ ڪمشنر جي سفارش ڪانسواءِ هو ان تجويز تي غور بہ نہ ڪري سگهندو. مون ان وقت لوڪل سيلف گورمينٽ جي انگريز سيڪريٽري سان ملاقات ڪري حقيقت پيش ڪئي هئي. ان چيو تہ ٺهلراماڻيءَ جي درخواست سموري حقيقت سان ڪيس موڪلي وچي، هو انصاف ڪندو.

ان وقت خانبهادر يار محمد خان پريزيڊنٽ ٿي چڪو هو. خانبهادر نور نبي ڪليڪٽر وچي چڪو هو. ڪليڪٽر مسٽر پٽيل هو. ڪمشنر گبسن صاحب موڪل تي ويل هو

حالتون اهڙيون بنيون جو لولڪبورڊ يڪراءِ ٺهلراماڻي کي بي قصور ٺهرائي ڪيس رکڻ جي سفارش ڪئي. ڪليڪٽر ۽ ڪمشنر ان جي پٺڀرائي ڪئي.

سيڪريٽريءَ صاحب ٺهلراماڻي جي فائدي ۾ گورنر کان اپيل فيصل ڪرائي موڪلي ڇڏي. سر شاهنواز ڀٽي ۾ باوجود ڪيترين خاصيتن جي هيءَ ڪمزوري هئي تہ هو آفيسرن اڳيان ڪجهہ ڪونہ هو. ظاهري دوستيءَ جي باوجود، سندس دوستيءَ تي اعتبار رکڻ بي سود هو.

ڪامورن وانگر هو انصاف يا دوستي خاطر ڪوبہ اهڙو ڪم ڪرڻ لاءِ تيار نہ هو جنهن سان ڪيس نقصان جو انديشو هجي.

**٢٣- ڊسمبر ١٩٣٥ع** تي خانبهادر ڪلهوڙو ٻڪيءَ طرح لوڪلبورڊ کان استعيفا ڏئي ٻاهر نڪري ويو ۽ خانبهادر يار محمد خان کي ضلع جو پريزيڊنٽ چونڊيو سون. ٺهلراماڻي وري لوڪلبورڊ نوڪريءَ ۾ رهجي ويو.

**(٣) ڪوآپريٽو تحريڪ ۾ دلچسپي:-**

آءٌ اڳي ٻڌائي آيو آهيان تہ خانبهادر عظيم خان جي دوستي ۽ تحريص ڪري، آءٌ پنهنجو گهڻو وقت ڪوآپريٽو تحريڪ کي زور وٺائڻ ۾ صرف ڪرڻ لڳو هوس.

سنڌ سينٽرل ڪوآپريٽو بئنڪ جو ڊاريڪٽر ٿي جملي دوستن سان

گڏ ڪوآپريٽو تحريڪ کي مضبوط بنائڻ لاءِ حصو وٺندو رهيو هوس. لوئر سنڌ زميندار، ڪواپريٽو بئنڪ حيدرآباد، ملير سوسائيٽن وغيره ۾ حصو پي ورتم. خانبهادر عظيم خان گذريل سال ڪليڪٽر ٿي ڪوآپريٽو تحريڪ کان علحده ٿي ويو هو. ان جي جاءِ تي مسٽر نورالدين صديقي آيو. هي نهايت ايماندار ۽ قابل عملدار هو. ليڪن خانبهادر عظيم خان جهڙو سيني ڏرين سان رهائڻ جو هن وٽ ڍنگ نہ هو. ڪن ڳالهين تان سنڌس مسٽر جمشيد چيرمين بئنڪ سان اختلاف ٿي پيو. ان تي هندو اخبار هن کي نهايت تنگ ڪيو. مسٽر جمشيد نهايت ايماندار ۽ همہ صفت موصوف ماڻهو هو پر واپاري ۽ شهري هئڻ ڪري دهقاني مفاد جي اهميت کان گهٽ واقف هو. خانبهادر عظيم خان جي ڏينهن ۾ سنڌس وڏي عزت جي باوجود اسان جا اختلاف ٿي پيا هئا پر خانبهادر عظيم خان صلاحيت سان ڪم هلائيندو پي آيو.

هاڻ اسان کي آبادگارن جي ڀلي خاطر صديقيءَ جو طرف وٺڻو پيو. جنهن ٿيا سافيڪل سنگت ۾ ناراضپو پيدا ڪري ڇڏيو.

**(٣) ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ ڪراچي:-**

انهيءَ ۾ مسٽر گبسن، گزدر صاحب کي رخصت وٺائي چڪو هو. گبول صاحب پريزيڊنٽ هو پر قاضي ان کي اڀرڻ نہ ڏنو.

ميمبرن کان بي پرواهہ ٿي کي کوٺا ڪم ڪرڻ لڳو. عياشي ڪري فضول خرچ ٿي پيو هو.

پڳهار مان پورت نہ ٿيڻ ڪري اهڙا ڪم ڪيائين جن ڪري دوست مخالف ٿي پيس، ڪليڪٽر انڪواري ڪرائي، بورڊ انڪواري ڪميٽي وهاري جن بہ مخالف رپورٽ ڪئي. بورڊ ٺهراءُ ڪري ڪيس نوڪريءَ مان ڪڍي ڪيس هلائڻ جو ٺهراءُ پاس ڪيو

پر سال جي آخر تائين ڪمشنر صاحب جي مدد سان بورڊ ۾ هلندو آيو.

ٻي سال ۾ حالتن بدلجڻ ڪري ڪيس نوڪري مان خارج ٿيڻو پيو.

**(٤) سياسي جماعت ناهڻ:-**

اڳين سال جي احوال ۾ ڄاڻائي آهيان، گذريل سال منهنجي بنگلي تي هڪ سياسي جماعت "پيپلس پارٽي" نالي سان سرشاهنواز ڀٽي جي ليڊريءَ هيٺ ناهي هئي سون. ان جو نالو تہ عوامي هو ليڪن، اها حقيقت ۾ ڀٽي

گروهه سان منسوب ٿي ويئي. نه شيخ عبدالمجيد صاحب، نه حاجي عبدالله هارون، نه سر غلام حسين ۽ کهڙو صاحب يا ٻين صاحب اقتدار يا قومي ڪارڪنن جي انهي سالن همدردي هئي. انڪري گهڻي فڪر بعد مختلف قومي ڪارڪنن جي صلاح سان هڪ سوالنامو تيار ڪري مئي مهيني ۾ سنڌ ۾ موڪليو ويو.

جنهن ۾ سياسي پارٽي ناهڻ ۽ انهي جي پروگرام بابت ڪي سوال پڇيا ويا هئا.

ڪتنان جواب آيا ڪتنان ڪونه آيا.

آخر آيل جوابن جي بنياد تي مون پنهنجي بنگلي تي سيني سياسي ۽ قومي ڪارڪنن کي جماعت ناهڻ لاءِ دعوت ڏني. ڪانگريس وارا ان ۾ ڪونه آيا جيتوڻيڪ انهن کي دعوت موڪليل هئي. باوجود همدديءَ جي هو جدا جماعت ناهڻ لاءِ ڪو نايل ميٽنگ ۾ شريڪ ٿي ڪين ٿي سگهيا.

سنڌ مان ڪيترا سياسي ڪارڪن ٣٠- تاريخ جون ١٩٣٥ع تي اچي ميٽنگ ۾ شريڪ ٿيا. جن مان مکيه هينيان هئا:-

١- علامہ آءِ آءِ قاضي ٢- مولوي محمد صادق کڏه وارو ٣- مولوي فتح محمد صاحب سيوهاڻي ٤- شيخ عبدالمجيد سنڌي ٥- خانبهادر الهہ بخش سومرو ٦- خانبهادر محمد ايوب کهڙو٧- پير علي محمد شاه راشدي ٨- مسٽر حاتم علوي ٩- مسٽر طيب علي علوي ١٠- ميران محمد شاه ١١- مسٽر ريواچند ٽنڊاڻي ١٢- راءِ بهادر هوتچند چانديومل ١٣- مسٽر جيٺمل پرسرام١٤- مسٽر لالچند جڳتياڻي ١٥- سر غلام حسين هدايت الله ۽ ٻيا

ليڪن گهڻي بحث مباحثي بعد ڪو فيصلو ٿي نه سگهيو.

حقيقت اها هئي تہ مختلف شخصي مفاد هڪ هنڌ ڪنو ٿي ڪم ڪرڻ لاءِ تيار نه هئا.

ازانسواءِ سياسي پروگرام ۽ اصولن جي بنيادن تي ڪم ڪرڻ ڪان مکيه صاحب اقتدار ماٺهو ڊنا ٿي.

جڏهن مون ڏٺو ته ساري محنت رائگان ويئي ته شيخ عبدالمجيد ۽ مولوي فتح محمد صاحب سان گڏجي هڪ پارٽي ناهڻ جي رٿ رٿي ويئي.

ليڪن جڏهن سنڌ جي سياسي ڪارڪنن کي ان جماعت ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ چيو ويو ته انهن ان لاءِ ڪابہ دلچسپي ڪانہ ڏيکاري.

انهيءَ وقت ٻن خيالن جا ماڻهو اسان ۾ موجود هئا. هڪڙا ان کي

صرف مسلمانن جي فرقيوار جماعت بنائڻ جا حامي هئا. ٻيا ان کي غير فرقيوار بنائڻ جا طرفدار هئا.

پهرين گروه جو مکيه حامي شيخ صاحب هو ۽ ٻي گروه جو طرفدار حاجي عبدالله هارون هو. زميندار ۽ صاحب اقتدار ڪارڪن جو اصولن، فرقيوار وغيره ڳالهين سان واسطو نه هو. هو حالتن جي تقاضا، شخصي مفاد ۽ سهوليت موجب هلڻ گهريا ٿي.

انهيءَ ڏس ۾ نا اميد ٿي آخر حاجي عبدالله هارون سان مشورو ڪري نئين غير فرقيوار جماعت جي ناهڻ لاءِ رٿون رٿيون ويئون جنهن جو مزيد ذڪر هن ڪتاب جي ٻئي ڀاڱي ۾ آئنده سال ١٩٣٦ع ۾ ڏنو ويندو.

**(۵) مستقبل اليڪشن لاءِ تياريون:-**

پارٽي ناهڻ جي ڪوشش سان گڏ موجوده حالتن جي بنياد تي دوست ۽ تعلق وارن ماڻهن جو گروه ڪنو ڪري، آئنده اليڪشن ۾ بيهارڻ جون رٿون تيار ٿينديون رهيون. ان لاءِ حيدرآباد، ڪراچي، دادو، ٿرپارڪر ۽ نواب شاه ضلعن ۾ لائق ماڻهو پيدا ڪري، انهن جي ايندڙ سنڌ اسيمبليءَ جي اليڪشن ۾ بيهڻ لاءِ همت افزائي ڪرڻ شروع ڪئي ويئي.

ميران محمد شاه، خانبهادر غلام نبي شاه، سيد حسن بخش شاه، رئيس رسول بخش خان انڙ، وڏيري محمد عثمان سومري وغيره سان گڏجي، اميدوار بيهارڻ جو پروگرام تيار ڪيو ويو.

اتر سنڌ ۾ شخصي اثر نه هئڻ ڪري، خانبهادر الهه بخش ۽ خانبهادر کهڙي سان تعلقات قائم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي.

پر پهريون سر پٽي ۽ ٻيو سر غلام حسين گروه سان ملحق هئڻ ڪري آزادانه قدم کڻڻ لاءِ تيار نه هئا.

وڌيڪ احوال ٻي ڀاڱي مان ملي سگهندو.

# باب چوٿون

## شخصي، نفسياتي تجربا ۽ ذهني معلومات

هن باب ۾ پنهنجي شخصي زندگيءَ ۾ حاصل ٿيل معلومات ۽ تجربن جو ذڪر ڪرڻ لاءِ، انهن جي هيٺن مختلف پهلوئن تي روشني وجهندس.

۱- مذهبي ۲- سياسي ۳- نفسياتي ۴- ذهني

**(۱) مذهبي معلومات ۽ تجربا:-**

منهنجي ڄاڻ تي نظر وجهڻ مان معلوم ٿيندو ته ابتدا کان وٺي، مذهب جو مون تي گهڻو اثر ٿي رهيو آهي. نماز جي پابندي، رمضان مهيني ۾ روزا رکڻ ٿورو ڪائڻ، راتيون جاڳي تهجد پڙهڻ، چلا ڪڍڻ، وظيفا پڙهڻ، بزرگن جي مزارن جون زيارتون ڪرڻ، ختما ڏيارڻ- عرس، يارهيون ڪرڻ، اضيحون ڪرڻ، فطرا ڪڍڻ، ماڻهن کي زوريءَ نمازون پڙهائڻ، روزا رکائڻ منهنجا خاص مشغلا ٿي رهيا هئا.

مسجدون ٺهرائڻ، وعظ ڪرڻ، شريعتي احڪام جي پابندي ڪرڻ ۾ به خاص دلچسپي ٿي ورتي هيم.

اول ۾ آدم جي بهشتي زندگي وانگر سادگي ۽ اڻ ڄاڻائي ڪري پڪو اعتقاد هوم ته ساري ڪائنات خدا سائينءَ پيدا ڪئي آهي.

ماڻهن جي پيدا ڪرڻ، مارڻ، رزق ڏيڻ، ڏک سک سان واسطو رکندڙ ڳالهيون سندس شخصي نگراني ۽ حڪم هيٺ هلي رهيون هيون.

جي ڪنهن تي راضي ٿئي ته مالا مال ڪري ڇڏي جي ناراض ٿئي ته خانو خراب ڪري ڇڏي. انساني روح روز الست جي پيدا ڪيا اٿس. انهي وقت کان عالم ارواح ۾ رهن ٿا جنان مقرر وقت تي دنيا ۾ تقدير جي لکئي موجب وقت گذاري مرڻ کان پوءِ ڪجهه وقت عالم برزخ ۾ رهي قيادت ڏينهن حساب ڪتاب ڏيڻ بعد سندن عملن جي عيوض بهشت يا دوزخ ۾

وجن ٿا.

هر ماڻهوءَ جي روزمره جا ڪم ٻه ملائڪ ڪراماً ڪاتبين لکي رهيا آهن.

مرڻ کان پوءِ ليکو منڪر نڪير وٺندا.

ماڻهو عبادت ڪري خدا کي خوش رکندو ته هن دنيا ۾ به کيس نفعو ٿيندو ۽ آخرت ۾ به فائدو حاصل ٿيندس. بهشت جون باغن ۽ نهرن سان سجايل عاليشان محلاتون، سهڻيون حورون، عمده غلمان، طرح طرح جا ميوات ۽ ڪاڏا خاص ذڪر ڪرڻ جي لائق ڳالهيون هيون.

جي ماڻهوءَ خدا جي عبادت نه ڪئي يا شريعت جي حڪم موجب نه هليو ته انهيءَ جي پاداش ۾ کيس پهرين قبر ۾ عذاب ڏنو ويندو، پوءِ دوزخ ۾ موڪليو ويندو جتي باھ جا آڙاھ لڳي پيا هوندا نهايت خطرناڪ فرشتا گرز ڪڻيو گناهگارن کي عذاب ڏيڻ لاءِ رات ڏينهن مشغول هوندا.

غريب انسان مشڪلاتن ۾ ڦاٿل هو. جن مان هڪ تقدير هئي جنهن روز الست کان سندس هٿ بند ڪري، سڀ ڪجھ ان لاءِ اڳ۾ مقدر لکي ڇڏيو هو.

باقي جيڪا ذرو پرزو ماڻهوءَ کي چڱي ڪم ڪرڻ لاءِ آزادي مليل هئي. ان کان کيس ڪارڻ لاءِ شيطان هر وقت حيلا هلائي رهيو هو.

جيتوڻيڪ هر ماڻهوءَ کي ٻي دنيا ۾ سندس ذاتي عمل ۽ خدا جو رضامندو (جنهن جو گهڻو مدار عبادت تي رکيل هو) ڪم اچڻ وارا هئا پر سندس پوين جا عمل به ڪم اچي سگهيا ٿي. ان ڪري قران جا ختما پڙهائڻ، مانيون ڪارائڻ، سندس نالي م خير خيرات ڪرڻ جو دستور به مروج هو.

اهي سڀ ڳالهيون اعتبار ۾ آيل هيون. ان ڪري خدا جي رضامنديءَ لاءِ عبادت ڪرڻ، شريعت جي حڪمن جي پيروي ڪرڻ، ختمه دردو ڏيارڻ، خير خيرات ڪرڻ ۾ دنيا ۾ آخرت جي نجات تصور ڪندي مذهبي زندگي گذاري رهيو هوس.

پر ٿوري وقت کان پوءِ مختلف مذهبن جي ماڻهن سان ملڻ، بحث مباحثا ڪرڻ، مختلف علمن پڙهڻ ۽ غور فڪر ڪرڻ بعد، انهيءَ خوش اعتقادي جي اهني ديوار ۾ آهستي ٿي شڪن جا شگاف پوڻ لڳا. جن جو مختصر احوال ڊائريءَ جي باب مان پڙهي سگهندو.

جن سوالن انهيءَ طرف توجهه ڇڪايو، سي هيٺين قسمن جا هئا:
١- ڪائنات جو پيدا ڪندڙ، پاليندڙ، فناڪندڙ خدا سائين ڪٿي آهي؟
ڪهڙي صورت اٿس؟
٢- ڪائنات جي وجود، روح ماده وغيره جي معلومات.
٣- ساهه وارين شين جي پيدائش جو اصل ۽ ڪارڻ
٤- حيات بعدالممات جي حقيقت ۽ نظريه.
٥- جبر ۽ قدر جو مسئلو.
٦- گناه ۽ ثواب جو مسئلو.
٧- مذهب هڪ هو يا گهڻا هئا- انهن جا بنيادي منا ڪهڙا هئا؟
٨- مذهب ۾ اجتهاد ۽ تقليد جو مسئلو.
٩- حق ۽ ناحق، سچ ۽ ڪوڙ جي پرڪا.
١٠- ڪثرت ۽ وحدت جي تشريح ۽ لاڳاپو.
انهن ۽ اهڙي قسم جي سوالن جي حل ڪرڻ لاءِ ١٩٢٠ع کان وٺي اج يعني ١٩٦٣ع تائين ڪوشش ڪندو رهيو آهيان.
غور ۽ فڪر بعد جن نتيجن تي پهتو آهيان، انهن جو اختصار هيٺ ڏيان ٿو

**(ا) خدا سائين ڪٿي آهي ۽ صورت ڪهڙي اٿس:-**

هر مذهب ڪنهن نه ڪنهن نموني ۾ خدا جي وجود جو قائل آهي. خدا جو ابتدائي تصور بائبل جي چوڻ موجب انسان جهڙو آهي. هر مذهب ۾ خدا جي انساني تصور جو خيال موجود آهي. البت ڪن مذهبن ماڻهن کي خدا بنايو. جهڙوڪ رام، ڪرشن، اپولو، سيزر، فرعون وغيره. ڪن ان کي آسمان ۾ هڪ ڪرسي تي ويٺل ماڻهوءَ جي شڪل جهڙو اعليٰ هستي ڪري تصور ۾ آندو. اسان جي مذهب ۾ خدا جو شخصي تصور موجود ٿيو.

ان کي اکيون، ڪن، هٿ، پير هئا. مون به ان ۾ اعتقاد رکيو. نماز پڙهي، هٿ مٿي ڪري آسمان ڏي نهاري دعا گهرندو هوس نه هو ڏسي رهيو آهي، ٻڌي رهيو آهي.

هوئي هر ڳالهه ۾ منهنجو مددگار ٿي سگهيو ٿي. انگريزي ۾ ان کي پرسنل گاڊ" يعني شخصي خدا ڪري سڏيو ٿي ويو. ابتدائي اڪي هئي جڏهن سوال اٿيا ته اسمان ڪٿي اهي ته مون کان معلوم ٿيو ته جمني سمت

آسمان آهن جي هڪ ٻي مٿان ٿهن وانگي جڙهيل هئا. انهن مان ستين آسمان تي ڪرسي رکيل هئي، ان تي خدا ويٺل هو.

جڏهن نئين معلومات مان ظاهر ٿيو ته مٿان نيلي رنگ واري جيڪا آسمان نالي سان ڇت ڏسڻ ۾ اچي ٿي سا خلا آهي. تارا ان ۾ ٽنگيل ڪونه آهن، ڪروڙن ميلن جي پنڌ تي هڪ ٻي کان پري خلا ۾ بيٺل هئا. جنهن ڪري ست آسمان سڏيو ٿي ويو. اهي سج جي چوڌاري ڦرندڙ سيارا هئا. ڇت جهڙن آسمانن جو وجودئي ڪونه هو.

جڏهن مذهبي عالمن جو توجهه ان معلومات ڏي ڇڪايو ويو ته هڪڙن قرآن ۽ حديث جا حوالا ڏئي، ان معلومات کي ڪوڙو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، ٻين انهي سڀني اعتراضن کان بچڻ لاءِ خدا جو نئون ۽ جدا تصور پيش ڪيو.

جي: هو هر جا ۽ حاضر ناظر آهي. بي رنگ، بي مثال، بي صورت، مڪان، زمان ۽ خيال ۾ سمائجي سگهڻ کان ٻاهر هو. انهيءَ جواب سائنس ۽ فلسفي جي ڪيترن اعتراضن کان جان جند ڇڏائي ڇڏي. ليڪن يقين ۽ ويساه ۾ خال وجهي ڇڏيائين.

ڪيئي سال انهيءَ حقيقت جي ڳولا ۾ رهيس، عبادت جو مفهوم بدلجي ويو. هڪ مقرر ڪيل جڳهه تي مقرر هستيءَ جو تصور سولو هو، ليڪن خيال، قياس، گمان ۽ فهم کان مٿي هستي، منهنجي سمجهه ۽ نظر کان مٿي هئي

. شيده ڪي بود مانند ديده"

اڳتي هلي هڪ طرف کان پڙهڻ ۾ آيو ته خدا ماڻهوءَ کي پنهنجي شڪل تي پيدا نه ڪيو آهي پر ماڻهوءَ، خدا کي پنهنجي شڪل ۽ خيال مطابق ٺاهيو آهي.

جي خدا آهي ئي ڪونه، هيءَ ساري ڪائنات ڪنهن جي ٺاهيل نه آهي، بلڪ حادثي جي پيداوار آهي. نه خدا ڏسي ٿو نه ٻڌي ٿو. نه رحم ڪري ٿو نه رزق ڏئي ٿو.

اهي سڀ ڳالهيون دل جي بهلائڻ ۽ اندر کي آٿت ڏيڻ لاءِ ماڻهن پاڻ ٺاهيون آهن. جي رزق ڏيندڙ ۽ رحيم هجي ها ته ڪروڙها انسان ڪيئن بک، بيماريءَ ۽ مصيبت ۾ مبتلا هجن ها. هيترو ظلم، بي انصافي، مسڪيني ڇو هجي ها. هيتري ساري وقت گذرڻ، غور ۽ فڪر ڪرڻ بعد ان معما جو حل

ڪلي نہ سگهيو آهي. مذهب جا اڪثري عقيدا زمانہ جاهليت جا باقيات ثابت ٿي مون تان سندن اثر وڃائي وينا آهن- ليڪن حقيقي معني سان قطعاً ان دائره ڪان ٻاهر نڪري نہ سگهيو آهيان. "ماخلقت هذا باطلا" يعني هي ساري ڪائنات مقصد ڪانسواءِ پيدا ڪئي ويئي آهي ڇا؟ ڪن ۾ گونجي رهيو آهي. سرمدي ميدان ۾ ڀهچي چڪو آهيان. ان ڪان اڳتي ٻہ طرف آهن.

يا منصور بنجڻو پوندو يا دهريو- پر هن وقت تہ:

"نہ هن پار نہ هُن پار ويچاري وهہ وچم." جو عالم آهي

## (٣) ڪائنات جي وجود، روح، ماده وغيره جي معلومات:-

مذهب ڪائنات کي ماده ۽ روح ۾ تقسيم ڪري پيش ڪيو آهي. جڏهن "اهل شريعت" يعني فقهي ملن کان انهيءَ جي تشريح پڇي ٿي ويئي تہ جواب ڏيڻ کان عاري هئا.

سندن چوڻ هو تہ عبادت ڪري، ورد ظيفا ڪدي اندر اجاريو تہ ڪائنات جي مخفي رازن جو پتو پئجي ويندو. انهي لاءِ ڪي خاص بزرگ انهي ڳالهہ ۾ خاص مهارت رکندڙ مڃيا پي ويا. مونکي بہ انهن مخفي رازن جي معلوم ڪرڻ جي سڌ پيدا ٿي.

ڪيترن بزرگن وٽ وڃي احوال معلوم ڪرڻ گهريم- جن قلبي ذڪر ڏئي، چلارڪائي، تهجدون پڙهائي، انهن ذريعي معلومات ڪرڻ جي تلقين ڪئي، پر ڪو خاطر خواه فائدو ڪو نہ پهتو."

هي سوال ساڳي طرح حل طلب رهجي ويا.

پوءِ فلسفي جي ڪتابن مان مدد وٺي ڳولا ڪرڻ لڳس جن ٻڌايو تہ ماده يا جسم پنجن حواصن جي وسيلي معلوم ٿي سگهيو ٿي. اهو مڪان. زمان ۽ اسباب جي دائري ۾ اچي سگهيو ٿي ۽ روح يا جوهر انهن جي وسيلي معلوم نہ ٿي سگهيو مڪان، زمان ۽ اسباب ۾ نہ ٿي سمائجي سگهيو. روح لاءِ بہ ڪيئي نظريا مروج هئا-

ڪن مذهبن، انساني روح کي ٻي حيوانات کان علحده ڪري انهن کي روز الست خدا جي حڪم" ڪُن" سان پيدا ڪري عالم ارواح ۾ محفوظ رکيو ٿي.

ان ۾ ساهہ وڌو هو، ساٿهو هن دنيا ۾ رهي وري عالم برزخ ۾ ويندا. جتان روز قيامت عملن موجب بهشت دوزخ ۾ ويندا.

ڪن مذهبن روح کي ترقي ۽ تنزل جي قانون جو پابند سمجهيو ٿي. روح جمادات نباتات. حيوانات مان ترقي ڪندو. انسان ۾ آيو هو- روح تناسخ جي نظريہ مطابق ڪرمن جي ڦل موجب سنسار جي چڪر ۾ ڦرندو رهي ٿو- جيستائين ڪ ڪيس نجات حاصل نہ ٿي اهي.

ٽئين گروه روح کي سمنڊ وانگر سمجهيو ٿي. جنهن جا قطرا هوائن ۾ چڙهيو مختلف جڳهيون گهميو وري اچيو سمنڊ ۾ پيا ٿي-

انهيءَ فلسفي جي هڪ گروهہ مرڳو ماده جي وجود کان انڪار ڪيو ٿي. سندن چوڻ موجب روح ذات هئي، ماده صفات هو- صفت جو جدا وجود ئي ڪونہ هوندو آهي.

(٢) ماده بابت فلسفي جو چوڻ هو تہ اهو پنجن عنصرن مان ٺهيل هو-

ڪن ان کي ابدي ۽ ازلي ٿي سڏيو ڪن حادث.

ڪي تہ ان حد تي ويا ٿي تہ روح ماده جي باهمي عمل جي پيداوار هو، ان جي جداگانہ هستي ڪانہ هئي. جيڪي هو سو ماده هو.

مطلب تہ ٻئي نظريا ايڏا دقيق نظر آيا جو اڄان تائين ڪو آخري فيصلو نہ ٿي سگهيو آهي، دنيا هن وقت دوئيءَ جي عالم ۾ ڦاٿي پيئي آهي-

تفاوت صرف هي آهي تہ ماڻهن مان ڪي ماده جي اصليت ۾ يقين رکن ٿا. ڪي روح جي اصليت ۾. ڪي ٻنهي کي جدا وجود مڃين ٿا.

آءٌ صوفين جي سمجهاڻي موجب ٻنهي کي هڪ ڳالهہ جا ٻہ پاسا ڪري سمجهڻ طرف زياده مائل آهيان. پر اهو لاڙو جذباتي بنيادن تي انحصار رکي ٿو نہ تجرباتي معلومات جي بنياد تي. تنهن ڪري انهي جو اثر مون تائين محدود ۽ شخصي عقيدو آهي.

### (٣) ساهہ وارين شين جي پيدائش جو اصل ۽ ڪارڻ:-

مسلمانن، ڪرشچنن، يهودين جي مذهبن، انسان جو جد اول آدم کي قرار ڏئي، انساني پيدائش جي عرصي کي گهٽائي چند هزار سالن تائين پهچايو ٿي.

هندو ۽ ٻڌ مذهب وارن، انهن کي لکها سالن تائين پهچايو ٿي. پڪن ٻنهي ذرين ٻين جاندار شين جو وجود گهٽي وقت کان پيدا ٿيل سمجهو ي. سيني مذهبن انهي جي پيدائش جو ڪارڻ خدائي ارادو ۽ حڪم ڄاتو ٿي.

اڄ ڪلهه جا سائنسي تجربا ۽ معلومات انهي تي روز بروز نئي روشني وجهي رهيا اهن. ممڪن آهي انهي مخفي رازن تان اجان به پردو کڄي ۽ وڌيڪ معلومات حاصل ٿئي. ليڪن بهرين تن مذهبن بيان ڪيل ادم جو انسان جي جد اول وارو قصو تاريخ ۽ حقيقتن جي ڪسوٽي تي غلط ثابت ٿي چڪو آهي.

**(۴) حيات بعدالممات بابت تفتيش:-**

آءٌ مٿي ذڪر ڪري آيو آهيان ته روح جي آئنده زندگيءَ بابت مسلم مفسرن صرف هي ٿي ٻڌايو ته روز الست کان وٺي لکها ورهه، روح انساني زندگيءَ ۾ اچڻ تائين معطل رهيو هو. وري به قيامت تائين عالم برزخ ۾ معطل رهندو-

ان ڪانپوءِ قيامت ڏينهن حساب ڪتاب بعد بهشت يا دوزخ ۾ ويندو-

اهو نظريو عقل جي ڪسوٽيءَ تي بيڪار ٿي پيو ٿي. خدا سائين جو روح خلقي، لکهن ورهين تائين بيڪار رکي، صرف پنجن ڏينهن يا سو ورهن لاءِ دنيا ۾ موڪلي وري بيڪار رکڻ مان مطلب ڪهڙو آهي؟

ازانسواءِ ساري زمين تي ٽي سو ڪروڙ کن ماڻهو جي رهن ٿا سي هر دفعي نوان اچن ٿا. سا ڳالهه فضول ڏسڻ ۾ آئي.

ٻي طرف هندو نظريه روح هو. جنهن مطابق ساڳيو روح ڪرمن جي ڦل مطابق جدا جوڻ وٺي ٿو. ذرا هن نظريه کان بهتر ڏسڻ ۾ آيو.

موجوده سائنسي معلومات موجب جملي ساهه واريون شيون بقاءِ اصلح جي بنياد تي ترقي ڪنديون رهن ٿيون. اهڙي طرح روح به ترقي ڪندو مٿي چڙهي ٿو.

ليڪن ان موجب هر روح، جداگانه ڪرمن موجب ترقي ۽ تنزل جي هڪ اهڙي سنساري مهاجار ۾ ڦاسيو پوي جنان سندس نجات مشڪل پئي نظر اچي.

ٽيو نظريو صوفي جو هو ته روح عالم ارواح جي بحر مان هتي آيو آهي، وري ان ۾ گم ٿي وڃي ٿو. انهن مٿي ذڪر ڪيل ٽنهي نظرين کان بهتر نظر ايو.

ليڪن جوٿين گروه کان ٻڌڻ ۾ آيو ته روح جي جسم کان ٻاهر جد جسمي ٿي ڪانه هئي. اهي آهي ڳالهيون هيون جن قديم ٻڌل گهڻن نظرين مان

وسامهه ڪڍي ڇڏيو ٿي.

البت پوين ٻن نظرين ۾ ڪجهه يڪسانيت ڏسڻ ۾ اچي ٿي جهڙي طرح ماده جا مختلف اجزا گڏجي بدن بڻائين ٿا. وري وقت ڪانپوءِ جدائي وڃيو پنهنجي مختلف مخزنن ۾ ملن ٿا. اهڙي طرح زندگي به جيڪڏهن پنهنجي عالم مان اچي عمل ڪريو وريو موٽي، پنهنجي عالم ۾ ملي هڪ ٿي وڃي ته اها ڳالهه خلاف عقل نٿي ڏسڻ ۾ آئي. انهي پوين ٻنهي اصولن کي مڃڻ بعد مذهب طرفان ٻيئي ڪيل ڳالهيون جهڙوڪ:- ڪرمن جو قل، روز محشر جو حساب ڪتاب، بهشت، دوزخ ۽ ان سان متعلق ڳالهيون ختم ٿيو وڃن. هن وقت اهي ڳالهيون دماغ ۾ جڪر لڳائي رهيون آهن.

انهيءَ مسئلي جو خاطر خواه حل معلوم نه ٿي سگهيو اٿم.

**(۵) جبر ۽ قدر جو مسئلو:-**

انهي سوال به اسان جي مذهبي اعتقادن جي موڙڻ ۾ گهڻو اثر وڌو آهي

هڪڙن انسان کي ويچارو بڻائي ڇڏي ڪٺي پاٿيءَ ۾ وڌو هو پوءِ به مذهب جي نالي ۾ ڪيس هدايتون ٿي ڪيائون ته هيئن يا هوئن ڪري، پاڻ کي گناهن جي پاٿي ۾ پسڻ کان بچائي.

ننڍي هوندي کان ٻڌندو آيو هوس ته " لکيو منجهه نراڙ، قلم ڪياڙيءَ نه وهي"

يا "لاتحرڪ شيئي الا باذن الله" اها حالت ذري گهٽ اهڙي هئي جهڙي اڄ ڪلهه ڪميونسٽ ملڪن ۾ سوسائٽيءَ جي اڪيلي فرد جي هئي. شخصي آزادي نهايت محدود ٿيل هئي. نه خيال جي آزادي هئي نه عمل جي، هڪڙيون ڳالهيون خدا جي هٿ ۾ هيون ته ٻيون خدا جي نالي ۾. شريعت مٿس مڙهيون ٿي.

خدا جا حڪم ڦري نٿي سگهيا، ان ۾ نه تبديلي جي اجازت هئي نه خيال ۽ فڪر جي. ڪميونسٽ سوسائٽي ۽ مذهبي سوسائٽي ۾ تفاوت صرف اهو هو ته هتي جماعت جي ٻلي ۽ واڌاري جي نالي ۾ شخصي آزادي روڪي ٿي ويئي هتي خدا، رسول، مذهب جي نالي ۾ هڪ گروه ماڻهن تي قابض رهڻ ٿي چاهيو.

ٻيو مذهب ۾ گروهه فيلسوف ۽ صوفين جي ٻوليءَ وارو هو جنهن

انسان کي ايترو آزاد ڪرڻ تي چاهيو جو جماعت قاعدا قانون سندس محتاج هئا ۽ نه هو جماعت جو. انهيءَ نظريه شخصي آزادي انهيءَ حد تائين مروج ڪرڻ چاهي، جنهن ۾ هرشخص اهڙي طرح آزاد هوندو جهڙي حالت هن وقت سرمائيدار سوسائٽيءَ وارن ملڪن جي آهي، انهي نظريه جي پوئلڳن جا ننگو ئي گهمڻ، جماعت نظام جي هر ڳالهه جي مذاق اڏائڻ، پاڻ کي خدا سڏائي هر بندش ۽ قانون کان آزاد رهڻ چند مثال آهن.

اڄ سمجهان ٿو ته پنهي نظرين جي سمجهوتي جو اصول ئي انهيءَ اختلاف کي دور ڪري سگهندو. انهيءَ نظريه جي اختلافن نه صرف اسلام کي جدا گروهن ۾ وراهي ڇڏيو آهي

پر هر مذهب، انهي جي زد کان بچي نه سگهيو اهي. ان جا اثر موجوده انساني سوسائٽي ۾ به نمايان نظر اچي رهيا آهن.

**(٦) گناهه ۽ ثواب جو مسئلو:-**

هر مذهب ٽن جدا ادارن ۾ وراهيل آهي.

١- الاهيات ٢- اخلاقيات ٣- عبادات

پهرين پنجن نقطن ۾ ذڪر ڪيل سوال ڪم و بيش پهرين اداري سان تعلق رکندڙ هو. گناهه ثواب اخلاق سان واسطو رکندڙ آهن.

جا مذهبي معلومات فقهي ملا کان مونکي ننڍپڻ ۾ معلوم ٿي. ان مسائلن کي چوطرف گناهن جي چار ۾ ڦاسائي ڇڏيو ويو هو. جنهن کان آزادي نا ممڪن ڄاڻي درويشن کي انهن ٿي چوڻو پيو ته:

"عدل آءُ نه جنتي ڪو ڦيرو ڪج فضل جو"

"پچرو جو پاپن جو سو جونيءَ تائين چور."

پلا آخر گناهن جي لسٽ جي به ڪا حد ٿيندي آهي. مثال طور هتي هيٺ ڏجن ٿا.

١- پيڌيءَ کان هيٺ سٿڻ پائڻ گناهه.

٢- بيٺي پيشاب ڪرڻ گناهه.

٣- ڪعبي يا ڪنهن بزرگ طرف پيشاب ڪرڻ يا پير ڪري سمهڻ گناهه.

٤- غير محرم عورت يا مرد جي منهن ڏسڻ گناهه.

٥- دير سان نماز پڙهڻ گناهه.

٦- بيٺي پاڻي پيئڻ گناهه.

۷- پيشاب ڪرڻ ڪانپوءِ وٽ نہ ڇينڻ گناهہ.

۸- ڪي جانور ڪائڻ گناهہ- خاص نموني ڪانسواءِ ڪٺل جانور ڪائڻ گناهہ

۹- مٿو اگهاڙو ڪري نماز پڙهڻ گناهہ

مطلب تہ ”ڳڻ ڳاڻيتو نہ آهہ ڪو آهن اپر بي اپار“

هر ڳالهہ ۾ خدا جو ناراضپو هو، انهن اثرن منهنجي ابتدائي زندگي محدود بنائڻ ۾ ڪابہ ڪثر نہ ڇڏي.

اڳتي هلي جڏهين ٻين مذهبن بنسبت معلومات ٿي تہ انهن سڀني ۾ ڪم وبيش ساڳيون بندشون ڏٺيون ويئون. ملا، پادري، پنڊت، ربيءَ، مذهب کي اهڙي طرح جڪڙي رکيو هو جو هر ڳالهہ ۾ ماڻهو سندن محتاج هو. اهو سڀ خدا ۽ بزرگن جي نالي ۾ ڪيو ويو ٿي.

ماڻهن کي اها اجازت ڪانہ هئي تہ انهيءَ ڳالهہ تي غور ڪن تہ جنهن شيءِ کي اخلاق سڏيو وڃي ٿو جنهن جي بنياد تي گناهہ ثواب نهن ٿائڻ سوبينل ڀاڻي وانگر ڪن حدن ۾ محدود نہ هو. ان جو ملڪي ماحول، قديم روايات، سوسائٽي جي ضرورتن، ماڻهن جي ڀلائي ۽ برائي سان تعلق هو. اهو مٿي ذڪرڪيل حالتن جي تبديلي سبب بدلجي سگهيو ٿي.

پر جي اهو اصول قبول ٿي ڪيو ويو. تہ خدا طرفان آيل ڪتابن جي تشريح جي هڪ هٽي مٿي ذڪر ڪيل طبقي جي هٿن مان نڪرڻ جو امڪان هو.

مذهب جي هڪ وقت انسان ذات جي محبت، امن ۽ ترقي جا ذريعا ڪري ليکيا ٿي ويا تن کي مذهبي مهندارن انسان کي محڪوم، مجبور ڪري سندن طبقاتي مفاد لاءِ ڪتب پي آندو. انهيءَ طبقي مذهب کي اهڙو مذحقہ خيز بنايو هو جو هر آزاد خيال ماڻهوءَ کي مذهبن لاءِ رد عمل پيدا ٿيو ٿي. اڄ ڪلهہ تہ انهيءَ سبب ڪري ماڻهن جو قريباً ٽيو حصو مذهب کان منڪر ٿي ويو آهي.

مونکي بہ انهيءَ معلومات بعد ردعمل پيدا ٿيو آهي. جنهن ڪري مذهب سندس منظم ۽ فروعاتي صورت ۾ مون تان اثر وڃائي ويٺو آهي. البت صوفين ۽ فلسفين جي تفسير واري مذهب جا پوئلڳ گهٽا آهن.

عام ماڻهن ۾ جنهن مذهب جو اثر آهي، اهو پهرين گروه سان واسطو رکي ٿو.

فلسفي. صوفي ۽ پاڪستاني حڪام جي تصوير ۾ وينل مذهب جو سڪو اڄ ڪلهه چالو نه آهي. تنهن ڪري جيڪو سڪو چالو نه آهي اهو کوٽو سڏبو.

باوجود مون جهڙي صوفي طبع ماڻهو جي مذهب لاءِ نيڪ ارادن جي مذهبن جي موجوده صورت ۾ بچڻ جو امڪان ڪونه ٿو ڏسجي. خاص ڪري جڏهين مذهب بستري مرگ تي بيمار پيو آهي ته عين انهيءَ وقت ان جا پوئلڳ خسيس موشگافين تان هڪ ٻين جا متا ڦاڙي رهيا هجن.

## (٧) مذهب هڪ هو يا گهڻا. انهن جا بنيادي متا ڪهڙا هئا؟:-

تاريخ تي نظر ڪبي ته معلوم ٿيندو ته مذهب اصل ۾ خوف ۽ وهم جي پيداوار آهي.

جنهن ۾ اڳتي هلي عالمگير مذهب جي بانين محبت. امن ۽ انساني ترقي جي بنيادن تي چند اصول داخل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي.

ليڪن انهن به اصل مذهبن جي ڪيترن اعتقادن کي ڪڏي ڇڏڻ کان پاسو ڪيو. ڇاڪاڻ ته ڪين ڊپ هو ته متان ماڻهو صفا نئين ڳالهه جي مڃڻ لاءِ تيار نه ٿين.

اها حالت قريباً هرهڪ عالمگير مذهب جي آهي.

مذهب اسلام به اهڙين خامين کان خالي نه آهي جهڙوڪ:

١- جانورن جي قرباني

٢- ڪعبي جي چوطرف طواف ڪرڻ. شيطانن کي مينا ۾ پٿريون هڻڻ ۽ ڊوڪون پائڻ.

٣- بهشت ۽ دوزخ جو تصور. پلصراط. ميزان وغيره.

٤- ختمه ڏيارڻ. تعوين. ڌاڳا ٻڌڻ. مزارن تي عرس ۽ ميلا لڳارائڻ ۽ زيارتون ڪرڻ.

٥- بزرگن جي ڪتابن کي الهامي ۽ آخرين سمجهڻ وغيره.

مونکي مُلن کان اسلام بابت هي ڳالهه معلوم ٿي ته

١- اهو آخرين ۽ مڪمل مذهب آهي. جنهن ۾ انسان ذات لاءِ مڪمل لائحہ حيات ڇاٽايل آهي. جنهن جو سمورو ذڪر قران ۾ آهي.

٢- ساري دنيا کي آخر اسلام ۾ اچڻو آهي. ٻيا مذهب ناقص ٿي چڪا هئا.

انهن جي پوئلڳن کي خوشيءَ يا زور سان اسلام ۾ داخل ڪرڻو هو. ان ڪري جهاد، اسلام جي بنيادي اصولن مان هڪ هو.

٣- اهو دين منظم آهي تنهن ڪري انجي نظام هلائڻ لاءِ سياست ۽ مذهب کي گڏي هلائڻو هو.

اڳتي هلي معلوم ٿيو ته دنيا جي هر عالمگير مذهب جي پوئلڳن جي اهائي دعويٰ پي رهي آهي. هاڻ سوال اٿندو ته سچو ڪير؟

خود اسلام ۾ سوهاف رقن مان هرهڪ جي دعويٰ اها پي رهي آهي اهو ناجي آهي، ٻيا ناري آهن.

انهي ڳالهه مون کي منجهائي ڇڏيو. ته ڪهڙو مذهب حق تي آهي ۽ ڪهڙو ناحق تي؟ قرآن ۾ ڏنم ته يهودي نصارن کي ناحق تي ۽ پاڻ کي حق تي سمجهندا هئا ساڳيءَ طرح نصارا يهودين کي ناحق تي سمجهندا هئا. اهڙي حالت قريباً هرهڪ عالمگير مذهب جي هئي. ليڪن حق ناحق جو فيصلو اڄان ٿي ڪونه سگهيو آهي.

ان جي خلاف صوفي ڪان مذهب جي ٻي تعبير ٻڌي ويئي. جي مذهب گهڻا ڪونه آهن اصل ڪان مذهب هڪ ئي رهيو آهي.

جو ابتدائي حالتن ڪان ترقي ڪندو، آخري طور ٽن مکيه اصولن جو حامل وڃي بيٺو آهي.

١- محبت ٢- امن. ٣- ترقي انسان.

موجوده عالمگير مذهب سيئي انهن اصولن جا قائل آهن. ظاهري فروعاتي ڪثرت جي پويان باطني وحدت لڪل اٿن.

ان ڪري صوفي جي مذهبي تشريح ملان جي ذڪر ڪيل مٿين ٽن اصولن جي تشريح ڪان جداگانه هئي. صوفيءَ جو چوڻ هو ته:

١- اسلام جيڪو پيغام آندو هو سو مسلمانن جي مذهب برتريءَ جو نه هو پر سيني عالمگير مذهبن جي بنيادي اصولن جي ساڳي هئڻ جو هو.

٢- زور زبردستي، دين جي بنيادي اصولن جي خلاف هئي. اهو پيغام محبت ذريعي پکڙبو نه زور زبردستي- ڪليل مقابلي ۾ صالح شيءِ ڪامياب ٿيڻ واري هئي، تنهن ڪري سياست ۽ مذهب جدا ڪري هلائڻا هئا.

٣- هر اهو ماڻهو جو خدا، مستقبل کي مڃي ٿو، سٺا ڪم ڪري ٿو. محبت، امن، ترقي عالمءَ ۾ اعتقاد رکي ٿو سو مسلمان (مذهبي) آهي پوءِ ڪٿي ظاهر اهو ڪهڙي به جدا مذهب يا فلسفه- يا نظريه جو قائل هجي.

جو انهن ڳالهين ۾ اعتقاد نٿو رکي ۽ عمل نٿو ڪري. اهو باوجود مسلمان مذهب جي دائري ۾ داخل هئڻ جي مسلمان نہ آهي

ان ڪري اسلام جهڙي عالمگير پيغام کي چند اعتقادن ۽ روايات تي مبني جماعت يا گروه ۾ محدود ڪرڻ ۽ دين منظم ۾ شمار ڪرڻ اسلامي روح جي خلاف آهي.

## ٨- مذهب ۾ اجتهاد ۽ تقليد جو مسئلو:-

گهٽو ڪري هر مذهب ۾ انهن ٻن نظرين جا مڃيندڙ ماڻهو موجود پي رهيا آهن. ڪن مذهبن تہ اجتهاد جو دائرو ايترو تنگ، ڪري ڇڏيو جو مذهب، پنڊت، پادري، ربي وغيره جي هڪ هٿي بنجي پيو. ڪنهن بہ شخص کي غور فڪر هلائي آزاد پاليسي اختيارڪرڻ جو حق ڪونہ هو، انهيءَ طبقي جو هر اکر بنا چون و چرا جي مڃٿو هو.

مذهب اسلام بہ انهي خامين کان بچي نہ سگهيو. قران ۽ حديث کي بنياد بنائي ملا انهي جي تشريح ڪئي. ڪنهن بہ ماڻهوءَ کي حق نہ هو جو انهي جي صداقت کان انڪار ڪري سگهي. ڪن وٽ قران آخري فيصلہ ڪن هو. ڪن ان سان گڏ حديث ۽ سنت نبويءَ کي گڏيو تي پر اجتهاد جي اجازت نہ هئي. جي ڪن اجتهاد ڪيو تي تہ صرف تشريح ۾.

ليڪن انهي ٻنهي شين مان هڪ يا ٻنهي جي صداقت کان انڪار ڪرڻ جي اجازت ڪانہ هين.

البت مسلم صوفي ۽ مسلم فلسفي ملا کان جدا رستو ورتو. ليڪن بنيادي طور ساڳيو مقصد نڪتو تي.

صوفي ملا کي صرف، ڪرن جو پابند سمجهي، غلط ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي تي.

ليڪن ان جي جاءِ تي الهام يا اندر جي آواز کي پيش ڪري وري خلق خدا کي پنهنجي تقليد طرف راغب تي ڪيو. تنهن ڪري مسلمان هڪ طرف ملائن جا پوئلڳ بنيا تہ ٻي طرف صوفين جا. مذهب ۾ آزادي ڇتي هئي. مسلم فلسفي البت سمورين ڳالهين جي جانچ پڙتال عقل جي ڪسوٽيءَ تي ڪرڻ گهري تي. منجهان اڪثر مذهب جي بنيادي عقيدن کي عقل جي وسيلي ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي.

سواءِ ٿورن جي ڪنهن بہ خدا، حيات بعد الممات، سزا، جزا، بهشت، دوزخ، قرباني، حج، نماز روزي وغيره ڳالهين کي رد ڪرڻ جي

ڪوشش نہ ڪئي.

انهي مان موجوده سائنس ۽ علم جو ڄاڻو اهو نتيجو ڪڍي سگهيو تہ مذهب صرف تقليد آهي.

تنهن ڪري جيڪڏهن عقل جي پيروي ڪرڻي آهي ۽ قديم بيڪار عقيدن کان آزاد ٿيڻو آهي ۽ ملا، پير، مذهبي سياستدانن جي چنبي مان جند ڇڏائڻي آهي تہ موربگو مذهب کان منڪر ٿيڻو ضروري هو.

اهو جهيڳڙو ڏسي منهنجي طبيعت اعتدال ڏي مائل ٿي رهي آهي.

مذهب جي ڪيترين مٿي ذڪر ڳالهين ۾ انتها پسنديءَ کان علحده ٿي وچون رستو وٺڻ جي ڪوشش ٿي ڪئي اتم ٻر ماڻ اهو احساس ٿيڻ لڳو آهي تہ مذهب جا مٿي ذڪر ڪيل گروه سندن طبقاتي مفاد جي نقطي کان مذهب کي ايڪسپلائٽ ڪرڻ کان باز نہ ايندا ۽ سندن باهمي اختلاف دور ٿيڻ جو ظاهري امڪان ڪونہ ٿو ڏسجي. تنهنڪري ممڪن آهي تہ ٿوري گهٽي ڏينهن مذهب سندس اثر، افاديت وڃائي وهي ۽ لامذهبي زور وٺي وڃي.

## ٩- حق ۽ ناحق، سچ ۽ ڪوڙجي پرکا:-

ابتدا کان وٺي جدا جدا مذهبن، انهن جي فرقن ۽ فردن جي وچ ۾ صحيح ۽ غلط، سچ ۽ ڪوڙ بنسبت بحث ۽ اختلاف ٿي رهيا آهن.

انهي گفتگو جو موضوع زياده تر اخلاق ٿي رهيو آهي ليڪن الاهيات ۽ عبادات جا پاڳا بہ انهي کان بچيل نہ ٿي رهيا هئا.

عام چوڻي آهي تہ "حسن ۽ عقل ۾ ڪوبہ پاڻ کي گهٽ ڪونہ ٿو ڄاڻي"

ٻي طرف ڇو وڃون؟ مسلمانن جي مذهب ۾ جنهن کي دنيا جو آخري مذهب ۽ مڪمل دين سڏيو وڃي ٿو ان ۾ اٽڪل ٣٥٠ ڪن فرقا ٿي ويا آهن. رسول جي هڪ حديث موجب مسلمانن ۾ جي ٧٣- فرقا ٿيڻ وارا هئا. انهن ۾ هڪ ناجي ۽ باقي سڀ ناري هئا پنجاب ۾ ٿيل فسادن جي انڪواري ڪميشن جي رپورٽ ۾ فاضل ججن ان مسئلہ تي نهايت مدلل طور روشني وڌي آهي. سندن چوڻ آهي تہ جڏهين هن پاڪستان جي مکيہ عالمن کان پڇيا ڪئي تہ "مسلمانن ڇا کي چئجي" تہ ڪي بہ بہ عالم هڪ ڳالهہ تي متفق نہ هئا. هرهڪ وٽ مسلمان جو تخيل جدا هو. انهي کان ٻاهر هن ٻي ڪنهن کي صحيح مسلمان نٿي ڄاتو.

جيڪڏهن سڀني تي اعتبار ڪبو تہ اسان سڀ اسلام جي دائري مان

نڪري ويندا سون. هڪڙي جي نظر ۾ مسلمان ته ٻين جي نظر ۾ ڪافر ٿي پونداسون.

هن مان ڪيترن جي نقطہ نگاه موجب چوڌري ظفرالله ڪافر هئڻ ڪري واجب القتل ٿيو پوي. جاڪاڻ ته هن پنهنجي رضا خوشي سان اسلام جو اهو عقيده قبول ڪيو آهي جو عالمن وٽ ناقابل قبول آهي.

هن عالمن کان سوال پڇيو ته "مسلمانن ۾ مرتد ڪير آهي، ته ان لاءِ به ساڳي طرح ڪوبه گروه سان شامل راءِ نه ٿيو. هڪ جي نظر ۾ ٻيو مرتد ۽ ٻي جي نظر ۾ ٽيو. اهڙي طرح سڀ مرتد ٿي وڃن ٿا. ۽ اسلامي قانون مطابق اهي واجب القتل ٿيو پون.

انهي ۽ ٻين ڳالهين کان متاثر ٿي آءٌ هن نتيجي تي پهتو آهيان ته سچ ۽ ڪوڙ مختلف قومن، مذهبن، فرقن، شخصن جي نقطہ نگاه کان جدا جدا رنگن ۾ ڏسڻ ۾ اچن ٿا.

تن ڪي ڪنهن قوم، مذهب، فرقي، شخص جي هڪ هٿي ڪري، محدود ڪرڻ خلاف فطرت آهي. صوفي انهن ڳالهين کان ڪڪ ٿي چوي ٿو ته

ڏسڻ جي ڏسڻين ته همہ ڪي حق چوين
شارڪ شڪ نہ نين انڌا انهيءَ ڳالهہ ۾ (شاه)

اها ڳالهہ نہ صرف مذهب سان واسطو رکي ٿي پر سياسي، نفسياتي ۽ ذهني ڳالهين سان بہ تعلق رکي ٿي، ان ڪري "لکم دينکم ولي دين" جي بنياد تي باهمي رواداري جي نقطہ نظر سان انهيءَ ڳالهہ کي ڏسڻ کان سواءِ ڪو چاروئي ڪونهي.

**١٠- ڪثرت ۽ وحدت جي تشريح ۽ لاڳاپو:-**

وحدت ۽ ڪثرت کي جدا جدا علمن مطابق جدا نالا مليل آهن.

صوفين ڪثرت کي صفات، جز، مايا نالن سان منسوب ڪيو آهي اهي وحدت کي ذات، ڪل، حقيقت ڪوٺين ٿا.

فلسفين جي هڪ گروه، ان کي جو هر ۽ جسم سڏيو آهي

ٻين علم وارن اصول ۽ فروع ڪري ورتو آهي.

هر مسئلي ۾ انهن نقطن جي سمجهڻ، انهن جي لاڳاپي جي ضرورت محسوس ٿئي ٿي.

صفات، جز، مايا، ايتري قدر پلائيندڙ آهن، جيڪڏهن انهن کي

ملائي، انهن جي پويان ڪم ڪندڙ وحدت کي ڳولڻ جي ڪوشش نہ ڪبي تہ زندگيءَ جو ڪوبہ مسئلو پوريءَ طرح حل ڪري نہ سگبو.

اج ڪالهہ دنيا جي اختلافن جو مکيہ ڪارڻ اهوئي آهي. ڪوبہ مسئلو حل ٿي نہ سگهندو

جيسهائين هر تصوير جا پئي رخ نہ ڏسبا.

ان ۾ تصوف منهنجي گهڻي رهبري ڪئي آهي:

ڀڙاڏو سو سڏ، ور وائيءَ جو جي لهين

هئا اڳهين گڏ، پر ڀڏڻ ۾ ٻہ ٿيا.

سو هي سو هو سو اجل سو الله

سوپرين سو پساهہ سو ويري سو واهرو.

انهن نتيجن تي پهچڻ لاءِ مون کي ڪيئي ور ڏسڻا پيا. جن عالمن سان ملاقاتون ڪري احوال پڇيم انهن مان مکيہ هيٺيان هئا.

١- مولانا محمد صادق کڏه وارو ٢- مولانا حسين احمد مدني ديو بند

٣- ميرزا قليچ بيگ صاحب ٤- علامہ آءِ آءِ قاضي

٥- خواجہ حسن نظامي ٦- مولانا غلام احمد صاحب ملڪاڻي

٧- راڌا سوامي بزرگ الهہ آباد وارو ٨- چيتمل پرسرام

انهن وٽان گهڻا شڪ دور ٿيا ۽ ڪي مسئلا حل طلب رهجي ويا انهيءَ سان گڏ روحاني بزرگن سان ملي بہ حال اوريندو رهيس جن مان مکيہ هيٺيان هئا:

١- قاضي بصرالدين سيوهاڻي ٢- خواجہ حسن جان سرهندي

٣- سخي قبول محمد درازائي ٤- ميان عبدالرحيم درس ملاڪا تيار

٥- پير محمد شاه ذڪر سڪرنڊ ٦- ڪرشنا مورتي

انهن مان هرهڪ پنهنجو اثر مون تي ڇڏيو.

ازانسواءِ انهيءَ معاملي ۾ قرآن، گيتا، مختلف مذهبن جي ڪتابن، سرسيد احمد جي تفسير، تصوف جي نقطن، فلسفي جي ڪتابن، ٿيا سافيڪل سوسائٽي جي تربيت ۽ ڪتابن- مولانا روم، حافظ، جامي، شمس تبريز، عطار، سنائي مان بہ ڪافي پلائي پهتي. اردو جي شاعرن مان غالب،

سنڌي شاعرن مان شاه، سچل، بيدل، خير محمد، روحل، شاه نصير، بيشڪ منهنجي زندگي ۽ خيالات کي موڙڻ ۾ چڱو حصو ورتو..

انهن بابت مختصر احوال ڊائريءَ جي باب مان معلوم ٿي سگهندو.

هتي هي ذڪر ڪرڻ ڪان رهي نٿو سگهان ته منهنجي دلي تعصبات ۽ دماغي مونجهه دور ڪرڻ ۾ مٽيريلزم (ماديت) جي تعليم ۽ عشق جي تجربي گهڻي مدد ڪئي ۽ ڪيترا بت ڀڃي ڀڄايائون. ۽ ڪثرت کان وحدت جي ويجهو ڪيائون.

جنهن مان آءٌ هن نتيجي تي پهتو آهيان ته انساني معلومات انهيءَ ذڪر ڪيل ٻن ڳالهين مٽيريلزم ۽ عشق کان سواءِ مڪمل ٿيڻ مشڪل آهي.

**(٣) سياسي معلومات ۽ تجربا:-**

آءٌ پهرين جلد ۾ بيان ڪري آيو آهيان ته سياسي دنيا سان روشناسي ڪرائڻ لاءِ مسٽر حامد علي ۽ ميان معين الدين ۽ اخبارون جوابدار هيون.

سياست ۾ حصو وٺڻ لاءِ ٻن قسمن جا محرڪ جذبا ڪي وجي ماڻهوءَ کي سياسي دنيا ۾ داخل ڪندا آهن.

(١) غلاميءَ کان آزاديءَ جي خواهش، خدائي رضامندي جي تمنا، خدمت خلق جو شوق

(٢) نالي ۽ عزت جي خواهش، اقتدار جي بک، ذاتي فائدي جي لالچ.

آءٌ اڳين جلد ۾ بيان ڪري آيو آهيان ته پندرهن ورهن جي عمر ۾ مون خلافت تحريڪ ۾ حصو وٺڻ شروع ڪيو. ان مان صاف ظاهر آهي ته ٻي قسم جي جذبي لاءِ ڪو سبب ڪونه هو. پهرين قسم جي جذبه هيٺ ئي پهرين خواهش مون کي ڇڪي وجي ان طرف راغب ڪيو هو.

درويشن جي صحبت ۽ صوفين جي تعليم مون کي سياسي ڪم ۾ رضامندي خدائي جي تمنا ۽ اڳتي هلي، سياسي فلسفي، هدايت صالحين مان خدمت خلق جو شوق جاڳيم باوجود نيڪ نيت ۽ سالم جذبي جي آءٌ سمجهان ٿو ته هوش کان جوش منهنجي سياسي ڪارگذاري تي گهڻو اثر ٻي وڌو آهي.

اڳتي هلي سياست جي مختلف نظرين مان واقف ٿيڻ لاءِ ڪيئي ڪتاب پڙهيم پاڻ کي سٺن اصولن تي ٻڌل جماعتن ۾ داخل ڪري، جمهور

جي آواز پنيان هلڻ جي حتي الامڪان ڪوشش پي ڪئي اٿم. پر اڪثري رد عملن جي ڪُنن ۾ پي چڪر پاتا اٿم. تنهن جو مکيه ڪارڻ منهنجي سياست جو مدار عقل کان زياده جذبي تي هئڻ هو.

هن وقت سياسي نظريي جا ٻه مکيه رجحان دنيا ۾ مروج آهن:

١- عقل جي بنياد تي سموري سياسي پاليسي حساب ڪيل نموني تي مشين وانگر هلائڻي آهي

٢- اصولن ۽ اعليٰ خيالن جي باوجود دل جو دخل سياسي پاليسيءَ ۾ ضروري ڄاتو وڃي ٿو.

آءٌ اڪثري پوئين رجحان جو پوئلڳ پي رهيو آهيان. پڙهندڙن کي منهنجي زندگيءَ مان ڪيترائي مثال ملندا. جي باوجود نيت نيڪ ۽ جذبه سالم هئڻ جي به عقل ۽ تجربي جي ڪسوٽيءَ تي پرکڻ بعد صحيح ثابت نه ٿا ٿين.

قاضي عبدالرحمان جنهن سمورو وقت شخصي اقتدار حاصل ڪرڻ ۽ انگريزي عملدارن جي اشاري تي مون کي هر طرح تڪليفون پي پهچايون ۽ ملڪ ۽ قوم جي تعميري ڪمن ۾ رنڊڪون پي وڌيون انهن کي عين انهي وقت جڏهن سندن دوستن جي تجويز ڪيس نوڪريءَ مان ڪڍڻ لاءِ بورڊ اڳيان پيش ٿي. پنهنجي دوستن جي صلاح کان سواءِ معافي ڏيئي بچائڻ. ڪيترن سياسي ڪمن ۾ بقول مسٽر گزدر، ڦلهڙي ۽ ڪمزور پاليسي اختيار ڪرڻ. اڳتي هلي مرحوم الهه بخش جي چند ڪوتاهين ۽ سنڌ جي ڪن ڪانگريسي ڪارڪنن جي غلط قدمن ڪري، ڪانگريس جهڙي غير فرقيوارانه، آزاديءَ لاءِ لڙندڙ ۽ بهترين سچن خادمن جي جماعت مان نڪري مسلم ليگ جهڙي فرقيوارانه، انگريزن جي اشاري تي هلندڙ، خود مطلب ۽ اقتدار جي بکين ڪارڪنن ۾ وڃي داخل ٿيڻ. ان کان پوءِ انتقامي جوش ۾ اچي هندن جي نفرت واري نعره ۾ ڦاسي فسطائي طريقه سياست جو پوئلڳ ٿي، هندوستان کي غلط نظرين جي بنياد تي وراهي پاڪستان جي حصول لاءِ ڪوشش ڪرڻ ۽ عين انهيءَ موقعي تي جڏهن منهنجيون مسلم ليگ ۾ ڪيل محنتون برثواب ٿيڻ واريون هجن، ان کي ڇڏي مخالفت ۾ وڃڻ. سڀ ڳالهيون انهيءَ رجحان جو نتيجو آهن.

البت پاڪستان بنجڻ کان پوءِ منهنجو سياسي رجحان، جوش کان هوش طرف زياده مائل ٿيندو پي ويو آهي ۽ اڪثري ڳڻي ڳوتي قدم کڻڻ جي

ڪوشش پئي ڪئي اٿم.

اسلام، پاڪستان ۽ مسلم قوم جي نالي ۾ ڏوڪا مون تي اثر نٿا ڪن پر ڄاڻي واڻي دل جي پوئلڳي ڇڏي، صرف مشين جي پرزي وانگر عقل جو انڌو، مقلد ٿيڻ لاءِ تيار نه آهيان. اڄان تائين عشق منهنجو رهبر راه آهي.

هينيان الفاظ منهنجي ڪنن ۾ گونجي رهيا آهن.

متان مني ڇڏئين پاڻان پريتڻو

ڪتوري ڪٽو مڙهي مڙهج من ۾.

### ٣- نفسياتي تجربا ۽ معلومات:-

ننڍپڻ کان حسن پرستي منهنجي طبيعت جو جزو بنجي ويل هئي.

سمنڊ ۽ دريائن جا ڪنارا، سبزه زار مڪان، عمده نظارا، حسين شڪليون، منهنجي دل تي اثر وجهنديون رهيو هيون.

" خدا سائين حسين آهي ۽ هر هڪ حسن واري شيءِ کي پسند ٿو ڪري" جو آواز سدائين منهنجي ڪنن ۾ گونجندو رهندو هو.

البت ملا جي مذهب ۽ جماعت جي دستورن انهيءَ جذبي جي ڪليل اظهــار جي راهه ۾ ڪيــئي رڪاوٽون وجهي منهنجي فطري لاڙي کي روڪي ڇڏيو هو.

غيــر مـحـرم عــورت طرف نگاه ڪرڻ ڏوهه هو. ڏاڙهي ڪوڙائڻ بدعت هئي، نفيس ڪپڙا پائڻ غير شرعي ڳالهه هئي، راڳ ٻڌڻ گناهه هو، ساز منع ٿيل ڳالهين مان هو.

مطلب ته ملا وارو مذهب، هر فطري خواهشن جي اڳيان آهني ديوار بنيو بيٺو هو.

جڏهن ڳوناٺي دائري مان نڪري شهري سوسائٽي تائين پهتس ته حالتن مجبور ڪري ان ۾، سوراخ ڪرڻ شروع ڪيا.

ٿيٽر ۾ وڃي ناٽڪ ڏسڻ، راڳ ٻڌڻ، حسين عورتن کي آزاديءَ سان گهمندو ڏسڻ، ساز سرود جي مجلسن ۾ شرڪت ڪرڻ، ڏاڙهي ڪوڙيلن کي هزارن جي تعداد ۾ ڏسڻ طرح طرح جي لباس وارن ماڻهن سان ملڻ، اهڙيون ڳالهيون هيون جي زندگيءَ اثر وجهڻ کان نه ٿي رهيون.

دنيا جي آخري ۽ مڪمل دين چوائڻ وارن جي ڳالهه سمجهه ۾ نٿي آئي ته ڇو زالن کي بي اعتبار سمجهي انهن کي چوديوار اندر بند ڪيو آهي، ڇو بداخلاق ٿيڻ جي خوف کان ڪين دنياوي تعليم نٿي ڏياري وڃي. ڇو ٻاهر

نڪرڻ مهل برقعا پارائجن ٿا. ڇو مرد کي هڪ کان وڌيڪ زالن جو حق ڏياريو ويو آهي. ليڪن زال کي، هڪ کان وڌيڪ تعلق رکڻ جي ڏوهہ ۾ سنگسار يا قتل ڪرڻ جو حڪم هجي.

پر مذهب جو ايترو اثر ويئل هوم جو جيڪڏهن ڪنهن اهڙي مجلس ۾ جتي زالون ويٺل هونديون هيون، وڃڻ ٿيندو هو تہ شرم کان نگاهون هيٺ هونديون هيون.

مردن جي هڪ ٻي سان دوستي جائز هئي ليڪن زال سان دوستي کي گهري شڪ سان ڏٺو ٿي ويو.

محبت عالمگير مذهبن جي بنيادي اصولن مان ليکي ٿي ويئي، ليڪن ڏارين زال سان محبت رکڻ جرم ٿي سمجهيو ويو. ظاهري

طرح اها ٻن فردن جي وچ ۾ شڪل جي پسنديءَ، طبيعت جي هم جنسيءَ، يا هم خيالي ڪري پيدا ٿئي ٿي.

شاديون مائٽن جي رضامندي، قبيلن جي دائري اندر اڪثري ٻنا ڏسڻ جي ٿيون ٿي.

مذهب کي نفس پرستي (سيڪس) کان اهڙو خوف ويٺل هو جهڙو هٽلر دور جي جرمن کي يهودين کان يا اڄ ڪلهہ جي پاڪستان حڪام کي هندن کان آهي.

نفس پرستيءَ جو ڀوت ايترو مسلمانن تي سوار هو جو سندن بهشت جو تصور بہ حورن ۽ غلمانن سان ڀرپور هو. هر هڪ چڱي ڪم لاءِ ڪين حورن جي چڱي خاصي تعداد جو دلاسو ڏنل هو. ليڪن زالن کي هن دنيا ۾ بہ هڪ مرد وٽ ٻين عورتن سان گڏ رهڻ جو حڪم هو.

آخرت ۾ تہ هزار حورن سان گڏ ڀاڱي ڀائيوار ٿيڻو ٿي پيو. زال. مرد جي نفس پرستيءَ ۽ ٻارن پيدا ڪرڻ جي مشين ٻي سمجهي ويئي.

اول ۾ ڏاري عورت سان گهمڻ، ڳالهائڻ، سنگت رکڻ کان ٻي ڇرڪيس پر آهستہ آهستہ ٿي حضرت عشق انهي مذهب جي ڪڙي ڪيل ديوارن جا پردا بنياد کان اکوڙڻ شروع ڪيا. ڪيترن عورتن سان واقفيت، دوستي، لاڳاپا پيدا ٿيا. انهن مان ڪن جو تعلق روزمرهہ جي سياسي، سماجي ڪاروبار ۾ ساٿيءَ تائين محدود هو.

ليڪن ڪن سان جذباتي، هم طبعي ۽ هم خياليءَ جي لحاظ کان گهرا دوستانہ تعلق پيدا ٿيا.

عام ماڻهن ۾ هن وقت اڳي کان ڪنرپڻو گهڻو گهٽ ٿي ويو آهي. جيڪڏهن انهن سمورن جا نالا سندن روح رهاڻن جا قصا، خطن ذريعن جذبات جي اظهار جا واقعا، هتي بيان ڪريان ته سمجهان ٿو ته ڪو عيب نه آهي، پر ڊپ اٿم ته هڪ ته هي داستان ڊگهو ٿي ويندو. ٻيو ته هي ناتا اهڙا نازڪ آهن جن ڪي، بي دردن اڳيان ظاهر ڪرڻ بي معنيٰ ٿيندو.

البت انهن مان ڪن جو ذڪر ڊائريءَ جي باب، ادبي مضمونن ۽ دوست عورتن جي خطن مان معلوم ٿي سگهندو.

مطلب ته عشق، مختلف جزن جو مرڪب نوشدارو آهي. جو بي انتها قوت ۽ طاقت جو باعث بنجي ٿو.

"عشق سيکاريون نيون نيون ڳالهيون سلڻ نه جهڙيون."

آخر ان نتيجي تي پهتو آهيان ته حضرت عشق جو اختيار نه صرف شخصي ۽ نفسياتي زندگيءَ تي رهي ٿو، ليڪن، مذهب، سياست ۽ خود ذهني دنيا به انهيءَ جي زد کان ٻاهر نه ٿي رهي. متيريلسٽ فلسفي چوي ٿو ته ڪائنات جي پيدائش هڪ حادثو آهي.

شاعر چوي ٿو ته عشق به حادثو آهي.

صوفي چوي ٿو ته

عشق دل وچ نه مايس، پوش فقيري پايس
دليان لتاوڻ دي ڪيتي، جانب جوڳي ٿي آيا.

اهي سڀ ڳالهيون گهري ويچار جي لائق آهن.

### (۴) ذهني تجربا ۽ معلومات:-

هر جاندار شيءِ کي قدرت طرفان به نعمتون عطا ٿيل آهن. هڪ نفس، ٻيو عقل. نفس جو مختصر ذڪر مٿي ڪري آيو آهيان. هتي پنهنجي ذهني معلومات جو احوال ڪندس.

ٿورو گهڻو عقل هر جانور ۾ ٿئي ٿو، ويندي ڪيئن، تنڊڻ، مڪ ۾ عقل جو ڪجهه حصو معلوم ڪيو ويو آهي. انسان کي اشرف المخلوقات صرف عقل جي زياده هئڻ ڪري سڏيو وڃي ٿو، ليڪن ماڻهن ۾ به عقل هڪ جهڙو نه آهي، انهي جو مدار سڳي تربيت، علمي معلومات، زندگيءَ جي مختلف تجربن جي حاصلات، غور ۽ فڪر جي ماده ۽ جستجو جي خواهش تي رهي ٿو.

آءٌ جيڪڏهن سڀ کان گهٽ ڪنهن لباس سان ملبوس هوس ته اهو

اثر علم جو هو. ان جا مکيہ ڪارڻ بہ ٽي هئا. جهڙوڪ

ٻوناٽي زندگي، درسي علم جي گهٽتائي، آس پاس جي ماحول جو محدود دائره. ليڪن انهن سڀني ڪوتاهين هوندي، قدرت مونکي نندپڻ کان غور ۽ فڪر جو ماده عطا ڪيو هو. جنهن مونکي جستجو ڪندي. عالمن ۽ صالحن جي محبت. ڪتابن پڙهڻ جو شوق، سياسي، مذهبي، سماجي ڪاروبار ۾ تجربن حاصل ڪرڻ جو موقعو ميسر ڪيو.

زندگيءَ جي ڪٺن سفر ۾ بي سمر داخل ٿيو هوس آهستہ آهستہ ٽي محنت ۽ مزدوريءَ سان ڪجهہ ميراث ڪٺي ٿيڻ لڳي

عشق جيڪڏهن منهنجي ساري تگ ودو ۾ طاقت ۽ همت جو ڪم ٿي ڏنو تہ غور ۽ فڪر جي حاصلات مشعل راه ٿي ٿيا.

ابتدا ۾ هوش ڪان جوش زياده هوم، آهستہ آهستہ ٽي عمر ۽ آمودي موجب هوش وڌندو ويو.

اڄ تائين واڳ جذبہ جي هٿ ۾ بي رهي اٿم. ليڪن ذهني لياقتن کي وڌائڻ لاءِ مسلسل ڪوشش ۾ رهيو آهيان.

مذهب، سياست، نفسيات ۽ زندگيءَ جي مختلف پهلوئن تي معلومات وڌائڻ جي هر موقعي کي بي ڪتب آندو اٿم، انهيءَ ڏس ۾ ٻوناٽي فرصت، سير و سياحت، جيل ۽ نظربندي جي زندگي ۽ تاريخ، فلسفہ، تصوف، عام معلومات ۽ سياست جي ڪتابن جي مطالع چڱي مدد بي ڪئي آهي، ليڪن باوجود انهي معلومات جي هن نتيجي تي پهتو آهيان تہ

"منڊي ماڪوڙي کوهہ ۾ پيئي ڪچي اپ"

وانگر هيڏي ساري ڪائنات جنهن ۾ ڪروڙها سج سندن نظام شمشي جي دائرن ۾ هزار ورهہ روشني جي ميلن جي پنڌ تي پنهنجي دورن ۾ مشغول هجن. ان ۾ هن محدود مغز واري کوپريءَ کي ڪهڙي مجال آهي جو ان اڻ کٽ خزاني جي معلومات کي پاڻ ۾ سمائي سگهي.

جيتري قدر معلومات ٽي اوتري قدر پنهنجي ڪم مايگي، بي علميءَ جو راز کليو

نيٺ شيخ سعدي وانگر چوڻو پيو تہ:

ايـن مدعيان در طلبش بي خبر انند- کانراکہ خبر شد خبرش بازنيامد
اي برتراز خيال وقياس وگمان وفهم- وازهر چہ گفتہ اند. شنيديم خوانده ايم
مجلس تمام گشت باآخر رسيد عمر- ماهمچنان دراول وصف تو مانده ايم.

# باب پنجون

## سماجي ۽ ثقافتي اصلاح لاءِ ڪوششون

### سال ۱۹۲۸ع

سماجي ۽ ثقافتي ڳالهين سان دلچسپي نندڍڻ کان هوندي هئي، جنهن جو مختصر احوال هن ڪتاب جي پهرين جلد ۾ ڏنو ويو آهي. ڪانگريس ۽ خلافت تحريڪن ۾، سماجي ڪمن سان دلچسپي جي شروعات ٿي چڪي هئي.

هن سال ڪانگريس جا ڪيترا ڪارڪن ان ڏس ۾ ڪوشش ڪري رهيا هئا. لوڪلباڊيز ۾ به انهيءَ مقصد لاءِ داخل ٿي ڪم ڪرڻ لڳا هئا. ان ڪري مون به ان طرف زياده توجهه ڏيڻ شروع ڪيو. ان سال جي ابتدا ۾ محال مانجهندن جي نندن ڳوٺن ۾ وڃي جمعي نماز جي موقعي تي ماڻهن کي نماز پڙهڻ، بدرسمن ۽ فضول خرچين کي ترڪ ڪرڻ، ڳوٺن ۾ جماعتون ناهي، سماجي ڪاروبار هلائڻ، باهمي جهڳڙن کي خانگي طرح فيصل ڪرڻ جي ترغيب ڏيڻ لڳس.

مخدوم بلاول عليه رحمت جي درگاه دادوءَ جي هر مهاپهري جمعي رات هزارها ماڻهو ايندڙ هئا. ان تي به اڪثري وڃي پرچار ڪرڻ شروع ڪيم.

هن سال جي ۲۸- فيبروري ۱۹۲۵ع تي پهريون دفعو شاه حيدر عليه رحمت جي ساليانه ميلي (عرس) جي موقعي ڪيترن دوستن ۽ آس پاس جي مکيه ماڻهن کي دعوت ڏئي ڳهرائي سماجي معاملن لاءِ صلاح مصلحت ڪرڻ جو دستور وڌم.

سن شهر لاءِ عيدگاه ميدان کي ديوار ڏياري جدا جاءِ مقرر ڪئي

وڃي

ڪراچيءَ ۾ هاڻ زميندار ائسوسيشن يا لوڪلبورڊ ميٽنگن لاءِ وڃڻ لڳو هوس.

اتي انجمن ترقي اردو جو ميمبر ٿيس ۽ اردو ڪانفرنس ۾ حصو ورتم. اها ڪانفرنس مسٽر مولا بخش همدم ۽ ڪن ٻين اردو جي شاعرن ۽ اديبن جي ڪوشش سان ڪئي ٿي هئي. ان جي صدارت سردار ولي محمد خان ڊويزنل سپرنڊنٽ نارٿ ويسٽرن ريلوي ڪئي اهو ڪلاڪ ڪن دير سان اجلاس ۾ آيو. صبوح جي هوندي به نشي ۾ غلطان هو، پر اهو ان وقت جو دستور هو ته اهڙن اجلاسن جي صدارت ڪو وڏو ماڻهو ڪري پوءِ اهو آفيسر هجي يا ڪو نواب صاحب.

انهي موقع تي بزم مشاعرو به ٿيو جنهن ۾ گهڻن شاعرن طبع آزمائي ڪئي، طرح هئي ته

" تماشا ديد کي قابل هي تيري بي قرارون کا"

ڪراچيءَ ۾ انهن ڏينهن ۾ هڪ شيوارام نالي ٿيٽر هوندو هو. جنهن ۾ اڪثر ڪيل ٿينڊڙ هئا. جن مان اِنڊرنسيا، وطن، غيبي تلوار، خاص ذڪر ڪرڻ جي لائق هئا. انهن کي دلچسپيءَ سان ڏسندو هوس. سگهوئي ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ سڪولبورڊ جو ميمبر ٿيس. جنهن جو چيرمين خانبهادر ولي محمد هو. جنهن کي سندس والد مرحوم ميان حسنعلي افنديءَ وانگر تعليم ۾ خاص دلچسپي هئي.

## سال ١٩٢٦ع

سن ۾ شبينه اسڪول، عربي ۽ فارسي مدرسو، انگريزي ٿي درجا کولارايم.

٥- **آڪٽومبر ١٩٢٦ع** تي شيخ عبدالمجيد صاحب سنڌ نو مسلم ڪانفرنس سڏائي جنهن ۾ مسلمانن جي تنظيم ۽ تبليغ جي مسئلن تي غور ٿيو. ان ۾ شرڪت ڪئي ويئي.

گذريل سال وانگر ڳوٺن جي سڌاري لاءِ ڪوشش ڪندو رهيس

هاڻ راڳ ٻڌڻ لڳو هوس. ڳوٺ ۾ هڪ ٻن ماڻهن کي غالب، جامي، شاه، سچل ۽ بيدل جا ڪلام سيکاري مجلسون ڪرڻ شروع ڪيم.

## سال ١٩٢٧ع

سال جي شروعات ۾ ٦-٧ فيبروريءَ تي سن ۾ شاه حيدر عليه رحمته جي ساليانه ميلي جي موقعي تي، محال مانجهندن جي تنظيمي ۽

تعليمي ڪانفرنس گهرايم. جنهن ۾ سنڌ جا مکيہ ليڊر جهڙوڪ- مولوي فتح محمد صاحب سيوهاڻي، مولوي محمد صادق گڏه وارو ۽ شيخ عبدالمجيد سنڌي ۽ ٻيا زميندار گهرايل هئا. محال مانجهندن جا مکيہ ۽ عام ماڻهو گهڻي تعداد ۾ آيل هئا.

جنهن ۾ مسلمانن جي ديني ۽ دنيوي تنظيم، بد رسمن کي ترڪ ڪرائڻ، فيصلا ڪورٽن جي عيوض، خانگي امين بورڊن جي ذريعي ڪرائڻ، ماڻهن جي مالي، اخلاقي، تعليمي حالت درست ڪرڻ لاءِ ڪيتريون تجويزون ويچار هيٺ آيون. جنهن جو مختصر احوال ڊائري جي باب مان معلوم ٿي سگهندو.

اتي رٿيل پروگرام مطابق، ٩- جون ١٩٢٧ع تي سن شهر جي ماڻهن کي گهرائي بدرسمن ۽ فضول خرچ دستورن تي بندش وڌي ويئي. جن جو تفصيل ڊائريءَ جي باب مان ملندو.

اسان جو طرف واهن نہ هئڻ ۽ بارش گهٽ پوڻ ڪري پنتي پيل ۽ غريب هو. ليڪن ان ۾ شادين، غمين جي موقعي تي ماڻهو وڏا خرچ ڪندا هئا. ڪجريون گهرائي هڪ ٻي جي چتاپيتي ۾ پيسا ڏيندا هئا.

زيورن ۽ لباس ۾ سادگي ڪانہ هوندي هين. انهن سڀني ڳالهين بابت فيصلا ڪري ماڻهن کان ان تي هلڻ لاءِ وعدا ورتا ويا.

جولاءِ جي مهيني ۾ پونہ وڃڻ وقت اتي شيوا سڌن نالي ڪانفرنس ۾ حصو ورتم ۽ معلوم ڪيم تہ ٻين ملڪن ۾ ڪهڙي طرح معاشرتي سڌاري لاءِ ڪوششون هلي رهيون هيون.

٢٨- آڪٽوبر تي ڪراچيءَ ۾ شيخ عبدالمجيد صاحب سنڌ مسلم تبليغي ۽ تنظيمي ڪانفرنس سڏائي، ان ۾ حصو ورتم. ان موقعي تي شيخ صاحب طرفان مسلمانن جي تنظيم لاءِ هڪ وڏو پروگرام ڪتابي صورت ۾ شايع ڪري ورهايو ويو.

تنظيم جو پروگرام ناهڻ سولو هو. ليڪن اهو سواءِ هڪ ڪثير تعداد مخلص ڪارڪنن جي عمل ۾ اچڻ مشڪل هو. ان ڪري باوجود شيخ صاحب جي الوحيد دوران پروپگيندا جي اهو ڪامياب ٿي نہ سگهيو.

## سال ١٩٢٨ع

انهيءَ سال جي ابتدا ۾ ٢٨- ٢٩ جنوري سن ۾ شاه حيدر عليہ رحمت جي ميلہ تي هميشہ وانگر، محال مانجهندن جي سڌاري لاءِ ڪانفرنس

منعقد ٿي. جنهن ۾ اڳي ڪان وڏيڪ قومي ۽ سماجي ڪارڪن آيل هئا.

ان موقعي تي سنڌي ادب کي زور وٺائڻ لاءِ مجلس منعقد ٿي. شهر جي ٻاهران وڏي دروازي تي اديبن جي همت افزائي لاءِ باب قليچ نالو رکيو ويو. جنهن جو افتتاح مولوي فتح محمد سيوهاڻي ڪيو. ميران محمد شاهه، شيخ عبدالحق، ڊاڪٽر دائود پوٽو، مسٽر طيب علي علوي ۽ ٻيا اديب ان موقع تي آيل هئا. تقريرون ڪيائون. انهيءَ موقعي تي تعلقه جي رهاڪن جي صحت لاءِ جماعت ناهي تجويزون رٿيون ويئون. جنهن جو پريزيڊنٽ راءِ صاحب منگهرمل ٽيڪچند چونڊيو ويو.

اڳي مجلسون صرف مسلمانن جي تنظيم لاءِ ڪوٺايون وينديون هيون. هاڻ ان کي غير فرقيوارنه اجلاس جو رنگ ڏنو ويو.

انهيءَ سال ۾ ڪراچيءَ جي ٿيا سافيڪل سوسائٽي ءَجو ميمبر ٿيس. جتي مذهبي، علمي، اخلاقي ۽ معاشر تي مسئلن تي گفتگو، بحث ٿيندا هئا جنهن جي ذريع منهنجي شخصي معلومات ۾ هڪ طرف اضافو ٿيو ۽ سوشل تعلقات ۾ ٻي طرف واڌارو ٿيو.

مسٽر جمشيد ميهتا، علامه قاضي، جيٺمل پرسرام، ڪاڪا ڪونوال، غلام علي چاڳلا جهڙن بزرگن سان واقفيت حاصل ٿي. جن جي صحبت ۽ تربيت مان گهڻو ڪجهه پرايم.

هن سال جي آخر ۾ ضلع لوڪلبورڊ ڪراچيءَ جو پريزيڊنٽ چونڊجڻ ڪري، پنهنجي سماجي ۽ ثقافتي ڪوشش جي دائري کي ضلع ڪراچي تائين وسيع ڪرڻ جون رٿون رٿيم.

## سال ۱۹۳۹ع

هن سال جي ابتدا ۾ ڳوٺ سڌار هلچل جو بنياد وجهي "ڳوٺ سڌار جماعت"

مسٽر جمشيد ميهتا جي صدارت هيٺ ناهي ضلع ۾ ڪم شروع ڪيو ويو. ان جو جنرل سيڪريٽري ٿي ڪم ڪيم. اهڙي طرح زالن جي تربيت، تعليم، سوشل سڌاري لاءِ هڪ جماعت ناهي مسز هومي ميهتا جي صدارت ۽ مس رڪمني آڏواڻي (بعد ۾ مسز پرمانند آڏواڻي) جي سيڪرٽري شپ سان ڪم شروع ڪيو ويو.

ڪوآپريٽو تحريڪ ذريعي مير بحرن، مالدارن، زميندارن، آبادگارن جي مالي حالت سڌارڻ جو ڪم، خانبهادر عظيم خان ۽ مسٽر جمشيد ميهتا

جي مدد سان شروع ڪيو ويو.

انهيءَ سال ۾ ڪراچي ضلعي جي ڏکڻي گشت ذريعي عام ماڻهن جي مالي، اخلاقي، هنري، تعليمي، تندرستي ۽ رهڻي ڪرڻي جي حالتن ڪان واقفيت حاصل ڪيم ۽ ڳوٺ سڌار هلچل جو پرچار ڪيم.

ڳوٺاڻي داين جي تربيت لاءِ مس پگٽ جي معرفت انتظام ڪرايم.

ساڳي سال ۾ قديم زماني جي مخفي جماعتن مان هڪ جماعت فري ميسنري جو ميمبر ٿي سندس امداد باهمي، خدمت خلق ۽ اخلاقي معيارن جي مقصدن مان واقف ٿيس.

سهڪوئي معلوم ٿيم ته جيتوڻيڪ انهي جماعت جا مقصد عمده هئا، مگر اها جماعت ٻين وڏين تحريڪن يا مذهبي ادارن وانگر اصلوڪو جوش خروش ختم ڪري، صرف چند دستورن ۽ ڪريا ڪرمن جو ادارو وڃي رهي هئي.

انهيءَ سال ۾ ميرزا قليچ بيگ صاحب سان لکپڙهه ذريعي مشوره ڪيم ته سنڌي ادب کي وڌائڻ لاءِ ڇو نه "دارالمصنفين" معرفت ڪتابن ناهڻ، ترجما ڪرڻ، ڇپائڻ جو انتظام ڪجي.

ان جي جواب ۾ هن صاحب لکي موڪليو ته تجويز نهايت ڪارگر هئي. ليڪن عملي طرح موجوده حالتن ۾ عام ماڻهن جي ان طرف گهٽ توجهه ڪري اهڙي اداره جو قائم ڪرڻ ۽ ڪاميابي سان هلائڻ مشڪل مسئلو هو.

ان خواهش جي تڪميل ١٩٤١ع ۾ تعليمي وزير ٿيڻ بعد، ادبي بورڊ قائم ڪرڻ سان پوري ڪيم. ليڪن اڃان تائين اهو سنڌي ادبي بورڊ لطف ڪرم جو محتاج آهي.

عام ماڻهن جي مدد نه هئڻ ڪري سنڌس فروغ تي ڪيئي بندشون آهن.

انهي سال ۾ سن جي ساليانِي ميلي جي موقعي تي ٿيندڙ ڪانفرنس ۾ سيني درگاهن جي سجاده نشين کي اپيل ڪئي ويئي ته سندن درگاهن جي ميلن جي موقعن تي ماڻهن جي تنظيم، ادب ۽ ثقافت جي ترقيءَ لاءِ ڪانفرنسون گهرائڻ جو رواج وجهن.

هن سال ۾ مدرسه هاشميه سجاول ۽ مسجدن لاءِ سنديافته پيش امام پيدا ڪرڻ واسطي هڪ تجويز پيش ڪيم.

جنهن ۾ حاجي عبدالرحيم شاه صاحب مدرسي جي باني ۽ گهڻي دلچسپي ورتي. ليڪن مدرسه جي مهتمم حاجي مهر علي ان جا ڪاغذ گم ڪري تجويز کي عملي جامو پهرائڻ کان محروم ڪري ڇڏيو.

**۹- ۱۰- ڊسمبر ۱۹۲۹ع** دنيا جي ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ سان تعلق رکندڙ مشهور عالم ڪرشنا مورتي سان ملاقاتون ۽ مجلسون ٿيون. جنهن جي تعليم منهنجي ذهني معلومات ۾ چڱو اضافو ڪيو.

## سال ۱۹۳۰ع

انهيءَ سال جي ابتدا ۾ ڪراچيءَ ۾ سوشل ترقي لاءِ هيٺيون ڪانفرنس سڏايم

۱- سنڌ لوڪلباڊيز ڪانفرنس.

۲- ڪراچي ضلع مالدار ڪانفرنس.

۳- ڪراچي ضلع ڪوآپريٽو ڪانفرنس.

۴- زالن جي بهتريءَ لاءِ ڪانفرنس.

انهن ڪانفرنس ۾ مختلف جماعتون برپا ڪيون ويئون ۽ ضلعي جي مسئلن حل ڪرڻ لاءِ تجويزون سوچيون ويئون. وڌيڪ احوال ڊائري جي باب مان معلوم ٿي سگهندو.

انهي ســـال ۾ هارين جي تنظيم، حـــقن جي بچاءَ ســـڏاري لاءِ، ميرپورخاص ۾ ڪانفرنس ڪوٺائي هاري ڪميٽيءَ جو بنياد وڌو ويو.

## سال ۱۹۳۱ع

ســال جي وچ ڌاري هندوســتـان جي جدا جدا ڀاڱن، بمبئي، پونه، حيدرآباد دڪن اورنگ آباد، آگره، دهلي، پاني پٽ،سرهند،لاهور، ڪشمير جو سير ڪيم.

جتي تاريخ مقامات، عجائب گهر، درگاهون، خانگاهون، تعليمي ادارا، قوالين جون مجلسون ڏنيون ويئون. گهڻي معلومات حاصل ٿي.

سال جي آخر ۾ قلندر شهباز جي ميلي تي مسٽر پنيا ايڊيٽر سنڌ آبزرور- مسٽر گزدر ميران محمد شاه سان گڏجي وڃڻ ٿيو. جتي ملاڪڙو، ميندي ڌمال ڏٺا ويا.

ٻاهران آيل راڳيندڙن جو راڳ ٻڌو ويو. صلاح مصلحت ڪئي ويئي ته انهيءَ ميلي کي ڪيئن ملڪ جي ثقافتي ۽ ادبي ترقي لاءِ ڪتب آڻجي. پر

ماحول سازگار نہ ڏسي صلاح بيٺي تہ شاہ لطيف جي ميلي تي اهڙين مجلسن سڏائڻ جو انتظام ڪجي.

سيد ميران محمد شاہ ان ڪم جي سرانجاميءَ جو ذمون کنيو.

## سال ۱۹۳۲ع

هن سال ۾ ۱۸- کان ۲۱ جون تائين پهريون دفعو شاہ عبداللطيف عليہ رحمت جي ميلي جي موقعي تي سيد ميران محمد شاہ پريزيڊنٽ ضلع لوڪلبورڊ حيدرآباد جي ڪوشش سان ادبي ۽ ثقافتي پروگرامن جي ڪانفرنس جي شروعات ٿي. ان موقعي تي ٻيون بہ ڪيتريون ڪانفرنسون ۽ نماءَ رکيا ويا هئا. ان ڪم ۾ مسٽر چيتمل پرسرام مسٽر منگهارام ٿهلراماڻي، مخدوم ميان غلام حيدر، چاموٽ محمد علي شاہ ۽ مون ڪيس حتي الامڪان مدد ڪئي.

موقعي نهايت ڪامياب ٿيو.

جتي راڳ، صوفيانہ گفتگو ۽ ادبي مضمون تي گفتگو ٿي.

انهيءَ سال ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ جي يوٿ لاج جو پريزيڊنٽ چونڊيس. جنهن جو مکيہ ڪم ڪلچرل مجلسن ۽ سوشل ملاقاتن ذريعي هڪ وسيع ادبي ۽ ثقافتي گروہ جي منظم ڪرڻ هو.

انهيءَ سال ۾ ملڪي هنرن ڪي زور وٺائڻ لاءِ هڪ سو ديشي نمائش ڪئي ويئي. جنهن ۾ مکيہ حصو مسٽر دستور، مسٽر عالم گدواڻي ۽ ٿهلراماڻي ورتو مون بہ انهن سان باءِ انڊين تحريڪ ڪي زور وٺائڻ لاءِ مدد ڪئي.

## سال ۳۳- ۳۴- ۱۹۳۵ع

انهن ۾ اڳي ڊيڪاريل ادبي، ثقافتي، سماجي تحريڪن جي ڪمن ۾ دلچسپي وٺندو رهيس.

ليڪن گهڻو وقت سياسي خلفشارن ۾ صرف ٿيو.

البت مسلم پراويڊنٽ سوسائٽي مسٽر حاتم علويءَ جي چيرمنيءَ ۾ برپا ٿيل ۾ خاص دلچسپي ورتي ويئي.

ڪوآپريٽو تحريڪ جي معاملن ۾ ڪافي وقت صرف ڪندو رهيس.

سنڌ هسٽاريڪل سوسائٽيءَ جي مجلسن ۾ حاضر ٿي مختلف عالمن طرفان پيش ڪيل مضمون پڙهڻ ۽ راڳ جي مجلسن ڪوٺائڻ ۾ چڱي دلچسپي ورتي ويئي.

# باب ڇهون

## ڊائريءَ جا ڪي چونڊيل ورق

### سال ١٩٢٨ع

**٨- جنوري ١٩٢٨ع:- ڪراچي**

ڪراچي ضلع لوڪلبورڊ جي سماهي ميٽنگ جي موقع تي. آءِ. سيٺ ڏيارام ۾ مقبو لشاه - زميندار ائسوسيشن ٺاهڻ جي سلسلہ ۾ وياسون.

٢- بجي منجهند جو لوڪلبورڊ جي ميٽنگ شروع ٿي. ان جي خاتمي بعد لوڪلبورڊ ميمبرن ۽ آيل زميندارن سان مشوري بعد فيصلو ٿيو تہ ڪراچي ضلعي جي زميندار ۽ آبادگار طبقي جي حقن جي حفاظت. تنظيم ۽ ترقي لاءِ هڪ ائسوسيشن ٺاهجي.

ان جي دستورالعمل ۽ روس ٺاهڻ لاءِ هيٺين سب ڪميٽي مقرر ڪئي وئي:

١- سيٺ محمد جعفر خواجہ - ميرپور بٺورو
٢- ديوان نند يرام آوتراء - ڳاڙهو
٣- ديوان هرچندراءِ ٿهلرام - ٺٽو
٤- غلام مرتضيٰ شاه (آءٌ)

هن ڪميٽيءَ کي دستورالعمل ٺاهڻ جو ڪم سپرد ڪيو ويو. ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ جي ايندڙ سماهي ميٽنگ جي موقعي تي ڪراچي ضلعي جي زميندارن جي ڪانفرنس سڏائي، ان ۾ اهو دستورالعمل پاس ڪرائي، جماعت ٺاهي چونڊون ڪرائڻيون هيون.

انهيءَ ڏينهن شام جو مولوي فتح محمد صاحب سيوهاڻي سان ملاقات ٿي. رئيس فقير بخش خان ڪاڇيءَ سان ملڻ ٿيو. شام جو شيولرام ٿيٽر ۾ غيبي تلوار کيل ڏٺو ويو.

**٩- جنوري ١٩٢٨ع:- ڪراچي**

رئيس فقير بخش خان ڪاڇيءَ تي ڪراچيءَ جي سٽي ماجسٽريٽ

مسٽر رچرڊسن جي ڪورٽ ۾ قلم ١١٠ ڪيس هلي رهيو هو. پوليس رئيس فتح محمد خان ۽ رسول بخش خان لغارين کي ڪوڙا شاهد ناهي، رئيس فقير بخش خلاف شاهدي ڏيڻ لاءِ وٺي آئي هئي. مون رئيس عليمران خان لغاري جي معرفت ڪين ڪوڙي شاهدي ڏيڻ کان منع ڪرائي. جمعي نماز بولٽن مارڪيٽ جي پرواريءَ مسجد ۾ پڙهيم. شاه فريئر هال ڪراچيءَ وٽ بئنڊ بڌڻ لاءِ وڃڻ ٿيو. اتي حاجي محمد شاه مٽارين واري ۽ پير محمد امام شاه جهنڊي واري سان ملاقات ٿي.

## ١٧- جنوري ١٩٣٨ع:- رني ڪوٽ

اڍائي بجي صبوح جو اٺن تي چڙهي سن کان مٿي جبل ۾ رني ڪوٽ مڪان ڏسڻ لاءِ روانو ٿيس. ٢٢- ميل پري هو. ١٠ بجه صبوح جو ميري نالي هڪ ننڍي رهائشي قلعي وٽ پهتاسون. جوڻ ۾ اچي ٿو ته هي ڪوٽ ميرن جو اڏايل هو پر ان جي اڏاوت جي نموني، خرچ جي تخميني، تعمير تي لڳل وقت تي غور ڪرڻ بعد اهو گمان نڪري ٿو ته اها اڏاوت گهڻو اڳ ٿيل هجي. ممڪن آهي ايراني حڪومت جي ڏينهن جي ٺهيل هجي.

ڪوٽ جي ديوار اٽڪل ١٥- ميلن جي دائري ۾ جبلن جي چوٽين تائين وڃي ٿي.

ان جي مکيه جڳهين تي ٽي ننڍا قلعا ۽ ٣٠- ڪن برج ٺهيل اهن، جن مان هڪ قلعي کي ميري، ٻي کي شيرڳڙهه، ٽئي کي مٿي دروازي جي بيٺڪ ڪري ڪوٺين ٿا.

ان ڪوٽ کي چار دروازا آهن. هڪ نئين موهن جي داخل ٿيڻ واري جڳهه تي، ٻيو اتر طرف، ٽيو اوپر طرف نئين موهن جي نڪرڻ جي جاءِ تي، چوٿون ڏکڻ طرف ڳرڻ جي لڪ ڏي وڃڻ لاءِ آهي.

ڪوٽ جي ديوار ڪن جاين تي سمنڊ جي مٿاڇري کان ١٨٠٠ سو فوٽن جي بلندي تائين وڃي ٿي.

ان قلعي اندر اٽڪل سوڪن ميلن جو رقبو اچي وڃي ٿو.

منجهس آباديءَ لاءِ زمين، وهندڙ پاڻيءَ جا چشما ۽ آبشار آهن. جن چشمن ۾ مڇيون رهن ٿيون.

ميري ۾ رهڻ واريون جايون بارڪن جي نموني جون آهن.

جنهن ۾ جدا جدا ڪٽنبن جي رهڻ لاءِ ننڍيون ديوارون آيل آهن.

جن مان ڪي لنگهه ٿيل هئا جي وري بند ڪرايل ڏسجن ٿا. انهن

جي جديد تعمير جا نشان نمايان ٿيا ڏسجن.

اهو ، جيري وارو قلعو هڪ ٽڪري تي اڏيل آهي. ان ۾ تمام اونهو کوهه بہ آهي. هن وقت ان ۾ پاڻي ڪونہ هو- ساري قلع جي تعمير آرڪيٽيڪٽ نهايت هشيار ۽ جنگي فن جو ماهر ٿو ڏسجي.

ان تي لاڳت اٽڪل- ١٠- ڪان ١٥٠ ڪروڙن تائين آيل پاندي ٿي. ان جي سموري اڏاوت پٿرن ۽ چيروئي سان ٿيل ڏسجي ٿي. هن جي ٺاهڻ ۾ ڪم ازڪم ١٥ ورهہ لڳا هوندا. جنهن تي ٻن ڪان ٽئن هزارن ماڻهن هر روز ڪمايو هوندو. نزديڪيءَ ۾ ڪو ڳوٺ ڪونہ آهي تنهن ڪري ٻاهران ماڻهو آڻي اتي رهائڻ، کاڌي پيتي جي انتظام، نظرداري لاءِ هڪ شهري بستي ٻڌائي هئائون.

اتان شام اڌائي بجہ واپس ورانو ٿي ٨ بجي رات جو سڱي ڏينهن ڳوٺ سن ۾ واپس پهتس.

### ٢٣- جنوري ١٩٣٨ع :- سرائي سولنگي

صبوح جو وهٽن تي چڙهي سن کان ڇهن ميلن جي پنڌ تي سرائي سولنگين جي ڳوٺ وڃي ماڻهن کي جمع نماز پڙهايم. ان کانپوءِ ڪين تقرير ۾ بدرسمن ۽ فضول خرچين کي ترڪ ڪرڻ، پاڻ مان نفاق دور ڪرڻ، ڳوٺ جي جماعت پنچاتي نموني تي ٺاهڻ روزي نماز جي پابندي، ٻرن ڪمن کان پاسي ٿيڻ جي هدايت ڪيم.

ڪين جامع مسجد کي وڏو ڪري ٺهرائڻ لاءِ چيم ان ۾ پنجاه روپيہ خيرات ڏنم. شام جو موٽي ڳوٺ آيس.

### ٢٨- جنوري ١٩٣٨ع :- سن

رئيس عليمراد خان لغاري جاگيردار ڳوٺ مير خان لغاري، جنهن سان قديم خانداني دوستانہ تعلقات هئا بمع سندس فرزند رئيس فتح محمد خان، سندس ماٽيجي پاڻن رسول بخش خان ۽ هادي بخش خان سان مهمان ٿي آيو.

هتان سندس جاگير خيرپور ناٿن شاه ڏي ويا. مسٽر جيوترام چيف آفيسر لوڪلبورڊ ڪراچي مهمان هو.

مولوي الهہ بخش کان عربيءَ جو سبق ورتم.

### ٢٩- جنوري ١٩٣٨ع:- مخدوم بلاول

صبوح جو سن کان گاڏيءَ ۾ چڙهي قلجي اسٽيشن تي لهي پنڌ

ڪري مخدوم ...ول جي درگاه تي زيارت لاءِ وڃڻ ٿيو. ( مخدوم صاحب سيد حيدر عليه رحمت جو مرشد هو. ان ڪري اتي اڪثر وڃڻ ٿيندو هو)

خليفن ميان ولي محمد ۽ خير محمد وٽ مهمان ٿي رهيس. مهاپهري جمع رات هئڻ ڪري سوَها ماڻهو آيل هئا.

رات جو مولودخواني ۽ وعظ ٿيندا رهيا. مولوي محمد سليمان ٽرڙي محبت وارو ۽ جيوڻ شاه مليا.

**۴- فيبروري ۱۹۲۸ع:- سن**

ٽپال لکڻ جو ڏينهن هو. هيٺيان خط موڪليم.

۱- سيد ميان بدل شاه نواب شاه واري ڪي خط لکي پڇا ڪيم تہ متياري سيدن جي ڊگري واري ڪانفرنس تي ڏنل دعوت موجب ڪانفرنس گهرائڻ جو ارادو رکي ٿو يا خيال لاهي ڇڏيو اٿس؟

۲- هڪ خط سيڪرٽري سنڌ ايڊيوڪيشنل ڪانفرنس حيدرآباد موڪليم تہ چندي جا پيسا ميران محمد شاه کي موڪليا اٿم جي اوهان کي پهچائيندو.

۳- ديوان هر چندراءِ ٿهلرام ٺٽہ ۽ سيٺ محمد جعفر خواجہ ميرپور بٺوري کي خط لکيم تہ ديوان همت سنگهہ سيڪرٽري زميندار ائسوسيئشن ٽنڊو محمد خان ڊويزن کان زميندار ائسوسيئشن جي دستورالعمل جي ڪاپي گهرائي اٿم. سگهوئي انهي ۽ ٻين ائسوسيئشن جي رولن کي سامهون رکي ڪراچي ضلع زميندار ۽ آبادگار ائسوسيئشن جو مسودو ٺاهي، ڪين ملاحظ لاءِ موڪليندس.

**۷- فيبروري ۱۹۲۸ع :- مانجهند- سن**

صبوح جو مانجهدن ۾ مسٽر عبدالرحيم پيرزاده ڊپيوٽي ڪليڪٽر ڪوٽڙيءَ وٽ سيٺ تيجومل، سيٺ منگهر مل ۽ آءٌ گڏ ٿياسون. لڪيءَ جي مسجد تان ٿيل اختلاف جي صلح بابت ڳالهيون هليون. فيصلو ڪونہ ٿيو. موٽي ڳوٺ آيس.

رئيس علىمراد خان لغاريءَ وارا جاگير تان موٽي واپس آيا. رات ٽڪي صبوح جو دريا اڪري ڳوٺ ڏي روانا ٿيا.

**۱۲- فيبروري ۱۹۲۸ع- ڪراچي**

رئيس فقير خان ڪاڇيءَ تي سٽي ماجسٽريٽ ڪراچيءَ وٽ ۱۱۰ قلم هيٺ هلنڊڙ ڪيس ۾ سندس همدردي ۽ مدد لاءِ ڪراچيءَ ويو هوس.

سندس پٽ شھمير خان جي ڪمري، ھارون بلڊنگ عيدگاھ جي سامھون واري ۾ رھياسون.

رات جو شيوارام ٿيٽر ۾ "وطن" کيل ڏسڻ وياسون، ٻي ڏينھن مون ۽ سيد بھاول شاھ ننڍيءَ واري رئيس جي بچاءَ ۾، سٽي ماجسٽريٽ مسٽر رچرڊسن جي ڪورٽ ۾ شاھديون ڏنيون.

سيد محمد حسين شاھ تقوي ڊپٽي سپرنڊنٽ پوليس، مولوي عبدالرحيم مگسي، مولوي فتح محمد سيوھاڻيءَ سان ملاقاتون ٿيون.

**٢٣- فيبروري ١٩٣٨ع - عامري**

پيرزاده عبدالرحيم ڊيپوٽي ڪليڪٽر ڪوٽڙي، شيخ بھاؤالدين آبڪاري انسپيڪٽر ڪوٽڙي ۽ آءٌ عامريءَ جي پر ۾ ٿٽي جي ڪچي ۾ شڪار تي وياسون پر شڪار ڪونہ لڳو.

**٢٧- فيبروري ١٩٣٨ع:- سن**

شاھ حيدر عليہ رحمت جو ساليانو عرس ھو. ان موقعي تي محال مانجھند ۽ ٻاھر جا مکيہ ماڻھو آيل ھئا تن سان ميلي کي تنظيمي ۽ تعليمي ڪانفرنس بنائڻ ۽ محال جي سڌاري لاءِ تجويزن بابت صلاح مشورو ڪيو ويو. صبوح جو دستور موجب ختمو بخشارائي آيل زائرين کي ماني کارائي ويئي. شام جو ملاکڙا لڳو. حاجي محمد شاھ مٽارين وارو، حاجي علي اڪبر شاھ، قاضي محمد ڪامل ھالا، ميان نور محمد ٻٽي وغير مھمان رھي پيا.

**١٣- مارچ ١٩٣٨- سن**

خانبھادر سيد حسنعلي شاھ مٽارين واري وفات ڪئي. اھڙو اطلاح آيو.

**٢٧- مارچ ١٩٣٨ع- سن**

رمضان شريف جي مھيني ھئڻ ڪري روزا رکيم، نمازون تراويحن سان باجماعت پڙھندو رھيس. قران شريف معنيٰ ۽ ترڪيب سان مولوي الھہ بخش وٽ پڙھيم.

عربي درس ۾ غومير پڙھي ڪافيہ ۽ شرح جامي پڙھڻ شروع ڪيم. ماڻھن کي زوريءَ نمازون پڙھايم.

**٢٨- اپريل ١٩٣٨ع- ڪراچي**

سن کان ڪراچي ويس ديوان ريواچند سن واري جي جاءِ سيزر بلڊنگ رام باغ گاڏي کاتي ۾ رھيس رات جو ڪنگ ڪارنيوال ڏسڻ ويس.

۳۰- تاريخ ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ جي سماهي ميٽنگ ڪانپوء ڪراچي ضلع جي زميندار ۽ آباگارن جي ميٽنگ. ڪليڪٽر جي ڪچهري هال ۾ ڪئي ٿي. جنهن ۾ ڪميٽيءَ طرفان پيش ڪيل دستورالعمل پاس ٿيو. ڪراچي ضلع زميندار آبادگار ائسوسيشن جا سال لاءِ عهديدار چونڊيا ويا.

۱- صدر- سيد حاجي عبدالرحيم شاه سجاول وارو

۲- نائب صدر۳- خانصاحب خير محمد خان چانڊيو، ديوان هر چندراءِ، سيد مقبول شاه چونڊيا.

۳- جنرل سيڪرٽري - سيٺ محمد جعفر خواجه - ميرپور بٺورو

۴- جائنٽ سيڪرٽري- ۱- مسٽر نند يرام آوتراءِ ۲- سيد غلام مرتضيٰ شاه ( آءٌ )

پهرين مئي تي ائسوسيشن جي چونڊيل ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ميٽنگ راءِ بهادر شيوارام ڏيون مل جي جاءِ تي ٿي.

## ۱۴-۱۵ مئي ۱۹۳۵ع- ڪلري

ڪلري جي ڳوٺ ۾ وڏيري محمد يوسف گائنچي جي پٽ غلام رسول جي شاديءَ تي ويس. سيني آيل جاچين ڪي جي هزار ڪن هئا زوريءَ جمع جي نماز پڙهائي ويئي. جي مسجد ۽ صحن ۾ نهي نہ سگهيا. پاهر گهٽي ۽ اوتاري تائين بيهي ويا. نماز کان پوءِ مائهن کي بدرسمن، فضول خرچين ترڪ ڪرڻ ۽ برن ڪمن کان پاسي رهڻ، پارن کي تعليم ڏيارڻ ۽ روزي نماز جو پابند رهڻ لاءِ تقرير ۾ هدايت ڪئي ويئي. مسجد کي وڏو ڪرڻ لاءِ تاڪيد ڪيم.

## ۲۹- مئي ۱۹۳۵ع- سن

پير محمد شاه ذڪر وارو ۵۰ ڪن جماعتين سان مهمان ٿي آيو. ڏاڍي خوش الحالي سان ذڪر ڪيائون ٿي، تارَ پوري ڪرڻ لاءِ ٻہ ٽي اکر وچ ۾ وڌائون ٿي.

سندس مريدن کي شام جي نماز کان پوءِ حال پيو ٿي. ڪيترا ليٽيا ٿي، ڪن مٿو هلايو ٿي، ڪي ٽپيا ڪڏيا ٿي. پير صاحب جي ڇاتي زور سان لڏي ٿي. ٻہ ڏينهن رهي ڳوٺ موٽي ويو.

( نوٽ )

(هي گهنڊيا جي ڳوٺ تعلقي سڪرنڊ ۾ رهندو هو اتان لڏي سڪرنڊ جي پر ۾ چواهڻ جي ڳوٺ ۾ وجي وينو هو. وفات بہ اتي ڪيائين )

سند ۾ حياتيءَ جو بيان باب ستين جي نمبر ۴۷- ۾ ڏنل آهي.

**۱- جون ۱۹۳۵ع- مانجهند**

مانجهند ۾ تعلقه لوڪلبورڊ ميمبريءَ لاءِ ٻن تڪن مان فارم پريم. ٻنهي مان بنا مخالفت جي چونڊجي ويس.

**(نوٽ)**

پوءِ هڪ مان استعيفا ڏئي ٻي ماڻهوءَ کي چونڊايم.

**۴- جون ۱۹۳۵ع- ڪوٽڙي**

ڪوٽڙيءَ جي ڊپٽي ڪليڪٽر وٽ ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ ڪراچيءَ جي ميمبريءَ لاءِ، مانجهند جي تڪ مان فارم پريم، ٻي ڪنهن فارم نه ڀريو بنا مخالفت جي ميمبر چونڊجي ويس.

**۱۰- جون ۱۹۳۵ع - گرواري**

گرواريءَ جي ڳوٺ ۾ ويس جتي ڳائنچه قوم جا ماڻهو رهندڙ آهن. اهو ڳوٺ سن کان ۴ ميل مٿي ٽڪرين ۾ آهي. اتي ماڻهن کي گهرائي تعليم پرائڻ، ٻارن ۾ تڪرار نه ڪرڻ، روزي نماز تي پابند رهڻ جي نصيحت ڪيم. اتي مسجد ڪانه هئي. ماڻهن مان چندو وصول ڪري هڪ امين جي هٿ ۾ ڏئي مسجد ناهڻ جو ڪم سپرد ڪري موٽي ڳوٺ آيس.

هنن ماڻن جو واڻ رئڻ ۽ بارش جي آباديءَ تي گذر آهي، شڪار جا شوقين آهن.

**۱۱- جون ۱۹۳۵ع- سن**

ٽپال جا خط لکي موڪليم. ۱- مخدوم ظهيرالدين صاحب عرف پرو چام صاحب انجمن سادات مٽياريءَ جي ترقي ۽ ڪارگذاريءَ بابت خط لکي احوال پڇيو هو. تنهن کي جواب موڪليم.

۲- سيد حاجي عبدالرحيم شاه سجاول واري ۳- سيد ميران محمد شاه، ۴- سيد مقبول شاه کي مختلف ڳالهين بابت خط موڪليم.

**۱۵- جون ۱۹۳۵ع- ڇڇرو**

سن کان ڇڇرن جي ڳوٺ ۵- ميل اتر پنڌ تي وڃي پيرلعل ڏنه شاه نورائي واري جي اوطاق ۾ لٿس- جمع نماز پڙهڻ بعد ماڻهن کي تقرير ۾ فضول خرچين، بدرسمن، چوري، نفاق کان پاسي رهڻ لاءِ هدايت ڪيم.

تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ زياده تاڪيد ڪيم. جامع مسجد وڌائڻ لاءِ بار رکيم. پوءِ موٽي ڳوٺ آيس.

**١٦- جون ١٩٢٥ع - ڪوٽڙي**

مسٽر پيرزاده عبدالرحيم ڊپٽي ڪليڪٽر ڪوٽڙي بدلي ٿي ميرپورخاص ويو ٿي. ان سان دوستاڻا تعلقات هئڻ ڪري راءِ صاحب منگهر مل ۽ آءٌ ڪيس الوداع ڪرڻ وياسون.

**( نوٽ )**

جتي ٿوري وقت کان پوءِ اوچتو انتقال ڪيائين. شڪ هو ته ڪيس زهر ڏنو ويو هو پر خاطري سان پتو پئجي نه سگهيو.

**١٧- جون ١٩٢٥ع- سجاول**

ڪوٽڙي کان گاڏيءَ ۾ چڙهي، جنگشاهي اسٽيشن تي لهي ٽتي کان سجاول پهتاسون.

سيٺ ڏيارام، سيد مقبول شاهه ۽ آءٌ ڪوٽڙي طرف کان عيوضي ٿي زميندار ۽ آبادگار ائسوسيئيشن جي ميٽنگ منعقده ١٨- تاريخ وياسون. ان ميٽنگ ۾ ٢٧- مکيه عيوضي ضلع کان آيل هئا. اسان حاجي عبدالرحيم شاهه جا مهمان هئاسون. ميٽنگ انسپيڪشن بنگلي ۾ ٿي. شاهه صاحب جا نهرايل جامع مسجد ۽ مدرسه هاشميه ڏٺا ويا.

محمد رمضان شورو بداپور واري ريزيڊنٽ ماجسٽريٽ سجاول جي سرشتيدار سان ملڻ ٿيو.

**( نوٽ )**

( شورو صاحب پوءِ ڪليڪٽر جي عهدي تي پهچي رٽائرڊ ٿيو هيئنر حيدرآباد ۾ مقيم آهي ).

ٻي ڏينهن موٽڻ تي ٽتي جي مڪلي مقام جا به تي مقبرا ڏٺا ويا. جن ۾ ميرزا عيسيٰ جي رانڪ ۽ نواب شرفا خان جو مقبرو قابل ذڪر هئا. اتان ڪراچيءَ اچي، ڪجهه رهي ٢۴- تاريخ سن واپس پهتس.

**٢٨- جون ١٩٢٥ع- سن**

فجر نماز پڙهڻ بعد ڪجهه ڪلاڪ مراقبي ۾ ويهي هيٺين مسئلن تي غور ۽ فڪر ڪيم.

١- ڪائنات جي پيدائش ٢- حيات بعدالمعات ٣- زندگيءَ جو مقصد ۴- دائمي خوشي ڪهڙي آهي ۵- چڱي مدي- پاڪ پليت جي سڃاڻپ ڪيئن اچي؟

**٧- جولاءِ ١٩٢٥ع- سن**

منهنجي والد جي ڏينهن کان ڪاروبار هلائيندڙ منشي حاجي چتا بادلاڻي، ٢ بجہ ڏينهن جو ڪهڙي وقت سلهہ جي بيماري کانپوءِ بعد وفات ڪئي.

هن کي منهنجي والد هشيار چوڪرو سمجهي ١٨٩٢ع ۾ پنهنجي زميندار ڪم جي سنڀال ۾ رکيو هو. سرڪار سان ٿيندڙ ڪيسن، زميندار معاملن، عام لکپڙهہ جي چارج، سندس حوالي ۾ هوندي هئي، ان ڪري ڪافي لياقت حاصل ڪري ويو هو.

هڪ وقت ڪرستان بہ ٿيو هو. وٽس ڪرشچنٽي تي اردو ۾ ڪتاب گهڻا هئا. طب جي علم مان چڱي طرح واقف هو.

والد کان پوءِ منهنجي وڏي ٿيڻ بعد منهنجو ڪاروبار سنڀالڻ لڳو. ڪيس تي پٽ ٿيا.

جن مان وچون گل محمد نالي اڄان تائين طبابت ڪندو آهي.

هيءَ بہ پيءُ وانگر بنا لالچ جي وفاداري ۽ خلوص دل سان اسان جي خدمت ڪندو رهي ٿو.

هن خود مطلب دنيا ۾ اهڙي بي لوث خدمتگارن جو ملڻ مشڪل آهي. اهي هاڻ لب آهن جن جي جيئن پوءِ تيئن گهٽتائي ٿيندي ويندي.

**١٤- آگسٽ ١٩٢٥ع- سيوهڻ.**

سيوهڻ ۾ چاچي ولي محمد شاهہ سان رهڻ ٿيو. شام جو چاچي اسدالله شاهہ باجارن واري سان گڏجي، قاضي بصرالدين صديقيءَ کي ملڻ ويس.

هو عالم، حڪيم، درويش، زاهد، گوشہ نشين بزرگ هو. سارو وقت عبادت ۽ تنهائي ۾ گذاريندو هو. ڪن چونڊ ماڻهن کان سواءِ ٻين سان ڪونہ ملندو هو.

ٻي ڏينهن چاچي ولي محمد شاهہ گڏجي منڇر جي سير تي وياسون گهڻا ماڻهو هئا. شام جو موٽي ڳوٺ آيس.

**١٧- اگسٽ ١٩٢٥ع- ڪراچي.**

ڪراچي ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ جي سماهي ميٽنگ جي موقعي تي رکيل زميندار ائسوسيشن جي ميٽنگ لاءِ ويس. شام جو حاجي عبدالرحيم شاهہ کي مقبول شاهہ سان گڏ حاجي احمد ڏوسل ڪتري جي جاءِ تي ملڻ ويس. سندس ڪچهري روڊ واري جاءِ نئين سر تعمير ٿي رهي هئي. ضلع

لوڪلبورڊ جا نوان ميمبر چونڊجي چڪا هئا. نون عهديدارن جي چونڊ جو چوپچو هو. ڪيترن ئي جي ماڻهن جو رايو هو تہ راءِ بهادر شيوارام ڏيون مل ڪي ايندڙ ٽرم لاءِ پريزيڊنٽ نہ چونڊجي. ڳالهہ چرڻ تي حاجي عبدالرحيم شاه. راءِ بهادر جي جاءِ والارڻ لاءِ لائق مسلمان ميمبرن جا نالا پڇيا. مون ڪيس مير ايوب خان ۽ مسٽر عبدالرحمٰن بئرسٽرن جا نالا پيش ڪيا. پهرين لاءِ عذر ڏنائين تہ ماڻهن سان ملي جلي نٿو. ٻي لاءِ چيائين تہ سندس ضلع جي ماڻهن سان وقفيت نہ آهي. حاجي ڏوسل جڏهن مٿس زور رکيو تہ هن دفعي ضرور مسلمان ڪي چونڊائي. پاڻ مون کي اميدوار بيهڻ لاءِ چيائين، مون غير تجربہ ۽ ننڍي عمر جي ڪري انڪار ڪيو.

**١٨- اگسٽ ١٩٢٥ع- ڪراچي**

ڪراچيءَ ۾ راءِ بهادر شيوارام جاءِ تي زميندار ائسوسيشن جي ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ميٽنگ ٿي. جتان نڪري پنهنجي رهڻ واري جاءِ بلڊنگ رام باغ گاڙي کاتي ۾ آياسون.

خانصاحب خير محمد خان چانڊيو، سيد مقبولشاه. پير غلام حيدرشاه ٻلڙي، سيٺ محمد جعفر خواجہ گڏ ٿيا. اتي وري بہ پريزيڊنٽ جي چونڊ بابت ڳالهہ نڪتي. حاجي عبدالرحيم جي راءِ ڪان ڪين مقبول شاه واقف ڪيو. سيني چيو تہ شاه صاحب جي مدد ڪانسواءِ ڪوبہ اميدوار ڪامياب نہ ٿي سگهندو. شاه صاحب جي ديوانن سان گهرن تعلقات ڪي نظر ۾ رکي، سيني اها راءِ ڏني تہ جڏهن پاڻ ازخود توکي بيهڻ لاءِ چوي تہ تہ توکي انڪار ڪرڻ نہ گهرجي.

پوءِ پيرغلام حيدر شاه کي ڪائونسل آف اسٽيٽس ۾ مدد ڪرڻ لاءِ سيني آيل صاحبن مدد جون وعدو ڪيو. مون کي چيو ويو تہ حيدرآباد وڃي سندس مدد لاءِ ڪجهہ وقت رهان.

مهينو سيپٽمبر ١٩٢٥ع- حيدرآباد شهر ۽ آيل پاس.

هن مهيني جو گهڻو حصو پير غلام حيدر شاه ٻلڙي واري جي ورڪ لاءِ حيدرآباد ۽ آس پاس ۾ ويندو رهيس. ان جي خلاف اڳوڻو ميمبر آنربل علي بخش اميدوار هو. سندس پاءُ خانبهادر نبي بخش حسين شڪارپور وارو مئنيجر انڪمبرڊ اسٽيٽس هو. هي ناالر آفيسر هو.

هي چونڊ زميندار طبقہ ۽ آفيشل طبقي جي طاقت آزمائي جو موقع هو. ان زماني ۾ آفيسرن جو ايڏو زور هو جو زميندار ۽ مئياري سيد، جن

جا پير صاحب سان گهاٽا تعلقات هئا کيس مدد جا وعدا ڪري ڦري ويا. جنهن ڪري کيس لاچار هٿ ڪڍڻو پيو.

### ٢٣- آڪٽومبر ١٩٢٥ع- ڪراچي

سن مان ڪراچي آيس. ٢٦- آڪٽومبر تي ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ ڪراچي جي پريزيڊنٽ جي چونڊ هئي. منهنجي مدد ۾ محمد سليم شاه سعدپور وارو. محمد ڪامل شاه جو پاءُ. پير پلڻ شاه، آيل هئا. ٻي طرف ٺٽي شهر جي مکيه رهاڪن جي مسٽر عبدالرحمن جي چونڊ لاءِ ڪوشش هلندڙ هئي. منهنجي طرفدارن سيد حاجي عبدالرحيم شاه سجاول، سيٺ محمد جعفر خواجه، ارباب حاجي خميسه ميمڻ سان گفتگو ڪئي، جن جي آڌار تي بيٺو هوس. انهن عذر ڏنو ته آءٌ عمر جو ننڍو ۽ اڻ آزمودگار هوس، تنهنڪري ميمبر مون کي چونڊڻ لاءِ تيار نه هئا.

جڏهين اسان جي طرفان مسٽر عبدالرحمن جو نالو وٺن پيش ٿيو ته جواب ڏنائون ته هي شهري ماڻهو هئڻ ڪري، زميندارن سان سندس لاڳاپو نه هو. مهل سرڪين ڪم اچي ڪين سگهندو. جڏهن ٺٽي جي باشندن يا پڙهيل مسلمانن طرفان هندو پريزيڊنٽ کي چونڊائڻ جو عتاب ٿي ڏنو ويو ته چوڻ لڳا ته مسلمانن ۾ اتفاق نه هو ٻن اميدوارن ۾ ووٽ وراهجي وڃڻ ڪري راءِ بهادر چونڊجي ويندو. جڏهين مون مسٽر عبدالرحمن جي فائدي ۾ هٿ ڪڍڻ جو ارادو ڏيکاريو ته سمورو راز پڌرو ٿي پيو. هو راءِ بهادر سان وعدا ڪري چڪا هئا. ڪنهن به صورت ۾ ان کي ڇڏڻ لاءِ تيار نه هئا. سيٺ محمد جعفر، شاه صاحب تي ميار رکڻ لڳو. شاه صاحب سيٺ صاحب کي ذميوار ٿي ٺهرايو. آخري وقت ۾ هنن مسلمانن جي عتاب کان بچڻ ۽ مون سان وعدو ڪري ڦري وڃڻ جي خيال کان. منهنجي طرفدار دوستن کي سنائي مون کي وائيس پريزيڊنٽ چونڊجڻ تي رضامند ڪيو. وڏيڪ چيائون ته تجربه حاصل ڪرڻ بعد هو ٻي دفع مون کي پريزيڊنٽ چونڊائيندا.

٢٦- تاريخ آڪٽومبر ١٩٢٥ع سمجهوتي سان چونڊ ٿي.راءِ بهادر شيوارام پريزيڊنٽ ۽ آءٌ وائيس پريزيڊنٽ چونڊياسون.

مسٽر عبدالرحمن مسلمان زميندارن جي اها حالت ڏسي هٿ ڪڍي ويو.

ان موقعي تي سيد محمد زمان شاه رضوي ٺٽي جي نوجوان شاعر ٺٽي جي مسلمانن جي جذبات کان هڪ سهڻي نظم ۾ شاه صاحب کي اپيل

ڪئي ۽ شاه صاحب جوندو رهيو ته
"هل جزا ؤ الا حسان الا الاحسان" يعني راءِ بهادر جي احسانن جو بدلو ڏيان ٿو.
آءٌ ورڪنگ ڪاميٽيءَ جو ميمبر چونڊيس.
٢٧- تاريخ چونڊ ڪان پوءِ زميندار ائسوسيشن ڪراچي جي راءِ بهادر شيوارام جي جاءِ تي ميٽنگ ٿي جتي ڪيترا ٺهراءَ پاس ٿيا.
حاجي عبدالرحيم شاه ۽ سيٺ محمد جعفر خواجه طرفان، مون کي حڪم ٿيو ته ڪراچيءَ ۾ جاءِ رکي آفيس ۾ ويندو رهان. جيئن ڪم مان واقف ٿي وڃان.

**٤- نومبر کان ١١ نومبر ١٩٢٥ع- سيوهڻ.**

سيد گل محمد شاه سيوهڻ واري جي ختنه جي تقريب هئي. مون کي ۽ رئيس فقير بخش خان کي شاه ميان ولي ميان ولي محمد شاه ان ڪم ۾ مدد ڏيڻ ۽ شموليت لاءِ اڳواٽ گهرايو هو.
جيئن ته شاه صاحب جو گل محمد شاه اڪيلو فرزند هو ۽ ساري خاندان جو چشم چراغ هو، ان ڪري وڏي ڌام ڌوم سان موقعو ملهايو ويو. ڪيترا ڏينهن جدا جدا طرفن جا راڄ ۾ مڪيه ماڻهو پي آيا ۽ دعوتون پئي کاڌائون.
لاهور کان به مشهور ڳائيندڙ طوائفون گهرايل هيون. جن جا نالا هر هڪ زبين ۽ خورشيد هئا. طهر جي رسم ٨ نومبر مطابق ٢١ ربيع الاخر ١٣٤٤سن هه تي ادا ٿي. انهيءَ موقعي تي گوڏ جي رنگ ڏيڻ لاءِ ڳاڙهي رنگ جون ديڳيون ڀاهيون ويٺون هيون.
جي هوليءَ وانگر ماڻهن جي ڪپڙن تي اڇلائڻ سان خوشي ملهائي ويئي.

**٢٩- نومبر ١٩٢٥ع- مانجهند.**

تعلقه لوڪلبورڊ مانجهند جي عهديدارن جي چونڊ ٿي. آءٌ پريزيڊنٽ ۽ سيٺ ڏيارام، وائيس پريزيڊنٽ، بنا مخالفت جي چونڊياسون.

**١٥- ڊسمبر ١٩٢٥ع- ڪراچي**

ڪراچيءَ ۾ مختلف ڪمن لاءِ ايل هوس. ١٧- ڊسمبر تي خانبهادر ولي محمد حسنعلي سيڪريٽري سنڌ محمڊن ائسوسيشن، ورڪنگ ڪاميٽي ميمبرن کي لنچ ڪئي.

اتان سڀ ميمبر ڪمشنر جي بنگلي تي وياسون جتي ائسوسيشن طرفان، بمبئيءَ جي گورنر کي ائڊريس ڏني ويئي. جا ان جي پريزيڊنٽ سرشانواز پڙهي.

ساڳي ڏينهن ٣ بجي شام جو سنڌ جي ڪمشنر، سنڌ زميندار ي ڪاليج لاءِ گڏ ٿيل پيسن جي ڪتب آڻڻ لاءِ مسٽر هئريسن پرنسپال سنڌ مدرسي جي چوڻ تي ميٽنگ ڪوٺائي.

جتي مسلمانن جي ڪاليج برپا ڪرڻ بابت گفتگو هلي. ليڪن جملي آيل زميندارن، پيسن ڏيڻ جي خوف کان تجويز پيش ڪئي ته مسلمانن کي ڪاليج سرڪار کولي ڏي.

جيتوڻيڪ اتي گڏ ٿيل مائهن مان ڪيترا اهڙا هئا جن مان هڪ به انهيءَ ڪم جي سرانجامي ڪري سگهن ها.

ان تاريخ تي ڪراچي لوڪلبورڊ سڪولبورڊ ميمبرن چونڊڻ لاءِ صلاح مصلحت ڪئي ويئي ۽ خانبهادر ولي محمد حسنعلي کي سڪولبورڊ چيرمين چونڊڻ جو فيصلو ڪيو ويو.

انهيءَ موقعي تي ڪراچي ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ مان مسٽر جيوترام چيف آفيسر کي ڪڍي نوجوان چيف آفيسر رکڻ لاءِ پريزيڊنٽ لوڪلبورڊ کي ميمرن طرفان درخواست پيش ڪئي ويئي.

جنهن تي صحيحون. حاجي عبدالرحيم شاه، سيٺ محمد جعفر خواجه، خانصاحب خير محمد خان، سيد غلام علي شاه عرف حاجي شاه پاڏائي، سيد منگل شاه، مسٽر عبدالرحمن بئرسٽر، مير مقبول خان، الهه بخش خان گبول ۽ مون ڪيون.

اهو چيف آفيسر پريزيڊنٽ جو خاص ماڻهو هو. تنهن ڪري اها پريزيڊنٽ جي خلاف پهرين تحريڪ هئي.

شام جو ساڍي ۴ بجي گانڌي گارڊن ۾ سنڌ محمدن ائسوسيشن طرفان، بمبئيءَ جي گورنر کي ائٽ هوم ڏنو ويو.

**١٨- ڊسمبر ١٩٢٨ع- ڪراچي**

ڪراچي ضلع ڪلبورڊ جي نئين هرمن موهاناڦرم ڪراچي جي ناهيل جهاز، جو نئين سجاول پتڻ تي هلڻ وارو هو، جو ڪياماڙيءَ تي مسٽر هڊسن ڪليڪٽر ڪراچي مهورت ڪيو.

راءِ بهادر شيوارام ائڊريس پڙهي، ڪليڪٽر جواب ڏنو، جملي آيل

مائٹن کي چانهہ پياري ويئي ۽ جهاز ۾ چاڙهي سير ڪرايو ويو.

**٢٣- ڊسمبر ١٩٢٥ع- سن**

سن شهر کان سن اسٽيشن تائين پڪي ميٽلڊ رستي ٺاهڻ لاءِ مسٽر نارائنداس ڊسٽرڪٽ اورسير ڪراچي رستي جي ماپ ڪري اسٽيمنٽ ٺاهي ويو.

تعلقہ لوڪلبورڊ مانجهندن جي آفيس مانجهند مان ڦيرائي سن ۾ آندم- اهو ڳوٺ منهنجي رهڻ جو هنڌ ۽ تعلقي جي وچ ۾ هو.

**٣٠- ڊسمبر ١٩٢٥ع- سن**

سيد ميران محمد شاه شڪار لاءِ سن آيو- ايندڙ بمبئي ڪائونسلن جي چوندن ۾ اميدوار بيهڻ جو ارادو ڏيکاريائين. ڪيس مدد ڪرڻ جو وعدو ڪيم.

## سال ١٩٢٦ع

**٨- جنوري ١٩٢٦ع- ڪراچي.**

ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ سڪولبورڊ ڪراچي جا نامينيشن پيريا ويا. جنهن لاءِ- خانبهادر ولي محمد حسنعلي، مولوي فتح محمد سيوهاڻي، سيد مقبول شاه، حاجي عبدالرحيم شاه مون، سيٺ محمد رجب شفيعاڻي، مس ڊي ابرو، راءِ صاحب مينارام، اجيت سنگهہ. مسٽر عبداللطيف سلاوٽ ۽ پين پيپر پريا.

**٢١- جنوري ١٩٢٦ع- ڪراچي.**

**٢٤- ٢٥- تاريخ** ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ ڪراچيءَ جي سماهي ميٽنگ هئي. جنهن ۾ اسڪولبورڊ جي ميمبرن جي چوند ٿي.

بمبئيءَ جي گورنر، سنڌ ۾ مال جي چوري جي ڪارڻن معلوم ڪرڻ يا ان جي سد باب لاءِ انڪواري واسطي ڪئٽل لفٽنگ انڪواري ڪميٽي مسٽر ٽانٽن جي چيرمني هيٺ مقرر ڪئي جنهن تي ڪراچي ضلعي مان سيٺ محمد جعفر خواجہ ميمبر مقرر ٿيو.

**١٠- فيبروري ١٩٢٦ع- سن**

سيد ميران شاه خط لکي ٿو تہ قاضي اسدالله ٽکڙ وارو اڄ انتقال ڪري ويو.

**١- مارچ ١٩٢٦ع - ڪراچي.**

ڪراچي ۾ ڪئٽل لفٽنگ انڪوائري ڪميٽيءَ اڳيان شاهدي ڏيڻ لاءِ

ويس.

ارباب حاجي خميسو. سيٺ محمد جعفر خواجه سيد عبد لواحد شاه ڏاڏاهي مون وٽ مهمان هئا.

۴- تاريخ شاهدي ڏنم.

محمد عثمان سومرو. امام بخش ڳاهي سان ڪڏ جي نيپئر روڊ تي وزير جان ڪيجريءَ جو راڳ ٻڌو ويو.

خانبهادر ولي محمد حسن عليءَ کي سڪولبورڊ جو چيرمن چونڊو ويو.

۹- مارچ ۱۹۲٦ع - سن.

تعلقہ لوڪلبورڊ مانجهندن جي ميٽنگ هئي، سن ۾ اسپتال ۽ مسافرخانا نهرائڻ لاءِ نهراءَ پاس ٿيا. انهي موقعي تي تعلقہ مانجهندن جي زميندار ائسوسيشن سيٺ ڏيارام ريجهومل جي پريزيڊنٽيءَ هيٺ ويئي.

١٦ مارچ کان ١٣- اپريل ۱۹۲٦ع- سن

سارو مهينو رمضان شريف هٿڻ ڪري ڳوٺ ۾ رهيس، روزا رکيم، تراويحون پڙهيم.

ماڻهن کي زور سان نمازون پڙهايم. ڪتابن جو مطالعو ڪيم.

صبوح جي وقت حياتيءَ سان واسطو رکندڙ مختلف ڳالهين تي غور ۽ فڪر ڪندو رهيس.

١۵- اپريل ۱۹۲٦ع- سن

سيد محمد ڪامل شاه سعددپور واري کان اطلاع پهتو تہ سندس ڀاءُ سيد محمد سليم شاه ١٢ بجہ رات جو اڄ وفات ڪري ويو.

٨-٩- مئي ۱۹۲٦ع- مجيد ڪيريو.

ديهہ ماروي نمبر ٦ جي قتل ۽ آباديءَ جي اڻ لائق زمين مراد ڪيريہ واري کان خريد ڪئي ويئي.

اڌ جا پيسا ٻہ هزار روپيہ بر وقت ڏنا ويا. ٻيا آهستہ ڪري ڏبا. زمين سڌارڻ جو سمورو خرچ مون کي ڪرڻو هو. ان جو عيوض ڪيرين کي ڏيڻو ڪونہ هو. کاتا بدلايا ويا. زمين ۾ اڌ منهنجو ۽ اڌ ڪيرين جو ٿيو.

١٧- مئي ۱۹۲٦- سن.

ميران محمد شاه خط لکي اطلاح ڏنو تہ اڄ جڊيشل ڪمشنر سنڌ

وٽ سب ججيءَ جي چونڊ لاءِ ويو هو پر ڪيس ججهه نه ملي. مسٽر محمد بخش ميمڻ ۽ رحيم بخش شيخ سب جج چونڊجي ويا.

**١٢- ١٣ جون ١٩٢٦ع- سن.**

شيخ عبدالمجيد سنڌي هنن تاريخن تي سکر ۾ سنڌ خلافت ڪميٽيءَ جي ميٽنگ تي وڃڻ لاءِ اطلاع ڏنو. پر ڪمن سبب ان ۾ وڃي ڪونه سگهيس.

**٣- جولاءِ ١٩٢٦ع- سن.**

حاجي عبدالرحيم شاه سجاول مان خط موڪليو ته الوحيد ۾ شيخ عبدالمجيد سنڌ مسلم پولٽيڪل پارٽي ٺاهڻ لاءِ لکيو آهي. جنهن ۾ اهو به ڄاڻايل آهي ته سر پيٽو، خانبهادر کهڙو، حاجي عبدالله هارون شريڪ ٿيندا- ڪيس به دعوت آيل هئي. ڪيس صلاح موڪليان ته ان ۾ شريڪ ٿئي يا نه؟

**١٤- اگسٽ ١٩٢٦ع- ڪراچي**

ڪراچي ميونسپالٽيءَ جي نئين واٽر ورڪس ڪولڻ جو مسٽر ڪيڊل ڪمشنر سنڌ افتتاح ڪيو.

انهيءَ مجلس ۾ شرڪت ڪيم.

انهيءَ مهيني ۾ مسٽر جيوترام چيف آفيسر لوڪلبورڊ ڪراچيءَ کان استعيفا ڏيارائي ان جي جاءِ تي ڪمشنر سنڌ جي آفيس مان سنيئر گريڊ ڪلارڪ مختيارڪار جي گريڊ واري مسٽر فيض محمد کي چيف آفيسر ڪري رکايو ويو.

شيخ عبدالحق کي ڪراچي ضلع جي اسڪولن جو ائڊمنسٽريٽو آفيسر مقرر ڪرڻ جو ٺهراءُ پاس ڪيو ويو.

**٣١- اگسٽ ١٩٢٦- سن.**

بمبئي ڪائونسل جو ٽرم پورو ٿيو. نين چونڊن لاءِ تاريخون مقرر ٿيون.

**٢- سيپٽمبر ١٩٢٦ع- حيدرآباد.**

حيدرآباد ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ سڪولبورڊ جي چيرمنيءَ جي چونڊ تي ميران محمد شاه اميدوار هو. ڪيس مدد ڪرڻ لاءِ حيدرآباد ويس. هو چونڊجي ويو.

**١٨- سيپٽمبر ١٩٢٦ع- ڪراچي.**

بمبئي ڪائونسل جي ميمبريءَ لاءِ ساري سنڌ مان اميدوارن

نامينيشن پيپر پريا.

ڪراچي ضلع مان مون، پير غلام حيدر شاه بلڙيءَ واري. خانصاحب فضل محمد خان لغاريءَ پيپر پريا. ميمبري جون جايون ٻه هيون. سيدن گڏجي مون کي هٽ ڪٺايو. جنهن ڪري باقي ٻه اميدوار بنا مقابلي جي چونڊجي ويا.

شام جو پير غلام حيدر شاه منگهي پير جي لوڪلبورڊ بنگلي تي وڏي دعوت ڪئي، جتي وڃڻ ٿيو.

**٢٥- سيپٽمبر ١٩٣٦ع- ڪراچي**

ڪراچيءَ ۾ ضلع لوڪلبورڊ جي سماهي ميٽنگ هئي. ان ۾ راءِ بهادر شيوارام جي مخالف پارٽيءَ، ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ ڪراچيءَ طرفان تعلقه گهوڙا ٻاريءَ ۾ تيل خرچ جي جانچ لاءِ هڪ انڪواري ڪميٽي مقرر ڪرڻ جي تجويز پيش ڪئي، جا پاس ٿي ويئي.

ان تي هيٺيان ميمبر چونڊيا. گهوڙا ٻاري تعلقه جو پريزيڊنٽ ديوان هر چندراءِ راءِ بهادر شيوارام جو سوٽ هو.

١- سيد غلام مرتضيٰ شاه (آءٌ) چيرمين

٢- مير ايوب خان

٣- سيد مقبول شاه

٤- سيٺ محمد جعفر خواجه.

**٢٩- سيپٽمبر ١٩٣٦ع- سن.**

شيخ عبدالحق ائڊمنسٽريٽو آفيسر لوڪلبورڊ سڪولس جيڪب آباد کي سندس مقرريءَ جي اطلاع سان گڏ مون خانگي خط لکي اصرار ڪيو هو ته هو ڪراچي اچڻ قبول ڪري. ان جي جواب ۾ خط لکي موڪليائين ته اوهان جو خط ڪراچي ضلع ۾ اچڻ لاءِ پهتو. مون کي حيدرآباد ضلع ۾ وڃڻ جو شوق هو. پر اوهان جي ڪشش ۽ محبت ڀريو خط مجبور ٿو ڪري ته ڪراچيءَ اچان. انشاءالله پهرين آڪٽومبر کان موڪل تي ويندس. ان جي پوري ٿيڻ بعد اچي ڪراچيءَ ضلع سڪولس جي چارج وٺندس.

**٢- آڪٽومبر ١٩٣٦ع- ڪراچي.**

سنڌ محمدن اسوسيئشن طرفان ڪراچيءَ جي سرڪاري باغ ۾، سنڌ جي ڪمشنر مسٽر ڪيڊل کي الوداعي دعوت ڏني ويئي هئي تنهن ۾ شرڪت ڪيم.

**١٥- آڪٽومبر** تي شيخ عبدالمجيد سنڌي طرفان ڪراچيءَ ۾ سڏايل سنڌ نو مسلم ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪئي ويئي. ان ۾ مسلمانن جي تنظيم، نومسلم شيخن جي آبادڪاريءَ اسلام جي تبليغ لاءِ تجويزون پاس ٿيون.

**٨- آڪٽومبر ١٩٢٦ع- سن.**

رئيس فقير بخش خان ڪاڇيءَ کي مون، ميان ولي محمد حسنعليءَ کي مرڪزي اسيمبليءَ ۾ مدد ڪرڻ لاءِ خط لکيو هو. جنهن جي جواب ۾ خط موڪليائين ته ميان ولي محمد سان سنڌس تعلقات سنڌس ڊيپوٽي ڪليڪٽر جي وقت کان نيڪ نه رهيا آهن

ازانسواءِ محمد پناهه ڊکڻ کي مدد ڏيڻ لاءِ ڪيس فقير روشن الدين صوفيءَ جو بار پيل آهي. ان ڪري هو ووٽ ڏياري نه سگهندو.

**٩- نومبر ١٩٢٦ع- سن.**

بمبئي ڪائونسل جي ميمبرن جون چونڊون ٿيون. ڪراچيءَ ضلع مان منهنجي هٿ ڪٺڻ ڪري اڳيئي بنا مخالفت جي اميدوار چونڊجي ويا هئا.

ميران محمد شاه کي سر غلام حسين دلاسا ڏئي هٿ ڪڍايو هو.

باقي منهنجي دلچسپي وچي چاچا محمد ڪامل شاه جي چونڊ سان رهي هئي. جا ١٥- نومبر تي ٿي. آءٌ سنڌس لاءِ مانجهندن ۾ ووٽ ڏئي، سيوهڻ ۾ ووٽ ڏيارڻ ويس.

**(نوٽ)**

سگهوئي مرڪزي اسيمبليءَ جون چونڊون ٿيون. جن ۾ سردار واحد بخش ڀٽو، حاجي عبدالله هارون ۽ ولي محمد حسنعلي کي مدد ڪيم.

**٣٠- نومبر ١٩٢٦ع- ڪراچي.**

ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ ڪراچيءَ جي سماهي ميٽنگ هئي. ان ۾ سيد مقبولشاه پين واري رٺ ڏني. راءِ بهادر وشنداس نهالچند ان کي ٽيڪو ڏنو ته ڪوٽڙي تعلقو ڪراچي ضلع کان جدا نه ڪيو وڃي. جو ٺهراءُ متفق راءِ پاس ٿي ويو.

**٢٧- ڊسمبر ١٩٢٦ع- سن**

شيخ عبدالمجيد سنڌي خط موڪليو ته اوهان جي آس پاس ۾ ڪهڙيون اڇوت قومون رهن ٿيون. ان جو اطلاح ڏيو ته ڪين مسلمان بنائجي.

جنهن جو ڪيس بجواب موڪليم تہ هتي ڪي نہ اجوت قومون ڪونہ هيون جبل ۾ بلوچ ماڻهو رهندا هئا جي اڳيئي مسلمان هئا.

(نوٽ)

اڳتي هلي جواب موڪليائين تہ انهن بلوچن کي پڪو مسلمان بنائڻو آهي.

**سال ١٩٢٧ع**

**٦-٧- فيبروري ١٩٢٧ع- سن.**

سن ۾ شاه حيدر عليه رحمت جي ساليانہ ميلي تي محال مانجهندن ۽ ٻاهرين ليڊرن کي دعوت ڏني، محال جي تعليمي ۽ تنظيمي ڪانفرنس لاءِ گهرايو ويو. ڪانفرنس ۾ هيٺيان سوال زير ويچار هئا.

١- محال مانجهندن جي مسلمان جي ديني ۽ دنيوي تنظيم.

٢- مسلمانن مان بدرسمن ۽ فضول خرچين کي دور ڪرڻ.

٣- ڪورٽن ۽ پوليس جي خرچن کان بچڻ لاءِ راڄن ۽ شخصن جا اختلاف امين بورڊن ذريعي فيصل ڪرائڻ.

٤- محال جي رهاڪن جي مالي حالت سڌارڻ لاءِ تجارت ۽ زراعت واسطي تجويزون سوچڻ. محال جي اخلاقي ۽ تعليمي حالت درست ڪرڻ.

انهي موقعي تي مڪاني مکيہ ماڻهو هيٺيان آيا هئا:

١- قاضي حڪيم يار محمد ڪلهوڙو - ڦبي ٢- وڏيره رستم خان برهماڻي - ڦبي

٣- موسيٰ خان پنوهر ٤- وڏيرو محمد يوسف ڏيٿو ٥- خليفہ دين محمد شاه - اويس

٦- وڏيرو خدا بخش ٧- نور محمد ۽ ٨- محمد عثمان گولاڙا ٩- سيد اسماعيل شاه - هالاڻي

١٠- مولوي محمد عيسيٰ ل- اڪڙي ١١- خليفو محمد يوسف ميمڻ - لاڪا

١٢- وڏيرو وڪيو چام لاڪو ١٣- محراب خان ۽ ١٤- قادر بخش سولنگي

١٥- محمد فاروق پيرزاده - مانجهند ١٦- ارباب خميسو ميمڻ ١٧- حاجي فتح محمد ميمڻ

١٨- حاجي نارو ١٩- وڏيرو لاڪو ٢٠- وڏيرو الهڏنو - مانجهند

٢١- وڏيرو فضل محمد گائنچو ٢٢- وڏيرو محمد يوسف گائنچو
٢٣- وڏيرو حاجي محمد صالح گائنچو
٢٤- وڏيرو محمد خان چچر ٢٥- وڏيرو فيض محمد چچر ٢٦- سيد ميان عيسيٰ شاه عامري
٢٧- سيد ميان علي محمد شاه - عامري ٢٨- سيد مان ڏنِي بخش شاه - عامري
٢٩- سيد ميان الهه ڪير شاه - عامري ٣٠- سيد نبي بخش شاه - نيپاٽ ٣١- وڏيرو محمد يعقوب پنوهر ٣٢- آخوند ميان محبوب جويو آباد ٣٣- سيد ويڏل شاه - لڪي ٣٤- سيد ميان صفر شاه - لڪي ٣٥- سيد محمد وارث شاه - لڪي ٣٦- رئيس ميان فقير بخش خان ڪاڇي.
نزديڪيءَ جا سيد- سيد ميان ڏني بخش شاه - پاٽوٽ، سيد مقبول شاه - پيان، قاضي محمد ڪامل - هالا، سيد غلام حسين شاه - هالا.

ٻاهريان - مولوي فتح محمد صاحب سيوهاڻي، شيخ عبدالمجيد سنڌي، مولانا محمد صادق کڏي وارو آيل هئا.
اتي هيٺيان ٺهراءَ پاس ٿيا:
١- هي ڪانفرنس بمبئي سرڪار جو ڌيان ڇڪائي ٿي ته محال مانجهندن ۾ آباديءَ لاءِ پوري پاڻي ميسر نه هئڻ ڪري ماڻهن جي حالت نهايت تنگ آهي. تنهن ڪري سرڪار منڇر، ڊريننج مان شاخ ڪڍائي، پاڻيءَ جو انتظام ڪري. يا مشنري رستي دريا مان پاڻي ڏيارڻ لاءِ انتظام ڪري.
٢- محال مانجهندن جي مسلمانن جي تنظيم ۽ ترقيءَ لاءِ هڪ انجمن قائم ڪئي ويئي. جنهن جون شاخون هر هڪ ڳوٺ ۾ کولڻيون هيون.
٣- مسلمانن کي واپار ۾ دلچسپي وٺڻ لاءِ آيل صاحبن کي اپيل ڪئي ويئي ته مڪاني ماڻهن کي ترغيب ڏئي دڪان کولائين.
٤- محال ۾ تعليم کي زور وٺائڻ لاءِ سڪولن کولائڻ جو ڪم سيد غلام مرتضيٰ شاه ۽ مقبول شاه تي رکيو ويو.
٥- بدرسمن ۽ فضول خرچين کان بچڻ لاءِ آيل حضرات کي اپيل ڪئي ويئي ته ڳوٺائن کي هدايت ڪن ۽ اهڙو پروگرام ڇپائي ورهائڻ جي تجويز پاس ٿي.

٦- مير بحرن جي حالت درست ڪرڻ لاءِ ٺهراءُ ٿيو ته ڪين پلن جي مقاطعو ڏيارڻ لاءِ ڪوشش ڪجي نه ته بنائي جو حصو گهٽائي پنجون ڪرائڻ لاءِ سرڪار سان لکپڙهه ڪجي.

٧- مالدارن جي پيلن مان تڪليفن دور ڪرائڻ جو بار غلام مرتضيٰ شاه تي رکيو ويو ته پيلي عملدارن کي ملي ڪوشش ڪري.

**٢٣- فيبروري ١٩٢٧ع- ڪراچي.**

ڪراچيءَ ۾ ٢٣- تاريخ لوڪلبورڊ سڪولبورڊ جي ميٽنگ ۾ شريڪ ٿي، ڪيترن تجويزن تي غور ڪيو ويو. ٢۴- فيبروري ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ ڪراچي جي سماهي ميٽنگ ٿي. ان ۾ بجيٽ تي بحث ڪري پاس ڪئي ويئي. سال لاءِ نئين ورڪنگ ڪاميٽي چوندي ويئي ميمبر هي هئا:

١- راء بهادر شيورام پريزيڊنٽ ٢- سيد غلام مرتضيٰ شاه وائيس پريزيڊنٽ

٣- مسٽر عبدالرحمن بارسٽر ۴- مير ايوب خان بارسٽر

۵- سيد مقبول شاه پيان ٦- سيٺ محمد جعفر خواجه

٧- مسٽر الهه بخش خان گبول ٧- راءِ صاحب سينارام اجيت سنگهه

پلن جو مقاطعو پهرين جنوري کان ٣١- ڊسمبر تائين سيٺ شيوڪرام ڪوٽڙيءَ واري کي ٧۵- هزار روپين ۾ ڏنو ويو. پريزيڊنٽ نيلام ڪيو.

**٣- مارچ ١٩٢٧ع- سن.**

سن ۾ نائيٽ اسڪول ۾ انگريزي ڪلاس اڪيئي هئا. هاڻ جامع مسجد سن ۾ عربي مدرسو کولارائي. مولوي محمد صالح سيال دادوءَ واري کي ان جي چارج ۾ رکيو ويو. آءٌ به ان وٽ عربي پڙهڻ لڳس.

**٩- اپريل کان ١۴- اپريل ١٩٢٧ع- ڪراچي.**

سڪولبورڊ ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ جي ميٽنگن لاءِ ڪراچيءَ ۾ هوس. جن ۾ ڪيترا ٺهراءَ پاس ٿيا.

**٢۵- اپريل ١٩٢٧ع- گهوڙاباري تعلقه.**

آءٌ، سيٺ محمد جعفر خواجه، سيد مقبول شاه ڪراچيءَ کان جنگشاهيءَ ۾ لهي، موٽر ۾ چڙهي، چيف آفيسر مسٽر فيض محمد کي ساڻ ڪري گهوڙاباري تعلقه ۾ ديوانن طرفان ڪرايل ناجائز خرچ جي انڪواري

لاءِ آياسون. اتي ۵ ڏينهن کن رهي سموري ڪرايل ڪم کي نظر مان ڪڍيوسون. ڪوڙن مسترولن ۾ ڏيکاريل نالن وارن ماڻهن کان بيان ورتا ويا.

موريون، رستا، جاين جو اڏورو ٿيل ڪم ڏنو ويو. تعلقہ لوڪلبورڊ جو پريزيڊنٽ مسٽر هرچندراءِ ٺهلرام هو. سب اورسير مسٽر شامداس.

جانچ ڪري پريزيڊنٽ ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ ڪراچيءَ کي رپورٽ ڪئي ويئي.

جنهن ۾ سب اورسير کي سسپينڊ ڪري، ڪاغذ پوليس کي موڪلڻ جي سفارش ڪئي هئي.

**( نوٽ )**

راءِ بهادر ان کي وري بورڊ اڳيان رکيو. جتي وري ڪميٽيءَ کي مسٽر گبول جي اضافي سان دوباره رپورٽ ڪرڻ لاءِ چيو ويو. جڏهين انهن رپورٽ موڪلي تہ بہ سارو سال ٽنائي ڪجهہ قدم نہ کنيو ويو.

**٣- مئي ١٩٢٧ع- سن.**

لاڙڪاڻي ۾ ۴- بجہ شام جو لوڪلبورڊ هال ۾ سنڌ محمدن اسوسيشن جي ميٽنگ هئي. جنهن اڳيان هينيان خاص سوال هئا. آءُ ڪثرت ڪمن ڪري وڃي نہ سگهيس.

١- سنڌ مدرسي بورڊ تي اسوسيشن طرفان ٢ عيوضي چونڊڻ

٢- سنڌ کي بمبئيءَ کان ڌار صوبو بنائڻ لاءِ تحريڪ هلائڻ

**١٧- مئي کان ٢٣ مئي ١٩٢٧ع- ڪراچي.**

ڪراچيءَ ۾ ضلع لوڪلبورڊ ۽ سڪولبورڊ جي ميٽنگن لاءِ وڃڻ ٿيو. ڪيترا ٺهراءَ پاس ٿيا.

لوڪلبورڊ ۾ مخالف گروه کي مضبوط بنائڻ لاءِ ڪوشش جاري رهي.

**٩- جون ١٩٢٧ع- سن**

شهر سن جي مسلمانن مان مکيہ ماڻهن کي گهرائي، هنن کان هيٺين ڳالهين تي عمل ڪرڻ لاءِ انجام ورتو ويو.

١- شاديءَ تي شاهوڪار ماڻهو بہ پنجن ديڳين طعام کان مٿي نہ ڪارائي ۽ غريب ججہ نہ ڪري.

٢- ختنہ جي موقعي تي ججہ ڪرڻ جي منع ڪئي ويئي

٣- موت جي حالت ۾ سواءِ رواجي ختمن جي دعوت عام يا ماني نہ ڪئي ويندي.

٤- شادين جي موقعي تي راڳيندڙ يا ڪچرين ڪي نہ گهرايو ويندو ۽ نہ پيسا ڏنا ويندا. شاديءَ جو طعام سڀ مجلس ۾ ڪارايو ويندو. گهرن ۾ ماني نہ ورهائبي- ڀڳو يا مدد نہ ڏني ويندي.

٥- گهور سيڻي ڪاسبين، مڱڻهار، حجام، کي جملہ هڪ روپيہ کان وڌيڪ في گهر نہ ڏني ويندي.

انهي مجلس ۾ هيٺيان ماڻهو حاضر هئا.

١- بادل مير بحر ٢- پخالي مير بحر ٣- موريو ميربحر ٤- ناخو بچو مير بحر

٥- مولا بخش ميربحر ٦- آخوند محمد سمن ميمڻ ٧- خالقڏنو عابد ميمڻ

٨- آخوند ٽئونر ميمڻ ٩- محمد صوف علي محمد ميمڻ ١٠- استہ عطا الله رازو ميمڻ

١١- حاجي محمد علي ميمڻ ١٢- آخوند محمد موسيٰ ميمڻ ١٣- وڏيرو سومر پليجو

١٤- ڪندو پليجو ١٥- سبحان فقير مڱڻهار.

**٢٥- جون کان ٢٩- جون ١٩٢٧ع- ڪراچي.**

ڪراچيءَ ۾ سڪولبورڊ، لوڪلبورڊ جي ميٽنگن لاءِ هوس.

**١٥- جولاءِ کان ٢٥ جولاءِ ١٩٢٧ع- بمبئي- پونہ.**

حيدرآباد کان پوني لوڪل سيلف گورنمينٽ ڪانفرنس ۾ شموليت لاءِ روانا ٿياسون.

الهہ بخش خان گبول، مسٽر حاتم علوي وائيس پريزيڊنٽ ڪراچي ميونسپالٽي، ٽي. ايل. پوچواڻي ڊيپوٽي چيف آفيسر ميونسپالٽي ڪراچي، ڊاڪٽر روچيرام اميشر ميمبر ميونسپالٽي گاڏيءَ ۾ ساڻ هئا.

آءٌ ۽ گبول ١٧- تاريخ صبوح جو بمبئي اچي آل انڊيا هوٽل ۾ رهياسون.

مسٽر ايم ڏيلمل حيدرآباد جو سنڌ ورڪي جو سيلون وچي رهيو هو. واقف ٿيو.

انهيءَ بمبئيءَ جي زندگيءَ جا مختلف پهلو ڏيکاريا جن ۾ وڏيون

شايون. مڪيہ جايون، انڊرگرائونڊ دنيا جو سير بہ شامل هئا.

ٻي ڏينهن صبوح جو بوري بندر تان ڊيڪن ڪئين ترين ۾ چڙهي پوني پهچي ڪئنات هوٽل ۾ رهياسون.

اتي ٢٣- ٢۴ جولاءِ تي لوڪل سيلف گورمينٽ ڪانفرنس جي اجلاس ۾ شرڪت ڪيم.

ٻين بہ ڪيترن ڪانفرنس ۾ ويس. جن ۾ شيوا سدن، پرائمري ايڊيوڪيشن ڪانفرنس جا مسٽر پوچسنگ سڪر واري جي صدارت ۾ ڪرلوسڪر ٿيٽر ۾ گڏ ٿي، ڪوآپريٽو انسٽيٽيوٽ خاص هيون. پوني جا مختلف مقام گهميا ويا. اتي وچڻ بعد بخار ٿي پيو- ڊاڪٽر روچيرام علاج ڪيو- ٢٨- تاريخ موٽي ڳوٺ پهتس.

**٢٧- اگست ١٩٢٧ع- ڪراچي.**

ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ ۽ سڪولبورڊ جي ميٽنگن لاءِ ڪراچي ويس.

ان ۾ گهوڙاباري انڪواري بابت ٺهراءُ پيش ٿيا. راءِ بهادر شيوارام ڏيون مل مجبور ٿي شامداس اورسير کان استعيفا ڏياري.

پاڻ ٻي مهيني ۾ استعيفا ڏيڻ جو وعدو ڪيائين.

**( نوٽ )**

قاضي عبدالرحمٰن ايڊيٽر الوحيد جو لوڪلبورڊ ۾ نوڪريءَ لاءِ منتظر هو تنهن سان راءِ بهادر سمجهوتو ڪري الوحيد ۾ ايڊيٽوريل لکايو تہ راءِ بهادر کي استعيفا نہ ڏيڻ گهرجي، جو عام ماڻهن جي همدردي ساڻس هئي. ان تي هن آئنده هلي استعيفا ڏيڻ کان انڪار ڪيو. حقيقت ۾ استعيفا لاءِ گهر مسٽر هرچندراءِ پريزيڊنٽ تعلقہ لوڪلبورڊ گهوڙاباري کان هئي. جنهن خلاف انڪواري ۾ ڪيتريون ڳالهيون ظاهر ٿيون هيون. ليڪن ان ڪيس نہ مڃيو. تنهنڪري پاڻ استعيفا ڏيڻ جو واعدو ڪيو هئائين.

**٣- سپٽمبر ١٩٢٧ع- سن.**

سيٺ محمد جعفر خواجہ خط موڪليو "تہ هو پهرين سپٽمبر ١٩٢٧ع کان ڪراچيءَ مان تڪري ٿي ۾ خليفہ غلام محمد جاتي واريءَ سيٺ محمد رجب شفيعائي سان مليو.

سيٺ محمد رجب واعدو ڏنو تہ هو وڏيري محمد عثمان سومري کي سمجهائي. مخالف گروه ۾ نيندو. جي راءِ بهادر شيوارام وعدي موجب پريزيڊنٽيءَ تان استعيفا نہ ڏني تہ صلاح ڪري مٿس بي اعتباريءَ جو ٺهراءُ

آئبو. وغيره"

**٦- آڪٽومبر ١٩٢٧ع- سن.**

حاجي عبدالرحيم شاه مديني منور مان خط لکي پنهنجي حال کان واقف ڪيو ۽ اطلاح ڏنو تہ اتي بارشون جام پيون هيون. پوءِ راءِ بهادر جي استعيفا ڏيڻ جي افواه مان واقف ٿيڻ گهريائين.

**١١- آڪٽومبر ١٩٢٧ع- سن.**

شيخ عبدالمجيد سنڌي خط لکي دعوت ڏني تہ ٢۴- آڪٽومبر تي هن ڪراچيءَ ۾ بہ ڪانفرنسون هر هڪ تبليغي ڪانفرنس ۽ تنظيمي ڪانفرنس رکيون هيون. ان ۾ شريڪ ٿيان ۽ ڪيس پروگرام ٺاهڻ مدد ڪريان.

**٢۴ کان ٣٠- آڪٽومبر ١٩٢٧ع- ڪراچي.**

ڪراچيءَ ۾ شيخ صاحب جي سڏايل ڪانفرنس ۾ شرڪت لاءِ ويس.

جتي مولانا حسين احمد مدني بہ آيل هو.

ان ۾ ڪيترا ٺهراءَ پاس ٿيا ۽ شيخ صاحب مسلمانان سنڌ لاءِ هڪ تنظيمي پروگرام ڇپائي پڌرو ڪيو.

ان موقعي تي مولانا حسين احمد مدني کان هيٺين مسئلن کي سوال پڇيم:

١- روح پهرين کان خلقيل آهن يا بدن سرجڻ يا جڙڻ مهل ٺهن ٿا.

جي اڳي پيدا ٿيل آهن تہ ڪڏهين پيدا ٿيا؟ روح ماٺهو ۾ اچڻ کان اڳ هيترو وقت ڪٿي هئا؟

٢- روح اصل ۾ هڪ شي آهي يا جدا جدا آهن ؟

٣- مرڻ کان پوءِ روح زنده رهي ٿو يا نہ؟ جي ها تہ جسم سان ڪهڙو واسطو رهيس ٿو؟ قبرستان سان بہ لاڳاپو اٿس يا نہ؟ ختم ۽ خيرات مان ڪين ڪو فائدو پهچي ٿو يا نہ؟

۴- قيامت ڏينهن وري جيئري ٿيڻ وقت روح کي ساڳو قالب ملندو يا بيو؟

۵- ميدان قيامت هن زمين تي ٿيندو يا ڪنهن ٻئي هنڌ.

٦- روح خلق آهي امر؟

٧- عالم برزخ ڇا آهي، منڪر نڪير، پلصراط، ميزان، روز ميثاق، بهشت دوزخ بابت معلومات حاصل ڪرڻ گهريم
٨- جن، شيطان ۽ ملائڪن بابت سوال پڇيم.
٩- حضرت آدم ڪڏهن پيدا ٿيو. ان کان اڳي ماڻهو هئا يا نہ؟
١٠- ياجوج ماجوج ڪير آهن ۽ ڪٿي هئا؟
١١- طوفان نوح بابت احوال.
١٢- صوفين جي مسئلہ همہ اوست بابت سندس چوڻ ڇا هو.

پاڻ حتي الامڪان قديم روايتي اعتقادن کي نظر ۾ رکي عقل جي ذريعي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪيائين، ليڪن جواب تسلي بخش نہ هئا.

پوءِ هينين ڪتابن پڙهڻ جي هدايت ڪيائين.

١- الطاف قدس شاه ولي الله ٢- عوارف المعارف- شهاب الدين سهروردي ٣- ابريز شاه عبدالعزيز.

**٢٦- آڪٽوبر ١٩٢٧ع** تي سنڌ ڪوآپريٽو انسٽيٽيوٽ طرفان گانڌي گارڊن ۾ رائل اگريڪلچرل ڪميشن کي ائٽ هوم ڏنو ويو.

**١٢- نومبر کان ٢١ نومبر ١٩٢٧ع- ڪراچي.**

١٢- نومبر تي وائسراءِ هند لارڊ ولنگڊن کي سنڌ محمدن اسوسيشن طرفان فريئر هال ڪراچي ۾ ائڊريس ڏني ويئي، لوڪلبورڊ ۽ سڪولبورڊ جي ميٽنگن ۾ شرڪت ڪئي ويئيڪ

١٢- نومبر تي خواجہ حسن نظامي يا پي ڪنهن بزرگ کان، جنهن جو نالو ياد نٿو اچي

هينيان سوال پڇيا ويا:

١- حضرت آدمؑ کان اڳي ماڻهو هئا يا نہ؟
٢- روح جو سڀ کان گهٽ درجو ۽ سندس ارتقا ڪيستائين هلندو؟
٣- قيامت ۽ ان سان واسطي رکندڙ ڳالهين جو مفهوم ڇا آهي؟
٤- نظريہ تناسخ- چوراسي لک جوڻيون، ڪرمن جو ايندڙ زندگيءَ تي اثر روح جي اڳ ۾ تجربو ڪري آيو آهي تہ اڳيون ڳالهيون چوڻيون ياد اچن؟

ننڍي هوندي ۽ وڏي هوندي جي عقل ۾ مساوات ڇو نہ آهي؟ روح آواگون جي چڪر مان ڪيئن نڪرندو- بابت سوال پڇيم تسلي بخش

جواب ڪونہ مليا.

**٢٣- نومبر ١٩٢٧ع- سن.**

سيٺ محمد جعفر خواجہ خط لکيو تہ "١٥- نومبر کان جيئن ڪراچيءَ مان نڪري جنگشاهي اچي رهيو هو تہ اسٽيشن تي مسٽر هرچندراءِ زميندار وٽ بيٺو هو.

گاڏيءَ مان ڪليڪٽر جي لهڻ تي ڪيس هار پاتوئون."

وري لکي ٿو تہ "هو ڪهڙا بہ طريقا اختيار ڪن ليڪن هاڻ بچي نٿا سگهن."

سيٺ صاحب راءِ بهادر شيوارام خلاف لوڪلبورڊ ميمبرن کان ملامت تي صحيحون وٺي رهيو آهي. ڪيس اميد هئي تہ راءِ بهادر کي پريزيڊنٽي تان لاهڻ ۾ ڪامياب ٿيندو.

**١٠- ڊسمبر کان ١٥ ڊسمبر ١٩٢٧ع- ڪراچي.**

**١١- تاريخ** امير امان الله خان والي افغانستان ڪراچيءَ آيو، ولايت ڏي سير ڪرڻ لاءِ ويو ٿي.

ان کي شهرين طرفان گانڌي گارڊن ۾ وڏي دعوت ڏني ويئي. مسٽر حاتم علوي ائڊريس پڙهي- ڪراچي اسٽيشن تي لهڻ وقت وڏي ڌام ڌوم سان سندس استقبال ڪيو ويو ۽ ڏينهن رهي پوءِ بمبئي ويو.

**١٢- تاريخ** خانبهادر ولي محمد حسنعلي بنگلي تي سنڌ محمدن اسوسيشن جي ميٽنگ ٿي. جنهن ۾ هيٺيان سوال زير ويچار آيا.

١- سڌارن جي ڪميشن ( سائمن ڪميشن ) بابت سنڌ محمدن ائسوسيشن جو رويہ معلوم ڪرڻ.

٢- سرڪار طرفان ڪراچي ضلع کان جوري جو حق کسڻ واري رٿ تي غور ڪرڻ. انهن تاريخن تي لوڪلبورڊ ۽ سڪولبورڊ جون ميٽنگون ٿيون انهن ۾ مسٽر شامداس سب اورسيئر کي سسپينڊ ڪيو ويو.

**١٧- ڊسمبر ١٩٢٧ع- سن.**

مسٽر خان محمد نظامائيءَ کي پاڻ وٽ انگريزي پاڙهڻ لاءِ ٽيچر ڪري رکيم.

**٢٧- ٢٧ ڊسمبر ١٩٢٧ع- سيوهڻ.**

ميران محمد شاه سان گڏ سيوهڻ ويس جتان منڇر جي سير تي چاچا ولي محمد شاه سان گڏجي وياسون. شڪار ڪونہ لڳو.

**٣٩- تاريخ** آءٌ موتي ڳوٺ آيس. ميران محمد شاه حيدرآباد ويو رستي تي لڪيءَ ۾ ميران محمد شاه چشمن ۾ غسل ڪرڻ لاءِ لٿو، آءٌ به ساڻس هوس.

## سال ١٩٢٨ع

### ١٠- جنوري ١٩٢٨ع- سن.

سيد مقبول شاه خط لکيو ته "اوهان اسٽيشن تي بيٺا هئا. آءٌ گاڏيءَ مان لهي اوهان کي ملڻ آيس ته اوهان گاڏيءَ ۾ چڙهي ويا موندي توجهه نه ڏنو. ٻڌڻ ۾ آهي ته اوهان هاڻ انگريزيدانن يا فيشن وارن ماڻهن ڪانسواءِ سنڌي ڪاته ماڻهن ڏي توجهه ڏيڻ گهٽائي ڇڏيو آهي"

### ٣٧- ٢٩ جنوري ١٩٢٨ع- سن.

سن ۾ شاه حيدرعليه رحمت جي ساليانه ميلي تي محال مانجهندن جي تنظيمي ڪانفرنس جو ٽيو اجلاس ڪنو ٽيو. جنهن ۾ آس پاس ڪان اٽڪل چار هزارکن ماڻهو آيل هئا. ٻاهرين مان هيٺيان صاحب آيل هئا:

١- مولوي فتح محمد صاحب سيوهاڻي ٢- مولوي محمد عثمان دهلوي ٣- سيد ميان ولي محمد شاه سجاده نشين قلندر شهباز ٤- سيد ميان پير شاه جيئندل شاه، محراب پور ٥- مسٽر حاتم علوي ڪراچي ٦- سيد ميران محمد شاه حيدرآباد ٧- شيخ عبدالحق ائڊمنسٽريٽو آفيسر لوڪلبورڊ سڪولس ڪراچي ٨- سيد اسدالله شاه، ٻاجارا ٩- مخدوم معين الدين، ڪنياريون ١٠- رئيس حاجي ولي محمد خان چانڊيو ١١- رئيس حاجي ولي محمد خان چانڊيو محراب پور.

مڪاني ماڻهن مان سڀ محال مانجهندن جا مکيه ماڻهو آيل هئا. جن مان

١- رئيس فقير بخش خان ڪاڇي ٢- وڏيرو الهڏنه خان. مانجهند
٣- سيٺ تيجومل لڪي ٤- سيٺ ڏيارام مانجهند
٥- سيٺ منگهر مل ٦- سيٺ آئيداس مل خاص هئا.

مجلس جو صدر سيد ولي محمد شاه کي چونڊيو ويو.

اول ۾ ميان معين الدين استقباليه ڪميٽي طرفان خطبه پڙهيو. جنهن ۾ هن محال مانجهندن جي ايراضي ٣٧٦٨٣١- ايڪڙ ٻڌائي- جن مان سروي اڻ سروي ٻيلن، جبلن، هيٺ ويل ايراضي جا تفصيل پيش ڪيا. ريوينيو جمع بندي ٤٠٣٦٢ روپيه ظاهر ڪئي. آدمشماري ١٧٤٩٥ ماڻهو ٻڌايائين.

بوءِ ملڪ جي مختلف مسئلن تي روشني وڌي. سنڌ ... جي عسن تواين جو ذڪر ڪيو. ان کان پوءِ صدر طرفان مولوي فتح محمد صاحب سيوهاڻي خطبہ صدارت پڙهيو بعد ۾ مون گذريل سال ۾ ڪ... ڪمن جي رپورٽ پيش ڪئي. جنهن ۾ گذريل سال جي ڪيل ٺهراون لاءِ جي سرانجامي بابت ڪيل ڪوششن جو ذڪر هو.

بعد ۾ پيهرن جي ماني ڪائڻ لاءِ ميٽنگ مڪمل ٿي.

سيد ميان ولي محمد شاه قلندر شهباز جي درگاهہ جي خدمت لاءِ موٽي ڳوٺ ويو.

شام واري مجلس جي صدارت ميان پير شاه محراب پور واري ڪئي.

ان ۾ ڪيترا ٺهراءُ پاس ٿيا. جي طوالت سبب هت نٿا ڏجن.

سن ستيشن کان شهر تائين رستو ميٽلبر ٿي چڪو هو. جنهن جي شروع ۾ سن سنڌي اسڪول جي پر ۾ هڪ وڏو دروازو ٺهرايو. ويوهو (جو بعد ۾ طوفان ۾ ڪري پيو ) ان تي باب قليج نالو رکيو ويو.

شام جو ان جي افتتاح لاءِ مجلس ميران محمد شاه جي صدارت هيٺ ڪٺي ٿي.

پهرين مون مهمانن کي رستي تي ميرزا صاحب جي ادبي خدمتن ڪري نالي رکڻ. ان ۾ شريڪ ٿيڻ تي سندن شڪر گذاريءَ جو ذڪر ڪيو.

پوءِ سيد ميران محمد شاه، محمد ابراهيم رازي ۽ مسٽر گاگنداس اورسيئر کي رستي جي تعمير ۾ محنت وٺڻ ڪري انعام ڏنو.

بعد ۾ مولوي فتح محمد صاحب سيوهاڻي دروازي کولڻ جو مهورت ڪيو جنهن ڳاڙهي ربين کي ڪٽيو. ۽ سنڌي ادب ۽ ثقافت جي ترقيءَ لاءِ دعا گهري. پوءِ ڪيترا صاحب موٽر ۾ چڙهي ان شاهراه ادب تان سواري لاءِ روانا ٿيا

جن جا فوٽا ورتا ويا. اهي مسٽر حاتم علوي، ميران محمد شاه، مولوي فتح محمد صاحب سيوهاڻي ۽ شيخ عبدالحق صاحب هئا. اتي آيل سڀني حضرات کي چانهہ پياري ويئي.

شام جو محال ماتجهندن جي صحت جي ترقيءَ لاءِ هڪ پبلڪ هيلٿ ائسوسيئشن سيٺ منگهرمل جي صدارت هيٺ ڪٺي ٿي

اڳي تنظيمي ڪانفرنس مسلمانن لاءِ مخصوص هئي هن دفعي ان جو نالو بدلائي غير فرقيوار جماعت ڪيو ويو. هندن به ان ۾ حصو ورتو.

ٻي ڏينهن ٢٩- تاريخ ١١ بجي واري گاڏيءَ ۾ لاڙڪاڻه کان شيخ عبدالمجيد سنڌي مسٽر طيب علي علوي، ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽو، سيد شاهنواز شاه، سيد جمال الدين بخاري اچي مجلس ۾ شريڪ ٿيا.

ان مجلس ۾ ٻاهران آيل صاحبن جا همدردي جا خط پڙهيا ويا

١- ميرزا قليچ بيگ لکيو ته نالي رکڻ لاءِ مهرباني. اهڙي موقعي تي اچي گهڻن دوستن جي ملاقات ڪريان ها پر ڪثرنفسيءَ کان اچڻ ۾ شرم ٿو ٿئي.

٢- مير ايوب خان بارسٽر ٣- مير غلام محمد خان ٽالپر ٤- حاجي عبدالله هارون ٥- حاجي عبدالرحيم شاه سجاول واري جا نالا خاص ذڪر ڪرڻ جي لائق هئا جي اچي نه سگهيا ۽ همدرديءَ جا خط موڪليائون.

اجوڪي مجلس جي صدارت شيخ عبدالمجيد ڪئي. جنهن سندس تقرير ۾ عوام جي تنظيم جا مقصد بيان ڪيا. پوءِ ميران محمد شاه، ڊاڪٽر دائود پوٽو، مسٽر طيب علي علوي تعليم تي تقريرون ڪيون ۽ ڪي تجويزون به پيش ڪيون

پوءِ منهنجي ٺاهيل پروگرام کي وراهيو ويو جملي ١٦ ٺهراءَ پاس ٿيا.

**٢٢ فيبروري ١٩٢٨ع- سن.**

ميرزا قليچ بيگ کي جڏهين رستي جي افتتاح ۽ تنظيمي ڪانفرنس جي ڪاروائي کان واقف ڪيو ته جواب موڪليائين ته ڪاش! اتي حاضر هجان ها ته ڪيترن دوستن سان ملاقات جو موقعو ملي ها. پر حياتي آهي ته ڪنهن وقت اتان ٿي ويندس.

**١٣- مارچ ١٩٢٨ع- مطابق ٢٠ شعبان ١٣٤٦هه- سن.**

آخوند محمد سمن ولد ملان محبوب وفات ڪئي. هن مون کي قرآن شريف پڙهايو هو ۽ هي خلافت ڪانفرنس ۽ ٻين موقعن تي ڪم جي نظرداري ڪندو هو

انجمن سن جو سيڪريٽري هو. تجارت ڪندو هو.

**١٧- مارچ ١٩٢٨ع- هالا.**

سيد ميران محمد شاه کي اليڪشن بمبئي ڪائونسل ۾ مدد ڏيڻ لاءِ رئيس فقير بخش خان ڪاڇيءَ سان گڏجي هالن ۾ مخدومن وٽ رهيس.

**١٨- اپريل ١٩٢٨ع- سن.**

سيٺ محمد جعفر خواجه خط لکي ٿو ته ٢٨- ٢٩- اپريل سڪولبورڊ ڪراچيءَ جي ميٽنگن تي ايندا. ڪيترا احوال ڪرڻا آهن.

وڌيڪ اطلاع ڏي ٿو ته بلوچن ۽ سندن گرو جي وچ ۾ جو تڪرار هو. جنهن ڪري ٻنهي گروهن جا ڪيس هلندڙ هئا. تنهن جو ناهه تي ويو هو.

**٥ مئي کان ٨ مئي ١٩٢٨ع- هالا ۽ سيڪات.**

پهرين هالن ۾ ويس پوءِ اتان گڏجي مخدوم ميان غلام حيدر صاحب جي شاديءَ لاءِ سيڪات پهتاسون. شادي ميان حاجي طيب سمي جي نياڻيءَ سان ٿي. اتي ميان غلام حيدر ۽ مون آئنده لاءِ پروگرام ناهڻ تي گفتگو ڪئي.

جنهن موجب شادين غمين تان فضول خرچين کي گهٽ ڪيو ويندو.

**١٥ مئي کان ٢٤ مئي ١٩٢٨ع تائين ڪراچي.**

ڪراچيءَ ۾ ضلع لوڪلبورڊ سڪولبورڊ ۽ ٻين مختلف ڪاروبار جي سلسلے ۾ ويس.

**٣٠ مئي ١٩٢٨ع- سن.**

سيٺ محمد رجب شفيعائي خط لکيو ته "نئم ميونسپالٽي وارن ميمبرن، ديوان هرچندراءِ پريزيڊنٽ تي بي اعتباريءَ جو ٺهراءُ پاس ڪيو. جنهن ڪري هن استعيفا ڏني آهي.

نئي وارن پاڻ ملهايو هاڻ ڏسجي ته ضلع وارا ڪڏهن پاڻ ملهائي. ضلع ڪراچيءَ کي ديوان شيوارام مان آزاد ڪرائين ٿا."

**١٣جون ١٩٢٨ع- سن.**

سيد ميران محمد شاه خط لکي ٿو ته "سر غلام حسين هدايت الله بمبئي سرڪار جو ايگزيڪيوٽو ميمبر ٿي وڃڻ ڪري، سندس تڪ واري جاءِ خالي ٿيڻ واري آهي.

ان مسئلي تي غور ڪرڻ لاءِ ١٤- جون تي هيٺيان صاحب ايندا. آءٌ به ان مجلس ۾ شريڪ ٿيان.

١- محمد عالم شاه ڏاڏاهي ٢ محمد ڪامل شاه. سيد ٣- پير

محبوب شاه ۴- پير ميان الهيار شاه متياري ۵- پير بقادار شاه مٽاري.

**( نوٽ )**

اڄ ان مجلس ۾ ڪونه وڃي سگهيس.

**۳۰- جون ۱۹۲۸ع- سن.**

سيد ميران محمد شاه لکي ٿو تہ "اڄ حيدرآباد ميونسپالٽيءَ جي اليڪشن جو نتيجو ظاهر ٿيو. هو چوٿين نمبر وارڊ مان پهريون نمبر چونڊيو آهي"

"انهي تاريخ تي سنڌ جي هندوستان مسلم ٺاهہ بابت ڪي ڳالهيون الوحيد اخبار ۾ ڇپيون.

**۲۴ جون ۱۹۲۸ع- ڪراچي.**

سيد حاجي عبدالرحيم شاه سجاول واري کي حج تان موٽڻ بعد، حاجي مير محمد بلوچ سندس گارڊن واري بنگلي ۾ سولجر بازار جي نزديڪ دعوت ڏني، ان ۾ شرڪت ڪئي ويئي.

**۲ جولاءِ ۱۷ جولاءِ ۱۹۲۸ع- حيدرآباد ضلع.**

سر غلام حسين هدايت الله جي بمبئي ڪائونسل واري خالي ٿيل جاءِ تي اڄ نامينيشن پيپر ڀريا ويا. هينيان اميدوار بيٺا:

۱- شيخ عبدالمجيد سنڌي ۲- ميرزا سڪندر بيگ ۳- سيد ميران محمد شاه.

مون ميران محمد شاه کي اڳ ۾ وعدو ڏنو ته ڪري مدد ڪئي ۽ سمورو وقت سندس ڪم ۾ هوس.

**۱۷- جولائي** تي چونڊ هئي ان تاريخ تي هالن پولنگ اسٽيشن تي هوس.

ٻن ڏينهن کان پوءِ نتيجہ ظاهر ٿيا. ووٽ هينئين طرح مليا

| | | |
|---|---|---|
| سيد ميران محمد شاه | شيخ عبدالمجيد سنڌي | ميرزا سڪندر بيگ |
| ۲۴۲۹ | ۱۶۹۳ | ۱۵۱۹ |

**۳۱ جولائي ۱۹۲۸ع- ڪوٽڙي.**

ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ ڪراچيءَ جي ٽين چونڊن لاءِ نامينيشن فارم ڀريا ويا.

اڄ جهرڪن جي تڪ مان اميدوار بيٺس. سيٺ طيب علي علويءَ کي منجهند تڪ مان فارم ڀرايو ويو

جتان اڳي ئي حوالدبو هوس. پنهنجي زمين سندس ڳاتي چاڙهائي ووٽ داخل ڪرائي اميدوار بيهاريم.

**(نوٽ )**

رواجي طرح بنهي جاين تي مخالفت نہ ٿي ها پر راءِ بهادر شيوارام وارن کي معلوم هو تہ هن سال آءٌ پريزيڊنٽيءَ لاءِ اميدوار بيهڻ وارو هوس. ( تن رئيس فقير بخش خان ڪاڇيءَ کي جو قلم ۱۱۰ ماتحت سزا هيٺ اچي پڪن ضامن تي آزاد ٿيو هو ) کي آفيسرن سان ناهڻ جا دلاسا ڏيئي، طيب علي جي سامهون اميدوار بيهاريو.

ان جاءِ تان ٽن مائٹن نامينيشن پريا.

۱- حاجي محمد شاه منارين وارو ۲- رئيس فقير بخش ڪاڇي ۳- مسٽر طيب علي علوي.

قاضي عبدالرحمن طيب عليءَ جي ايجنٽ طور بنهي مخالفن جا فارم رد ڪرايا.

ليڪن ديوانن جي مدد سان رئيس فقير بخش خان جو پيپر وري بحال ٿيو. رئيس کي مون ۽ مقبول شاه سمجهايو پر باز نہ آيو. آخر ۾ مولوي فتح محمد سيوهاڻي، مون، قاضي عبدالرحمن، شيخ عبدالمجيد گڏجي سيد ميان ولي محمد شاه کي چيو، جنهن ڪيس گهرائي هٿ ڪڍايو.

مسٽر طيب علي بنا مقابلي چونڊجي ويو.

منهنجي سامهون وڏيري غلام محمد جاڪري سونڊن واري کي ديوانن جهرڪن تڪ مان ڪڙو ڪيو هو جو مخالفت ۾ آخر تائين بيٺو رهيو. ليڪن ڪوٽڙي وارن ملڪن، بولا خان واري پيرن، ٺڪڙ وارن سيدن، ميرزا قربان علي تپيدار مانجهو جي مدد ڪري آءٌ ڪثرت راءِ سان ۱۱- سيپٽمبر ۱۹۲۸ع تي ميمبر چونڊجي ويس.

**۴- اگست ۱۹۲۸ع- سن.**

ميران محمد شاه پوني مان خط لکي اطلاع ڏنو تہ "اسان سنڌي مسلمانن يڪ مشت ٿي بمبئي سرڪار سان ساٿ ڏئي سائمن ڪميشن سان تعاون جو ٺهراءُ بمبئي ڪائونسل ۾ پاس ڪرائي. اجو منهن ڪيو"

" هڪ ڪميٽي صوبي طرفان سائمن ڪميشن سان گڏجي ڪم ڪرڻ لاءِ تيار ٿي آهي. ان تي سنڌ مان ڪيس ۽ سر شاهنوا پٽي کي چونڊيو هئائون"

**٢٦- اگسٽ کان ٢٨- اگسٽ ١٩٢٨ع ڪراچي.**

لوڪلبورڊ جي سنندنگ ڪميٽي ۽ سڪولبورڊ جي ميٽنگن لاءِ ڪراچي ويس

**٢٨- تاريخ** واري سٽنڊنگ ڪاميٽيءَ ۾ قاضي عبدالرحمن کي چيف آفيسر لوڪلبورڊ ڪراچي چوندڻ جي بورڊ کي سفارش ڪئي ويئي.

**(نوٽ)**

قاضيءَ جي راءِ بهار کي استعيفا ڏيڻ کان بچائڻ لاءِ الوحيد ۾ مضمون لکڻ تي مير ايوب خان ۽ سيٺ محمد جعفر خواجہ برخلاف هئا. ليڪن مولوي فتح محمد سيوهاڻي ۽ شيخ صاحب جي چوڻ تي مون ۽ مقبول شاه ٻين کي منت ڪري مخالفت بند ڪرائي. انهي موقعي تي مولوي فتح محمد سيوهاڻي جي جاءِ تي، حاجي عبدالرحيم شاه. شيخ عبدالمجيد. شاهنواز شاه. طيب علي، قاضي عبدالرحمن وغيره گڏ ٿيا. جتي فيصلو ٿيو تہ مون کي ضلع لوڪلبورڊ جي پريزيڊنٽيءَ لاءِ اميدوار بيهاريو ويندو ۽ شاهنواز شاه اميدواريءَ تان هٿ ڪنيو. هن کي لوڪلبورڊ سڪولبورڊ جي چيرمنيءَ لاءِ مدد ڪبي.

**١١- سپٽمبر ١٩٢٨ع- ڪوٽڙي.**

جهرڪن تڪ جي چونڊ تي. جنهن ۾ غلام محمد خان جاڪرو ۽ آءٌ اميدوار بيٺا هئاسون، آءٌ ڪامياب ٿيس.

**١٥- سپٽمبر ١٩٢٨ع- سن.**

سيد حاجي عبدالرحيم شاه خط لکيو تہ "اوهان جا خط ۽ تار پهتا. اوهان جي جهرڪن واري تڪ تان هيڏي مخالفت جي باوجود ڪاميابيءَ تان ساهہ قربان ڪجي. ملهہ بہ ملهن جهڙي ڪني اٿو. مخالف ڏر وس ۾ ڪين گهٽايو. هاڻ ويچارن جو ساهہ لکيءَ ۾ هوندو"

**(نوٽ)**

حاجي عبدالرحيم شاه جو اڳي دفعي ديوانن جو طرف هو. هن وقت منهنجي مسلسل محنت ۽ همت کان متاثر ٿي ڪليو منهنجي طرف ٿي بيٺو هو.

**٢٩- سپٽمبر ١٩٢٨ع- سن.**

سيد حاجي عبدالرحيم شاه وري خط لکي ٿو تہ "سيد شاهنواز شاه ٿيل سمجهوتي کان ڦري ويل آهي. هن مون کي خط لکيو آهي تہ آءٌ

پريزيڊنٽيءَ لاءِ اميدوار بيهان "مون ڪيس لکيو آهي ته آءٌ غلام مرتضيٰ شاهه کي مدد ڪندس"

**۴- آڪٽومبر ۱۹۳۸ع- سن.**

سيٺ محمد رجب شفيعائي خط ۾ لکي ٿو ته "هن طرف جا سڀئي دوست اوهان جي پريزيڊنٽيءَ جي فائدي ۾ آهن. ان ڳالهه تان شاهنواز شاهه نهايت غصي ۾ آهي. وغيره"

**۱۷ کان ۳۵- آڪٽومبر ۱۹۳۸ع- شاهه بندر ڊويزن ۽ ڪراچي.**

سيد محمد ڪامل شاهه سعيد پورو وارو، حاجي عبدالحڪيم شاهه ٽکڙ وارو، حاجي محمد شاهه ۽ موليڏنو شاهه مٽارين وارا ۽ حاجي عبدالرحيم شاهه سجاول واري سان گڏجي، ڪراچي ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ جي پريزيڊنٽيءَ جي مدد لاءِ چريٽاٿين ۾ خانبهادر خير بخش خان لغاريءَ وٽ ويس. جو ڏيهه تي هو. جتي ڪيس ملي انجام وٺي پوءِ سجاول ۾ اچي رات رهياسون. صبوح جو خانصاحب خير محمد خان چانڊيي کي ملي شام جو جاتيءَ ۾ ملڪ فريد خان وٽ آياسون. جنهن هيڏي ميڙ کي ڏسي چيو ته "مون ڪهڙو ڏوهه ڪيو آهي جو هيڏيون بلائون اچي مونتي نازل ٿيا آهيو؟"

ان کي حال ٻڌائي وعدو وٺي موٽي سجاول آياسون.

سيد محمد ڪامل شاهه ارباب حاجي خميسي کي سندس فرزند محمد سليمان جي ووٽ ۽ پير پلڻ شاهه کي مدد لاءِ چوڻ جو ذمون ڪٺي موٽي ڳوٺ ويو.

آءٌ نٽي. ساڪري کان ٿيندو ۲۰- تاريخ ڌاري ڪراچي پهتس. جتي ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ جي سماهي ميٽنگ هئي. جنهن ۾ قاضي عبدالرحمٰن کي چيف آفيسر مقرر ڪيو ويو.

**۲۵- تاريخ** راءِ بهادر شيوارام کيس چارج ڏياري.

**۲۵- آڪٽومبر ۱۹۳۸ع- سن.**

سيد حاجي عبدالرحيم شاهه سجاول مان خط لکي ٿو " انشاءالله فتح پنهنجي آهي. پنهنجي موٽي اچڻ کان پوءِ، ملڪ فريد خان ڳوٺان دلجاءِ جهڙو خط لکي موڪليو آهي. شاهنواز شاهه جا پائر صاحبان شاهه ۽ ملڪان شاهه گهٽا موٽر ڊوڙائي رهيا آهن. پر فضول. سيد محبوب شاهه سکر واري سنڌ سادات ڪانفرنس جي صدارت ڪرڻ لاءِ تار ڪئي آهي پر مون عذر واريو آهي"

۲۸ آڪٽومبر ۱۹۲۸ع- سن.

... حاجي عبدالرحيم شاه وري لکي ٿو ته "اوهان جي خط جا جواب موڪليا اٿم. قاضي عبدالرحمن لاءِ اجان به گمان ڪيو پيو وڃي ته هو شاهنواز شاه لاءِ ڪوشش ڪندو.

اوهان ڪيس پنهنجي هٿن سان چيف آفيسر بنائي اهو آزار پاڻ لاءِ پيدا ڪيو آهي.

جي اوهان مدد نه ڪريوس ها ته چيف آفيسر نه ٿئي ها.

راءِ بهادر هوتچند چاندومل ڊيپوٽي ڪليڪٽر ۽ مير ايوب خان سخت مخالف هئس.

قاضي چيف آفيسر جو شايد ميمبرن تي ڪجهه اثر پوي. آءُ ۲۹- تاريخ ڪراچي ايندس وڌيڪ حال احوال روبرو ڪبا"

۲۹- آڪٽومبر ۱۹۲۸ع- ڪراچي.

۲۹- سڪولبورڊ جي ميٽنگ هئي. ۳۱- آڪٽومبر تي سنڌ محمدن اسوسيئيشن طرفان بمبئي جي گورنر کي فريئر هال ۾ ائڊريس ڏني ويئي.

۳- نومبر ۱۹۲۸ع تي ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ ڪراچي طرفان سر ليسلي ولسن بمبئي جي گورنر کي الوداعي ائڊريس فريئر هال ۾ ڏني ويئي.

۱۳- نومبر ۱۹۲۸ع- ڪراچي.

سائمن ڪميشن کي ڪراچي ڪلب ۾ سنڌ جي مسلمان بمبئي ڪائونسل ۽ مرڪزي اسيمبلين جي ميمبرن طرفان، ڪراچي ڪلب ۾ ائٽ هوم ڏنو ويو. آءٌ ان ۾ ڪونه ويس.

۱۴- نومبر ۱۹۲۸ع- ٺٽو

هڪ ڏينهن اڳ ڪراچيءَ مان نڪري صبوح جو ٺٽي آيس. لطف علي خان انسپيڪٽر پوليس ( مانجهندن واري ) سيٺ محمد رجب شفيعائي. محمد عثمان سومري کي ملي. حاجي عمر خان. منذير ڳاڙهي ۽ حاجي محمد اسماعيل ميمڻ ڪيٽي بندر ميمبرن لوڪلبورڊ جي چونڊ جي تاريخ گهرائڻ جو انتظام ڪري، ڳوٺ سن موٽي آيس.

۱۷- نومبر ۱۹۲۸ع- بدين.

اڄ سر غلام حسين هدايت الله بمبئي سرڪار جي انجنيري کاتي جي ميمبر لاڙ جي زميندارن جي ڪانفرنس سندن شڪايتن ٻڌڻ لاءِ بدين ۾

ڪهر تي. اُتي لوڪلبورڊ پريزيڊنٽيءَ اليڪشن جي سلسلي ۾ اتي ويس جو هڪ جاءِ تي ڪيترن ئي ماڻهن سان ملي سگهڻ وارو هوس. شام جو موٽي آيس.

**١٨- نومبر ١٩٢٨ع- سن.**

مولوي فتح محمد سيوهاڻي خط لکيو تہ "حاجي عبدالرحيم شاه ڪالهہ ڪراچيءَ آيو.

اڄ مون وٽ صبوح جو آيا ڏيڍ ٻجي تائين هئا. قاضي عبدالرحمن، مولانا محمد صادق، شيخ عبدالمجيد سڀ اتفاقاً گڏ ٿي ويا. جڻ ڪوٽڙي جنڪشن هئي. حاجي عبدالرحيم شاه تسلي بخش ڳالهيون ڪيون. قاضي عبدالرحمن هاڻ سچو ڏسڻ ۾ آيو. شاه صاحب کي چيائين تہ غلام مرتضيٰ شاه جڻ تہ پريزيڊنٽ چونڊيو پيو آهي.

مون جابون گهڻيون هٿن ڪيون آهن جني ميمبرن کي اڳوات ڪٺي ڪرڻ جو انتظام ڪندا"

**٢٠- نومبر کان ٢٨- نومبر ١٩٢٨ع- شاه بندر ڊويزن- ڪراچي.**

سن کان نڪتي آيس. اتان سڃاول مان ٿي پوءِ خانصاحب خير محمد خان کي لاڏين مان ڪٺي جاتي ۾ خليفي حاجي غلام محمد ۽ خليفہ حاجي ماڪرپيہ، ملڪ فريد خان ۽ سندس ڀاءُ ملڪ عبدالله خان کي ساڻ ڪري ٢٣- تاريخ ڪراچي پهتاسون.

لغاري ميمبرن ۽ ملڪ مزار خان کي مسٽر هر چندراءِ اڳيئي ڪٺي ڪراچي پهچي ويو هو. ميمبرن کي ڪچهري روڊ تي، خانبهادر ولي محمد حسنعلي جي جاين ۾ رهايو ويو.

اسان وٽ تڪيل ميمبرن هيٺيان هئا:

١- سيد مقبول شاه ٢- امام بخش خان ڳاهو ٣- وڏيرو محمد عثمان سومرو ٤- رئيس حاجي عمر خان منذير ٥- خليفہ ماڪر پيو ٦- خانصاحب خير محمد خان ٧- سيد شاهنواز شاه ٨- رئيس ميران علي خان ٩- يار محمد خان جوکيو.

راءِ بهادر شيوارام وٽ- رئيس گل محمد خان لغاري، مولوي خان لغاري، ملڪ مزار خان، مصري خان جاکرو، رئيس فقير بخش خان بہ وٽن سندن مدد لاءِ تڪيل هو. ٢٦- نومبر ١٩٢٨ع ١١- بجہ صبوح جو لارين ۾ ميمبرن کي چاڙهي ڪليڪٽر جي ڪچهري هال ۾ آياسون. جني لوڪلبورڊ

جون ميٽنگون ٿينديون هيون.

ٿيٽي ڊپيوٽي ڪليڪٽر رستي تي ٿي بيٺا ته ميمبرن کي راءِ بهادر لاءِ چون. ليڪن ميمبر ٿهي آيا هئا. هلندي چوڻ جو مٿن اثر ڪونه پيو.

ديوانن طرفان وقتي چيرمين لاءِ مسٽر سيمنگٽن اسسٽنٽ ڪليڪٽر ٺٽي جو نالو ڏنو ويو. انهيءَ خيال سان ته زميندار ميمبر شايد اڇي چمڙي خلاف ووٽ نه ڪن.

اسان جي طرفان مسٽر طيب علي علويءَ جو نالو پيش ٿيو. ان تي ۱۹ مسٽر علوي کي ۽ ۱۳- سيمنگٽن کي مليا. علوي چيرمين ٿي ڪم هلايو.

پوءِ پريزيڊنٽيءَ لاءِ ٻه نالا پيش ٿيا. هڪ منهنجو ٻيو راءِ بهادر شيوارام، ڏيون مل جو. سا ڳيا ووٽ مونکي مليا ۽ آءٌ چونڊجي ويس. ان وقت آءٌ ۲۴ ورهين جو هوس.

ان چونڊ ۾ سنڌ جي جن مکيه ماڻهن منهنجي مدد ڪئي سي هيٺيان هئا.

۱- حاجي عبدالله هارون ۲- شيخ عبدالمجيد سنڌي ۳- بابا مير محمد بلوچ ۴- ميران محمد شاه ۵- مولوي فتح محمد سيوهاڻي ۽ ٻيا.

ان اليڪشن ۾ ڪيترا سرڪاري آفيسر راءِ بهادر جي طرف هئا. خاص ڪري ميرزا منوچهر بيگ. ليڪن مسٽر ڊسلوا ڪراچيءَ ڪليڪٽر جي پرسنل اسسٽنٽ منهنجي مدد ڪئي. جو هن ڪن ڳالهين تان راءِ بهادر جي مخالف هو.

ان جي ڪري مونکي راءِ صاحب ميٺارام اجيت سنگهه، راءِ صاحب نارائڻدس ٽيڪچند، مسٽر گبول الهه بخش جا ووٽ مليا.

ووٽن جي پول وٺڻ تي ميمبرن جي هيٺين طرح ووٽنگ ٿي.

| منهن جي فائدي ۾ | راءِ بهادر شيوارام جي فائدي ۾ | |
|---|---|---|
| ۱- سيد حاجي عبدالرحيم شاه | ۱-راءِ بهادر شيوارام ڏيون مل ٽاڻيل | |
| ۲- خانصاحب خير محمد خان چانڊيو | ۲- خانبهادر آزاد شير ماما | = |
| ۳- ملڪ فريد خان منڪائي | ۳- سٽي ڊيپوٽي ڪليڪٽر | = |
| ۴- ملڪ عبدالله خان ملڪائي | ۴- مسٽر سيمنگٽن اسسٽنٽ ڪليڪٽر ٺٽو | = |
| ۵- خليفه ماڪر پيو جاتي | ۵- ميرزا منوچهر بيگ = = ڪوٽڙي | = |
| ٦- ارباب محمد سليمان ميمڻ دڙو | ٦- ڊيپوٽي ڪليڪٽر شاه بندر | = |
| ۷- راءِ صاحب ميٺارام اجيت سنگهه | ۷- راءِ بهادر وشنداس نهالچند | چونڊ |

| | | |
|---|---|---|
| ٨- سيد شاهنواز شاهه | ٨- مسٽر هرچند راءِ ٺهلرام | = |
| ٩- وڏيرو محمد عثمان سومرو | ٩- رئيس مصري خان جاکرو | = |
| ١٠- رئيس امام بخش خان ڳاهو | ١٠- ملڪ مزار خان | = |
| ١١-حاجي عمر خان منذير ڳاڙهو | ١١- مولوي محمد خان لغاري | = |
| ١٢- حاجي محمد اسماعيل ميمڻ ڪيٽي بندر | ١٢- رئيس گل محمد خان لغاري جونڊيل | |
| ١٣- مير علي خان ملڪاڻي | ١٣- سيٺ ريوامل جاتي | = |
| ١٤- وڏيرو يار محمد جوکيو | —— | |
| ١٥- خان صاحب الهه بخش گبول | (نوٽ) | |
| ١٦- مسٽر طيب علي علوي | جملہ ٣٢- ميمبر هئا. | |
| ١٧- سيد مقبول شاهه پيان | مون ووٽ نہ ڏنو. | |
| ١٨- راءِ صاحب ناراڻنداس | —— | |

ان چونڊ ۾ خانصاحب گبول وائيس پريزيڊنٽ چونڊيو.

### ٢٨- نومبر ١٩٢٨ع- ڪراچي.

ميرزا قليچ بيگ صاحب خط موڪليو تہ ”مونکي پڌڻ ۾ آيو آهي تہ هن دفعي اوهان ڪراچي ضلع لوڪلبورڊ جا پريزيڊنٽ چونڊيا آهيو. اها خبر پڌي خوشي ٿي، مبارڪباد ڏيان ٿو. اميد تہ اوهان اهڙي طرح ڪم ڪندا جو هندو توڙي مسلمان اوهان مان راضي رهندا“.

### ٣٠- نومبر ١٩٢٨ع - سن.

ڪراچيءَ ڪان سن آيس. ڳوٺ وارن نهايت خوشيءَ جو اظهار ڪيو، بازار سينگاريائون، ڳوٺ کان ٻاهر اچي مرحبا ڪري هار پاتائون.

### ٣٠- نومبر ١٩٢٨ع - سن.

مولوي فتح محمد صاحب خط لکيو تہ ” اوهان خير سان رات ڳوٺ روانا ٿي ويا. مون ميز تي چاٻي جاءِ جي نہ ڏٺي. سمجهيم تہ اوهان ڪراچي ۾ هئا. پوءِ ڪم سان ڊاڪٽر اي سعيد وٽ ويس. ان مون کان پڇيو تہ واقعي سيد لائق آهي، جو هن عمر ۾ پريزيڊنٽ چونڊيو آهي يا مسلمانن زور ڪري ڪيس هندوءَ جي مقابلي ۾ ڪٿي چونڊيو آهي.

مون اوهان جي تعريف ۾ جو ڪجهہ چيو، ان جو ذڪر ڪرڻ ضروري نہ آهي. ليڪن منهنجي احوال ٻڌڻ ڪانپوءِ يڪدم موٽر ۾ چڙهي اوهان کي ملڻ آيو پر اوهان ڪونہ هئا.

اوهان هندو اخبارن جي نڪتہ چينيءَ تي ڌيان نہ ڏيندا. اميد تہ اوهان پنهنجي متانت ۽ تدبر سان مخالفن کي ثابت ڪري ڏيکاريندئو تہ اوهان لائق هئو ۽ آهيو.

ٻيو منهنجو عرض تہ اهڙي رمز ونجو جو قاضي ڪبول وغيره بہ راضي رهن. دشمن ۽ مخالف نہ ٿي پون ۽ اوهان جي پوزيشن بہ قائم رهي. پر تنهن هوندي بہ هي منهنجي صلاح ٻڌي ڇڏيندا جو متان روبرو گفتگو لاءِ وقت نہ ملي تہ پريزيڊنٽيءَ جي اختيارات مان هڪ ذرو بہ وائيس پريزيڊنٽ کي نہ ڏجو. چاهي ڪيترو بہ اوهان تي صلاح ڪارن جو زور پوي. الوحيد کي امداد ڏيڻ لاءِ مون ڪان پڇيو هوو، سو ضرور ڏيڻ گهرجي.

تنهن ڪانسواءِ هي صلاح منهنجي ڪارگر ڄاڻجو تہ سرڪار پرست نہ ٿي وڃجو.

قومي خودداري ۽ قومي ڳالهين جي اخلاقي حمايت نہ ڇڏجو. اندروني طرح قومي ڪارڪنن کي مدد ڏيندا رهندا.

شيخ صاحب پاري ماڻهوءَ کي قومي وقتن ۾ اخلاقي مدد ڏئي ڪيس همتائيندا رهندا.

مثلا هو ڪلڪتي ڪانگريس ۾ وڃنا آهن تہ اهڙي وقت ۾ بطور ڪرايہ وغيره جي ڪجهہ روپيہ پس غائبانہ موڪلي ڏيندا تہ پهتر آهي. شيخ صاحب کي رب ٿو ڇڏي.

اوهان جهڙا گهڻائي همدرد انس، اوهان جي مدد معمولي حالت ۾ شايد قبول بہ نہ ڪري. مگر ڪانگريس يا ٻين ڪانفرنس جي موقعي تي خرچ لاءِ جي ڪرايي طور ڪجهہ رقم ڏياري موڪليندا تہ شايد انڪار نہ ڪري. ڪڏه مدرسہ کي گرانٽ بہ پنهنجي ايام پريزيڊنٽيءَ ۾ ضرور ڏيارجو.

آءٌ رات بيمزه هوس. انهي ڪري سودا پڇائيندي هي خيال ان وقت دل تي تري آيم. اوهان کي صلاح طور لکي موڪليان ٿو"

**٣٠ نومبر ١٩٢٨ع- سن**

ميرزا قليچ بيگ کي سندس خط جي جواب ۾ هڪ ڏکهو خط لکي موڪليم. جنهن ۾ پنهنجي ارادن کان کيس آگاه ڪيم (اهو خط منهنجي خطن جي نمبر ١٦٧ فائيل ۾ آهي.)

**٤- ڊسمبر ١٩٢٨ع- سن.**

مير غلام محمد ٽالپر ٽنڊي باگي مان "پريزيڊنٽ چونڊجڻ تي

مبارڪباد ڏيڻ سان گڏ تعليم جي طرف توجهه ڇڪايو. وغيره"

**٦- ڊسمبر ١٩٢٨ع- ڪراچي.**

سنڌ ڪاليجيٽ يونين طرفان مولانا محمد علي ۽ شوڪت علي ۽ کي مينارام هاسٽل ۾ لنچ ڏني ويئي. شيخ رحمت الله سيڪيٽري يونين دعوت موڪلي. ان ۾ قاضي فضل الله، ايل ايل بي شاگردن طرفان مرحبائي تقرير ڪئي.

**١٨- ڊسمبر ١٩٢٨ع- ڪراچي.**

هڪ خط بوئتي پيل قومن جي يونين جي سيڪيٽري ڏي لکيم تہ

"اڇوتن جي حالت سڌارڻ لاءِ اوهان منهنجيون خدمات حاصل ڪري سگهو ٿا".

١٨- ڪراچي ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ جي ٻهرين ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ميٽنگ جي صدارت ڪيم.

**١٩- ٢٠- ڊسمبر ١٩٢٨ع- ڪراچي.**

ڪراچي ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ جي ٻهرين سماهي ميٽنگ منهنجي صدارت ۾ ڪيلڪٽر ڪراچي جي ڪچهري هال ۾ گڏ ٿي. جنهن ۾ ڪيترائي ٺهراءَ پاس ٿيا.

**٢٣- ڊسمبر ١٩٢٨ع- ڪراچي.**

مولوي فتح محمد صاحب لکي ٿو تہ "اوهان لاءِ آئي سڪيورا جو بنگلو سٺر روپيہ مسواڙ تي هٿ ڪيو اٿم. ٻهرين جنوري کان قبضو وٺبو. حال سادو فرنيچر خريد ڪبو. بيو مسواڙ تي وٺبو. نہ ترڙائي سان رهبو نہ بي شاناٿو، ممتدل درجو رهڻ گهرجي. هرويرو پاڻ کي زخمي نہ ڪري وجهبو"

**٢٨- ڊسمبر ١٩٢٨ع- سيوهڻ.**

حاتم علوي، فدا حسن شيخا. اسماعيل جي ٽپال ۽ ٽا منڇر ۾ سير ۽ شڪار لاءِ وياسون حاجي ولي محمد شاه ذريعي. رهائش جو انتظام چاچا اسدالله شاه ڪيو. ٻيرين ۾ ٽي ڏينهن رهياسون.

**٢٨- ڊسمبر ١٩٢٨ع-** ٽي ريڊ ڪراس سوسائٽيءَ جي پريزيڊنٽ مسٽر هيڊسن ڪليڪٽر ڪراچيءَ کان منهنجي ڳوٺ سڌار هنڌن بابت خط جو اميد افزا جواب پهتو

**٢٩- ڊسمبر ١٩٢٨ع-** مطابق ٢١ شعبان ١٣٤٧هہ تي مخدوم

ظهيرالدين صاحب عرف پروچام هالن جي وفاتيءَ جو اطلاع مليو.

## سال ١٩٢٩ع

### ١- جنوري ١٩٢٩ع- سيوهڻ.

هڪ خط مختلف صاحبن کي موڪليم. ( نوٽ )

جيئن ته انهي خط جو مسودو ۽ جن ماڻهن کي موڪليو ويو هو. انهن جا نالا هن ڪتاب جي ٽئي باب ۾ ذيل آهن انڪري دباره هتي نٿو ڏجي".

### ٢- جنوري ١٩٢٩ع- سن.

حاتم علويءَ وارن سان سيوهڻ طرف جو سيرڪري ڳوٺ آيس. هو ڪراچي ويا.

اتان ٻي ڏينهن ڪراچي ويس.

### ٣- جنوري ١٩٢٩ع- ڪراچي.

مسٽر هري لعل ڊيسائي وزير لوڪل سيلف گورمينٽ بمبئيءَ کي گبول سان گڏ ڪراچي ڪلب ڊنر ڏنيم.

ڄتان موٽي ڪوٽڙي آيس. ٤- تاريخ صبوح جو تعلقه لوڪلبورڊ ڪوٽڙيءَ جي چونڊ هئي هڪ طرف مقبول شاه اميدوار هو. ٻي طرف راءِ بهادر سيٺ وٺنداس نهالچند اميدوار هو.

جو ڪيئي ٽرم پريزيڊنٽ رهي چڪو هو.

رئيس فقير بخش خان ڪاڇي راءِ بهادر جي مدد ۾ آيو هو ۽ وٽن ٽڪيل هو.

راءِ بهادر کي دلاسو ڏنو هئائين ته مقبول شاه کي هٽ ڪٽائيندو.

مقبول شاه رئيس جي پڦيءَ جو پٽ هو. راءِ بهادر انهن ڏينهن ۾ سخت بيمار هو اٿي ويهي به نٿي سگهيو. صرف پراڻي شان شوڪت لاءِ اميدوار بيٺو هو. سندس وري چاق ٿي جي اميد ڪانه هئي. تعلقه مان ١١- ميمبر مسلمان هئا مون مقبول شاه کي مدد ڪئي، رئيس حتي الامڪان مقبول شاه کي هٽ ڪٽائڻ جي ڪوشش ڪئي پرهن هٽ نه ڪنيو. مقبول شاه پريزيڊنٽ چونڊجي ويو.

شام جو ميران محمد شاه سان گڏجي حيدرآباد ۾ ميان مريد علي خان ٽاريجي جي والده جي عذرخواهي ڪيم. سيٺ نصير محمد نظاماڻي خاڪسار ۽ مسٽر حافظ ڊپيوٽي ڪليڪٽر ڪوٽڙيءَ سان مليس. ٦ تاريخ

مقبول شاه سان گڏجي پين آيس.

**۵- جنوري ۱۹۲۹ع**

سيد مهر علي شاه خط لکي موڪليو تہ "۲۰- ڊسمبر ۱۹۲۸ع تي سيد علي محمد شاه بارسٽر جي پاءُ سيد غلام علي شاه وفات ڪئي ۽ - ۳ جنوري ۱۹۲۹ع تي سيد بچل شاه وفات ڪئي ( پويون سيد حاجي عبدالرحيم شاه جي همشيرا پرٽيل هو. پهريون سندس پاڻيجو هو )

**۷- جنوري ۱۹۲۹ع- سن**

راءِ بهادر سيٺ وشنداس نهالچند وفات ڪري ويو.

**(نوٽ )**

ان وقت هرڪو چوڻ لڳو تہ مقبولشاه صبر ڪري ها تہ پريزيڊنٽ بہ ٿئي ها ۽ هن بزرگ کي بہ آخر وقت ۾ خوشي ٿئي ها." پر غيب جي ڪنهن کي خبر هئي. انسان بي صبر آهي."

**۸- جنوري ۱۹۲۹ع - ڪراچي.**

سن مان ڪراچي نئين ڪرايي واري بنگلي آئي سڪيورا واري ۾ اچي رهيس.

مولوي فتح محمد صاحب سيوهاڻي کي هميشه وانگر ماڪيءَ جو ديو دوائن لاءِ نذرانو ڏنم.

**۹- جنوري ۱۹۲۹ع**- صبوح جو آفيس جو ڪم لاٿم. شام ڪراچي ميونسپالٽيءَ جي ميٽنگ ۾ ويس. پريزيڊنٽ جي حيثيت ۾ ميونسپالٽيءَ جو ايڪس آفيشو ميمبر هوس.

**۱۰ اجنوري ۱۹۲۹ع**- منهنجي موڪليل خط جو جواب خانبهادر ولي محمد حسنعلي موڪليو جنهن ۾ لکيائين تہ اوهانجن ارادن ۽ مقاصد سان همدردي اٿم. ليڪن پروگرام وڏو آهي، ان مان صرف تعليم ڪٽو.

**۱۰- جنوري ۱۹۲۹ع**- مسٽر سڌوا جواب موڪليو تہ پروگرام پڙهي خوشي ٿي. هر طرح مدد ڏيڻ لاءِ تيار آهن. ميٽنگ گهرائي صلاح مصلحت ڪرڻ جو مشورو ڏئي ٿو.

**۱۱- ۱۲- جنوري ۱۹۲۹ع**- آفيس ۾ هر روز ويندو رهيس. دوستن حاتم علوي، مولوي فتح محمد، غلام علي چاڳلا سان مليس. مولوي مصطفيٰ خان ايڊيٽر اسلامڪ ورلڊ سان ملاقات ٿي. جمال الدين بخاريءَ کي دعوت تي گهرائي، تبادلہ خيالات ڪيا ويا

**۱۴- جنوري ۱۹۲۹ع-** فري ميسزي جي ٽيمپرنس ۽ بينيوونس لاج ۾ ويس (انيشين ٿي)
**۱۵- ۱٦- جنوري ۱۹۲۹ع- سن.**

سن ۾ شاه حيدر عليه رحمت جي ميلي جي موقعي تي هميشه وانگر ۱٦- تاريخ تنظيمي ڪانفرنس جو چوٿون اجلاس ٿيو. سيد ولي محمد شاه جي صدارت هيٺ.

ان ۾ هيٺيان ٺهراءَ مکيه پاس ڪيا ويا:

۱- محال مانجهند ۾ زوري ۽ مفت تعليم شروع ڪرڻ لاءِ سرڪار کي درخواست ڪجي ٿي پر جي حال اهو ممڪن نہ ٿي سگهي تہ هيٺين ڳوٺن ۾ سڪول کوليا وڃن.

۱- گولاڙا ۲- قبي ۳- معروفائي ۴- عاقل تنگهيائي ۵- ٽيباڻ.

۲- بمبئي سرڪار کي عرض ڪجي تہ هن محال جي آباديءَ لاءِ سکر براج يا مشين ذريع انتظام ڪيو وڃي يا هتي جي ماڻهن کي براج تي زمينون ڏنيون وڃن

۳- سنڌ جي سيني ميلن تي ادبي ۽ ثقافتي ڪانفرنس سڏائڻ لاءِ سجاده نشينن کي عرض ڪجي ٿو.

۴- هيءَ ڪانفرنس بمبئي سرڪار کي عرض ٿي ڪري تہ ڪين ڪراچي ضلعي سان ڳنڍيل رکيو وڃي. لاچار تہ دادو ضلعي سان ملايو وڃي ليڪن حيدرآباد ضلع سان نہ ملائڻ ۾ اچي.

۵- هن سال چاري جي گهٽتائيءَ ڪري سرڪار کي عرض ڪجي ٿو تہ ٻيلن مان مالن تان ڍنڍري معاف ڪئي وڃي وغيره.

رئيس فقير بخش خان، مقبول شاه، مسٽر عبدالحق شيخ، غلام حسين شاه، مخدوم عبدالڪريم محالڪاري مانجهند. ميلي تي آيا. هزارها ماڻهو آيا. ملاکڙو لڳو. عام ماڻهن لاءِ ڪاڏي جو هميشه وانگر درگاه طرفان انتظام هو ۽ خاص ماڻهن لاءِ مون ڪيو.
**۱۸- جنوري ۱۹۲۹ع- سن.**

شيخ عبدالمجيد ۽ حاجي عبدالله هارون خط لکي منهنجي ضلعي ڪراچي جي ڳوٺ سڌار پروگرام جي تائيد ڪئي.
**۱۹- جنوري ۱۹۲۹ع- حيدرآباد.**

مسٽر محمد شاه کي ضلع لوڪلبورڊ جي پريزيڊنٽ چونڊائڻ لاءِ

حيدرآباد ويس. ٻي ڏينهن بقادارشاه کي ناهي. پير غلام حيدرشاه بلڙيءَ واري وٽ ويس. شام جو شاه عنايت جي زيارت ڪيم ۽ صوفي ميان عبدالستار صاحب سان مليس. پير غلام حيدرشاه کي ونئي رات جو حيدرآباد آيس.

۲۰- **جنوري ۱۹۲۹ع**- سيد ميران محمد شاه ضلع ڪلبورڊ حيدرآباد جو پريزيڊنٽ چونڊيو. مسٽر چوهڙمل وائيس پريزيڊنٽ ٿيو.

پير بقادارشاه جي چيرمن سڪولبورڊ حيدرآباد چونڊائڻ لاءِ ڪم ڪيو ويو.

**۲۲- جنوري کان ۳۰ جنوري ۱۹۲۹ع- ڪراچي.**

۲۳- ڪراچي ۾ آفيس جو ڪم ڪيم. مولوي فتح محمد ۽ شيخ عبدالمجيد جي حاضري ڏني ويئي. رات جو مسٽر بشير احمد افغان ڪونسل وٽ ماني کاڌم.

۲۳- لوڪلبورڊ ۽ ميونسپالٽي جي ميٽنگن ۾ شرڪت ڪيم. رات جو مسٽر بشير احمد افغان ڪائونسل ۽ شاهنواز شاه کي مانيءَ تي گهرايم. شاهنواز شاه ڏاڙهي ڪوڙائي. مسٽر غلام علي چاگلا کي مليس. ٿيا سافيڪل سوسائٽي ۾ ويندو رهيس.

لوڪلبورڊ جي ميٽنگن ۾ ويندو رهيس.

۲٦- تاريخ رات جو بنگ مين مسلم ائسوسيئشن جي ميٽنگ ۾ ويجي مولوي عصمت الله ۽ مولوي عبدالحق جون تقريرون ٻڌم ۽ ان جو ميمبر ٿيس.

۲۷- شاهنواز شاه منگهي پير تي مسٽر ڊسلوا پرسنل اسسٽنٽ ڪليڪٽر ڪراچيءَ جي دعوت ڪئي. قاضي عبدالرحمن. خانصاحب گبول به هئا. مونکي به دعوت هئي. لوڪلبورڊ بنگلي ۾ ضيافت جو انتظام هو. اتي هٿن خوب کاڌو پيتو هو.

آءٌ صوفي هئڻ ڪري تنگ ٿي بهانو ڪري ٻاهر گهمڻ ويس. مانيءَ وقت آيس خانصاحب شير دل خان ڪونٽري وارو. منگهي پير تي مليو.

**۷- فيبروري کان ۷ مارچ ۱۹۲۹ع- ڪراچي.**

سارو رمضان جو مهينو ڪراچيءَ ۾ هوس. سڀئي روزا رکيم. نمازون پڙهيم، ٻي عبادت ڪيم. ڪتاب پڙهندو رهيس. غور ۽ فڪر طرف زياده توجهه ڏنم. لوڪلبورڊ جي ميٽنگن ۾ ويندو رهيس. ميونسپالٽيءَ جون

ميٽنگون ٻه اڪثر اٽينڊ ڪندو رهيس.

**۹ فيبروري ۱۹۳۹ع-**

آئي سڪيورا بنگلي تي منهنجي سڏايل قومي ڪارڪنن جي ميٽنگ ڪئي تي. جنهن ۾ اٽڪل ۳۵- مکيہ ڪارڪنن شرڪت ڪئي. ان جي غور ڪرڻ لاءِ هيٺين ايجنڊا رکي ويئي:

(۱) بي علميءَ کي دور ڪرڻ لاءِ ننڍين خواه وڏن جي تعليم لاءِ انتظام.

(۲) ديسي ۽ مڪاني هنرن کي زور وٺائڻ لاءِ تجويزون سوچڻ.

(۳) ٻيروني ملڪن ۾ ٿيندڙ ترقي جي احوال کان عوام کي واقف ڪرڻ لاءِ رٿون رٿڻ.

(۴) ڳوٺائن جي معيار زندگي بلند ڪرڻ لاءِ تجويزون رٿڻ.

(۵) عام مان پراڻا ۽ فرسوده خيال دور ڪرڻ لاءِ پرچار.

(۶) فضول خرچ رسمن رواجن جي اصلاح آڻڻ.

(۷) ڳوٺائن جي پيدوار جي نيڪال ۽ سندس ضروريات زندگي، سستي اگهن تي مهيا ڪرڻ جو انتظام ڪرڻ.

(۸) ڳوٺن ۾ لڳندڙ ميلن کي سڌاري، انهن کي واپار، تنظيم عوام، عام معلومات ميسر ڪرڻ ۽ تفريح جا مرڪز بنائڻ لاءِ رٿون رٿڻ.

(۹) سنڌي ادب کي زور وٺائڻ لاءِ ڪوشش.

(۱۰) ڳوٺن جي صحت، صفائيءَ جي لحاظ سان نئي سر تعمير ڪرڻ.

(۱۱) بالغن جي تعليم لاءِ شبينہ سڪول کولائڻ.

(۱۲) ڇوڪرين جي تعليم لاءِ خاطر خواه انتظام ڪرائڻ.

(۱۳) ڳوٺن ۾ زالن لاءِ گهرن جي صفائي، ٻارن جي پرورش، ويم جي سهوليتن، سٽي ڪاڌي ناهڻ، ڪپڙا سبڻ، رواجي زنانہ بيمارين لاءِ تربيت ۽ معلومات ميسر ڪرڻ جو انتظام ڪرڻ.

(۱۴) هارين جون جماعتون تيار ڪري انهن جي حقن جي حفاظت ۽ ترقي لاءِ ڪوشش ڪرڻ.

(۱۵) مالدارن جون جماعتون قائم ڪرڻ، انهن جي حقن جي حفاظت ۽ ترقيءَ لاءِ ڪوشش ڪرڻ.

(۱۶)ميربحرن= = = = = = = = = = = = = = = = =

=

(١٧)سماجي براين جهڙوڪ نندين جي شادين بند ڪرائڻ، فضول خرچ رسمن ۽ رواجن کي بند ڪرائڻ لاءِ سماجي ادرا ناهي انهن ذريع پرچار ڪرڻ.

(١٨) ڳوٺن ۾ رستن، اسڪولن، مسافرخانن، کوهن، اسپتالن ۽ تفريح گاهن لاءِ انتظام ڪرڻ.

(١٩) ڪوآپريٽو تحريڪ ذريعي ڳوٺائن جي مالي حالت درست ڪرڻ.

(٢٠) نشيدار شين جي بندش لاءِ طريقه سوچڻ.

(٢١) تعليم کي زوريءَ ۽ مفت ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪرڻ.

(٢٣) ڳوٺن جي صحت ۽ صفائيءَ لاءِ انتظام ڪرڻ.

(٢٣) سوديشي شين جي وڌ پوکائڻ ۽ پوکيل وڻنجي حفاظت ڪرڻ.

(٢۴) سوديشي شين جي استعمال لاءِ چاه پيدا ڪرڻ.

(٢٥) بيروزگاري دور ڪرڻ لاءِ آفيسون کولي معلومات حاصل ڪري انهن جي گهٽائڻ لاءِ حتي الامڪان ڪوشش ڪرڻ.

(٢٦) ڳوٺ سڌار جماعت ناهي، انهيءَ ذريعي مٿين رکيل پروگرام کي پايه تڪميل تي پهچائڻ لاءِ ڪوشش ڪرڻ.

انهيءَ ميٽنگ جي صدارت مسٽر جمشيد ميهتا ڪئي.

اتي مختلف آيل صاحبن پنهنجي خيالات جي اظهار ذريع ظاهر ڪيو ته پروگرام تمام وڏو آهي. انهيءَ جي سرانجاميءَ لاءِ هڪ ماهرن جي پلئننگ ڪميٽيءَ جي تقرر جي ضرورت هئي.

جي هر مسئله جي گهرائين ۾ وڃي غور ڪرڻ بعد ڪو منصوبه تيار ڪن. پر ان ۾ سرڪار جي مدد جي سخت ضرورت هئي. جنهن جو روبو غير همدردانه هو. ازانسواءِ ان لاءِ پيسن جي ضرورت هئي. جنهن جي پورائي پنهنجي حڪومت کان سواءِ ٿيڻ مشڪل هئي بهرحال اهو بهتر ٿيندو ته عوام جو توجهه انهن ڳالهين ڏي ڇڪائڻ لاءِ ڪراچي ضلع واسطي رورل رفارم ائسوسيشن ناهي وڃي. جنهن جي مقصدن ۾ مٿيون ڳالهيون درج هجن. اها جماعت غير سياسي ۽ غير مذهبي هئڻ گهرجي.

انهيءَ جماعت جي ناهڻ ۽ ان جي دستورالعمل ۽ پروگرام بنائڻ لاءِ

هيٺين ڪميٽي جوڙي ويئي:
١- مسٽر جمشيد نسروانجي ميهتا چيرمين ٢- مسٽر سڌوا ميمبر
٣- مسٽر حاتم علوي ميمبر ۴- راءِ بهادر هوتچند چاندومل ميمبر
۵- مسٽر اين ڊي ملڪ ميمبر ٦- قاضي عبدالرحمٰن ميمبر
٧- سيد شاهنواز شاه ميمبر ٨- سيد جمال الدين بخاري ميمبر
٩- مسٽر جي. ايم. سيد ميمبر سيڪريٽري.

٢٦- فيبروري مطابق ١۵- رمضان ١٣۴٧هه تي صبوح آئي سڪيورا بنگلي جي اتر واري روم ۾ (جو بنگلو پوءِ رام ڪرشن مٺ وارن خريد ڪيو هو ) ستو پيو هوس.

۴ بجي صبوح جو روزو رکي ڪتاب پڙهڻ وينس. ٻاهر چانڊوڪي رات ۾ دلچسپ نظارو پسند آيو. وضو ڪري نماز پڙهي سبحان الله جي تسبيح پڙهڻ وينس حافظ جو هيٺيون بيت دل تي تري آيو

" رونق عهدشباب است دگر بستان را
مي دهد مژده گل بلبل خوش الحان را"

اکين مان زار زار پاڻي وهڻ لڳو. چند سوال دل تي تري آيا. انهن تي غور ڪرڻ ۾ مستغرق ٿيس.

١- الله ۽ ان جي پاڪيزگي ڇا آهي؟
٢- انسان ۽ الله جي وچ ۾ لاڳاپو ڪهڙو آهي؟

انهي خيال ۾ تسبيح پڙهندي محويت طاري ٿي ويئي. ڇا ٿو ڏسان ته سمنڊ جي وچ ۾ آهيان. پاڻ کي ان جو قطرو سمجهي رهيو آهيان، عجيب عالم هو.

صبوح صادق جي چانڊوڪيءَ ۾ لهريون جستجو واري مضطرب دل کي سڪون ڏيڻ لاءِ هندوري جو ڪم ڏيئي رهيون هيون. حسن ۽ جمال پنهنجي ڪمال تي هو. سگهوئي حالت بدلي. مان آفتاب عالم تاب جهلڪ ڏيکاري ۽ جمال مان بدلجي جلال جو نظارو نظر ۾ اچڻ لڳو. ساري سمنڊ ۾ سڪون عيوض بي قراري پيدا ٿي ويئي. ان جا قطرا هڪ ٻين کان جدا ٿيڻ لڳا. ڪن ٻاڦ بنجي ڪڪرن جي صورت اختيار ڪئي، ڪن وير ۾ ٻاهر زمين تي اچي ننڍن تلاين جي شڪل ورتي.

ڪڪرن هوا جي زور تي مختلف جڳهين تي وڃي ڪيئي ملڪ سيراب ڪيا. انهن مان ڪن پهاڙن جي چوٽين کي چانديءَ جا ڪلس پهرايا.

ڪئا منجهہ قرار هئا هيڪاندا سنگ ۾
ڳاهي ڳاهہ فراق جي ڪيا ڏارون ڏار
نجاڻان بيهار ٿيندو ميلو سڄڻين (شاهہ)

اهي قطرا هر وڻ جي رڳن، ٻين، گلن ۽ ميون ۾ سمايل نظر آيم. اهيئي هر جانور جي خوف ۾ ڦرندڙ ڏٺم. اهي گل ۽ بلبل ٻنهي جي زندگيءَ جو سهارو ڏسڻ ۾ آيم. اهيئي عمدا تالاب جي رونق هئا. اهيئي ٻين آلائشن گڏجڻ ۽ وهڪري وڃائڻ ڪري بدبودار نلائن جي صورت اختيار ڪري ويل هئا.

انهيءَ محويت جي عالم ۾ زندگيءَ جي جهلڪ جا ڪيئي نظارا ڏٺم. جنهن مان مٿي ذڪر ڪيل سوالن جي ڪنجي ملي ويم. معلوم ٿيم ته ڪيئن ان بحرني پايان جا قطرا مختلف صورتن ۽ مرحلن مان گذري ٿوري گهٽي ڏينهن وريو اچيو پنهنجي وطن ۾ پهتا ٿي.

ميم جي معنيٰ ملي ويئي هئي. ڪل ۽ جز، وصال ۽ فراق، لطيف ۽ ڪثيف، پاڪ پليت جو پرو پوڻ لڳو. جهولڻ لڳس.

۽ وقت بوقت اچاري رهيو هوس.

"معنيٰ ميم جي ملي ويئي. من تان مٽجي ويو مونجهارو" ( محمد فقير کنياڻ )

**٢٧- فيبروري ١٩٢٩ع**- فري ميسنري لاج ٽيمپرنس ۽ بينوولسن ۾ ميمبر ٿيڻ لاءِ مون کي داخل ڪيو ويو.

**١- مارچ ١٩٢٩ع**- آئي سڪيورا وارو بنگلہ مٿائي منگهي پير روڊ تي چئن سيمنٽ وارن بنگلن مان پهرين نمبر ۾ اچي رهڻ لڳس.

مولوي فتح محمد، حاتم علوي، ٿياسافيڪل سوسائٽي اڪثري منهنجي وڃڻ جو مرڪز بنجي پيا.

**٨- مارچ کان ١٩ مارچ ١٩٢٩ع**- سن ۾ رهيس.

**٢٠ مارچ ١٩٢٩ع- ڪراچي.**

ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ جي سٽينڊنگ ڪاميٽي، جنرل باڊي ۽ ٻين مختلف ڪميٽين ۽ آفيس جي ڪم ۾ مشغول رهيس

**٢٨- مارچ** ميران محمد شاه حيدرآباد مان خط لکي ٿو تہ "هو ٻي ڏينهن ڪراچي ايندو جتان سائمن ڪميشن جي سلسلہ ۾ دهلي وڃي پوءِ

مهابليشور ۾ رهي رپورٽ لکندا.

**۱۵- اپريل** ڏاري موٽي حيدرآباد ايندو.

بمبئي ڪائونسل جي چونڊن جي نئين سر تياري ڪندو. ڪيس شيخ عبدالمجيد جي بيهڻ جو خطرو هو. قاضي عبدالقيوم ڪيس واعدو ڏنو هو ته هو شيخ صاحب کي حيدرآباد مان بيهڻ واسطي نه همٿائيندو. وري لکي ٿو ته بابا مير محمد بلوچ کان پڇندا ته واقعي آءٌ ڪائونسل ۾ نيڪ ڪم ڪري رهيو آهيان يا نه. وغيره"

**۱- اپريل ۱۹۳۰ع- سن.**

سيد ميران محمد شاهه دهليءَ مان لکي ٿو ته "نئي دهلي ۾ رهيل آهي. اتي آل پارٽيز ڪانفرنس ۾ ويندو اهي. مرڪزي اسيمبليءَ جو اجلاس به ڏسندو رهي ٿو. باقي وقت بمبئي پراونسل ڪميٽي سائمن ڪميشن جي ڪم ۾ گذريس ٿو. البت شام جو دهلي جي سوشل زندگيءَ جو لطف وٺي ٿو. ٻي ڏينهن بمبئي روانو ٿيندو.

**۱۵- تاريخ** موٽي سنڌ ۾ ايندو"

**٦- اپريل ۱۹۲۹ع- ڪراچي.**

سن کان ڪراچي آيس. جتي ٽي ڏينهن رهي ۱۰- اپريل کان ۲۹- اپريل تائين ڪراچي ضلع جي گشت ۾ رهيس. روزانه ڊائري هيٺ ڏجي ٿي.

**۱۰- اپريل ۱۹۲۹ع- لانڍي.**

صبوح جو گشت ۾ نڪرڻ جي عيوض شام ۲ بجي حاتم علوي. ڊسٽرڪٽ اوورسيئر ۽ ٻي لوڪلبورڊ عملي سان ضلع جي گشت لاءِ روانو ٿيس. موٽر جي سواري هئي جو شيروليٽ ۴- سلينڊر نئون مسٽر نارائنداس موٽر ڊيلر کان قسطن تي ورتو هوم. ڪراچيءَ کان ابراهيم حيدري پهتاسون. رستو وارياسو هو. رستي تي هڪ پرائو کوهه ۽ ڪچيون کوهيون ڏٺيون ويون، جي مال کي پاڻي پيارڻ لاءِ کٽب ايندڙ هئا.

ابراهيم حيدري ڪراچيءَ کان ۹ ميل پري، سمنڊ جي ڪناري تي مڇي ماريندڙن جو ڳوٺ آهي ۽ ان جي آدمشماري ۱۴۳٦ ماڻهو آهي. چوڻ ۾ ٿي آيو ته سٺي موسم ۾ هر روز ۴۰ کان ۵۰ مڻ مڇي هر روز ڪراچيءَ ۾ هتان ويندڙ هئي. جنهن مان ڪا تازي ۽ ڪا سڪائي موڪليندا هئا.

واپار تي چند واپارين جو قبضو هو، جن شهر جي اڳهه کان ڏهه روپيه گهٽ مير بحرن کي ڏنو ٿي. ان جو مکيه سبب ميربحرن کي غير موسم

۾ ڪاڌي ۽ ٻيڙين وغيره لاءِ قرض ڪٽائڻ جو هو.

ڪوآپريٽو بئنڪن مان پيسي جي انتظام ڪرڻ سبب هنن جو فائدو ٿي سگهيو ٿي. هتي لوڪلبورڊ ٺلاءُ سٺي حالت ۾ نـہ هو. ٻـہ ملا مڪتب هئا. ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين گڏ تعليم ورتي ٿي. ماڻهن ۾ چاءِ، سگريٽ ۽ پان جو گهڻو چاهہ هو. ڪيترا هوٽل هئا.

اڪثر ماڻهو شاه عبدالڪريم ۽ شاه عبداللطيف جي درگاه سان واسطو رکندڙ مريد هئا. خليفن ڪي ڪارا پٽڪا هئا. اتان ڪلراٺو رستو ڏئي، واگهو ڏر تي آياسون. اتي جبل مان منو پاڻي نڪري رهيو هو. سمنڊ جي ڪناري تي هو ان جاء جو نظارو عمدو هو. ٻيڙين وارا پاڻي هتان ڀرڻ ايندا هئا.

اتان ريڙهي ۾ آياسون. سين جي ڇلرن جا ڍڳا ڏناسون ڇوڻ ۾ آيو ٿي تہ ڪنهن وقت ان جي ڀر مان موتي نڪرندا هئا. هتي جا ماڻهو بہ مڇي ماريندڙ ۽ شاه لطيف ۽ شاه ڪريم جا طالب هئا. اتان نڪري لانڍيءَ آياسون. لوڪلبورڊ بنگلي ۾ لهي، شام جو آسو هندوءَ جي ڳوٺ ۾ سڏايل جلسي ۾ آياسون. هزار کن ماڻهو آيل هئا.

ڇوڪرن ڊائلاگ ۽ ڊراما ڪيا. ماستر رپورٽ ۾ مڪاني حالت کان واقف ڪيو. رات جو موٽي اچي لانڍيءَ جي بنگلي تي رهڻ ٿيو. لانڍيءَ جي هوا ڪراچيءَ کان وڌيڪ سٺي معلوم ٿي.

**١١- اپريل ١٩٢٩ع- گهارو.**

صبوح جو اٿي، لانڍيءَ جي آس پاس لوڪلبورڊ عمارات ڏسي. پوءِ وتيجي جي باغ کي ڏٺوسون. منجهس ڪجن جا وڻ ۽ پاڻي سٺو هو. سمنڊ جي ڪناري تي هو. ڏابيجي ريلوي سٽيشن کان ٣- ميل کن آهي. هتي جي هوا عمدي آهي. ڪراچيءَ لاءِ تفريح گاه جوڳو ٿي سگهي ٿو.

اتان پپري جي ڳوٺ آياسون. هڪ ڦٽل ڍڳو هو. سمنڊ جي ڪاريءَ جي ڀر ۾ آهي. سسئي پنهون جي آڪاٽيءَ جي ڪري مشهور آهي. اتي ڀر ۾ هڪ جاءِ ڪبير ڀڳت جو آستاني جي نالي سان ڏٺوسون.

پوءِ گهاري ۾ اچي لوڪلبورڊ بنگلي ۾ رهياسون. شام جو ٻاهرن جي ڳوٺ ۾ آياسون. سينٽري کاتہ هئي پاڻ ۽ گندگي جا ڍڳا لڳا پيا هئا. پوءِ اتان گجي واري رستي کان موٽي گهاري آياسون. جتي واريءَ جا ڍڳا هئا ( هن وقت اهو ڪراچي- حيدرآباد رستي ۾ آيل آهي ) شام جو گهاري

اسڪول ۾ ... سڏايل هو. اس پاس جا سوها ماڻهو ايل هئا.

هيڊ ماستر ڪيمچند گهنشام داس هو. ڇوڪرن سٺا ڊائلاگ ڪيا. ڳوٺ ۾ هندن جو تعداد گهڻو هو. منجهن نفاق هو. ڪين اتفاق جي هدايت ڪئي ويئي. ڳوٺ سڌار هلچل جو پرچار ڪيو ويو. اتي ميرپورساڪري جو مختيارڪار مسٽر ڪشنچند مليو. هو صوفي منش هو. هن عوام جي ڀلي جون ڪيتريون تجويزون ڏنيون. رات جو شهر جي ماڻهن سان تبادلہ خيال بعد آرام ڪيو ويو.

## ١٢- اپريل ١٩٣٩ع- منزل ميرپور ساڪرو.

صبوح جو گهاري مان نڪري ميرپورساڪري آياسون. ڪچو رستو هو. بارش جي ڏينهن ۾ رستو سواريءَ لائق نہ ٿي سگهندو. شهر ۾ لوڪلبورڊ عمارات ڏنيون ويئون.

شام جو گهوڙاٻاري جي ڳوٺ ڪوٺڙي الهرکبي شاه ڏي سانولپور وارو رستو ڏئي ميرپور ساڪري آياسون. ان کي پيچرو سڏڻ بہ ٺيڪ نہ ٿيندو. ١١- ميل ڪن رستو اڍائي ڪلاڪ وٺي ويو. رات جو ميرپور ساڪري جي اسڪول ۾ جلسو هو. ڇوڪرن ڊائلاگ ڪيا. هيڊ ماستر واڌومل ٽيڪچند هو. ماڻهن کي ڳوٺ سڌار هلچل جي مقصدن کان آگاه ڪيو ويو. رات جو ڳوٺائن سان تبادلہ خيالات ڪري آرام ڪيو.

## ١٣- اپريل ١٩٣٩ع- ميرپور ساڪرو.

صبوح جو گهاري وارو رستو وٺي وڃان ٻاٻڙن کان ڦري، غلام الله وياسون جو سڌو رستو ٺيڪ ڪونہ هو. اتي جو مکيہ ماڻهو حاجي خواجہ هو. اتي جي ماڻهون اسڪول جي گهر ڪئي. وري ميرپور ساڪري موٽي آياسون جتان سيد محمد شاه بخاري جي دعوت تي. سندس ڳوٺ وياسون. اهو جمن شاه حقي واري جو والد هو.

هو سخي. محبتي ۽ نيڪ انسان هو. جيڪڏهن هن وٽ ٢٥ مهمان ويندا هئا تہ هرهڪ کي حقو. مانيءَ بسترو علحده ڏيندو هو. اسان کي ماني کارائي، لونگيون ڏنائين

انڪار ڪرڻ تي سخت ناراض ٿي پيو. هن جو وڏو سخي ابراهيم شاه بخاري، شاه عبدالڪريم بلڙيءَ جي مرشدن مان هو.

اتان پير ۾ نوريءَ جي مياڻ هئي جتي مڇي گهڻي مُئي ٿي. جيڪڏهين موٽر جو رستو نهرائجي تہ روزانو هو مڇي ڪراچي موڪلي سگهندا. بگهاڙ

واه تي موريءَ جي ضرورت هئي.

اتان ٻهارن جي ڳوٺ وياسون. اسڪول ۾ جلسو ٿيو سوها ماڻهو آيا ڇوڪرن صحت تي ڊائلاگ ڪيو. شام جو موٽي ساڪري ۾ آغا خاني خوجن جا اسڪول ڏٺا ويا.

ڇوڪرن اسماعليه فرقه جي چڱي سمجهاڻي پيش ڪئي ٿي. رات جو شهر ۽ آس پاس جي ماڻهن سان ملاقات ٿي. جن مان رئيس خير محمد بگهياڙ پريزيڊنٽ تعلقه لوڪلبورڊ ۽ شير محمد خان هديه وئيس پريزيڊنٽ خاص طور ذڪر جي لائق هئا.

اتان رئيس مزار خان ۽ مير عالي خان بلوچ ضلع لوڪلبورڊ جا ميمبر هئا.

## ۱۴- اپريل ۱۹۳۹ع- منزل سانولپور.

صبوح جي ميرپورساڪري مان نڪري ٻهارن واري رستي ڪان بگهياڙ واهه پيڙيءَ ۾ ٽپي، گهوڙاٻاري تعلقي جي حد ۾ آياسون رستو ڪلرائو هو. جتان ڳاڙهي جي مسافري ۾ آياسون. اتان جهورملوڪ شاه ڏسڻ وياسون. وري موٽي ڳاڙهي اچي، پوءِ رئيس عمر خان منذير جي ڳوٺ آياسون. هو ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ جو ميمبر هو. ماني ٻپهرن جي هن وٽ کاڌي سون. هو وڏو مهمانواز هو. رهڻي ڪرڻي سادي هيس.

عوام ۾ مقبول هو.

سندس گهٽو گذارو مال تي هو. سندس ڳوٺ جي پر ۾ هڪ سرهندي بزرگ گوشه نشين زندگي گذاريندو هو. جنهن جي خاطر تواضع هي ڪندو هو.

اتان ڪوٽڙي الهرکيه شاه ۾ آياسون. اهو گهوڙاٻاري تعلقي جو هيڊ ڪوارٽر هو. ڳاڙهي کان ڪوٽڙي الهرکيه شاه تائين رستو ٻيلي مان هيٺ ٿي وڃڻ ڪري اونهاري ۾ هلڻ لاءِ ڪار گرڪونه هو.

ڪوٽڙي الهرکيه شاه تمام ننڍو ڳوٺ هو سرڪار آفيسن ۽ عملي کانسواءِ تمام ٿورا گهر منجهس هئا. رات جو سانولپور جي بنگلي ۾ رهياسون. جتي سيد موليڏنه شاه باقيل پوٽه منارين واري جي زمين هئي. جنهن جا مهمان ٿي رهياسون.

## ۱۵- اپريل ۱۹۳۹ع- منزل سانولپور.

ڪوٽڙي الهرکيه شاه جي لوڪل بورڊ عمارتن جومعائنو ڪري علي

بخش خان ڳاهي جي ڳوٺ وياسون. جتي رئيس امام بخش خان ڳاهي. ميمبر ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ کي ملياسون. اتي اسڪول جي گهر ڪيائون. اتان دريش جي ڳوٺ آياسون. اسڪول ۾ جلسو هو. جتي ڇوڪرن راڳ ڳايا. ماڻهن کي ڳوٺ سڌار هلچل مقصدن کان واقف ڪيو ويو.

پڙ ۾ ٻيلو هو. مالدارن ڪمندن شڪايتون بيان ڪيون. ڪين سندس جماعت ناهڻ لاءِ چيو ويو ۽ وعدو ڏنو ويو تہ ٻيلي آفيسرن کي ملي اهي شڪايتون سندن ڌيان تي آڻيندس.

**(نوٽ)**

(بعد ۾ مسٽر بروڪس ڊويزنل فاريسٽ آفيسر کي ملي، هڪ سال لاءِ پنچري معاف ڪرايم )

رات جو موٽي سانولپور بنگلي ۾ اچي رهياسون.

**١٦- اپريل ١٩٢٩ع- منزل مڪلي ٺٽہ.**

صبوح جوسانولپور بنگلي مان نڪري علي بخش ڳاهي جي ڳوٺ کان گليل وارو رستو ڏٺي، پير پٺي آياسون، رستو هيٺ ڪچين ڦڙين سبب تڪليف ده هو. پير پٺي جي زيارت ڪئي ويئي. ان جي پر ۾ هڪ پراڻي گرجا ۽ عيدگاه ڏني ويئي پانئجي ٿو تہ هن جي پر ۾ ڪو وڏو شهر هو. جنهن ڪري گرجا ۽ ايڏي عيدگاه ٺاهي هئائون.

ان وقت درگاه جو سجاده نشين شيخ جلال الدين هو.

سندس فرزند شيخ محمد عثمان تعلقہ لوڪلبورڊ جو ميمبر هو. شيخن جو راءِ بهادر شيوارام وارن سان رستو هو. اتي سيد ميان اشرف شاه بخاري سيد رهي ٿو. جنهن جا عزيز جيڪب آباد ضلعي جا وينل آهن. هي سياسي طرح آزاد خيال، دستار بند مولوي آهي.

پير پٺي کان وَرَ جي ڳوٺ آياسون. وَرَ جي ڳوٺ ۾ هندو ۽ خوجہ واپاري رهندڙ هئا. ڳوٺ جي مسافرخاني کي بدلائي بنگلو ڪيو ويو آهي. ان ڪري ٻاهران ايندڙ ماڻهن کي تڪليف هئي.

اتي جو معزز ميان امام بخش شاه شيخ مليو. اهي پير پٺي وارن شيخن جا عزيز آهن. ڳوٺ ۾ آغاخاني خوجن جا اسڪول چڱو ڪم ڪري رهيا هئا. ڳوٺ بگهاڙ جي ڪناري تي هو تہ بہ پيئڻ جي پاڻيءَ جي تڪليف هين. کوه جي ضرورت ٻڌايائون ٿي. ڳوٺ واپار جو مرڪز هو. اسڪول ۾ جلسي جو انتظام ڪيل هو. ڊائلاگ ٿيا.

ماڻهن کي ڳوٺ سڌار هلچل جا مقصد ذهن نشين ڪيا ويا. اوني فراسيون اس پاس ۾ نهندڙ هيون جي ڳوٺ ۾ وڪري لاءِ ايندڙ هيون.

اتان موٽي پير پني اچي ٺٽي آياسون. ٺٽي جي سنڌي اسڪول ۾ جلسو رٿيل هو. جتي هزارها ماڻهو آيا. ڇوڪرن ڊائلاگ ڪيا ۽ غزل ڳايا. ڳوٺ سڌار هلچل جا مقصد ماڻهن کي ٻڌايا ويا.

مهمانوازي جا فرائض سيٺ محمد رجب شفيعاڻي بجا آندا. مڪلي جي بنگلي تي رهڻ ٿيو.

**١٧- اپريل ١٩٢٩ع- مڪلي ٺٽو.**

صبوح جو موٽر ۾ چڙهي مڪلي جو قبرستان ڏسي انجا فوٽا ورتا ويا. شروعات سيد مير عالي جي مقبره کان ڪئي سون اتان ڄام نظام الدين پوءِ سندس سپهه سالار ۽ وزير، سنڌ جي محافظ ۽ محب وطن شهيد سنڌ نواب مبارڪ خان عرف درياه خان دولهه جو مقبرو ڏسي، ميرزا جاني بيگ، نواب شرفا خان، ميرزا عيسيٰ خان ترخان وغيره جا مقبرا ڏٺا ويا.

آرڪيالاجي وارن جو پورو توجهه مرامت وغيره لاءِ ڪونه هو.

**(نوٽ )**

(مرامت طلب جين جي لسٽ تيار ڪرائي آرڪيالا جي وارن کي بعد ۾ موڪلي ويئي )

شام جو گجي طرف وڃڻ ٿيو رستو تمام خراب هو.

**(نوٽ )**

(اهو هاڻ ڪراچي. حيدرآباد رستي ۾ داخل آهي )

ٺٽي جي جامع مسجد ۽ شهر ڏٺا ويا.

ڪراچيءَ جي ڪليڪٽر مسٽر گبسن چيف آفيسر جي چور تي گشت بند ڪرڻ لاءِ ليٽر موڪليو. جنهن جو مفصل احوال ٽي باب ۾ ڏنل آهي، مسٽر حاتم علوي موڪلائي واپس ڪراچيءَ ويو. مولوي عبدالڪريم شڪارپور وارو اچي گشت ۾ شامل ٿيو.

**١٨- ١٩- اپريل ١٩٢٩ع-** قاضي عبدالرحمٰن ۽ قاضي يار محمد ولد محمد روشن هالن وارن جون شاديون مسٽر عبدالجبار وڪيل وٽان ٿيون. گشت ۾ هئڻ ڪري ان ۾ شريڪ ٿي ڪين سگهيس.

**١٨- اپريل ١٩٢٩ع- منزل سجاول.**

صبوح جو ٺٽي کان جهرڪن وارو رستو ڏئي، محمد سومري جي

ڳوٺ وڏيره محمد عثمان سومري ميمبر ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ وٽ وياسون. هن جي رهڻي ڪرڻي سادي هئي.

آس پاس جي ماڻهن ۾ اثر هوس. اتان موٽي نٽي اچي. جنگشاهي اسٽيشن جو ڳوٺ ڏسي، پوءِ موٽي جهاز تان ماڇين واري پتڻ کان اڪري سجاول پهتاسون. سجاول ۾ حاجي عبدالرحيم شاهه جا مهمان ٿياسون. ڏينهن ناري شام جو مراداڻن کان ميرپور بٺوري وارو رستو ڏئي بيلي ڳوٺ وياسون. اسڪول ۾ جلسي جو انتظام هو. هيڊ ماستر اڌارام پيراج مل هو. هڪ هزار کن ماڻهو آيل هئا. مون ۽ مولوي عبدالڪريم چشتي ڳوٺ سڌار هلچل جي مقصدن تي تقريرون ڪيون. اتان موٽي سجاول آياسون. مون حاجي صاحب کي چيف آفيسر ۽ ڪليڪٽر جي سازشن کان واقف ڪيو.

## ١٩- اپريل ١٩٣٩ع- منزل سجاول.

صبوح جو شيخ حسين بخش ڊيپوٽي ڪليڪٽر شاهه بندر سان گفتگو ٿي. پوءِ سجاول جاتيءَ واري رستي کان ميرزي لغاريءَ جي ڳوٺ ويس. جتي سيد نواز علي شاهه، حاجي عبدالرحيم شاهه جو ڀاءُ ( بي والده مان ) سان ملاقات ڪئي ويئي.

شاهه صاحب باهمت، مهل سر ڪم ايندڙ، يار ويس ماڻهو هو. پوءِ موٽي سجاول آياسون. شهر ۾ شاهه صاحب جي ٺهرايل جامع مسجد، عربي فارسي مدرسي. دڪان وغيره ڏٺا ويا. مدرسو سندس وڏي ڀاءُ هاشم شاهه جي نالي ٺهرايو هئائين. مدرسي لاءِ زرعي زمين وقف ٿيل هئي. لوڪلبورڊ گرانٽ ۽ دڪانن جي پيدائش به انهيءَ ڪم ۾ ايندي هئي.

مدرسي جو انتظام ٽرسٽين جي حوالي هو. ليڪن مکيه نظرداري سيد مهرعلي شاهه جي حوالي هئي. جنهن جي پاليسيءَ مان معلم ۽ شاگرد ناراض نظر ٿي آيا.

مهر علي شاهه سيد حاجي عبدالرحيم شاهه جي ٽئي مان ڪيل شاديءَ جي بي بي جي ڀائيجو هو.

هو اول ۾ روينيو کاتي ۾ ڪلارڪ هو. ان کي نوڪري ڇڏائي شاهه، صاحب بي بي صاحبه جي چوڻ تي بگهار تي نوڪر ڪري رکيو هو.

شام جو اسڪول ۾ جلسو هو. جتي آيل ماڻهن کي ڳوٺ سڌار هلچل جي مقصدن کان واقف ڪيو ويو.

هيڊ ماستر شفي محمد محمد سومار سجاول جو رهاڪو هو. تعلقق

لوڪلبورڊ جو پريزيڊنٽ حاجي عبدالرحيم شاهه هو.

**۱۰- اپريل ۱۹۲۹ع- جوهڙ جمالي.**

صبوح جو سجاول شهر ۾ لوڪلبورڊ عمارات ۽ ادارا ڏسي. اسپتال ۾ ويس. جتي اڪين جو ڊاڪٽر مسٽر سچانند آيل هو. عام ماڻهن جي رهائش ۽ ڪاڌي جو انتظام ڪونه هو. جو ڪرايو ويو.

پوءِ جوهڙ جماليءَ ويندي رستي تي ٽنڊه عالم ڏٺو ويو. بهاوي پور بند جي بي. ڊبليو ڊي بنگلي ۾ رهڻ ٿيو. شام جو لاڏين جي پير ۾ خانصاحب خير محمد خان چانڊيو ميمبر ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ وٽ وڃڻ ٿيو. اتان لاڏين ۾ ويس. رات جو موٽي بنگلي تي آيس. تعلقہ لوڪلبورڊ جو پريزيڊنٽ راءِ صاحب مينارام اجيت سنگهه هو.

**۲۱- اپريل ۱۹۲۹ع- جوهڙ جمالي.**

صبوح جو جوهڙ جمالي مان نڪري شام بندر وارو رستو ڏيئي گونگاڻي وياسون جتان سيد سوڏل شاهه منيارين جي زميندار کي سندس ڳوٺ وڃي ملياسون. پوءِ جٺند زنگيجہ جي ڳوٺ لوڪلبورڊ عمارتون ۽ اسڪول ڏسي ماڻهن کان حال احوال وٺي شاهه بندر آياسون. هي ڳوٺ ڦٽي ويل هو.

هن ڊويزن جي پيداوار ڪراچيءَ ڏي موڪلڻ لاءِ هي بندر ڪارائتو ٿي سگهي ٿو. بشرطيڪ رستو درست ڪرايو وڃي. شاهه بندر کان هڪ رستو چڇ جهان اچي ٿو پر قتل هڻڻ ڪري ان کي ڏسي نہ سگهياسون. موٽندي قائم خان جلباڻيءَ جو ڳوٺ ڏسندا لاڏين ۾ اچي اتان چڇ جهان وياسون.

پوءِ خانصاحب خير محمد خان جي ڳوٺان ٿي، رات جو جوهڙ جمالي جي اسڪول واري جلسي ۾ شرڪت ڪئي ويئي. ڇوڪرن چڱا کيل ڏيکاريا ۽ راڳ ڳايا.

مون ڳوٺ سڌار هلچل تي تقرير ڪئي. پوءِ راءِ صاحب مينارام وٽ سندس اوطاق ستاهم واهه تي رات جي ماني کائي اچي بند واري بنگلي تي سمهڻ ٿيو.

**۲۳- اپريل ۱۹۲۹ع- جاتي.**

صبوح جو بهادي پور بنگلي تان نڪري شاهه بندر جو رستو ڏيئي. ابن شاهه جا نڪر ڏٺاسون. چوطرف ميدان آهي. وچ ۾ هڪ نڪر تي ابن شاهه جي مزار آهي. مٿي چڙهڻ لاءِ پڪي چاڙهي اٿس نظارو نهايت عمدو هو. فوٽا

ورتا ويا. اتان شاه يقيق تي آياسون زيارت ڪئي ويئي اتي چيٽ مهيني جي پهرين تاريخ ميلو لڳندا آهي. چار پنج هزار ماڻهو ايندا آهن.

اتي جو خليفو ميان حاجي محمد هو. غريب، شريف ماڻهو ڏسڻ ۾ ٿي آيو. پوءِ جاتيءَ جو رستو ڏئي اتي آياسونْ انجنيري بنگلي ۾ رهڻ ٿيو. جاتي تعلقہ لوڪلبورڊ جو پريزيڊنٽ خليفو حاجي غلام محمد صاحب هو وائيس پريزيڊنٽ خليفو محمد بچل هو لوڪلبورڊ جو ڪم ڪار اهو هلائيندو هو.

جاتي تعلقي جا رستا خراب هئا. شام جو سنڌي بندر آياسون ڳوٺ جي آدمشماري ٣ سوڪن هئي اتي هڪ ڪسٽمس آفيسر رهيو ٿي جو شهر جي سينٽري ڪميٽيءَ جو چيرمن هو. اڳي هتان ڪچ ڏي مال ويندو هو پر هاڻ سمنڊ پري ٿيڻ ڪري سمنڊ تائين انن تي بار ويندو آهي. ان ڪري تڪليف ۽ باربرداريءَ جي خرچ سبب آمدرفت گهٽجي ويئي آهي. ان جو ڪارڻ گونگري واهہ کي ڳنڍو ڏيڻ چيو وڃي ٿو.

سنڌي بندر ڪان ڪجهہ مفاصلي پنڌ تي هڪ ڪڏو بندر نالي شهر هو جو ١٨١٩ع واري زمين جي زلزلي ۾ زبون ٿي ويو.

موٽندي ڇچ گولي خان ڪان جاتي وارو رستو نيڪ نہ هوڻ ڪري سڌو جتيءَ آياسون.

درگاه مفلين جي زيادت لاءِ وڃڻ ٿيو. ان جو ميلو ٢٧- ڦڳڻ تي ٿيندڙ آهي. قبي ۾ اندر وڃڻ اجازت نہ هئي. چوڻ ۾ آيو ٿي تہ اندر مزار ڪانہ هئي صرف هڪ ڏيو هڪ ڏيوري ۾ برندو آهي. ٻاهر هڪ ڪٺ رکيل هئي. صبوح جو ساڍا ٧ ۽ ٻنپهرن جو هڪ بجہ ۽ شام جو سورج جي غروب وقت دروازو کولي خليفا اندر وڃن ٿا.

خليفہ حاجي غلام محمد ولد خليفو ماڪريبو جي چوڻ موجب بزرگ جي تاريخ وٽن هئي.

خليفو صاحب درويش صفت، نمازي نيڪ بخت هو. البت شادين جو شوق هوس.

سندس فرزند جو نالو ماڪريبو آهي جو ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ ڪراچي جو ميمبر آهي.

جاتيءَ جو شهر واپار جو مکيہ مرڪز هو.

تعلقہ ۾ مکيہ ماڻهو خليفہ. ملڪراج جا ملڪاڻي بلوچ. سيٺ

ريوامل هئا

شهر جي آبادي ٧٢ ١٧ هئي. هتان ڪليڪٽر ڪراچيءَ جي حڪم موجب عملي لاءِ ڪنيل امپريسٽ اڪائونٽ جا پيسا موٽايا ويا. سندس گشت بند ڪرڻ واري حڪم کي نہ مڃيو ويو.

**٢٣- اپريل ١٩٢٩ع- جاتي.**

صبوح جو خليفي حاجي غلام محمد ۽ خليفي محمد ٻچل کي ساڻ ڪري درگاه مغل ٻين ( مگرپين ) ويس اتي ٽينڊز رسمن جو احوال معلوم ڪيو ويو. ان کان پوءِ لکپت وارو رستو ڏسڻ وياسون ٣٦- ميل رڻ ۾ اندر وياسون.

هي رستو نهڻ ڪري ڪڇ سنڌ سان ڳنڍجي سگهي ٿو ۽ واپار سڌو لارين ذريع يڪڇ سان ٿي سگهي ٿو. اتان ڪيترا ماڻهو هر روز ڪڇ ڏي ايندا ويندا آهن واٽ ۾ ملڪراج جو ڳوٺ آهي، جنهن ۾ ملڪ فريد خان ۽ ملڪ عبدالله خان ضلع لوڪلبورڊ جا ميمبر رهن ٿا.

انهي رستي تي هڪ مسافرخانو انجاهي مڪان تي ٺهيل آهي ان جي چوطرف هڪ ٿلهو ٻوڏ کان بچڻ لاءِ، نهرائڻ جو ڪم هلندڙ آهي. اتان آنهواري مڪان تائين وياسون.

اتي سيٺ پهلاجراءِ ۽ لوڪلبورڊ جا مسافرخانہ آهن.

هن وقت اتي ٽانڪي رکيل آهي پر پاڻي ڀرڻ جو انتظام نہ آهي.

اتان اجاري مڪان کي ڏنوسون اتي لوڪلبورڊ جو ٿلهو نهي رهيو آهي. اڳتي پاڻي هئڻ ڪري وڃي نہ سگهياسون. رستو مٿي ٽيڻ ڪري لکپت جي ڪاري تائين آمدرفت جهڙو ٿي سگهندو. ان تاريخ ١٥- چنڊ جي هئڻ ڪري وير جو پاڻي آيل هو.

٦ بجہ شام جو جاتيءَ جي اسڪول ۾ جلسو هو. ڇوڪرن ڪيل ڏيکاريا. ڪين ڳوٺ سڌار هلچل جي مقصدن کان واقف ڪيو. اتي جو هيڊ ماستر ڏيئومل هيرومل هو

جنهن جي مرحبائي تقرير نهايت شائستہ لفظن ۾ هئي. هي سنڌي زبان ۾ ماهر ٿي ڏٺو.

**٢٤- اپريل ١٩٢٩ع- جاتي.**

صبوح جو مولوي چشتي مسافريءَ ڪري تنگ ٿي پيو. ازانسواءِ هو سياسي ۽ مذهبي تقريرن جو ماهر هو، تنهن کي هن ڳوٺ سڌار هلچل جي

حدن اندر تقرير ڪرڻ ڏکي ٿي لڳي موڪلائي ويو. انهن ڏينهن ۾ جاتيءَ
کان بدين وارو رستو گروڙيءَ جي ڳوٺ تائين ڏنر.
پوءِ موٽي اچي جاتيءَ ۾ رهيس ۽ اتي جي مکيه ماڻهن سان تبادلہ
خيالات ڪيم ۽ مڪاني حالتن کان واقف ٿيڻ جي ڪوشش ڪيم.

## ٢٥- اپريل ١٩٣٩ع- منزل ميرپور بٺورو.

صبوح جو جاتيءَ جون لوڪلبورڊ عمارتون ۽ ادارا ڏسي ملڪ فريد
خان سان گڏ ميرپور بٺوري روانا ٿياسون. وچ ۾ ملن جو ڳوٺ ڏٺو ويو. اتي
جا ماڻهو شاه عبدالڪريم بلڙي جا معتقد هئا. وچ ۾ هڪ ڳوٺ ڏسي
شاهڪپور ۾ آياسون ان جي پر ۾ سامراه نالي هڪ قتل شهر سومرن جي
گاديءَ جا کنڊر ميلن ۾ ڏٺا ويا.
شاهڪپور جو چڱو مڙس سيد دورو شاه بخاري هو. اڳتي هلي دريا
خان سوهي جي ڳوٺ آياسون. جتي سيد شاه محمد شاه سان ملاقات ٿي.
پوءِ ميرپور بٺوري ۾ انجنيري بنگلي ۾ اچي لهڻ ٿيو. اتي تعلقہ لوڪلبورڊ جا
ميمبر آيل هئا. انهن سان گفتگو ٿي، شام جو جهوڪ وڃڻ ٿيو.
اتي شاه عنايت صوفيءَ جي زيارت ڪري، سجاده نشين ميان
عبدالستار صاحب صوفي سان ملاقات ڪئي ويئي. واپس ميرپور بٺوري ۾
آياسون. شام جو اسڪول ۾ جلسو هو. هزارها ماڻهو آيل هئا. چوڪرن کيل
ڏيکاريا، راڳ ڳايا. پوءِ ڳوٺ سڌار هلچل جي مقصدن کان ماڻهن کي واقف
ڪيو ويو.
شام جو سيٺ محمد جعفر خواجه اڳوٽي لوڪلبورڊ رفيق ۽ حزب
مخالف جي ليڊر ۽ سيٺ الهيچايہ خواجه، سيٺ امام بخش خواجه. سيٺ
محمد سومار ميمڻ. سيد ميان بچل شاه ولد شاه محمد شاه سان ملاقاتون.
گفتگو تي حال احوال معلوم ڪيا ۽ ڏنا ويا.
ميرپور بٺوري جي آدمشماري ١٥٥١ هئي. اتي پير مهر شاه جو ميلو
١٢ کان ١٥ پوهہ تي هر سال لڳندو آهي.

## ٢٦- اپريل ١٩٣٩ع- منزل ميرپور بٺورو.

صبوح جو نڪري بني وارو رستو ڏيئي ابڙال جي ڳوٺ ۾ آياسون.
آدمشماري ١٢٥ ماڻهو هيس. اتي جو اسڪول هڪ وڏيره جي
اوطاق ۾ تلاءَ جي ڪناري سٺي نظاري تي هو. رستي جي پر ۾ هڪ پراڻن
وٽن سان چانيل شهر جو کنڊر ڏٺو ويو. اتان راهوٺ جي ڳوٺ آياسون.

ادمشماري ۴۸۵ هيس. اتي سيد ستار ڏنـ شاهـ متياري سيد سان ملاقات ٿي، جو گهڻن متياري سيدن جي وچ ۾ رسي بنيل هو.

سندس هڪ نياڻي، پير غلام دستگير پال پوجران جي گهر ۾ . ٻي سيد محمد سليم شاه سعيدپور واري وٽ. ٽي حاجي عبدالحڪيم ساه ٽکڙ واري وٽ ۽ چوٿين پير غلام حيدر شاه بلڙيءَ وٽ هيس. راهوٽ مان نڪري ٻني جي ڳوٺ آيس، اتي جي آدمشماري ۷۳۹ ماڻهو هئا.

اسڪول ڏسڻ وقت ماستر وڏيره عبدالحي پليجي جو پٽ پيش ڪيو جنهن جو والد وفات ڪري ويل هو. ڇوڪرو نهايت چالاڪ ۽ هشيار ڏسڻ ۾ آيو. ان کي سڪالرشپ ڏئي ڪراچي موڪلڻ جو انتظام ڪيو ويو.

**(نوٽ)**

اهو نوجوان مدرسه ۾ پڙهي نالي وارو سياسي ڪارڪن ٿيو وڏيره نور محمد سندس نالو آهي.

اتان نڪري باغ ڏمن کان ٿيندا لائقپور جي ڳوٺ وياسون آدمشماري ۴۸٦ هيس. اتي جو مکيه ماڻهو سيٺ تاراچند هو. پوءِ اتان پير ۾ سيد محمد علي شاه متيارين واري کي سندس ڳوٺ ۾ ملڻ ويس ساڳو رستو ڏئي ٻنڌ کان ڦري بچل گگه جي ڳوٺ آياسون.

جتان دڙي جي شهر ۾ آياسون. اهو ٻنوري تعلقي ۾ ٻيو نمبر شهر هو.

سندس رهاڪو پڙهيل، سياسي طرح بيدار ۽ دست رسي وارا هئا. اسڪول ۾ جلسه هو ڇوڪرن کيل ڏيکاريا، راڳ ڳايا. مون کين ڳوٺ سڌار هلچل کان واقف ڪيو.

شهر جا مکيه ماڻهو ارباب محمد سليمان ولد حاجي خميسو ميمڻ، حاجي محمد صالح ميمڻ، وڏيرو الهڏنو ميمڻ، سيد احمد شاه هئا. ارباب حاجي خميسي جي انتقال تي سندس فرزند سان عذر خواهي ڪئي ويئي. اسڪول وڏو ۽ وڏندڙ هو. عمارت ڪافي نـ هيس.

ماڻهن زناني اسڪول لاءِ گهر ڪئي.

**۲۷- اپريل ۱۹۲۹ع- منزل ميرپور ٻنورو.**

صبوح جو ٻنوري مان ٻيو دفعو جهوڪ شريف وڃڻ ٿيو. اتي اسڪول ۾ جلسو هو، ڇوڪرن کيل ڏيکاريا. راڳ ڳايا، آيل ماڻهن کي ڳوٺ سڌار هلچل جي مقصدن کان واقف ڪيو ويو. ماستر محمد حسين ڪراچيءَ

جو جهونو ماستر اتي مليو. پوءِ شاه عنايت جي زيارت ڪئي ويئي. اتي هڪ هندو درويش ويٺل هو. ان وٽ شاه عنايت صوفي جي زندگيءَ جو احوال ۽ سندس ٻن طالبن جا ديوان، هر هڪ ديوان مراد ۽ ديوان مير سيد جانعلي شاه روهڙي واري جا موجود هئا. انهن جو هٿ ڪري ڇپائڻ ضروري ڇاتو ويو. هتي هر سال ١٧- صفر تي ميلو لڳندو آهي جتي هزارها مخلوق ايندي آهي. اتي وڏي مسافرخاني ٺهرائڻ جي ضورت محسوس ٿي.

پوءِ بلڙيءَ ۾ اچي شاه عبدالڪريم بلڙيءَ جي زيارت ڪئي ويئي ۽ سندس سجاده نشين پير غلام حيدر شاه سان گڏجي موٽي مير پور بٺوري آياسون.

بلڙي ۽ جهوڪ جي وچ ۾ هڪ پراڻي ڳوٺ ميران پور جا ڪنڊر هئا.

تعلقي بٺوري جي ڪنڊرن ڪوٽائي مان تاريخ سنڌ جي وسريل سونهري باب جو پتو پئجي سگهندو. ميرپور بٺوري ۾ جنڊي، ڪپڙن تي ڇر جاد ڪان ڏنا ويا.

پوءِ شام جو وڏيرو حاجي عبدالله ڪانڌڙي جي ڳوٺ آياسون. اتي ويهي اسڪول ڏسي، حال احوال ڪري ارباب سليمان جي دڙي مان دعوت کائي، رات جي موٽي ميرپور بٺوري آياسون.

**٢٨- اپريل ١٩٢٩ع- ميرپور بٺورو ۽ ڪراچي.**

صبوح جو ميرپور بٺوري مان نڪري سجاول ڪان دريا اڪري جنگشاهي تان گاڏيءَ ۾ چڙهي ڪراچيءَ پهتاسون.

**٢٩- اپريل ١٩٢٩ع- ڪراچي.**

صبوح جو ورڪنگ ڪاميٽيءَ جي ميٽنگ ڪانہ ٿي. پوءِ مسٽر گبسن ڪراچيءَ جي ڪيلڪٽر جي لڪئي موجب ڪيس ملڻ ويس. ان وقت سندس پرسنل اسسٽنٽ آغا غلام حسين قادر داد خان پناڻ شڪارپور جو ويٺل هو سندس والد خيرپور ميرس جو ناميارو وزير ٿي گذريو هو. هي آزاد خيال ۽ رشوت کان پري عملدار هو. ليڪن هن ۾ انگريز پرستي سرايت ڪري ويل هئي. انگريزن وانگر رهڻ، هلڻ ۽ انهن کي خوش ڪرڻ سندس طبيعت جا مکيہ جزا هئا. ان کي ملي پوءِ مسٽر گبسن وٽ ويس. هو سندس حڪم موجب منهنجي گشت بند نہ ڪرڻ تي ڪاوڙيل هو

هي هڪ خردماغ، ذليل قسم جو انگريز هو يڪدم پڇيائين تہ ڪيئن آيو آهين؟

مون ڪيس چيو ته تنهنجي لکڻ تي. ورندي ڏنائين ته ان وقت چوڪين آئين؟ هن وقت آءٌ توسان گفتگو ڪرڻ نٿو گهران. منهن ڳاڙهو غصي ۾ ڀريل هوس.

مونکي پهريون دفعو اهڙي ماڻهوءَ سان واسطو پيو هو.

آءٌ يڪدم ٻاهر هليو آيس ۽ دوستن کي انهي ملاقات جو احوال ٻڌايم.

**(نوٽ)**

ان کان پوءِ ان کي ڪونه مليس، ۽ سندس ملاقات منهنجي پاليسيءَ ۾ وڏو ڦيرو آڻي ڇڏيو.

انگريز سلطنت جو وڏو مخالف بنجي پيس.

زندگيءَ ۾ اهڙي قسم جي ٻي ملاقات ٢٤- آڪٽومبر ١٩٤٥ع تي مسٽر محمد علي جناح سان ٿي. ذهنيت ساڳي هئي. منهن ان جو به سرخ ۽ غصي سان ڀريل هو تفاوت ٻنهي شخصيتن ۾ هي هو ته اهو انگريز سلطنت جي عملدار شاهي طبقه جو عيوضي هو جنهن ۾ انگريزن جون خوبيون ڪونه هيون، ليڪن خاميون سڀ اچي ڪٺيون ٿيون هيون.

هي انگريزن جي نمڪ پرورده مسلمان عملدار ۽ شاهوڪار جي سرپرست هو. جو طبقه اسلام جي خوبصورت نالي ۾ عوام کي ڌوڪو ڏئي گمراهه ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويل هو.

هي صاحب به مسلمانن جو گريٽ ليڊر سڏائڻ جي باوجود به اسلام جي حقيقي تعليم کان بي بهره ۽ سندس آقائن جي عفتن سان ڀرپور هو. سندس انهيءَ ملاقات کان پوءِ مون نه وري سندس منهنجي ڏنو ۽ نه مُئي کان پوءِ قبر تي ويس. منهنجي ساري سياسي نظرين، پاليسين ۾ عجيب انقلاب آڻڻ واري اهائي ملاقات هئي.

اسلام، مسلم قوم، مسلم ليگ ۽ پاڪستان بابت وينل ويساهن جي ڪل ئي کلي پيئي.

**٣٠- اپريل ١٩٢٩ع ۽ پهرين مئي ١٩٣٩ع- ڪراچي.**

ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ جي ورڪنگ ڪاميٽيءَ جي ميٽنگ هئي جن ۾ ڪيترا سوال زير ويچار آيا.

**١٢- مئي ١٩٢٩ع- ڪراچي**

سيد حاجي عبدالرحيم شاه سجاول مان لکي ٿو ته خط ۾ پنهنجو احوال

معلوم ٿيو.

من ازبيگانگان هرگز ننالم. ڪہ بامن هرچہ ڪرد آن آشنا ڪرد

اهانڪي خدائي عطا ٿيل استقلال جي مبارڪ هجي. ٻيو ڪو هجي ها تہ ايتري ڇڪتاڻ تي هوند بزدل ٿي پوي ها. پر اوهان کي انهن تڪليفن کان پار لنگهائي ٻاهر ڪڍي مضبوط ڪرڻ لاءِ خدا جي خواهش ذميوار آهي. اميد تہ مخالف روسياه ٿيندا، وڏو چار پڪڙيل هو. اهي خار مفيلان آهن، جن جو انديشو نہ ڪرڻ گهرجي،

اوهان کي سچ جي سندري مضبوط ڪيو آهي"

**۱۳- مئي ۱۹۲۹ع- ڪراچي.**

ٿتي ۾ آيس ۽ رئيس امام بخش خان ڳاهي تي عملدارن طرفان ڪيل ڪوڙي ڪيس ۾ سيشن ڪورٽ ۾ شاهدي ڏئي موٽي شام جو ڪراچي آيس ۽ فري ميسنري جي ميٽنگ ۾ شرڪت ڪيم.

**۱۷ مئي ۱۹۲۹ع. سن.**

سيد شاهنواز شاه چيرمين ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ سڪولبورڊ لکي موڪليو

"تہ سن جي زناني اسڪول لاءِ پٽيوالي منظور ڪري ننا سگهون"

اهو خط مونڏي موڪليو ويو.

**۱۸- مئي ۱۹۲۹ع- منزل سن.**

صبوح جو سن مان نڪري ضلع ڪراچيءَ جو رهيل ڪوٽڙي ڊويزن جو گشت شروع ڪيو ويو.

سڌو لڪيءَ ۾ آيس. اتي لوڪلبورڊ عمارتون ۽ ادارا ڏسي مائٽهن سان ڳوٺ سڌار هلچل جو پيغام پهچائي پوءِ عامريءَ ۾ آيس اتي بہ ساڳي طرح مائٽهن سان مليس. پوءِ ڇڇرن گائنچن جي مائٽهن ۾ ملندو ڳوٺ سڌار هلچل جو پيغام پهچائيندو. سڪول ۽ ٻيون عمارتون ڏسندو موٽي سن آيس. شام جو سن جي اسڪول ۾ جلسو ٿيو. ڇوڪرن ڪيل ڏيکاريا آيل مائٽهن کي ڳوٺ سڌار هلچل جي مقصد کان واقف ڪيو ويو.

**۲۲- مئي ۱۹۲۹ع- منزل مانجهند.**

صبوح سن مان نڪري معروفاڻين. چاندين. نورپور. ماڇين. ڪماڻ. لاڪا جا ڳوٺ ڏسي مائٽهن سان ملي لوڪلبورڊ ادارا ۽ عمارتون ڏسي. ڪاڇين جي ڳوٺ ۾ رئيس فقير بخش خان ڪاڇيءَ وٽ اچي رهيس. شام جو ان کي

ڪٿي مانجهندن ۾ آيس جتي لوڪلبورڊ عمارتون ڏسي پوءِ سڪول جي جلسہ ۾ آياسون. ڇوڪرن گيت ڳايا. ڪيل ڏيکاريا. پوءِ مائهن کي ڳوٺ سڌار هلچل کان واقف ڪيم. رات انجنيري بنگلہ ۾ رهيس.

**٢٣- مئي ١٩٢٩ع- منزل ڪوٽڙي.**

صبوح جو مانجهندن مان نڪري خاصائي، گوپانگ، خانوٽ جا ڳوٺ ڏسي ماڻهن سان ملي پين جي ڳوٺ ۾ سيد مقبول شاه ميمبر ڊسٽرڪٽ لوڪبورڊ ڪراچيءَ پريزيڊنٽ تعلقہ لوڪلبورڊ ڪوٽڙي وٽ اچي پيهرو ڪيو ويو. اتي لوڪلبورڊ عمارتون ڏسي ماڻهن کي ڳوٺ سڌار هلچل جي مقصدن کان واقف ڪري پوءِ ٻداپور، انڙپور، مانجهو، پيٽاري، بادن ۽ رائلي جي ڳوٺن مان ٿيندو دير سان ڪوٽڙيءَ پهتس.

**٢٤- ٢٦ مئي ١٩٢٩ع- متياري.**

صبوح جي ڪوٽڙيءَ مان نڪري متيارين سيد محمد علي شاه جاموٽ موسيٰ پوٽہ جي شاديءَ جي سلسلي ۾ آياسون. رئيس فقير بخش خان ڪاڇي بہ ساڻ هو. ٽي ڏينهن اتي رهياسون. پوءِ ٢٧- تاريخ موٽي ڪوٽڙي آياسون

جتي شام جو ميونسپل اسڪول ڪوٽڙيءَ ۾ جلسو هو. سوها ماڻهو آيل هئا. اتي جي هيڊ ماستر مسٽر روپچند مرحبائي تقرير ۽ سڪول بابت رپورٽ پيش ڪئي. پوءِ ڇوڪرن ڪيل ڏيکاريا ۽ راڳ ڳايا. مون ڪين ڳوٺ سڌار هلچل جي مقصدن کان واقف ڪيو.

ان موقعي تي مسٽر حافظ ڊيپوٽي ڪليڪٽر ڪوٽڙي، مسٽر هوندراج پارواڻي ۽ مسٽر عبداللطيف سيلاٽہ تقريرون ڪيون ماڻهن سان خيالن جي ڏي وٺ ٿي. لوڪلبورڊ عمارات ڏٺيون ويئون.

**٢٨- مئي ١٩٢٩ع- ٽاڻو بولا خان.**

صبوح جو ڪوٽڙيءَ مان نڪري ٽاڻي-بولاخان آياسون. رئيس فقير بخش خان ڪاڇي ساڻ هو.

ڊسٽرڪٽ بنگلي ۾ رهڻ ٿيو. لوڪلبورڊ کوهن، رستن، عمارتون ۽ سڪولن کي ڏٺو ويو شام جو سڪول ۾ جلسو ٿيو.

اتي ڳوٺ سڌار هلچل مقصد ٻڌايا وياسون. ڳوٺ جي مکيہ ماڻهن ملڪ سردار خان، پير باقر شاه، پير محمد بخش شاه سان ملاقاتون ٿيون. ان طرف جي حالات کان واقفيت حاصل ڪئي ويئي.

**۲۹- مئي ۱۹۲۹ع- جهرڪ.**

صبوح جو ٺاٺي بولا خان ڪان نڪري مختلف رستہ، لوڪلبورڊ عمارتون، اسڪول ڏسندا، ڳوٺن جي ماڻهن سان ملندا شام جو جهرڪن ۾ پهتاسون ڊسترڪٽ بنگلہ ۾ رهڻ ٿيو.

اسڪول ۾ جلسہ هو. هزارها ماڻهو آس پاس کان آيل هئا. ڇوڪرن کيل ڏيکاريا ۽ راڳ ڳايا. ڳوٺ سڌار هلچل بابت تقرير ڪيم ڳوٺ ۽ آس پاس جي ماڻهن سان ملاقات ۽ حال احوال ڪيا ويا.

**۳۰- مئي ۱۹۲۹ع- ڪراچي.**

صبوح جو جهرڪن مان نڪري سونڊا، هيلايہ جا ڳوٺ، لوڪلبورڊ جايون، رستا، اسڪول ڏسي ٺٽي پهتاسون. اتي لوڪلبورڊ بارجز جي نيلام جي ميٽنگ ۾ صدارت ڪيم. جنگشاهيءَ مان ڪراچي آيس.

**۱ جون کان ۱۲- اگست ۱۹۲۹ع- ڪراچي.**

انهي عرصي ۾ لوڪلبورڊ جي مختلف ڪميشن جي صدارت ڪيم. آفيس جو ڪاروبار هلائيندو رهيس. ميونسپل ڪارپوريشن ۽ ان جي گارڊن ڪميٽي جي ميٽنگن ۾ شرڪت ڪيم.

سنڌ سينٽرل ڪوآپريٽو بئنڪ ۽ ان جي ڪميٽين ۾ ڪم ڪيم. ڪوآپريٽو انسٽيٽيوٽ ۾ دلچسپي ورتيم. شهر جي سوشل معاملات ۾ حصو ورتو ويو.

**۲۹ جون ۱۹۲۹ع-** تي ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ ڪراچيءَ جي ميٽنگ ۾ بمبئي سرڪار جي لکئي موجب انجنير مقرر ڪرڻ لاءِ درخواست گهرائڻ جو فيصلو ڪيو ويو.

**۳۰ جون ۱۹۲۹ع** رورل رفارم ائسوسيشن ۾ سنڌ لوڪلبورڊ ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪئي ويئي.

**۷- ۸ جولاءِ ۱۹۲۹ع-** بابا مير محمد بلوچ مسلم پولٽيڪل ڪانفرنس ڪوٺائڻ لاءِ ميٽنگ گهرائي. ان ۾ شرڪت ۾ ڪيم.

**۲۹- جولاءِ ۱۹۲۹ع-** ٻپهرن جو علامہ آءِ آءِ قاضي وٽ لنچ کاڌم. شام جو ميونسپالٽي جي ميٽنگ ۾ ويس.

**۲- اگست ۱۹۲۹ع-** ملير ڪوآپريٽو سوسائٽين جي ميٽنگن ۾ ويس. پرمانند آڏواڻيءَ جي شادي هئي.

**١٣- اگسٽ ١٩٢٩ع- سن.**

اگسٽ ۽ سيپٽمبر جا مهينا سن ۾ رهيس. پوڙهن ۽ ٻارشون ٿيون ڪالرا جي بيماري پيئي.

**٢٢- اگسٽ ١٩٢٩ع. سن.**

خانبهادر عظيم خان سري نگر مان سموري گشت جو احوال لکندي ٻڌائي ٿو تہ "اتان سملہ ويندو پوءِ هندوستان جو سير ڪندو. آڪٽومبر ڌاري سنڌ پهچندو. ڪوآپريٽو بئنڪ جي مختلف مسئلن بابت احوال پڇي ٿو. سينٽرل ڪوآپريٽو بئنڪ ڪراچي جي سکر براج ڪان پوءِ اهميت جو ذڪر ڪندي لکي ٿو تہ ان تي خانبهادر کهڙي کي اين ڊي ملڪ جي جاءِ تي جونڊي چڏاءِ. ملير ڪوآپريٽو بئنڪ جي ڪم جي پارٽ ڪري ٿو."

**٣- آڪٽومبر ١٩٢٩ع- ٺٽو.**

سيد حاجي علي بخش شاه بخاري. سيد حاجي عبدالرحيم شاه جي سالي جي فرزند سيد حسنعلي شاه جي انتقال ڪري سندس عذرخواهي لاءِ ٺٽي آيس.

٣- تاريخ سيد علي گوهر شاه جي ڪيس ۾ بچاءَ جي شاهدي ڏني

٤- تاريخ ڪراچي پهتس.

**٤- آڪٽومبر ڪان ٢٨- آڪٽومبر ١٩٢٩ع- ڪراچي.**

١٨- آڪٽومبر لوڪلبورڊ انجنير لاءِ گهرايل درخواستن مان سب ڪميٽيءَ ١٣- نالا چونڊيا.

**٢٨- آڪٽومبر ١٩٢٩ع- سن.**

جنهن پڦيءَ مون کي نپايو هو. ان جي بي چاڪائي جي نيابي اچڻ تي ڳوٺ آيس.

انهيءَ ٨- نومبر ١٩٢٩ع تي وفات ڪئي. ان ڪان پوءِ ڏهہ ڏينهن ڳوٺ رهي ڪراچي آيس.

**١٨- نومبر ١٩٢٩ع- ڪراچي.**

٢٠- نومبر گورنر بمبئي ڪيماڙيءَ تي لٿو. ڪراچي ميونسپالٽيءَ جو پريزيڊنٽ مسٽر جمشيد ميهتا. ڪراچي ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ جو پريزيڊنٽ آءٌ رپورٽ ٽرسٽ جو چيرمين. ڪمشنر سنڌ. ڪليڪٽر ڪراچي ساڍا ٨ بجہ صبوح جو ان کي وٺڻ وياسون. شام جو فريئر هال ۾ پهرين ميونسپالٽي ۽ پوءِ لوڪلبورڊ طرفان ڪيس ائڊريسون ڏنيون ويئون.

**۱٣- نومبر** تي سنڌ محمدن ائسوسيئشن طرفان بمبئي جي گورنر کي ڊنر ائڊريس سر شاهنواز خان ڀٽي پڙهي ان ۾ شرڪت ڪيم.

شام جو گورنر جي اعزاز ۾ چانهن جي دعوت ۾ شرڪت ڪيم.

**٢٣- نومبر** لوڪلبورڊ آفيس ۾ انجنير چونڊڻ واري سب ڪميٽي ١٣ نالن مان وري چار نالا چونڊيا تفصيل اڳي باب ۾ ڏنل آهي. مهيني جي آخر ۾ موٽي ڳوٺ سن آيس.

**٧- ڊسمبر ١٩٢٩ع- ڪراچي.**

حيدرآباد کان ٿيندو ڪراچي آيس.

**٨- ڊسمبر** تي ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ ۾ سچل سرمست ڏينهن ملهايو ويو. مون، ڄيٺمل پرسرام ۽ ٻين حصو ورتو.

**٩- ١٠- ڊسمبر** تي ڪرشنا مورتيءَ جا ڪلاس اٽينڊ ڪيا ويا ۽ گهڻو وقت سندس حاضري ۾ گذاريو ويو. جنهن جو گهڻو اثر ٿيو.

**٣٠- ڊسمبر** تائين ڪراچيءَ جي مختلف ڪميٽين جي ميٽنگن ۽ سوشل فنڪشن ۾ حصو وٺندو رهيس.

هن مهيني ۾ شهمير خان ولد رئيس فقير بخش خان ڪاڇي. ڊي جي ڪاليج جي پروفيسر راوتياڻيءَ کي ڪاليج فنڪشن جي موقعي تي چماٽ هنئين. ان ڪري پرنسپال بناٽي ڪيس ڪاليج مان خارج ڪري ڪڍي ڇڏيو. سندس وري داخلا لاءِ ڪوشش ڪئي ويئي.

**سال ١٩٣٠ع**

**٤- جنوري ١٩٣٠ع- ڪراچي**

ڳوٺان ڪراچي آيس

**٥- تاريخ** اسٽينڊنگ ڪميٽي، ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ جي ميٽنگ جي صدارت ڪيم.

٢- ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ جي جنرل باڊيءَ جي ميٽنگ هئي.

جنهن ۾ آفيسرن ۽ چيف آفيسر گروه جي مخالفت جي باوجود، مسٽر محمد هاشم گزدر کي ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ ڪراچيءَ جو انجنير مقرر ڪرڻ جو ٺهراءُ پاس ٿيو.

ٻي ڏنهن ٧ تاريخ ڪيس چارج ڏياريم.

**٧- جنوري** ٿياسافيڪل سوسائٽي ڪراچيءَ جي هال ۾ مسٽر جمشيد ميهتا جي جنم جو ڏينهن ملهايو ويو.

**٨- ٩ جنوري ١٩٣٠ع- ڪراچي.**

خالقڏنہ هال ڪراچيءَ ۾ سنڌ لوڪلباڊيز ڪانفرنس منعقد ٿي ان ۾ شرڪت ڪيم.

**١٠- جنوري ١٩٣٠ع- ڪراچي.**

مسٽر درگداس آڏواڻي جي صدارت هيٺ ضلع ڪراچيءَ جي ڪوآپريٽرن جي ڪانفرنس ٿي جنهن ۾ ڪراچي ضلع ڪوآپريٽو انسٽيٽيوٽ جو بنياد وڌو ويو. جنهن جو صدر مسٽر جمشيد نسروانجي ميهتا ۽ سيڪريٽري مونکي چوندياڻون. مسٽر هاسومل مير چنداڻي جائنٽ سيڪريٽري چونديو. ڪانفرنس ٿياسافيڪل هال ۾ گڏ ٿي تفصيل ڊائري جي جنرل نوٽن ۾ داخل آهي.

**١١- جنوري ١٩٣٠ع- ڪراچي.**

ڪراچي ضلع جي مالدارن جي ڪانفرنس بابا مير محمد بلوچ جي صدارت هيٺ ٿياسافيڪل هال ۾ گڏ ٿي جنهن ۾ ضلع مالدار ائسوسيشن جو بنياد وڌو ويو. ڪيترائي ٺهراءَ مالدران جي حقن جي حفاظت، ترقي ۽ مال جي سڌاري لاءِ پاس ڪيا ويا. ان جا عهديدار چوندبا ويا.

١- حاجي مير محمد بلوچ - پريزيڊنٽ
٢- راءِ صاحب ميناارام اجيت سنگهہ - وائيس پريزيڊنٽ
٣- جنرل سيڪريٽري غلام مرتضيٰ شاه (آءٌ)
٤- جائنٽ = حاجي پير محمد عقيلي - ٺٽہ

ان ڪانفرنس ۾ ضلع مان هڪ سو کن ماڻهو آيل هئا.
جن مان مکيہ جا نالا هينيان هئا.

١- سيٺ ڪيمچند نيڪدار ٢- ارباب غلام محمد هنگورو - جاتي ٣- عبدالله خان ملا - جاتي ٤- رئيس گل خان لغاري - بنورو ٥- سيد بچل شاه - بنورو ٦- سيد حاجي عبدالرحيم شاه ٧- راءِ صاحب ميناارا اجيت سنگهہ - شاه بندر ٨- ديوان ورومل - شاه بندر ٩- مسٽر چيتمل پرسرام گلراجاڻي ١٠- راءِ بهادر پريتمداس - حيدرآباد ١١- وڏيرو يار محمد جوکيہ - ملير ١٢- سيٺ هارون مقاطعدار ١٣-عمر مالدار سجاول ١٤- هوتو خان، چيز خان. سعد خان جلباڻي - ماڙي سڪرنڊ ١٧- سيد چگل شاه ( محراب پور- سڪرنڊ ١٨- نور محمد شاه زميندار - ساڪرو ١٩- قاضي حبيب الله - ساڪرو ٢٠- حسن شورو - ڪوٽڙي ٢١- وڏيرو ماڪن

شورو - ڪوٺڙي ٢٢- سيد مقبولشاه - بيان.
جنوري جا پويان ٻہ هفتا سن ۾ هوس.

**٩- فيبروري ١٩٣٠ع- سن.**

مسٽر گزدر خط لکي ٿو تہ ”ميران محمد شاه ۽ ٻيا ايم ايل سي ١٤- ١٥ تاريخ بمبئيءَ وڃي رهيا آهن. اوهان منهنجي ڪم لاءِ ڪين لکو“.

قاضي عبدالرحمن ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ جا منٽ پاڻ لکي اوهان جي ڏيکارڻ ۽ منظوريءَ ڪانسواءِ ڪليڪٽر کي ڏئي آيو آهي. مسٽر طيب علي ۽ شيخ عبدالمجيد چون ٿا تہ ڪليڪٽر جي خط جو اوهان کي انتظار نہ ڪرڻ گهرجي. آئنده خط مون کي گهَرَ جي ائڊريس تي موڪليندا. آفيس جا خط چيف آفيسر گم ڪري ٿو“.

**١١- فيبروري ١٩٣٠ع- سن.**

مسٽر گبسن ڪليڪٽر ڪراچي سندس مرضيءَ جي خلاف مسٽر گزدر محمد هاشم کي بورڊ جي انجنير مقرر ڪرڻ تي ناراض ٿي ليٽر موڪليو تہ مسٽر گزدر کي نوڪري ۾ نہ هلايو وڃي ۽ سندس چوڻ تي سٽي ڊپوٽي ڪليڪٽر مسٽر جڌ ميمبر لوڪلبورڊ ٺهراءُ موڪليو تہ مسٽر گزدر جي مقرري رد ڪجي.

**١٩- فيبروري ١٩٣٠ع- سن.**

سيد ميران محمد شاه بمبئي ويندي جهاز مان پوربندر وٽان لنگهندي، هڪ ادبي خط لکيو. جنهن ۾ شاه لطيف جا بيت ڏنا اٿس.

**٢٤- فيبروري ١٩٣٠ع- سن.**

مسٽر محمد هاشم گزدر خط لکي ٿو ”تہ سندس مقرري خلاف ڪليڪٽر خط لکيو آهي ۽ مسٽر جڌسٽي ڊپوٽي ڪلڪيٽر ٺهراءُ موڪليو آهي. اهي خط بورڊ جي ايجنڊا اتي رکڻ گهرجن. چيف آفيسر کي لکڻ گهرجيو تہ ڪليڪٽر ڪراچيءَ سان سڌو لکپڙهہ نہ ڪري. اوهان ڪراچيءَ مارچ جي اوائل ۾ ايندا يا نہ؟“

**٢٦- فيبروري ١٩٣٠ع- سن.**

سيد ميران محمد شاه بمبئي مان خط لکي ٿو تہ ”ڪليڪٽر ڪراچيءَ مسٽر گزدر جي مقرري سبب ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ ڪراچيءَ کي بمبئي سرڪار ڪان رستن جي مرامت لاءِ ملندڙ گرانٽ بند ڪئي هئي. ان تي

مون ڪائونسل ۾ زوردار تقرير ڪئي آهي. وزير لوڪل سيلف گورنمينٽ وعدو ڪيو آهي تہ هو تار ڪري گرانٽ ڏياريندو.

مسٽر گزدر جي منظوريءَ لاءِ لکپڙهہ هلندڙ آهي."

**٢٧- فيبروري ١٩٣٠ع- سن.**

مسٽر محمد هاشم گزدر لکي ٿو تہ "هُن خانبهادر نور نبي ٺٽہ جي ڊيپوٽي ڪليڪٽر سان ڳالهايو آهي. هِن جو چوڻ آهي تہ ڪليڪٽر مسٽر گبسن ڪين حڪم ڏنا آهن تہ سندس ( مسٽر گزدر جي ) مقرر رد ڪرائڻ لاءِ ميمبرن تي زوربار آڻين".

سرڪاري ميمبر ۽ ڻاقيل ميمبر ائين ڪليڪٽر جي مخالفت ڪري مخالف ٿي ويندا. پر معلوم ٿيو آهي تہ حاجي عبدالرحيم شاہ بہ ان ميٽنگ ۾ نہ ايندو.

جي خود اهوئي ڪمزوري آهي تہ پوءِ تہ استعيفا ڏئي وڃان هليو. اوهان ڪيس لکو"

**٢٨- فيبروري ١٩٣٠ع- سن.**

محمد هاشم گزدر لکي ٿو تہ "حاتم علوي سرمانتيگو ويب کي ملي سموري حقيقت ڪئي آهي جو اوهان سان ملڻ گهري ٿو.

حاتم ۽ مولوي صادق گڏجي حاجي عبدالرحيم شاہ کي مضبوط ڪرڻ وڃن ٿا.

مون اوهان جو حڪم دل تي رکيو آهي "تہ باوجود قاضي عبدالرحمٰن جي شرارت ۽ مخالفت جي، سوشل تعلقات تهذيب جي دائري ۾ رکندو اچان"

شيخ عبدالمجيد ڏرا ڏڏو ڏسجي ٿو. قاضي عبدالرحمٰن جو مٿس اثر آهي تنهن ڪري گهٽي دلچسپي نٿو وٺي.

**١- مارچ ١٩٣ع- سن.**

محمد هاشم گزدر لکي ٿو "تہ ميران محمد شاہ بجيٽ جي موقع تي ڪراچيءَ جي ڪليڪٽر ۽ سندس پرسنل اسسٽنٽ خلاف ڏاڍا چوهہ چنڊيا آهن. اها تقرير اخبارن کي ڏيئي آيو آهيان."

**٦- مارچ ١٩٣٠ع- ڪراچي- ابراهيم حيدري.**

مسٽر چيٺمل پرسرام، حاتم علوي، هاسي مل ميرچندائي، قاضي عبدالخالق ۽ مسٽر دستور سان گڏجي، ابراهيم حيدريءَ وياسون. اتي

ميربحرن کان واقف ٿي. شام جو موٽي ڪراچيءَ آياسون.

**١٠- مارچ ١٩٣٠ع- سيہوڻ**

تيمپرنس ۽ بنيوولسنس فري ميسن لاج ۾ ماسٽر ميسن جي ڊگري ورتم.

**١٥- مارچ ١٩٣٠ع- سن.**

سن ۾ منهنجي زمين جي ڪمر هلائيندڙ محمد پريل ولد محمد ابراهيم خاصخيلي شام جو دل تنڻ ڪري وفات ڪئي. هي سندس مائٽن وانگر اسان جو خانداني خدمتگارهو. هي اول ۾ منهنجي والد وٽ نوڪريءَ ۾ هو ان جي شهادت کان آخر دم تائين منهنجي ڪمر ڪار ۾ هو. آءُ ٻاهر رهندو هوس تہ ڪمر جي سنڀال ڪندو هو. ان جا ٻہ پٽ هر هڪ محمد آچر ۽ محمد ابراهيم بہ اسان جي ڪمر ۾ آهن. اهڙائي سچا آهن.

اڄ ڪلهہ سيڪو سک جو ساٿي آهي هي تہ ڏک سک ۾ سات ڏيندا اچن ٿا.

**(نوٽ)**

محمد آچر ٢٨- ڊسمبر ١٩٦٢ع تي دادؤ ۾ اسان جي ڪمر سان وچڻ مهل وفات ڪري ويو.

**١٨- مارچ ١٩٣٠ع- ڪراچي.**

ڊاڪٽر ٽاراچند لعلواڻي، سوامي گووند آنند، مهراج لوڪرام شرما، وشنو شرما، پروفيسر هاسارام پمناڻي جي ڪوشش سان ڪراچيءَ مان هڪ نوجوان سڀا جي ڪانفرنس ڪوٺائي ويئي. ان جي صدارت لاءِ ڊاڪٽر سيف الدين ڪچلو کي گهرايو ويو. ان جو عاليشان سرگس ڪڍيو ويو. شام جو خالقڏني هال ۾ ميٽنگ ٿي ان ۾ ڊاڪٽر ڪچلوءَ کان پوءِ ڪيترن ئي تقريرون ڪيون مون کي ۽ مسٽر جيٺمل پرسرام کي بہ تقرير لاءِ سڏيو ويو.

مسٽر جيٺمل ان ڪانفرنس اڳيان سکر براج جي زمين کي بي زمين هارين ۾ سهوليت وارين قسطن تي ڏيڻ جو نہراءُ پيش ڪيو. ان رٽ کي مون ٽيڪو ڏنو.

ساڳي ڏينهن شام جو ڊاڪٽر سيف الدين ڪچلوءَ کي سندس ساٿين سميت پنهنجي بنگلي تي دعوت تي گهرايم.

**٢٠- مارچ ١٩٣٠ع- ڪراچي.**

وڏيري محمد عثمان سومري خط لکيو تہ "خانبهادر نور نبي ٿتي

جو ڊيپوٽي ڪليڪٽر ڪيس شاهنواز شاهه ۽ مصري خان کي گهرائي گزدر جي خلاف ووٽ ڏيڻ لاءِ زور رکيو آهي"

خانبهادر عظيم خان ڊيپوٽي رجسٽرار ڪواپريٽو سوسائٽيز لکي ٿو ته:

"اوهان جو خط سنڌ سينٽرل ڪواپريٽو بئنڪ لاءِ ساري سنڌ مان مکيه ماڻهن کي چونڊي بورڊ تي کڻڻ بابت پهتو. آءٌ اوهان سان شامل راءِ آهيان، ليڪن اها ڦير ڦار آهسته آهسته ڪري اٿڻي پوندي نه ته ڏاڍهن ٿي پوندي.

وري لکي ٿو ته اوهان جي مرضي آهي ته پلي مسٽر دستور کي پهرين اپريل کان بئنڪ جي مئنيجري جي چارج ونارايو. پوءِ سينٽرل بئنڪ جي آفيس، جمشيد جي آفيس کان جدا ڪري وڏيڪ صلاح مصلحت ڪئي ويندي. مسٽر جمشيد ميونسپالٽي ڇڏي ٿو پوءِ اميد ته سمورو توجهه ڪرآپريٽو تحريڪ طرف ڏيندو".

### ٢٤- مارچ ١٩٣٠ع- ڪراچي.

اڄ ڪراچي ميونسپل جي نين چونڊن ۾ بيهندڙ اميدوارن جي درميان صلح ڪرائڻ خاطر ڪراچي اڪيڊمي هاءِ اسڪول ۾ هڪ عام جلسو خانصاحب بابو فضل الاهيءَ جي صدارت هيٺ ڪئو ٿيو. ان ۾ ڪيترن صاحبن چونڊن لڙي، خرچ ڪرڻ جي عيوض باهمي سمجهوتي سان اميدوار بيهارڻ تي زور ڏنو. آخر ۾ انهيءَ مقصد جي حصول لاءِ هيٺين ميمبرن تي مشتمل هڪ امين بورڊ مقرر ڪيو ويو.

١- خانصاحب بابو فضل الاهي
٢- = عاليجاهه عليڏنه علي محمد خواجه
٣- مسٽر نبي بخش محمد پناه
٤- حڪيم مولوي فتح محمد سيوهاڻي
٥- مولوي محمد صديق صاحب - ڪده
٦- سيد غلام مرتضيٰ شاهه ( آءٌ )
٧- قاضي عبدالرحمن

انهن ميمبرن کي پنهنجو چيرمن ۽ سيڪريٽري چونڊڻو هو

### ٢٩- مارچ ١٩٣٠ع- ڪراچي.

١١- بجي صبح جو ڪليڪٽر جي ڪچهري هال ۾ ڊسٽرڪٽ

لوڪلبورڊ ڪراچيءَ ۾ سماهي ميٽنگ گڏ ٿي. ان ۾ هڪ رٽ مسٽر جڌ ستي ڊپيوٽي ڪليڪٽر ڪراچي طرفان اڳيئي ايجنڊا تي هئي ته ”مسٽر محمد هاشم گزدر کي لوڪلبورڊ جي انجنير مقرر ڪرڻ وارو ٺهراءُ (جو ٦ جنوري تي پاس ٿيو هو) رد ڪيو وڃي“

اهو ٺهراء بي قاعدي محسوس ڪندي چاڪاڻ ته لوڪلبورڊ جو پاس ڪيل ٺهراءُ ٽن مهينن ڪان اڳ. خاص ان ڪم لاءِ سڏايل ميٽنگ ۾ ٢ پاڱي ٣ حصہ ميمبرن جي ووٽن ڪانسواءِ رد ٿي نہ ٿي سگهيو. آفيشل گروه طرفان بيا ٺهراءَ بہ پيش ڪيا ويا.

ڊپيوٽي ڪليڪٽر ميمبرن کي ٻڪرين وانگر گڏي اچي سندن پر ۾ وهاريو هو. هنن جا منهن لٽل هئا. چاڪاڻ تہ اهي ساڳائي ميمبر هئا جن مسٽر گزدر کي ووٽ ڏيئي چونڊيو هو. پر هاڻ آفيسرن جي دٻاءَ ڪري مجبور ٿي اچي. مخالف ووٽ ڏيڻ لاءِ وينا هئا. ڪليڪٽر گورنمينٽ بمبئيءَ جو اڳي ڪيڊيل سرڪيولر ميمبرن کي موڪليو هو تہ ”مسٽر گزدر کي سرڪاري نوڪري ۾ نہ رکڻ ۾ اچي“.

جيتوڻيڪ هي نوڪري سرڪاري نہ هئي پر هن ميمبرن تي رعب وهارڻ لاءِ ائين ڪيو هو.

جملہ ست رٺون مون کي ڏنيون ويئون. ان ۾ هڪ اها هئي تہ مسٽر گزدر کي ساڳي طرح نوڪريءَ ۾ قائم رکيو وڃي. ٻي اها هئي تہ ان کي سسپينڊ ڪري بمبئي سرڪار کان منظوري وٺي پوءِ رکجي. باقي سڀ رٿون ٿوري تفاوت سان هڪ جهڙيون مسٽر گزدر کي نوڪري مان ڪيڏڻ بابت هيون. مون انهن سيني تجويزن مان مسٽر جڌ واري اڳي موڪليل تجويز کي اصل رٿ ٺهرائي. ٻين کي ترميمون ڪري هڪ ٻئي جي پويان رکيو.

آخري ترميم سندس رکڻ جي هئي. ان کي سندس سسپينڊ ڪرڻ واري رٿ جي سامهون رکي ووٽ ورتم. سندس رکڻ جي فائدي واري رٿ جي فائدي ۾ صرف ٽي ووٽ ويا. باقي سڀ سسپينڊ ڪرڻ جي فائدي ۾ ويا. آفيسرن کي اها اميد هئي تہ اها ترميم پاس ٿيڻ بعد وري ٻين ترميمن جي مقابلہ ۾ ڪنئي ويندي پر سندن اميدن جي خلاف مون باقي سڀ رٿون خلاف قاعدي ٺهرائيندي رد ڪري ڇڏيون. جنهن تي هو سخت ناراض ٿيا. ڪليڪٽر کي سندس حڪم موجب شام جو ڪارروائي جي ڪاپي موڪلي ويئي. وڌيڪ مفصل احوال تي باب ۾ ڏنل آهي

**۱- اپريل ۱۹۳۰ع- ڪراچي.**

مسٽر ڊنشا دستور کي نيٽ سنڌ سينٽرل ڪوآپريٽو بئنڪ جو جنرل مئنيجر ڪري چارج ڏياري ويئي. جنھن ۾ ڪيٽريون رنڌڪون پيون پيئون.

**۵- اپريل ۱۹۳۰ع- ڪراچي.**

عيدگاه ميدان تي عام جلسي جي سامھون ڪراچي ميونسپل چونڊ لاءِ مقرر ڪيل امين بورڊ سندن چونڊيل نالن جو اظھار ڪيو. اڪثر اميدوارن اھو فيصلو قبول نہ ڪيو. انھ ۾ مکيہ ڌريون ھيون. ھڪ سيٺ عبدالله هارون جي ۽ ٻي شيخ عبدالمجيد جي. ٻنھي صلح ٽوڙڻ جو الزا ٻيءَ ڌر تي رکيو. مسلمانن جي ۱۵- جڳھين لاءِ ۱۵- اميدوار بيھي رھيا.

**۸- اپريل ۱۹۳۰ع** تي ميونسپل جي اميدوارن نامينيشن پيپر ڀريا.

**۱۲- اپريل ۱۹۳۰ع** تي ڊاڪٽر چوئٿرام گدواڻي، نارائڻداس ملڪاڻي، ڊاڪٽر تاراچند لعلواڻي، سوامي ڪرشنا نند، وشنو شرما، مني لال وياس، سوامي گووند آنند سول نافرماني جي سلسلي ۾گرفتار ٿيا.

گرفتارين تي احتجاج ڪرڻ لاءِ ھزارھا ماڻھو سرگس ناھي شھر ۾ گھمي رھيا ھئا تہ پوليس طرفان انھن تي لٺيبازي ڪئي ويئي ۽ گولي ھلائي ويئي. جنھن ڪري مسٽر جيرامداس دولترام زخمي ٿيو. مسٽر ٿامس ڪمشنر سنڌ ڪيس اسپتال ۾ڏسڻ ويو. ۽ افسوس جو اظھار ڪيائين.

**۱۷- اپريل ۱۹۳۰ع- سن.**

ڪراچي ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ ۾ مسٽر گزدر کي انجنير ڪري رکڻ لاءِ بمبئي سرڪار کي پاس ٿيل ٺھراءَ موجب منظوري لاءِ ڪاغذ موڪليو.

**۲۳- اپريل ۱۹۳۰ع- سن.**

مسٽر حاتم علويءَ خط لکيو تہ "مسٽر جمشيد مسٽر ٿامس ڪمشنر سنڌ کي مليو تہ ھميشہ جي دستور مطابق ھن دفعي بہ ڪراچيءَ ميونسپالٽيءَ تي پريزيڊنٽ ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ کي ايڪس آفيشو ميمبر ڪري رکڻ ۾ اچي پر ھن انڪار ڪيو".

وري، لکي ٿو تہ "سکر براج جي زمين سک ۽ ھندو کڻي ويندا. سنڌ جي مسلمانن کي سنڊيڪيٽ ناھي ڪٺڻ گھرجي اھو ڪم تون ھٿ ۾ کڻ. ھي ي ڏزن ڪمن جا ھٿن ۾ ڪنيا اٿئي، سي ٻي فائدا آھن"

**٢۵- اپريل ١٩٣٠ع- سن.**

مسٽر منگهارام ٿهلراماڻي لکي ٿو تہ: "انسان جو بدن خدا جو گهر آهي. ان جي پاڪيزگي ۽ صحت مذهبي فرض آهي. بدن کان جيترو ڪم وٺجي، اوتري سنڀال بہ ڪجي. تون پنهنجي تندرستيءَ جو خيال رکندو ڪر.

سڀني جذبات جو هئڻ ضروري آهي. ليڪن انهن تي قبضو رکڻ بہ لازمي ڳالهہ آهي. گهڻا ڪم هٿ ۾ کڻڻ وڏي جوابداري آهي. مهرباني ڪري وعدو ڪري ڇڏ تہ آئنده ڪوبہ ڪم جذبي هيٺ اچي تڪڙ ۾ ڪونہ ڪندين. هر ڳالهہ لاءِ هفتو ترسي پوءِ قدم کڻندين. ڪيس نواب شاه ۾ پٽ جائو هو. سندس نالو لال رکيو اٿس."

**٢٦- اپريل ١٩٣٠ع- سن.**

مسٽر حاتم علوي خط لکي ٿو تہ "سيٺ حاجي عبدالله هارون ۴- مئي تي سکر ۾ مسٽر جناح ۽ سر محمد شفيع کي دعوت ڏني آهي. جتي سکر براج ۽ گول ميز ڪانفرنس بابت غور ڪندا. سنڌ محمدن اسوسيشن جي ميٽنگ بہ اتي رکيل آهي تون ان ۾ ضرور وڃج"

**٢٩- اپريل ١٩٣٠ع- سن.**

خانبهادر کهڙو خط لکي ٿو تہ "سيف حاجي عبدالله هارون مسٽر جناح ۽ سر محمد شفيع کي ۴- مئي تي سکر ۾ دعوت ڏني آهي ۽ سنڌ محمدن ائسوسيشن جي ميٽنگ بہ آهي. ان ۾ ضرور اچج. پاڻ ١٣-١۴ مئي جي ڪراچيءَ اچي مون وٽ رهندو.

**۵- کان ٢٠ مئي ١٩٣٠ع- ڪراچي.**

ڪراچي ميونسپالٽي جي چونڊ ٿي. حاتم علوي جي مدد ڪئي ويئي.

**١۴- ١۵ مئي** ڪراچي ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ جي سٽنڊنگ ڪميٽيءَ جون ميٽنگون سٽاف جي شيڊيول پاس ڪرڻ لاءِ منعقد ٿيون. سنڌ سينٽرل ڪوآپريٽو بئنڪ جي بورڊ جي ميٽنگ هئي. کهڙو صاحب ۽ ميران محمد شاه مون وٽ رهيا. سنڌ جي جدائي لاءِ صلاح مشورا ٿيا.

**١٨- مئي ١٩٣٠ع- ڪراچي.**

اڄ منهنجي بنگلي منگهي پير روڊ واري تي ڪراچيءَ جي مکيہ ماڻهن جي تڪڙي ميٽنگ گڏ ٿي. جنهن جوصبوح موٽر رستي اطلاع ڏنل

هو. هينيان صاحب گڏ ٿيا:

١- سيٺ حاجي عبدالله هارون ٢- خانبهادر محمد ايوب کهڙو ٣- سيٺ طيب علي علوي ۴- ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽو ۵- سيد ميران محمد شاه ٦- بابا مير محمد بلوچ ٨- سيٺ حسين ڀائي بندوق والا ٨- مولوي عبدالخالق مورائي ٩- مولوي محمد عثمان بروهي ١٠- مولوي نور الحق ١١- سيد شاهنواز شاه ١٢- قاضي عبدالرحمن ١٣- سيد علي محمد شاه راشدي ١۴- شيخ عبدالحق ائڊمنسٽريٽو آفيسر لوڪلبورڊ سڪولس ١۵- مسٽر حاتم طيب جي ١٦- واجا فقير محمد درا خان ١٧- مسٽر حاتم علوي ١٨- خانصاحب الهه بخش خان گبول ١٩- محمد هاشم گزدر ٢٠- غازي محمود پاشا ٢١- جي . ايم . سيد.

سنڌ جي جدائي. انگريزي اخبار جي ڪيڻ ۽ مسلمانن جي پين سياسي مسئلن تي گفتگو ٿي.

هڪ وفد مقرر ٿيو جنهن جناح صاحب کي ڪلفٽن تي پرنسپال شهاڻين جي بنگلي تي ملي سنڌ جي جدائيءَ لاءِ عرض ڪيو.

جناح صاحب شام جو پير صاحب پاڳاري جي ڪيس جي سلسلہ جي سکر ڏانهن روانو ٿي ويو. مون واري بنگلي جي ميٽنگ ۾ ٢٨- ٢٩ جون تي ڪراچيءَ ۾ سنڌ مسلم پوليٽيڪل ڪانفرنس سڏائڻ جو فيصلو ڪيو ويو.

**(نوٽ)**

جا سرشاهنواز پنهنجي طرفان مخالفت ڪري گڏ ٿي نہ سگهي.

**١٩- مئي ١٩٣٠ع- ڪراچي.**

سرشاهنواز خان پنهنجو لکي ٿو "تہ ١۴- مئي تي ڪراچيءَ ۾ ميٽنگ لاءِ اچڻ جو خط ڳوٺ رهڻ ڪري دير سان پهتو. اوهان لاڙڪاڻہ جي بجاءِ ڳوٺ خط لکندا ڪريو. تنهن ڪري اچي نہ سگهيس".

وري ساڳي تاريخ ٻيو خط لکي ٿو "تہ حيدرآباد ۾ رئيس جان محمد خان ٻرڙيءَ جي بنگلي تي ٣١ تاريخ سنڌ جي سياسي مسئلن تي غور ڪرڻ لاءِ ميٽنگ سڏايل آهي ان ۾ ايندا".

**٣٠- مئي ١٩٣٠ع- گشت**

خانبهادر محمد ايوب کهڙو لکي ٿو تہ "٢٨- ٢٩- ٣٠ ڪراچي اچو تہ صلاح مصلحت ڪجي. سرشاهنوا خان پنهنجو ڪراچيءَ ۾ ڪانفرنس ڪرڻ جي خلاف آهي. هن کي ڊپ آهي تہ گرم ذر سياسي خيال وارا ان تي

قبضو ڪري ويندا. ممڪن آهي گول ميز ڪانفرنس جي بائڪاٽ ڪرڻ جو ٺهراءُ پاس ڪن. گول ميز ڪانفرنس ۾ نه وڃڻ ڪري سنڌ جي سوال کي نقصان پهچندو. وغيره".

**١٩- مئي کان ٢٧ مئي ١٩٣٠ع تائين.**

مسٽر چيتمل پرسرام، هاسي مل ميرچنداڻي، قاضي عبدالخالق سان گڏ ڪراچي ضلع جو گشت ڪيو ويو. جنهن جو مختصر احوال ٽئي باب ۾ ڏنل آهي تفصيلوار احوال ڊائري جي نوٽن واري ڪتاب ۾ ڏنل آهي.

**٧- جون ١٩٣٠ع- سن.**

ڪراچي ميونسپل سڪولبورڊ جي ميمبرن جي چونڊ ٿي. ان ۾ مسز طيب جي کي ٢٣ ووٽ مليا. مس جيني سپاهيملاڻي کي ٢٦- ووٽ مليا جنهن ڪٿيو- اهڙو اطلاح خط ۾ مليو.

**٧- ٨- ٩ جون ١٩٣٠ع- سن.**

مسٽر هاسي مل ميرچنداڻي لکيو ته "مٿين تاريخن تي حيدرآباد ۾ سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي ڪانفرنس ٿيڻي آهي. جنهن جا سيڪريٽري وشن جگتياڻي، ملڪاڻي هئا. ان ۾ مسٽر چيتمل پرسرام، مسٽر جيرامداس دولترام، پرنسپال گوڪلي وغيره ايندا اوهان ايندا".

**( نوٽ )**

پرڪن ضروري ڪمن ڪري وڃي نه سگهيس.

**١٠ جون کان ٣٠ جون ١٩٣٠ع.**

قاضي عبدالرحمن چيف آفيسر ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ ڪليڪٽر ڪراچيءَ جي اشاري تي اسان جي مئي مهيني واري ڪيل گشت ڳوٺ سڌار هلچل جي مخالفت ڪرڻ لاءِ ضلع ڪراچيءَ جي گشت تي ويو. مون کان اجازت ڪانه ورتائين. ان گشت ۾ ڊيپوٽي ڪليڪٽرن ۾ مختيار ڪارن ماٺهو گڏ ڪيا ۽ ميٽنگن ۾ هن ڪانگريس جي مخالفت ۽ انگريزن جي تعريف ڪئي.

انهي طرح هن عملدارن تي ذهن نشين ڪيو ته اسان سرڪار جا دشمن ۽ هو هنن جو وفادار هو.

انهيءَ گشت جي ڪارروائي ڊيلي گزيٽ اخبار ۾ وڏين سرخين سان ڇپي. قومي ڪارڪنن ۾ سخت ناراضگي پيدا ٿي.

مولوي فتح محمد سيوهاڻي هڪ ڪليل خط اخبارن ۾ موڪليو. جو

تئي باب ۾ ڏنل آهي.

**٢٠- جون ١٩٣٠ع- ڪراچي**

سنڌ محمدن اسوسيئشن جي ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ميٽنگ ۾ وڃڻ جو نوٽيس پهتو. جنهن ۾ سنڌ طرفان گول ميز ڪانفرنس ۾ سنڌ جي مسلمانن طرفان عيوضي چونڊڻ تي غور ٿيو.

**٢١ جون ١٩٣٠ع- ڪراچي.**

سنڌ سينٽرل ڪوآپريٽو بئنڪ جي ١١- ساليانه جنرل ميٽنگ تي. جنهن ۾ هيٺيان ڊائريڪٽر چونڊيا

١- مسٽر جمشيد ميهتا ٢- درگداس آڏواڻي ٣- ڪنولسنگ ٤- مسٽر حاتم علوي ٥- مسٽر روچيرام . حصيدارن طرفان

سوسائٽين طرفان -١- جي. ايم. سيد ٢- وڏيرو الهڏنه ميمڻ ٣- سيد ميران محمد شاه ٤- راء بهادر پريتمداس

١- خانبهادر کهڙو زمينداري بئنڪ طرفان- خانبهادر ڪئنٽرڪ سرڪار طرفان

**٢٦- جون ١٩٣٠ع- سن.**

سيد حاجي عبدالرحيم شاه مون کي خط موڪليو "ته اوهان مدرسه هاشميه جي سڌارڻ لاءِ جي تجويزون موڪليون هيون. اهي مهر علي شاه وجائي ڇڏيون آهن. تنهن ڪري هو ميٽنگ نٿو سڏائي "مهر علي شاه جو خط جنسي مون کي موڪليائين.

**٢٧- جون ١٩٣٠ع- ڪراچي.**

سرشاهنواز خان ڀٽو مون کي خط لکي ٿو ته "ڪراچيءَ ۾ سياسي ڪانفرنس سنڌ جي جدائيءَ لاءِ سڏائڻ نيڪ نه آهي. گرم ڏر کي موقعو ملندو ان تي قبضي ڪرڻ جو.

سنڌ طرفان گول ميز ڪانفرنس تي ڪير عيوضي چونڊجي ان ۾ عوام جو ڪهڙو واسطو؟

وائسراءِ هند پاڻهي سنڌ طرفان عيوضي چونڊي موڪليندو.

**٢٩- جون ١٩٣٠ع- ڪراچي.**

حاتم آءِ صبح جو ڪلفٽن تي الهه آباد واري رادها سوامي مهنت جو ليڪچر ٻڌڻ ويا رن.

ان ڏينهن سنڌ مدرسہ بورڊ جي ميٽنگ ۾ ڊاڪٽر دائود پوٽہ کي سنڌ مدرسہ جو پرنسپال چونڊيو ويو.

**٣- جولائي ١٩٣٠ع- ڪراچي.**

ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ ڪراچيءَ جي اسٽينڊنگ ڪميٽيءَ جي ميٽنگ منهنجي صدارت هيٺ ڪئي تي جنهن ۾ ڪيترا اهم ٺهراء پاس ٿيا.

**٦- جولائي ١٩٣٠ع- ڪراچي.**

ٿياسافيڪل سوسائٽي جي دوستن سان گڏ بند مراد خان تفريح طبعي ۽ روح رهاڻ لاءِ وياسون. چيٺمل پرسرام. منگهارام ٿهليراماڻي، جهمٽ مل ٽنڌاڻي، ريجهو مل آڏواڻي، ۽ ٻيا زالون مرد هئا.

**١١- جولائي کان ١٤ جولائي ١٩٣٠ع- ميرپور خاص.**

صبح جو موٽر ذريعي ڪراچيءَ مان نڪري ميرپور خاص پهتاسون. اسان جي ڪراچيءَ مان آيل قافلي جا مکيہ ماڻهو هينيان هئا:

١- مسٽر جمشيد نسروانجي ميهتا ٢- شيخ عبدالمجيد سنڌي ٣- پرنسپال گوکلي انجنيرنگ ڪاليج

٤- مسٽر جيٺمل پرسرام ٥- لالچند امر ڏنو مل جڳتياڻي ٦- مسٽر عبدالقادر بلوچ ( ڪامريڊ )

(٧) مسٽر ڊنگومل ٽنڌاڻي ٨- آءٌ.

ڪانفرنس جو وقتي صدر مسٽر جمشيد کي چونڊيو ويو ۽ مرحبا ڪميٽيءَ جي چيرمين جا فرائض مون کي سونپيا ويا.

**١٢- تاريخ** صبوح جو ميونسپل مسافرخانہ ۾ ڪانفرنس گڏ ٿي. ان ۾ باقي رهيل حضرات جي اچڻ تائين مرحبا ڪميٽيءَ جي ميمبرن ۽ هاري ڪميٽيءَ جي عيوضين، ڪانفرنس ۾ پيش ڪرڻ لاءِ ٺهراون تي غور ڪيو ويو.

شام جو ٻاهران آيل صاحبن ملڪ جي مختلف مسئلن تي تقريرون ڪيون. جن ۾ خاص مضمون هارين جي حقن، بالغن جي تعليم، ڳوٺاڻن هنرن کي زور وٺائڻ، ڪوآپريٽو تحريڪ مان فائده وٺڻ جا هئا. پرنسپال گوکلي رات جو ميجڪ لينٽرن ذريعي تقرير ڪئي .

**١٣- تاريخ** ٨ بجي صبوح جو آيل مهمان فروٽ فارم ڏسڻ ويا جتان واپس موٽڻ تي ١١ بجي ڪانفرنس جي ڪليل اجلاس ۾ شريڪ ٿيا.

پهرين مون مرحبا ڪميٽيءَ طرفان ٻاهران آيل مهمانن، هاري عيوضين جي، مرحبا ڪندي شڪر ادائي ڪئي. پوءِ هاري جماعت قائم ڪرڻ جي فائدن ۽ ان جي مقاصد جي تشريح ڪئي. بعد ۾ مسٽر جمشيد پنهنجو خطبه صدارتي پڙهيو.

پوءِ سبجيڪٽس ڪميٽي ناهي ڪانفرنس اڳيان پيش ٿيل ٺهراء غور ڪرڻ لاءِ ان جي سپرد ڪيا ويا.

ٻه بجي کان ۵ بجي تائين سبجيڪٽس ڪميٽي جي ميٽنگ ٿي. شام جو ٦ بجي کليل ڪانفرنس جو اجلاس گڏ ٿيو

ان ڪانفرنس ۾ سنڌ هاري ڪميٽي قائم ڪرڻ جو ٺهراءُ پاس ٿيو. ان جا هڪ سال لاءِ هيٺيان عهديدار چونڊيا ويا.

١- پرنسپال گوکلي پريزيڊنٽ

٢- مسٽر چيتمل پرسرام جنرل سيڪريٽري

٣- شيخ عبدالمجيد ۽ مون کي جائنٽ سيڪرٽري چونڊيو ويو.

هڪ ورڪنگ ڪميٽي عهديدارن ۽ ٻين ورڪرن تي مشتمل چونڊي ويئي

ان ڪانفرنس ۾ ٻيا هيٺيان ٺهراءَ پاس ٿيا.

١- بمبئي سرڪار کي هن ٺهراءُ ذريعي عرض ٿو ڪجي ته سکر براج هيٺ آيل جمله سرڪاري زمين کي مڪاني هارين کي سستي مالڪائي ۽ سهوليت وارن قسطن تي ڏنو وڃي. ان لاءِ هارين کان درخواستون گهرائي سرڪار تائين پهچايون وڃن.

٢- بمبئي سرڪار کي عرض ٿو ڪجي ته زميندارن جي قبضي وارين زمينن تي، هارين جي حقن محفوظ رکڻ واسطي ٽينسي ائڪٽ پاس ڪيو وڃي

٣- آينده سنڌارن جي وقت بي زمين هارين کي ووٽ جو حق ڏنو وڃي

۴- سرڪار طرفان ڳوٺن ۾ زوري ۽ مفت تعليم جاري ڪئي وڃي ۽ بالغن جي تعليم لاءِ به بندوبست ڪرڻ ۾ اچي

۵- هارين کي ڪوآپريٽو سوسائٽين مان قرض ملڻ لاءِ ڪوآپريٽو ائڪٽ ۽ رولن ۾ درستي ڪئي وڃي

٦- سنڌ لاءِ مارگيج بئنڪ قائم ڪئي وڃي.

٧- سنڌ هاري جماعت جو هيڊ ڪوارٽر ڪراچيءَ ۾ ڪجي.
ان جو دستورالعمل ناهي ٻي ساليانہ اجلاس ۾ بحال ڪرايو وڃي.
ميمبرسازيءَ جو ڪم جلد شروع ڪجي. ساري سنڌ ۾ ابتدائي هاري ڪميٽيون برپا ڪري ضلع ڪاميٽيون ٺاهجن.
انهي ڪانفرنس جو مڪاني طرح انتظام ميان فقير محمد مگرٽي ڪيو.
ازانسواءِ ٻين هيٺين مڪاني ماڻهن ان ڪانفرنس کي ڪامياب بنائڻ لاءِ ڪوشش ورتي. مولوي عبدالله خان لغاري. حاجي خميسو خاصخيلي ۽ ٻيا.

**٢١- جولائي ١٩٣٠ع- سن.**

رئيس فقير بخش خان ڪاڇي خط ۾ لکيو تہ:
" ١- ڪائونسل آف اسٽيٽ لاءِ سردار واحد بخش خان پٽو اميدوار بيٺو آهي. ان کي مدد ڪريان
٢- سيد محمد ڪامل شاہ ميران محمد شاہ جي مخالفت ڪري ٿو. تنهن ڪري اوهان محمد ڪامل شاہ جي مخالفت نہ ڪجو ڇاڪاڻ تہ هو اوهان جو هميشه مددگار رهيو آهي. ازانسواءِ وڏو باهمت ۽ مرد ماڻهو آهي.
ڪيس جواب موڪليم تہ سردار واحد بخش کي مدد ڪبي.
ميان محمد ڪامل شاہ منهنجو سائين آهي انجي مدد ڪري رهيو آهيان. اوهان کي غلط اطلاع پهتو آهي"

**٢٨- ٢٩- ٣٠ جولائي ١٩٣٠ع- ڪراچي.**

ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ ڪراچيءَ جي جنرل بورڊ جون ميٽنگون رولس ۽ باءِ لاز پاس ڪرڻ لاءِ ٿيون.
**١٣- جولائي** تي ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ جي ميٽنگ ۾ ڪيترا اهم ٺهراءَ پاس ڪيا ويا.
انهيءَ تاريخ سيد عبدالرحيم شاہ خط موڪليو تہ:
" بارشن ۽ ٻين ڪمن ڪري لوڪلبورڊ جي ميٽنگن ۾ اچي ڪين سگهيو آهي. پير غلام حيدر شاہ بلڙيءَ وارو بمبئي ڪائونسل جي چونڊڻ لاءِ مون کان مدد جو واعدو وٺي ويو آهي. اوهان سان دوستانہ تعلقات اٿس پر وري بہ مون تي بار رکيو اٿس تہ اوهان کي چوان. ميٽنگ جي ڪارروائي بابت مختصر احوال موڪليندا".

**۸- اگسٽ ۱۹۳۰ع- ڪراچي.**

سيد حاجي عبدالرحيم شاهه خط لکي ٿو تہ :

"تار پهتي ڏاڍو عجب ٿيو تہ اوهان صلاح ڪانسواءِ شيخ عبدالمجيد کي بمبئي ڪائونسل لاءِ اميدوار بيهاريو آهي. هت اسان ٻين سان پڪ ڪري ويٺا آهيون جنهن بابت منهنجو خط بہ پهتو هوندو".

آءُ تار تي يڪدم اچان ها پر مرحوم علي محمد شاهه جي فرزند فتح محمد شاهه جي شاديءَ ڪري اچي نٿو سگهان. وڌيڪ ناقص عقل موجب پنهنجي جي راءِ روبرو عرض رکندس".

**(نوٽ)**

ان جي باوجود بہ ڪيس ماڻهو موڪلي گهرايم. جتي چند دوستن جهڙوڪ مولوي صادق ڪڏي وارو، مولوي فتح محمد سيوهاڻي، بابا مير محمد بلوچ، سيٺ طيب علي علوي، محمد هاشم گزدر سان گڏ شاهه صاحب کي منت ڪري شيخ عبدالمجيد جي مدد ڪرڻ لاءِ رضامند ڪيو ويو.

**۱۴- اگسٽ ۱۹۳۰ع- سن.**

سيد حاجي عبدالرحيم شاهه خط لکي ٿو تہ "سردار واحد بخش پنهنجو ڪائونسل آف اسٽيٽ جي ميمبريءَ لاءِ اميدوار بيهڻ کان هٿ ڪنيو آهي. ڪيس خانبهادر غلام محمد خان اسراڻ بمبئي ڪائونسل جي جاءِ پاڻ هٿ ڪٿي ڏني آهي. ان ڪري اوهان آنربل علي بخش کي مدد ڪندا".

سارو مهينو اگسٽ- شيخ عبدالمجيد، سيد ميران محمد شاهه، چاچا محمد ڪامل شاهه جي اليڪشن ۾ ڪم ڪرڻ ۾ صرف ڪيم. ان لاءِ ڪراچي ضلع جو گشت ڪيم جتي سيد شاهه محمد شاهه، درياهه خان سوهي جهڙن ماڻهن جي بہ ملاقات ٿي جنهن جو ذڪر ٿي باب ۾ ڪري آيو آهيان. حيدرآباد ۾ ميران محمد شاهه جي ڪم لاءِ مٽارين جي سيدن، پاٽوٽ، پٽ، سعدآباد، مخدومن وٽ هالن ۾ ويس. چاچا محمد ڪامل شاهه لاءِ سيوهڻ. سڪرند تعلقہ گهمي پوءِ ميان شفي محمد شاهه وٽ مٽالهہ تعلقہ سنجهوري ۾ ويس. جنهن سان گڏجي ڄام ڪانيو خان وٽ ويس.

سيپٽمبر جا پهريان ڏهہ ڏينهن سمورو وقت چونڊن جي ڪم ۾ مشغول هوس.

**۱۰- سيپٽمبر ۱۹۳۰ع- هال.**

بمبئي ڪائونسل جي چونڊ هئي. ان تاريخ ميران محمد شاهه جي

مدد لاءِ هالن ۾ مخدومن صاحبن وٽ هوس

**سپٽمبر ۱۹۳۰ع- سيوهڻ.**

محمد ڪامل شاه جي مدد لاءِ پهرين مانجهندن ۾ پنهنجو ووٽ ڏيئي،

پوءِ سيوهڻ ۾ ووٽ ڏيارڻ ويس.

**۱۸- سپٽمبر ۱۹۳۰ع- سن.**

مسٽر محمد هاشم گزدر انجنير ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ ڪراچيءَ جي منظوريءَ جا ڪاغذ. بمبئي سرڪار ڪان پهتا. ڪيس ان تاريخ واپس چارج ڏياريم.

**۲۱ سپٽمبر ۱۹۳۰ع- ڪراچي.**

سيد حاجي عبدالرحيم شاه خط لکي ٿو ته: شيخ ماجد جي عظيم ڪاميابيءَ جون لک لک مبارڪون هجنوَ، حقيقت ۾ اها ڪاميابي اوهان صاحبن جي ڪوشش جو نتيجو آهي. خدا صاحب جا بيشمار احسان آهن جنهن غريب طبقي کي فتح حاصل ڪرائي، هميشه زمانه سابق ڪان غريبن ڪان ئي مدد حاصل ٿيندي آهي. وري فتح به اها جا خواب خيال ۾ نه هئي. دوباره مسٽر گزدر جي ڪاميابي ۾ خدا صاحب جي فضل جي پالوٽ ٿي ويئي آهي.

**(نوٽ)**

(چاڪاڻ ته ان ۾ ڪاموري ڪلاس جي شڪست هئي )

اسان کي شاڪر هئڻ گهرجي. اوهان ووٽن جي نتيجه ظاهر ٿيڻ بعد تار نه ڪئي ان جي ميار اٿو".

**۲۲ سپٽمبر ۱۹۳۰ع- ڪراچي.**

خانبهادر کهڙو خط لکي ٿو ته "ڪيس هي ڳالهه ٻڌي وڏي خوشي ٿي آهي ته سيد ميران محمد شاه وڏي ميجارٽيءَ سان ڪامياب ٿيو آهي. وري چوي ٿو ته اهو سڀ تنهن جي همت ۽ مدد ڪري ائين ٿيو آهي." هو ٢٦ تاريخ ڪراچيءَ اچي مون وٽ رهندو ڪيس گاڏي تي موٽر موڪليان".

**۲۳- سپٽمبر ۱۹۳۰-ع ڪراچي.**

خانبهادر عظيم خان ڊپيوٽي رجسٽرار ڪوآپريٽو سوسائٽيز خط لکي ٿو ته:

"۱- سيد ميران محمد شاه ۲- شيخ عبدالمجيد ۳- مسٽر گزدر

جي ڪاميابيءَ تي مبارڪ هجيو.

اهو سڀ اوهانجي نيڪ نيتيءَ نتيجو آهي. آءٌ ٢٧ تاريخ ڪراچي پهچندس، ان تاريخ سينٽرل بئنڪ جي ميٽنگ آهي. احوال روبرو ڪبا.

خانبهادر کهڙو ۽ ميران محمد شاه به ايندا پر اوهان به ڪين لکي چڏيندا ته اچن"

ڪي ضروري ڳالهيون ڪرڻيون آهن. ٣٠ تاريخ ملير ڪواپريٽو سوسائٽيءَ جي ميٽنگ رکيل آهي،

انهي تاريخ تي شيخ محمد عثمان پير پنه واري خط موڪليو ته "سندس والد شيخ جلال الدين ١٢- ربيع الآخر ١٣٤٩ هه مطابق ٦ سپٽمبر ١٩٣٠ع تي وفات ڪري ويو".

**٢٤ سپٽمبر ١٩٣٠ع- ڪراچي.**

خانبهادر کهڙو خط لکي ٿو ته "اوهان جو خط پهتو. مونکي ازخود مسٽر جناح ۽ سرشاهنواز خان ڀٽي کي گول ميز ڪانفرنس تي وڃڻ مهل دعوت ڏيڻ جو شوق هو. مون اها دعوت بمبئي ڪائونسل جي مسلمان ميمبرن ۽ سنڌ محمدن ائسوسيشن طرفان ڏيڻ گهري ٿي. پر مونکي ڏاڍي خوشي ٿي آهي ته اوهان ۽ حاجي عبدالله هارون ان ڳالهه کي هٿ ۾ کنيو آهي. اها دعوت پهرين آڪٽوبر تي ٿيڻ گهرجي."

**٢٨- سپٽمبر ١٩٣٠ع- ڪراچي.**

سرشاهنوا خان ڀٽو لاڙڪاڻي مان خط لکي ٿو "ته اوهانجي ٣٠- تاريخ سپٽمبر ٥ بجه مسٽر جناح لاءِ سڏايل ميٽنگ ۾ آءٌ اچي ڪين سگهندس. پهرين آڪٽوبر تي ڪرچي ايندس."

**٣٠ سپٽمبر ١٩٣٠ع- ڪراچي.**

شام جو ٥ بجه مون مسٽر جناح کي چانهه تي گهرايو، جنهن دعوت تي علامه آءِ آءِ قاضي مسٽر حاتم علوي، خانبهادر کهڙو، سيد ميران محمد شاه آيل هئا. هن سان سنڌ جي جدائي بابت ڳالهيون ڪيون ويئون هن ان ڪم ۾ مدد ڪرڻ جو وعدو ڪيو. ساڳي وقت چيائين ته سرشاهنواز ڀٽي کي نيڪ ڪجو متان هو انگريزن جي اشاري تي مخالفت نه ڪري جهڙيءَ طرح صوبه بمبئي طرفان سائمن ڪميشن کي مدد ڏيڻ لاءِ مقرر ڪيل ڪميٽي تي ڪئي اٿس".

**١- آڪٽوبر ١٩٣٠ع- ڪراچي.**

٥ بجي شام جو سردار واحد بخش ڀُٽي کي گانڌي گارڊن ۾ وڏي ڌام ڌوم سان ائٽ هوم ڏنو جنهن ۾ ٥٠٠ کن دعوتي آيل هئا. ٻئنڊ به گهرايل هو.

رات جو ٨بجي حاجي عبدالله هارون، خانبهادر کهڙي ۽ منهنجي طرفان مسٽر محمد علي جناح ۽ سرشاهنوا ڀٽي کي ڪارلٽن هوٽل ۾ ڊنر دعوت ڏني ويئي جتي ٥٠ کن چوندا ماڻهو گهرايل هئا. ”خانبهادر کهڙي ڪين سنڌ جي جدائي بابت عرض ڪيو“

**٢ آڪٽوبر ١٩٣٠ع- ڪراچي.**

سردار واحد بخش ڀُٽي، خانبهادر الهه بخش، ميران محمد شاه جي سنگت ۾ طوايئن جو راڳ ٻڌو ويو.

**٤- آڪٽوبر ١٩٣٠ع- سن.**

مسٽر محمد هاشم گزدر لکي ٿو ته ”ڪوٽڙي ڪراچي رستي جي سروي ڪرائي ڇڏي اٿس جلد پراجيڪٽ ٺهرائيندو. ڪوٽڙي کي ڪراچي ضلع کان علحده ڪرڻ جي سازش، عملدارن طرفان هلي رهي آهي ان جي سخت مخالفت ڪرڻ گهرجي“

**(نوٽ)**

آڪٽوبر کان لوڪلبورڊ ڪم کان موڪل وٺي ڳوٺ اچي رهيس. جو رمضان جو مهينو اچڻ وارو هو.

انتي حاجي عبدالرحيم شاه ٢٧- آڪٽوبر ١٩٣٠ع تي خط لکيو ته:

”موڪل ورتي اٿو، عبادت ڪرڻ نيڪ آهي، پر اوهان جو ڪم ڪري رهيا آهيو سو به عبادت آهي.

پر ڀلي دل جو سرور حاصل ڪريو“

**٣١ آڪٽوبر ١٩٣٠ع- سن.**

شيخ عبدالمجيد صاحب خط لکي ٿو ته ” اوهان مونکي چونڊائي وڃي ڳوٺ وينا آهيو. ڪائونسل جي ڪم جو بوجو گهڻو آهي. پوليس جي رشوت خوري، سکر ۾ عملدارن جي ڏاڍئي وغيره ڪمن لاءِ اوهان سان صلاح مصلحت ڪرڻي آهي. جلد ڪرچيءَ اچو ته بهتر آهي“

**٣ نومبر ١٩٣٠ع- سن.**

ميران محمد شاه حيدراباد مان خط لکي ٿو ته ”کيس وزارت ملڻ

جي اميد ختم ٿي ويئي"

**١٧ نومبر ١٩٣٠ع- ڪراچي.**

ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ ۾ سينٽرل بئنڪ جون ميٽنگون ٿي چار ڏينهن هليون.

**١٨- نومبر ڪراچي** جي ڪليڪٽر مسٽر هوڊ کي ڪراچي ڪلب ۾ الوداعي ڊنر جي دعوت ڏنيم.

**(نوٽ)**

مسٽر گبسن جي روش ڪري آءُ فيسرن سان تعلق ڪونه رکندو هوس

پر مسٽر هوڊ سندس اياماڪاري ۾ نه صرف چڱي نموني سان هليو پر مسٽر گزدر جي مقرر ڪرائڻ ۾ مدد ڪيائين ان ڪري هيءَ دعوت ڏنيم".

**١٩- نومبر ١٩٣٠ع.** ضلع ڪراچي زميندار اسوسيشن جي ميٽنگ سيد حاجي عبدالرحيم شاه جي صدارت هيٺ سندس بنگلہ تي ڪئي تي ان ۾ ڪيترا ٺهراءُ پاس ڪيا ويا، آءٌ جنرل سيڪرٽري هوس.

**٢١- نومبر ١٩٣٠ع-** منهن جي بنگلي تي مسلمانن جي انگريزي اخبارڪيڍڻ لاءِ صلاح مصلحت واسطي ميٽنگ ڪئي تي جنهن ۾ حاجي عبدالله هارون، علامہ آءِ آءِ قاضي ۽ ٻين شرڪت ڪئي

پرٽن لکن روپين جي ڪمي ڪري جي اميد نه ڏسي اهو معاملو اتي ئي رهجي ويو، زميندارن طرفان ان ۾ مدد ملڻ جي اميد ڪانه هئي.

**٢٥- نومبر ١٩٣٠ع- ڪراچي.**

بمبئي جو گورنر ڪراچي ۾ آيو. ان سان ملاقات ۾ سنڌ جي مسلمانن جي ضرورتن بابت هڪ ڊگهو عريضو پيش ڪري، بحث ڪيو ويو، اهو عريضو علامہ قاضي صاحب جي مدد سان تيار ڪيل هو.

**٢ ڊسمبر ١٩٣٠ع- سن.**

سيد مهر علي شاه لکي ٿو تہ "سيد شاهنواز شاه بنسبت اوهان لکيو آهي نہ ڪيس معافي ڏيڻ گهرجي آئينده هو. ميمبرن کي ناراض نہ ڪندو ۽ اڳوڻي غلط صحبت کان گوشہ ڪرڻ جو وعدو ڪري ٿو وغيره"

"اوهان اهو تصوير جو هڪ طرف پيش ڪيو آهي، پر سڀ کان

سندس تصوير جو بدنما طرف هي آهي تہ هو سندس بدافعالن ڪري هاڻ ڳتي پيو آهي، ماسترن کان وٺي بالا عملدارن تائين قرض کنيا اٿس، اهڙي ماڻهوءَ کي هن اعليٰ عهدا تي رکڻ ڪيتري قدر جائز ٿيندو. پوءِ سندس بد ڪمن جا مثال پيش ڪري لکي ٿو تہ اوهان چيو آهي تہ ڪيس موڪل تي وڃڻ جي اجازت ڏجي پر ان حالت ۾ مسٽر نارائڻداس وائيس چيرمين هندو کي چيرمن جي چارج ملندي. جنهن مان مسلمانن جي تعليم کي نقصان پهچڻ جو انديشو آهي، شاهنواز شاه کي استعيفا ڏيڻ گهرجي ورنہ تہ آءٌ بورڊ تان استعيفا ڏئي نڪري ويندس".

**٣٠- ڊسمبر ١٩٣٠ع- سن.**

قاضي عبدالرحمٰن لکي ٿو تہ "اڄ مقبول شاه، امام بخش ڳاهو، محمد عثمان سومرو، سڪولبورڊ جي ميٽنگن لاءِ آيل هئا. هنن جو چوڻ آهي تہ لوڪلبورڊ جون ميٽنگون ١١- ١٢-١٤ جنوري ١٩٣١ع تي رکڻ گهرجن.

حڪم موڪليو تہ ڪهڙيون تاريخون مقرر ڪجن.

سن جي درگاه جو ميلو ٢۴- ٢٥ ڊسمبر تي آهي جيتوڻيڪ دعوت ڪانہ موڪلي اٿو پر اچان ٿو. وري ٻي خط ۾ ساڳي تاريخ اطلاح ڏئي ٿو شاهنواز شاه تي سڪولبورڊ جي ميمبرن، بي اعتباريءَ جو ٺهراءُ پاس ڪري هن کان استيعفا گهري آهي"

**٢٨- ڊسمبر ١٩٣٠ع- سن.**

قاضي عبدالرحمٰن لکي ٿو "تہ شيخ صاحب جي طبيعت خراب ٿي پيئي. ان ڪري سن جي ميلي تي نہ آيو. مير محمد بلوچ کي ڪاروبار ويڙهي ورتو آهي.

شيخ صاحب ٢٦- ڊسمبر ١٩٣٠ع جو الهہ آباد آل انڊيا مسلم ليگ اجلاس لاءِ ويجي ٿو. اتان ۴ تاريخ جنوري دهلي لاهور کان ٿي موٽندو پوءِ جيڪب آباد ۾ خانبهادر الهہ بخش سومري جي سڏايل ميٽنگن لاءِ هلنداسون. جي ٧-٨-٩ جنوري ١٩٣١ع تي رکيل آهن".

**٢۴-٢٥ ڊسمبر ١٩٣٠ع- سن.**

سن ۾ شاه حيدر عليہ رحمت جي درگاهہ جو ساليانہ ميلو ٿيو. ان ۾ هميشه وانگر محال مانجهند جي ادبي ۽ تنظيمي ڳالهين تي تقريرون ٿيون ۽ ٺهراءَ پاس ٿيا.

## سال ١٩٣١ع

### ٣ جنوري ١٩٣١ع- سن.

چيف ڪنسرويٽر فاريٽس سنڌ مسٽر گلبرٽ سان سن جي منزل وقت ملاقات ڪري ضلع جي مالدارن جي اهنجن ايذاون بابت لڪيل تجويزون پيش ڪيون ويئون. جن مان ڪيترين ڳالهين لاءِ بحث بعد، مالدارن جي فائدي جا فيصلا ڪيائين.

### ٧- جنوري ١٩٣١ع- جيڪب آباد.

خانبهادر الهه بخش سومرو سنڌ جي مسلم سياستدانن جي ميٽنگن گهوڙن جي نمائش جي موقعي تي گهرائي هئي. ان لاءِ آءٌ ۽ ميران محمد شاه جيڪب آباد وياسون. ٻيا عيوضي نه اچڻ ڪري ٻي ڏينهن لاءِ ميٽنگ ملتوي ٿي.

ان ڏينهن پوليس جون رانديون ۽ زراعتي نماءُ ڏٺو ويو.

**٨- جنوري ١٩٣١ع-** سنڌ جي مسلم سياستدانن جي ميٽنگ ٿي. جنهن ۾

ميران محمد شاه، شيخ عبدالمجيد، خانبهادر غلام نبي شاه، ميرزا فرخ بيگ، خانصاحب علي حسن هڪڙو ۽ ٻيا آيل هئا. سنڌ جي جدائي ۽ ٻين ڪيترن سوالن تي غور ڪيو ويو.

ساڳي ڏينهن شام جو سنڌ جي ضلع لوڪلبورڊ پريزيڊنٽن ۽ چيف آفيسرن جي ميٽنگ ٿي جنهن ۾ باهمي مفاد جي ڪيترن سوالن تي ٺهراءُ پاس ٿيا. سنڌ لاءِ لوڪلبورڊ اسوسيشن ٺاهي ويئي. رات جو ٿيٽر ڏٺو ويو.

**٩- جنوري ١٩٣١ع-** صبوح جو وري سياستدانن جي اجلاس جي ٻي نشست ڪئي ٿي. جنهن ۾ مختلف مسئلن تي غور ڪيا ويا

ٻپهرن جو لوڪلبورڊ جي نمائندن جي ميٽنگ ٿي.

شام جو ڪمشنر سنڌ جي دربار ۾ وزيٽر جي حيثيت ۾ ويجي حالت ڏٺي سون ته سنڌ جي مکيه زميندارن کي ڪيئن نه پير اگهاڙا ڪري ڪمشنر کان انعام وٺي وري پوئين پيرين هٽي اچي پنهنجي جڳهه تي وهٽو ٿي پيو.

آفيسر ۽ هڪ ٻه مکيه ماڻهو ڊائيس تي هئا ۽ ٻيا سڀ ميکيه ماڻهو هيٺ سامهون ڪرسين تي ويٺل هئا.

**۱۰- جنوري ۱۹۳۱ع- سيوهڻ.**

جيڪب اباد ڪان سيوهڻ ۾ قلندر شهباز جي ميلو تي آياسون. شيخ عبدالمجيد. قاضي عبدالرحمن. ميران محمد شاه گڏ هئا. ڏمال. ميندي. ملاڪڙو ڏسي رات جو پنجاب ڪان ميان ولي محمد شاه جي گهرايل طوائفن جو راڳ ٻڌي. وري ڪراچيءَ لاءِ ورانا ٿياسون.

**۱۱- ڪان ۱۴جنوري ۱۹۳۱ع-**

ڪراچيءَ ۾ ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ جي مختلف ميٽنگن ۾ مشغول هوس. ڪانگريس جي سول نافرماني هلچل زور تي هئي هر روز سرگس نڪتا تي جن تي حڪومت طرفان لاٺيبازي ڪري ڪين چڙو چڙ ڪيو ٿي ويو.

**۱۵- جنوري ۱۹۳۱ع-** بمبئي لاءِ جهاز ۾.

شام جو مسٽر حاتم علوي، مسٽر هرچندراءِ تهلرام. رئيس مزار خان سان گڏ پراونشل لوڪل سيلف گورنمينٽ ڪانفرنس لاءِ واسنا جهاز ۾ بمبئيءَ ڏانهن روانا ٿياسون.

**۱۷- جنوري** صبوح جو بمبئي پهتاسون. شهر گهمياسون. سينيما ۽ ٿيٽر ڏٺو ويو. ۱۸- ۱۹ جنوري لوڪل سيلف گورمنٽ ڪانفرنس جي اجلاس ۾ شرڪت ڪئي ويئي.

لوڪل سيلف گورنمينٽ جي وزير مسٽر وڪيل ۽ سيڪريٽريءَ سان ملڻ ٿيو.

**۱۹ جنوري ۱۹۳۱ع.**

شام جو مسٽر حاتم علوي، مسٽر هرچندرائي سان گڏ گاڏيءَ ۾ چڙهي واپس موٽندي ۲۰- تاريخ مائونٽ ابو اسٽيشن تي لهي بس ۾ چڙهي، ابو پهاڙ تي ڊاڪ بنگلي ۾ اچي رهياسون. ۲۱- ۲۲- ۲۳- ۲۴- تاريخ اتي رهياسون. هيٺيان خاص مڪان ڏٺاسون.

ڊيڊ جو چوطرف، سن سيٽ پائنٽ، دلوارامندر، اچر ديوي مڪان، فوٽا ورتا ويا ۲۴- تاريخ اتان نڪري سنڌ ڏي روانا ٿي ۲۵- تاريخ ڪراچيءَ پهتاسون.

۲۸- **تاريخ** ڳوٺ آيس.

۲۷- **جنـــوري ۱۹۳۱ع-** ڪراچيءَ مان مولوي فتح محمد سيوهاڻي.

هڪ ڊگهو خط قاضي عبدالرحمن بابت لکيو "تہ هن ڪيئن نہ سندس ۽ مولانا محمد صادق کڏي واري جي کڏي مدرسي جي گرانٽ لاءِ وٺس وڃڻ تي بي عزتي ڪئي هئي وغيره".

(نوٽ)

انجو جواب مون نهايت سنو موڪليو. جنهن تي وري لکيائين تہ اوهان مان اهڙي اميد هئي. اوهان جي اخلاق محسنين جو شڪر گذار آهيان"

**۱ فيبروري ۱۹۳۱ع - ڪراچي.**

گارڊن ڪوارٽر منگهي پير روڊ وارو بنگلو ڇڏي حاجي امام بخش چانڊيو بلڊنگ سعيد منزل جي پهرين ماڙ تي رهيس

**۹- فيبروري ۱۹۳۱ع- ڪراچي.**

سادي ۳ بجي شام جو سنڌ سينٽرل ڪوآپريٽو بئنڪ جي ميٽنگ هئي.

ميران محمد شاه، خانبهادر الهہ بخش ۽ خانبهادر عظيم خان کي رات جو مانيءَ تي گهرايو ويو. رجسٽرار ڪوآپريٽو سوسائٽيز بہ بئنڪ جي ميٽنگ تي آيل هو.

**۱۰- فيبروري ۱۹۳۱ع- ڪراچي.**

الوحيد پريس ۾ شيخ عبدالمجيد سنڌي سنڌ خلافت ڪميٽيءَ جي ميٽنگ سڏائي. ان ۾ شرڪت ڪئي ويئي. الوحيد خلافت ڪميٽيءَ جي ملڪيت هئي.

**۱۲- فيبروري ۱۹۳۱ع- ڪراچي.**

ڪراچيءَ جي ڪيترن هندو مسلمانن جي ميٽنگ پنهنجي بنگلي تي گهرايم. ٿوري نوٽيس ملڻ ڪري گهٽ ماڻهن شرڪت ڪئي. تنهن ڪري ڪترن سنڌ جي مسئلن تي غور تي نہ سگهيو. هينن ماڻهن کي دعوت موڪليل هئي.

۱- مسٽر جمشيد ميهتا ۲- مسٽر جيسواڻي ايڊيٽر انگلش ڊيلي ۳- پرنسپال گوڪلي ۴- مسٽر پنيا ايڊيٽر سنڌ آبزرور ۵- مسٽر ڇتومل ٿڏاڻي ٦- مسٽر دستور ۷- لاڇند جگتياڻي ۸- ايسرداس ورند مل ۹- مسٽر بوچ

۱۰- مسٽر درگراس آڏواڻي ۱۱- چينمل پرسرام ۱۲- شيخ عبدالمجيد ۱۳- مسٽر غلام علي چاڳلا ۱۴- قاضي عبدالرحمن ۱۵- حاتم

علوي ١٦- مسٽر گزدر ١٧- مسٽر تارا چند لالوائي ١٨- مسٽر طيب علي علوي ١٩ء مسٽر حاتم طيب جي.

**١٣- فيبروري ١٩٣١ع- سن.**

ڪراچيءَ کان موٽي سن آيس. ٢٠ تاريخ رمضان جي عيد هئي.

**٢٢- فيبروري ١٩٣١ع- حيدرآباد.**

سن کان حيدرآباد ويس. ٻيهرن جي ماني علامه آءِ آءِ قاضي وٽ کاڌيم. ان موقعي تي مسٽر ڪنڪيڊ آءِ سي ايس به هو.

**( نوٽ )**

جنهن سنڌ جي آکاڻين تي انگريزيءَ ۾ ڪتاب لکيو هو. صاحب جلدئي سمنڊ ۾ وهنجندي ٻڏي ويو. نهايت ياورويس ۽ هندوستان ۽ سنڌ جي مسئلن سان گهري دلچسپي رکندڙ هو.

حاتم علوي ۽ مون سان دوستانه تعلقات هوس.

**٢٦- فيبروري ١٩٣١ع- پاٽوٽ.**

سيد ماني پير بخش شاه پائوٽيءَ جي عذرخواهي لاءِ پاٽوٽ ويس ۽ ٢٨- تاريخ هالن ۾ مخدوم ميان غلام حيدر سان ملاقات ڪئي ويئي.

**٥ مارچ ١٩٣١ع- ڪراچي.**

ڪراچي ۾ ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ جي ميٽنگن لاءِ آيس. ٨ تاريخ موٽي ڳوٺ ويس.

**١٠- مارچ ١٩٣١ع- سن.**

سيد ميران محمد شاه بمبئي مان خط لکيو ته "اسان گهڻي ڪوشش ڪئي ته تعلقه ڪوٽڙي ڪراچي ضلع کان جدا نه ٿئي پر سرڪار نه ٻڌو ۽ ان کي دادو ضلع سان گڏي ڇڏيائون"

**١٤- مارچ کان ٨- اپريل ١٩٣١ع- ڪراچي.**

ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ جي آفيس جي ڪم، لوڪلبورڊ ميٽنگن ۽ سنڌ سينٽرل ڪوآپريٽو بئنڪ جي ميٽنگن ۾ حصو وٺندو رهيس.

آل انڊيا ڪانگريس اجلاس جون تياريون هيون.

**٢٧- مارچ ١٩٣١ع- ڪراچي.**

ٻالڪن جي ٻاري جو اجلاس مسز ڪملا چٽو پڌيا جي صدارت هيٺ ڪنو ٿيو. مس جيٺي سپاهيملاڻي جماعت جي پريزيڊنٽ ۽ ستي آڏواڻي سيڪريٽري هئي.

ان ۾ شرڪت ڪئي ويئي.

**٢٧- مارچ ١٩١٣ع- ڪراچي.**

آل انڊيا ڪانگريس جو ٤٥- اجلاس بندر روڊ ايڪسٽنشن تي ( موجوده اسلام ڪاليج )

سردار ولڀ ڀائي پٽيل جي صدارت هيٺ ڪنو ٿيو. ٻاهر ميونسپل واٽر ورڪس ( موجوده اسلام آباد ) جي پر ۾ ڪچيون لانديون ڊيليگيٽن جي رهائش لاءِ ٺهرايون ويئون هيون.

مرحبا ڪميٽيءَ جو چيرمن صوبہ سنڌ ڪانگريس ڪميٽيءَ جو پريزيڊنٽ ڊاڪٽر چوئٿرام گدواڻي هو ڪانگريس جي پنڊال ۽ نگرن جي تعمير جوڪم، مسٽر جمشيد نسروانجي جي مدد سان ٿيو.

ڪئمپ جي کاڌي خوراڪ جو چيرمين سيٺ غلام علي چاڳلا هو. سيڪريٽري مهاراج ريواچند رتن چند هو. والنٽيئرن جو ڪپتان مسٽر ستنداس عيدن مل وڪيل هو.

خزانچي مسٽر ايسرداس ورندمل ۽ مسٽر لاچند بانا هئا. زالن والنيٽيرين جي مهندار پاربتي گدواڻي هئي. مرحبا ڪميٽيءَ جو جنرل سيڪريٽري مسٽر رستم سڌوا ۽ تاراچند لالواڻي هئا. جائنٽ سيڪريٽري مني لال وياس رام بي موٽواڻي. مولجي نرسي هئا.

مسٽر جيرا مداس دولترام مکيہ نظرداري جو ڪم ڪندو رهيو.

ني ڏينهن اجلاس هليو. هر نشست ۽ سجيڪٽس ڪميٽيءَ جي ميٽنگن ۾ ويندو رهيس.

رئيس فقير بخش خان ڪاڇي ۽ سيد ميران محمد شاه بہ اجلاس ڏسڻ لاءِ آيل هئا.

مون وٽ رهيا هئا.

**٣٠ تاريخ** شام جو ساڍي ٥ بجي خان عبدالغفار خان سرخ پوش جي مهندار ڪي پنهنجي جي جاءِ تي جاءِ لاءِ گهرايم. هو سرخ پوش جتي نسان ڪانگريَ ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ آيو هو.

**٢٩- مارچ ١٩٣١ع-** تي سنڌ تعليمي ڪانفرنس بوري جماعت خانہ فريئر روڊ ڪراچيءَ تي ڪني ٿي.

**١- اپريل ١٩٣١ع - ڪراچي.**

جمعيت العلماء هند جو اجلاس مولانا ابوالڪلام آزادي جي صدارت هيٺ ڪٺو ٿيو.

ان ۾ مولانا محمد صادق ڪڏه، مولوي محمد صديق ڪڏه، مولوي فتح محمد سيوهاڻي ۽ ٻين سنڌ جي عالمن شرڪت ڪئي.

جنرل سيڪرٽري مولوي فتح محمد ۽ مرحبا ڪميٽيءَ جو چيرمن مولانا محمد صادق هئا مون ۽ ٻين دوستن ان ۾ شرڪت ڪئي.

**٤- اپريل ١٩٣١ع- ڪراچي.**

اردو ڪانفرنس جو اجلاس ڪٺو ٿيو جنهن ۾ پڻ شرڪت ڪيم.

**١٤- اپريل ١٩٣١ع- سن.**

قاضي عبدالرحمٰن خط لکي ٿو ته "ڪراچي- حيدرآباد رستي جو پراجيڪٽ ناهي مسٽر گزدر بمبئي سرڪار کان منظوري وٺڻ لاءِ بمبئي ڪٺي ويو آهي.

ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ آفيس جي جاء ٺهرائڻ لاءِ ڪراچيءَ جي ڪليڪٽر اجا جواب ڪونه موڪليو هو.

رچهندوٽرنري اسپتال جي پلاٽ جي ٻر واري حصي تي جايون ٺهرائڻ لاءِ لکپڙهه ڪيل هئي"

**٣ مئي کان ١٣- ١٩٣١ع- ڪراچي**

ڪراچي ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ جي مختلف ڪميٽين جي ميٽنگن، آفيس جي ڪم، سنڌ سينٽرل ڪوآپريٽو بئنڪ، ملير ڪوآرپيٽو سوسائٽيءَ ۽ ٻين مڪاني ڪميٽين ۾ حصو وٺندو رهيس.

**١٤- مئي ١٩٣١ع- سن.**

علامه آءِ آءِ قاضي انگلنڊ مان هڪ وڏو نصيحت آميز خط موڪليو.

**٢٩- مئي ١٩٣١ع- سن.**

قاضي عبدالرحمٰن ڪراچيءَ مان خط موڪلي ٿو ته "عيد مبارڪ هجنوَ.

پٽيوالو چيڪ، ڪاغذ ۽ گذريل ميٽنگن جي ڪارروائي صحيح ڪرائڻ لاءِ ڪٺي اچي ٿو. گزدر اجان بمبئيءَ مان [illegible] موٽيو آهي. ڪمشنر، ڪوٽڙي، ڪراچي رستي جي [illegible] جي سفارش ڪرڻ وارو

آهي. ڪم هن سال ئي شروع ڪرائي سگهجي ٿو بشرطيڪ انجنيري وارا دير نہ ڪرائين. وٽرنري اسپتال مان آفيس جي زمين ڏيڻ واسطي ڪليڪٽر سفارش ڪئي آهي. وغيره.

**٣٠- مئي ١٩٣١ع- سن.**

مسٽر دستور، مئنيجر ڪوآپريٽو سينٽرل بئنڪ لکي ٿو تہ "اسٽاف ڪميٽيءَ جي ميٽنگ ٣ جون تي رکيل آهي ان ۾ ضرور ايندا".

ساڳي تاريخ ميران محمد شاه حيدرآباد مان لکي ٿو تہ "اريگيشن بل جي مخالفت ڪرڻ لاءِ زميندارن جي ميٽنگ سڏائڻ ضروري آهي وغيره"

**٣ جون کان ١٢ جون ١٩٣١ع- ڪراچي.**

ڪراچي ۾ سنڌ سينٽرل ڪوآپريٽو بئنڪ اسٽاف ڪميٽي جي ميٽنگن ۾ ويندو رهيس.

لوڪلبورڊ ميٽنگون ۽ آفيس جو ڪم ڪندو رهيس.

شهر جي سوشل تقريبن ۾ حصو ورتم.

**٢٩ جون ١٩٣١ع- سن.**

حاتم علوي ڪراچيءَ مان لکي ٿو "سگهوئي سنڌ سينٽرل ڪوآپريٽو بئنڪ جي جنرل باڊيءَ جي ڊاريڪٽرن جي نئين چونڊ ٿيڻ واري آهي، ڪيترا اميدوار ميدان ۾ نڪري ڪم ڪري رهيا آهن خانبهادر عظيم خان ڪي لکو تہ حصيدارن ۽ سوسائٽين جا گهڻا عيوضي گهرائي جو ٣ جولاءِ ٿيڻ واري آهي"

**٣ کان ٨ جولاءِ ڪراچي.**

سنڌ سينٽرل ڪوآپريٽو بئنڪ جي ساليانہ جنرل ميٽنگ گڏ ٿي ان ۾ نوان ڊاريڪٽر چونڊيا ويا جي اسان جي رٿيل پروگرام موجب هئا.

**٧ جولاءِ** سٽنڊنگ ڪميٽي ضلع لوڪلبورڊ ڪراچيءَ جي ميٽنگ هئي جنهن ۾ ڪيترا ٺهراءَ پاس ٿيا.

**١٢- جولاءِ ١٩٣١ع- سن.**

قاضي عبدالرحمن ڪراچيءَ مان لکي ٿو "تہ ١٤ جولائي سڀ پوني لوڪل سيلف گورمنٽ ڪانفرنس ۾ هلڻ لاءِ حيدرآباد ۾ اچي ڪٺا ٿيندا. قاضي عبدالرحمن، الهہ بخش خان گبول، مسٽر هرچند راءِ، محمد عثمان سومرو، محمد هاشم گزدر، حاجي عبدالرحيم شاه، مهر علي شاه ڪراچي

مان اچڻ وارا هئا".

**١٥- جولاءِ ١٩٣٠ع**- حيدرآباد ۾ گاڏي.

پوني ڪانفرنس لاءِ ڪراچيءَ مان آيل عيوضين ۾ رئيس فقير بخش خان ڪاڇي، پير بقادار شاهه، سيد ميران محمد شاهه سان گڏ حيدرآباد کان بمبئي لاءِ روانو ٿيس.

**١٧ جولاءِ ١٩٣١ع- بمبئي ۾ پونه.**

صبوح جو بمبئي پهتاسون سارو ڏينهن وڪٽوريا ٽرمينس جي رٽائرنگ روم ۾ رهي، ٻي ڏينهن صبح جو پوني پهتاسون. نيشنل هوٽل ۾ رهياسون.

ٻه ڏينهن لوڪلباڊيز ڪانفرنس جي اجلاس ۾ شرڪت ڪئي ويئي.

ٻه ڏينهن بمبئي ڪائونسل جو اجلاس ڏٺو ويو. زميندار ائسوسيشن ڪراچيءَ جي وفد سان ڪيترن وزيرن کي مليس.

**٢٣ جولاءِ ١٩٣١ع- پونه.**

بمبئي جي گورنر سرهاسٽن ۽ ليڊي هاسٽن دعوت تي گهرايو. اڍ ڪلاڪ کن دروازي تي مصافحه جي رسم لاءِ بيهڻو پيو جتي هرهڪ جي واقفيت ڪرائي ٿي ويئي. هزار کن مرد ۽ عورتون آيا هئا. ڏاڍي شان ۽ شوڪت سان دعوت ڪيل هئي.

**٢٤ جولاءِ ١٩٣١ع**- پوني کان حيدرآباد دکن لاءِ روانگي.

رات جو پوني مان حاجي عبدالرحيم شاهه، مهر علي شاهه، محمد هاشم گزدر سان گڏ گاڏيءَ ۾ چڙهي، حيدرآباد دکن لاءِ روانا ٿياسون. جتي ٢٥ تاريخ ٢ بجه شام جو بيگم پلي اسٽيشن تي لهي خورشيد ميرزا ڊاريڪٽر مائينس وٽ اچي مهمان ٿي رهياسون.

چار ڏينهن حيدرآباد ۾ رهي مختلف جايون ڏٺيون سون جن ۾ خاص ذڪر ڪرڻ جي لائق هيٺيون هيون.

مڪي مسجد- چار مينار دروازو، بازار، عثمان ساگر، اردو يونيورسٽي، مشرقي علوم جي لئبروي، شاهي محل، شفاخانه، هاءِ ڪورٽ.

ڪيترن صاحبن دعوتون ڏنيون. جن ۾ سيد سميع الله سيڪريٽري نظام ڪلب خاص ذڪر جو لائق هو.

**۲۸ جولاءِ ۱۹۳۱ع**- حيدرآباد دکن کان اورنگ آباد.

گزدر صاحب اتان واپس سنڌ روانو ٿيو. حاجي عبدالرحيم شاه مهر علي شاهه ۽ آءٌ اتان شام جو اورنگ آباد روانا ٿي ٻي ڏينهن صبوح جو اتي پهتاسن. جتي ڊاڪ بنگلي ۾ اچي رهڻ ٿيو. رات جو نواب رضانواز جنگ بهادر، ڊاڪٽر مختار احمد انصاري دهلوي جي پاءِ وٽ ماني کاڌي سون جو اتي صوبيدار ( ڪمشنر ) هو.

**۲۹- ۳۰ جولائي ۱۹۳۱ع- اورنگ آباد.**

اتي خلدآباد، چاندمينار، هاٿي حوض، جامع مسجد، چيني محل، ميڊها توپ، بالاحصار، ڏول ڊال توپ ڏٺيون ويئون. ازانسواءِ هيٺيون تاريخي جڳهيون ۽ بزرگن جون درگاهون ڏٺيون ويئون.

۱- مقبره شهنشاهه اورنگ زيب ولادت ۱۰۲۷هه گادي نشين ۱۰۶۵هه. وفات ۱۱۱۸ هه

۲- مخدوم حاجي نظام الدين پيش امام- عرس ۱- ربيع الاول. هر سال ٿئي ٿو

۳- خواجه بهاؤالدين انصاري خواجه شمس الدين ۹- ذوالحج.

۴- خواجه منتخب الدين زري زربخت ٦- ربيع الاول ٿي ڏينهن

۵- خواجه زين الدين خليفه خواجه برهان الدين ۲۱ کان ۲۵ ربيع الاول

٦- پيراهن انحضرت صلعم ۱۲ربيع الاول

۷- بي بي بصري اورنگ زيب جي راڻي جو تاج محل جي نموني تي هو.

۸- ايلورامندر جي جبل مان کوٽي ڪڍيل هئا. جن ۾ وڏو ڪيلاش مندر هو.

**۳۰ جولائي ۱۹۳۱ع- اورنگ آباد کان آگره.**

شام جو اورنگ آباد کان نکري منعد. برهانپور. ڀوپال کان لنگهندا- ۲ تاريخ آگسٽ صبوح جو آگري پهتاسون.

**۱-۲-۳ اگسٽ ۱۹۳۱ع- آگره.**

هوٽل ۾ رهي هيٺيون مکيه جڳهون ڏٺيون ويئون.

۱- شهر جون بازارون-۲- جامع مسجد، تاج محل، مقبره اعتماد

دولت، والد ممتاز محل سڪندريہ ( مقبره اڪبراعظم ) فتح پور سڪري ۾ سلطان اڪبر جا شاهي محل ۽ ٻڌايل شهر خواجہ سليم چشتي جو مقبرو- بلند منار- جامع مسجد ڏٺا ويا. اتان ۴ تاريخ شام جو نڪري- ۵ تاريخ صبوح جو دهلي پهتاسون.

**۴- ۵ - ٦- اگست ۱۹۳۱ع- دهلي.**

هتي خانبهادر سيد نواب علي شاه وٽ ۳۰۵ ڪيلنگ روڊ نئي دهلي ۾ رهياسون. جنهن نهايت شاندار نموني خاطر تواضع جا فرض بجا آندا. سيئي ڏينهن سندس موٽر اسان جي حوالي هئي. اتي هيٺيون جايون ڏٺيون ويئون.

۱- چاندني چوڪ- قاضي حوض- نئي دهلي

۲- جامع مسجد- لعل قلعو - سرمد شهيد جي مزار

۳- همايون جو مقبره، خواجہ ناظم الدين اولياءَ جو مقبرو، خواجہ قطب الدين بختيار ڪاڪي جو مقبره، قطب مينار. ۽ ٻيا پراڻا تاريخ مڪان.

۵- اگست ۱۹۳۱ع- تي خواجہ حسن نظامي سان رات جو سندس جاءِ تي ملڻ ٿيو.

**۵- اگست ۱۹۱۳ع- پاني پت.**

دهلي مان صبوح جو موٽر ۾ چڙهي پاني پت آياسون رستي ۾ هندوستان جي مکيہ جنگين جا ميدان ڏسندا آياسون جتي ٽي چار دفعا مکيہ لڙايون لڙيون ويئون هيون جن ۾ هندوستان جي قسمت جو فيصلو ٿي ٿيو هو.

پاني پت ۾ حضرت بوعلي قلندر عليہ رحمت جي درگاه جي زيارت ڪئي ويئي. رات جو اتان گاڏيءَ ۾ چڙهي سرهند جي اسٽيشن اچي لاٿاسون.

**۸- اگست ۱۹۱۳ع- سرهند.**

سرهند ۾ حضرت خواجہ احمد سرهندي ملقب بہ مجدالف ثاني ۽ سندس عزيزن جي مزارن جي زيارت ڪئي ويئي. اتان شام جو لاهور لاءِ روانا ٿي، صبوح جو ٻي ڏينهن لاهور ۾ پهتاسون.

**۹- ۱۰- اگست ۱۹۱۳ع- لاهور.**

هوٽل ۾ لٿاسون. شهر کان علاوه هيٺيون جايون ڏٺيون ويئون.

۱- جامع مسجد ۲- شاهي قلع ۳- سک گرن جا مقبرا ۴- حضرت

داتا گنج بخش جو مقبرو ٥- مقبرو ميان مير صاحب ٦- مقبرو جهانگير بادشاه ٧- مقبرو بيگم نور جهان ٨- شاليمار باغ ٩- عجائب گهر ١٠- لارينس باغ- وغيره

**١٠ تاريخ** رات جو اٺان چڙهي ٻي ڏينهن ١١- تاريخ راولپنڊيءَ ۾ پهتاسون.

شهر گهمي رات جو اچي ڪوه مري جي هڪ هوٽل ۾ رهڻ ٿيو.

**١٢- تاريخ اگست ١٩٣١ع- سري نگر.**

صبوح جو ڪوه مري مان موٽر ۾ چڙهي شام ڌاري سري نگر ۾ پهتاسون.

"بلبل" نالي هائوس بوٽ ۾ رهڻ ٿيو.

ڪشمير ۾ جملي ٩- ڏينهن رهڻ ٿيو. ان عرصي ۾ هيٺيون جايون سري نگر ۾ ڏٺيون وٺيون

١- حضرت بل ٢- جامع مسجد ٣- شاليمار باغ ۴- چنار باغ. تخت سليمان، ڊل ڍنڍ، شهر جون گهٽيون وغيره.

ازانسواءِ سري نگر کان ٻاهر- اسلام آباد، ويري ناگ، پهل گام، گل برگ، سونا مرگ وغيره مقام بہ ڏٺا ويا.

اتي شيخ عبدالله سان هائوس بوٽ ۾ ميان غلام محمد ٽيڪسي ڪمپنيءَ جي مالڪ معرفت واقفيت ٿي، هن کي هائوس بوٽ ۾ دعوت تي گهرايو ويو. حضرت بل جي مسجد ۾ پبلڪ ميٽنگ ڏني ويئي. رياست ۾ راجا طرفان ٿيل ظلمن جو احوال معلوم ٿيو. شيخ عبدالله ۽ ٻين طرفان سڌارن لاءِ ٿيل هلچل جو احوال معلوم ٿيو.

**١٥- اگست ١٩٣١ع-**

سنڌ جي اخبارن ۾ مسٽر رستم سڌوا بيان ڏنو تہ سيٺ هرچندراءِ وشنداس سنڌ جدائي جي فائدي ۾ هو. انهي وقت مسٽر ريواچند ٽڏاڻي بہ سنڌ جي جدائيءَ جي فائدي ۾ بيان ڏنو.

**٢١- اگست ١٩٣١ع- سري نگر مان روانگي.**

صبوح جو موٽر ۾ چڙهي سري نگرمان رولپنڊيءَ لاءِ روانا ٿياسون.

رستي ۾ شيخ عبدالله طرفان ڏنل ڪاغذ اسان وٽ مظفر آباد جي سامهون ڊوميل جي ناڪي وٽ تلاشيءَ مان نڪتا. رات جو پرواري ڊاڪ بنگلي ۾ پوليس جي پهري هيٺ نظر بند رکيو ويو. بيان ورتا ويا. مون ۽ مهر

علي شاه خو ــبون ڪيون.

حــاجي صــاحب ســچي رات "لااِلہ اِلاانتَ ســبحنڪ اِني ڪُنتُ مِن الظالمين" جو وظيفو پڙهيو. ٻي ڏينهن ١٢- بجہ اسان کي رياست مان ٻاهر نڪــرڻ جي اجازت ملي. ســاڳي ڏينهن ٢٢- تاريخ شـــام جو راولپنديءَ پهتاسون. جتان رات جو گاڏيءَ ۾ چڙهي ڪراچيءَ لاءِ روانا ٿي ٢۴- تاريخ صبوح جو ڪراچيءَ پهتاسون.

**١- ٣- سپٽمبر ١٩٣١ع- سن.**

سيد ميران محمد شاه خط لکي ٿو تہ " اوهان خير سان هندوستان جو سير ڪري ڳوٺ پهتا.

آءٌ پهرين تاريخ ڪراچيءَ آيس اوهان ڪونہ مليا.

سنڌ فنانس انڪواري ڪميٽي ( مائيلس ارونگ ڪميٽي ) اڳيان ٣- تاريخ شاهدي ڏيٽي آهي. خانبهادر الهہ بخش ۽ خانبهادر کهڙي مواد ڪٺي ڪرڻ جو ذمہ کنيو آهي.

آءٌ ان ڪم لاءِ انگلنڊ وڃڻ گهران ٿو پر پيسو ڪٿان اچي وري ٻي خط ۾ لکي ٿو تہ

"اوهان جي ڪشمير مان واپسي مهل قاسڻ جون دلچسپ خبرون مهر علي شاه کان معلوم ٿيون."

**٥ سپٽمبر ١٩٣١ع- سن.**

قاضي عبدالرحمن ڪراچيءَ مان خط ذريعي اطلاع ڏي ٿو تہ

"سنڌ فنانس انڪواري ڪميٽي ١- سپٽمبر تي پوني مان هتي پهچڻ واري هئي پر وات تي مارواڙ ۽ حيدرآباد جي وچ ۾ ريلوي لائين ٽٽڻ ڪري هو دهلي کان ڦري اچ هتي پهتا آهن. سيٺ حاجي عبدالله هارون ۽ ٻين مسلمان بمبئي ڪائونسل جي ميمبرن کانْ پڇا ٿي ويئي. سومر ڏينهن ڊاڪٽر هنگوراڻي، ۽ ٻين هندو شاهدن کان پڇا ڪرڻ بعد ڪميٽي جا ميمبر سمل روانا ٿي ويندا."

**٥- سپٽمبر ١٩٣١ع- (سن )**

سنڌ فنانشل انڪــواري ڪمــيــٽيءَ جي چيــرمن ۽ مــيــمــبــرن کي سرشاهنوَاز خان ڀٽي، خانبهادر الهہ بخش سومري، خانبهادر کهڙي، سردار واحد بخش ڀٽي طرفان رات جو مسلم جيم خانہ ۾ دعوت ڏني ويئي.

انهيءَ تاريخ تي خانبهادر کهڙي، خانبهادر الهہ بخش، حاجي عبدالله

هارون ۽ پرنسپال گوکلي سنڌ جي مالي حالت ٺيڪ هئڻ بابت شاهديون ڏنيون.

پوءِ پروفيسر چبلاڻي، ديوان ٻوچسنگ برخلاف شاهديون ڏنيون

پروفيسر ٻتيجا سنڌ جي جدائي بعد نيڪمالي حالت بنسبت اخبارن ۾ مضمون ڇپايو.

**٢٩ سپٽمبر ١٩٣١ع- سن.**

سيد ميران محمد شاه پوني مان خط لکي ٿو تہ ”پوني ۾ نيشنل هوٽل جي ان روم ۾ رهان ٿو. جتي گذريل جولائي ۾ تون رهيو هئين.

پوءِ پوني جي رنگين سوسائٽيءَ جو ذڪر اديبانہ انداز ۾ ڪري. اطلاع ڏي ٿو تہ ١١- آڪٽومبر ١٩٣١ع تي موٽي سنڌ ۾ ايندو“.

**١- آڪٽومبر ١٩٣١ع-**

دادو ضلع ٺهيو جنهن ۾ ڪراچيءَ ضلع مان محال ڪوهستان، ڪوٽڙي تعلقہ، محال مانجهند جي ايراضي ۽ لاڙڪاڻہ ضلع مان ميهڙ ڊويزن گڏي ويئي. جنهن جا ١- ميهڙ ٢- ڪڪڙ ٣- دادو ٤- جوهي ٥- سيوهڻ تعلقا هئا

راءِ بهادر جگت سنگهہ آئل مل ڀهريون ڪليڪٽر مقرر ٿيو. لوڪلبورڊ ساڳيا هلندا آيا.

**٤- آڪٽومبر ١٩٣١ع- سن.**

مسٽر ٿهلراماڻي ڪراچيءَ مان لکي ٿو تہ ”ٿياسافيڪل سوسائٽي جي ايسوٽيرڪ سيڪشن جي ميمبريءَ لاءِ فارم ڀري موڪل تہ توکي ميمبر ڪرايون“.

**١٦- آڪٽومبر ١٩٣١ع- سن.**

خانبهادر عظيم خان خط لکيو تہ ”سنڌ سينٽرل ڪوآپريٽو بئنڪ جي ٢٤- آڪٽومبر تي ضروري ميٽنگ آهي. اوهان مهرباني ڪري ضرور ايندا جو ڪيترا احوال ڪرڻا آهن.“

**٢٢- آڪٽومبر ١٩٣١ع- سن.**

سيد شاهنواز شاه ٺٽہ مان خط لکي ٿو تہ ”مهيني جي اول ۾ ڪراچيءَ اوهان جي جاءِ تي ملڻ آيس پر ڪونہ ملي سگهيا. ڳوٺ روانا ٿي ويل هئا. منهنجي تڪليفن جو دور شروع ٿي ويل آهي. وغيره.“

**٢٥- آڪٽومبر کان ١ نومبر ١٩٣١ع- ڪراچي.**

ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ جي ميٽنگن ۾ سنڌ سينٽرل ڪوآپريٽو بئنڪ جي ميٽنگن ۾ حصو ورتم.

سيد شاهنواز شاه کي سنڌس مالي مشڪلاتن مان ڪڍڻ لاءِ بئنڪ کان قرض وٺي ڏنم.

مڪاني سوشل فنڪشن ۾ حصو ورتم.

**۱- نومبر ۱۹۳۱ع- سن.**

اج خانبهادر کهڙي لاڙڪاڻه مان خط لکيو "ته بمبئي جو گورنر ۱۷-۱۸ جنوري ۱۹۳۲ع تي ڪراچيءَ پهچندو. سنڌ محمدن ائسوسيشن طرفان ڪيس ائڊريس ڏيڻ جي تجويز ٿي آهي. اوهان سٽنڊنگ ڪيمٽيءَ جا ميمبر آهيو پنهنجي را٠ موڪليو"

**۲- نومبر ۱۹۳۱ع- سن.**

حاتم علوي ڪراچيءَ مان خط موڪلي اطلاع ڏي ٿو ته

" ڪمشنر سنڌ مسلم هائوسنگ سوسائٽي جي سولجر بازار جي پسروارن پلاٽن جي منظوري ڏني آهي. تنهن جو چيڪ پلاٽ لاءِ مليو آهي. بئنڪ کي موڪليان ٿو".

**( نوٽ )**

حاتم علوي مسلم هائوسنگ سوسائٽي جو پريزيڊنٽ هو.

**٦ نومبر ۱۹۳۱ع- سن.**

شيخ عبدالمجيد سنڌي خط لکي ٿو ته "۲۴- نومبر تي هو ۽ مير محمد بلوچ سن ايندا جتان مون سان گڏجي ميهڙ ۾ خلافت ڪانفرنس جي جلسي ۾ هلندا. پوءِ ۲۷- تاريخ بمبئي ڪائونسل جي اجلاس لاءِ بمبئي روانا ٿيندا".

**۲۱- نومبر ۱۹۳۱ع- سن.**

سيد مقبول شاه پين وارو لکي ٿو ته "دادو ضلع ٺهيو آهي. محال مانجهند ڪوٽڙي تعلقي سان گڏيو اٿن. هاڻ اوهان کي ڪراچيءَ جي عيوض دادو ضلع طرف زياده توجهه ڏيڻ گهرجي".

**۱- ڊسمبر ۱۹۳۱ع- سن.**

سيد ميران محمد شاه بمبئي مان لکي ٿو ته "پهريون دفعو بمبئي سرڪار کي ڪائونسل ۾ شڪست آئي آهي. سنڌي ميمبرن مس همت ڏيکاري آهي.

سرڪاري بل تڏجي ويو. سرڪار کي ۲۴ ووٽ مليا ۽ مخالفت ۾ ٦٩ - ووٽ ويا.

سنڌ مان صرف ڄام جان محمد جوڻيجو سرڪار سان ووٽ ڪيو ۽ سنڌين جي اتحاد ۾ شامل نہ ٿيو. ڇي لقب ملڻ جو آسرو اٿم" ( ڀهرين پيٽ پنجوءَ جو ٻوءِ ٻار ٻچا )

**١٣ - ڊسمبر ١٩٣١ع - سن.**

سيد ميران محمد شاه حيدرآباد مان لکي ٿو تہ "٢٧ - ڊسمبر ١٩٣١ع تي سن ايندو. جتان مون سان گڏجي قلندر شهباز جي ميلي تي هلندو.

**١٦ - ڊسمبر ١٩٣١ع - سن.**

مسٽر محمد هاشم گزدر لکي ٿو تہ "جيتوڻيڪ قاضي عبدالرحمن تنهنجي مخالفت ڪري رهيو آهي پر اوهان قلهڙي ۽ ڪمزور پاليسي اختيار ڪندا اچو مضبوط ٿيڻ گهرجيو"

**١٧ - ڊسمبر ١٩٣١ع - سن.**

سيد ميان ولي محمد شاه سيوهڻ مان خط لکي ٿو تہ "قلندر شهباز جو ميلو ٢٩ - ٣٠ - ٣١ ڊسمبر ١٩٣١ع تي ٿيندو. اوهان قاضي عبدالرحمن ۽ ميران محمد شاه ضرور ايندا.

پنجاب کان راڳ لاءِ ڪڃريون گهرايل آهن. انهن جو راڳ ٻڌڻ جو لائق آهي"

**٢١ - ڊسمبر ١٩٣١ع - سن.**

سيد ميران محمد شاه لکي ٿو "تہ شاه عبداللطيف جي ورسي ٢ - جنوري ١٩٣٢ع تي حيدرآباد ۾ رکيل آهي. مسٽر چيتمل پرسرام ۽ ٻين دوستن کي پاڻ سان آڻيندا. ان کان اڳ منجر تي بہ هلبو ۽ قلندر جو ميلو بہ ڏسبو".

**٢٢ - ڊسمبر ١٩٣١ع. سن.**

مسٽر گزدر ڪراچيءَ مان خط لکي ٿو تہ "مسٽر پنيا ايڊيٽر سنڌ آبزرور ۽ هو ٻئي قلندر جي ميلہ لاءِ مهيني جي آخر ۾ سن ايندا. رهائش جو انتظام ڪرائجو".

**٢٣ - ڊسمبر ١٩٣١ع - سن.**

مسٽر منگهارام پرسرام ٿهلراماڻي ڪراچيءَ مان خط لکي ٿو تہ

”تون ٿياسافيڪل سوسائٽي جي ايسوٽيرڪ سيڪشن جو ميمبر چونڊيو آهين ڪاغذ توکي روبرو ملندا.

تون شايد دادو ضلع جي ڪم ۾ مشغول ٿو ڏسجين. اهو لوڪلبورڊ شايد ۱۹۳۳ع جي اپريل کان شروع ٿئي. نئي بورڊ جون چونڊون نومبر ۱۹۳۲ع ۾ ٿين“.

**۲۸- ڊسمبر ۱۹۳۱ع- سن - سيوهڻ.**

مسٽر محمد هاشم گزدر ۽ مسٽر پنيا ايڊيٽر سنڌ آبزرور سن آيا. جتان گڏجي قلندر شهباز جي ميلي تي سيوهڻ وجي سيد ميان ولي محمد شاه جا مهمان ٿياسون.

**۲۹- ۳۰- ۳۱ ڊسمبر ۱۹۳۱ع** تي ٽيئي ڏينهن سيوهڻ هئاسون. ميران محمد شاه به ساڻ هو. ميران محمد شاه، پنيا، گزدر منجر گهمڻ ويا. ملاڪڙو، ميندي، ڏمال ڏٺا ويا ٻاهران آيل ڪچرين جو راڳ ٻڌو ويو. جي شاه صاحب گهرايون هيون.“

**سال ۱۹۳۲ع**

**۱۳- جنوري ۱۹۳۲ع- سکر.**

وائسراءِ هند لارڊ ولنگڊن، سکر براج جي کولڻ جو افتتاح ڪيو. آءٌ، ميران محمد شاه ان جي ڏسڻ لاءِ وياسون. سوها زميندار آيل هئا.

ڏاڍي ڌام ڌوم سان اهو موقعو ملهايو ويو. اسان ٻئي چيف آفيسر مسٽر اختر جا مهمان ٿي رهياسون.

**۱۷- جنوري ۱۹۲۳ع- ڪراچي.**

سرسائيڪس ۽ ليڊي سائيڪس بمبئي جي گورنر کي ڪراچي ڪنٽونمينٽ تي ڪراچي ميونسپل پريزيڊنٽ مسٽر جمشيد ۽ ٻين آفيسرن سان گڏ آءٌ لوڪلبورڊ طرفان مرحبا لاءِ ويس. هو ۳ بجي واري گاڏيءَ ۾ سنڌ کان موٽيو هو.

**۱۹- جنوري ۱۹۳۲ع- ڪراچي.**

مسٽر هڊ ڪليڪٽر ڪراچيءَ کي ملي لوڪلبورڊ ۾ امن آڻڻ لاءِ، قاضي عبدالرحمٰن کي سکولبورڊ ۽ مسٽر گزدر کي لوڪلبورڊ ۾ رکڻ جي صلاح ڪئي ويئي هن همت افزائي ڪئي.

**٥-٦-٧ فيبروري ١٩٣٢ع- سن.**

مسٽر ڊنشا دستور جنرل مئنيجر سنڌ سينٽرل بئنڪ ڪراچيءَ هڪ ڊگهو خط، سنڌس اضافم جي گهر لاءِ لکيو. جنهن ۾ ڄاڻايو هئائين تہ سنڌس اڪائونٽنٽ مسٽر چتومل ٽڏاڻي هن کان وڏيڪ پگهار ڪٽي رهيو هو.

**١٤- فيبروري ڪان ١٧ فيبروري ١٩٣٢ع- ڪراچي.**

ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ، ڪوآپريٽو بئنڪ، ملير سوسائٽي جي ڪمن سان ڪراچيءَ ۾ هوس.

**١٨- فيبروري ١٩٣٢ع- ڪراچيءَ ڪان بمبئي.**

واسنا جهاز ۾ مسٽر حاتم علوي، ميران محمد شاه، مسٽر گزدر، بمبئيءَ ڏانهن روانا ٿياسون.

جتي ڪوآپريٽو ڪانفرنس هئي. اتي هفتہ ڪن رهڻ بعد وري موٽي سنڌ ڏي آياسون.

اپولي هوٽل ۾ ميران محمد شاه ۽ آءٌ گڏ رهياسون.

ان موقع تي ميران محمد شاه طرفان هڪ خوبصورت يوريشن عورت ذريعي، مونکي آدم وانگر، ڪٽڪ جي داڻي چکڻ لاءِ حرصائڻ جي هرطرح ڪوشش ٿي.

ليڪن اخلاقي تربيت ۽ قوم استقلال ذريعي آزمائش مان چڙهي پار پيس. ميران محمد شاه ان کي غير معمولي ڳالهہ تصور ڪيو. ليڪن مون سواءِ بدني تڪليف جي ٻي ڪابہ مشڪلات پيش نہ آئي. مائي سندس ڪوشش ۾ ناڪاميابي تي خار ڪائيندي، واپس موٽي ويئي. ٻي ڏينهن وڏيڪ حملن جي خطري کان بچڻ لاءِ سنڌ موٽڻ ۾ سلامتي سمجهيم.

**٢١- فيبروري** تي فرينچ برج واري بلئوتڪسي ٿياسافيڪل هال ۾ اي. ايس جي ميٽنگ ۾ ويس.

**٥- مارچ ١٩٣٢ع- ڪراچي.**

**ڪراچيءَ ۾ ١٨- اپريل ١٩٣٢ع** تي سنڌ آزاد ڪانفرنس گهرائڻ لاءِ، سيٺ حاجي عبدالله هارون، بابا مير محمد بلوچ ۽ شيخ عبدالمجيد طرفان سرڪيولر نڪتو.

ڪراچيءَ ۾ ڏهہ ڏينهن ڪن هوس. لوڪلبورڊ، بئنڪن، ملير سوسائٽي جي ڪم ۽ سوشل فنڪشن ۾ حصو ورتم.

**٣١- مارچ ١٩٣٢ع- ڪراچي.**

**۳۱- مارچ ۱۹۳۲ع- ڪراچي.**

ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ ڪراچيءَ جي جنرل باڊي جي ميٽنگ ٿي. ان ۾ چيف آفيسر ۽ انجنير جي پوسٽ کي گڏڻ جو ٺهراءُ پيش ٿيو.

ڪمشنر سنڌ مسٽر گبسن سرڪاري ميمرن کي انهي ٺهراءُ جي مخالفت لاءِ چيو ۽ ڪليڪٽر مسٽر هڊ ان ٺهراءَ کي واجبي سمجهي همدردي ڏيکاري. جيتوڻيڪ آفيشل ميمبر ڪمشنر جي چوڻ تي مخالفت ۾ ويا تہ بہ ٺهراءُ پاس ٿي ويو.

سيد مقبولشاه، قاضي عبدالرحمن کي ناراض ڪرڻ جي ڊپ کان آخر تائين ووٽ نہ ڪيو.

جو سندس چئي موجب بدليون وغيره ڪرڻ مدد ڪندو هوس.

مسٽر گزدر کي گڏيل جاءِ تي رکڻ جي سفارش تي ۽ قاضي عبدالرحمن کي لوڪلبورڊ سڪولس جي ائڊمنسٽريٽو آفيسر ڪري رکڻ جي تجويز بحال ٿي.

**۱۱- اپريل ۱۹۳۲ع- سن.**

خانبهادر کهڙو خط لکي ٿو تہ "هو ڪراچي آيل آهي. تنهن ڪري آءٌ ڪراچي وڃان جو هن کي مون سان سنڌ جي سياسي مسئلن بنسبت صلاح مصلحت ڪرڻي آهي".

**۱۸- اپريل ۱۹۳۲ع- ڪراچي.**

ڪراچيءَ ۾ شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ جي صدارت هيٺ سنڌ آزاد ڪانفرنس اجلاس ڪنو ٿيو. جنهن ۾ ڪيترا ٺهراء پاس ٿيا.

خانبهادر کهڙي، سيٺ حاجي عبدالله هارون، بابا مير محمد بلوچ، ميران محمد شاه، مون ۽ ٻين ڪيترن سنڌ جي سياسي ڪارڪنن ان ۾ حصو ورتو.

**۲۹- اپريل ۱۹۳۲ع- ڪراچي.**

سيد ميران محمد شاه لکي ٿو تہ "۳۰- اپريل تي ايندو. ان تاريخ تي آءٌ ڪراچيءَ ۾ هجان. صلاح مصلحت ڪرڻي اٿس".

**۱۶- مئي ۱۹۳۲ع- سن.**

سيد شاهنواز شاه خط لکي ٿو تہ "اوهان جي حڪم موجب ۲۳- مئي تي قاضي عبدالرحمن کي لوڪبورڊ سڪولس جو ائڊمنسٽريٽو آفيسر ڪري رکڻ لاءِ سڪولبورڊ جي ميٽنگ رکي اٿم مدد ڪندا تہ ٺهراءُ پاس

**١٩- مئي ١٩٣٢ع- سن.**

سيد ميران محمد شاه حيدرآباد مان خط لکي ٿو ته ”شاهه ڀٽ جي ميلي تي شاه عبداللطيف جي ورسي ملهائڻ لاءِ ادبي ڪانفرنس واسطي ميدان ڏسي آيو آهيان. ڪيس ڊپ هو ته پير ڀٽائي شايد ناراض ٿيندا پر ڪيس اميد هئي ته هو ڪين سمجهائي باز آڻيندو.

وڌيڪ لکي ٿو ته سردار واحد بخش خان ڀٽي جي انتقال ڪري بمبئي ليجلسيٽو ڪائونسل جي جاءِ خالي ٿي آهي. اها جاءِ دادو ضلع کي ڏيڻ گهرجين. ان لاءِ فيبروري ۾ بمبئي ڪائونسل اندر دانهون ڪيون سون پر ڪنهن نه ٻڌو.

هن حالت ۾ اوهان اميدوار بيهندا يا نه“

**٢١- ٢٢ مئي ١٩٣٢ع.**

پنجين سنڌ سڪولبورڊ ڪانفرنس سکر ۾ خانبهادر کهڙي جي صدارت هيٺ ڪئي ٿي.

آءٌ ان ۾ وڃي ڪين سگهيس. ڪيترا ٺهراءُ پاس ٿيا.

**٢٣- ٢٢ مئي ١٩٣٢ع-**

ڪراچي ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ سڪولبورڊ ٺهراءُ پاس ڪري، قاضي عبدالرحمٰن کي ضلع سڪولس جو ائڊمنسٽريٽو آفيسر مقرر ڪيو.

**٦- جون کان ١٧ جون ١٩٣٢ع.**

قاضي عبدالرحمٰن چيف آفيسر لوڪلبورڊ ڪراچي لوڪل سيلف گورمينٽ ڪانفرنس لاءِ موڪل وٺي بمبئي ڏي روانو ٿيو.

**(نوٽ)**

هن ظاهري چاڻايو ته سندس ائڊمسٽريٽو آفيسر ٿيڻ لاءِ ڪوشش ڪندو ليڪن اندران مسٽر گبسن ڪمشنر سنڌ جي مدد سان ڪوشش ڪرائي، پنهي بورڊن جي ٺهراون خلاف بمبئي سرڪار کان منظوري رد ڪرائڻ ۾ ڪامياب ٿيو“

**٧- جون ١٩٣٢ع- سن.**

مختيارڪار سجاول ليٽر لکي ٿو ته ”اوهان جي ووٽ سجاول تعلقه ۾ ڊل ٻيارڻ جي آڏار تي داخل ٿيڻ جي خلاف وڏيري محمد عثمان سومري درخواست ڪئي آهي. اوهان هن ضلع ۾ رهائش جو ثبوت ڏيو“

**٧ - جون ١٩٣٢ع- سن.**

مسٽر ٽھلراماڻي لکي ٿو تہ ”سندس والد مسٽر پرسرام کي تخفيف جي بهاني تي سپر وائيزري سڪولس تان لاهين ٿا جي ٿي سگهي تہ مدد ڪريانس“.

وري ٻي خط ۾ لکي ٿو تہ ”ميران محمد شاه سان گڏجي ڀٽ شاه تي ادبي ڪانفرنس جي لاءِ جاءِ ڏسڻ واسطي وڃي رهيو آهي. ڪراچيءَ مان ٥٠ کن ماڻهن کي ڀٽ جي ميلہ تي هلڻ تيار ڪيو اٿس“.

**٨ - جون ١٩٣٢ع- سن.**

برادرم سيد شهاب الدين شاه ولد ستابو شاه منهنجي سوٽ سندس ڳوٺ هاشم جي وهڻ ۾ گهڻي وقت بيمار رهڻ کان پوءِ وفات ڪئي. بروقت سندس ٻن پٽن ننڍن کي ٻئي ڪنهن عزيز نہ هٿڻ ڪري ڳوٺ وٺي اچي پنهنجي گهر ۾ رهايم.

**٩ - جون ١٩٣٢ع- سن.**

سيد ميران محمد شاه لکي ٿو تہ ”شاه لطيف جي ميلي ڪري هو لوڪل سيلف گورمينٽ ڪانفرنس لاءِ بمبئي نٿو وڃي. چڪلہ بند ڪرڻ سبب پير ڀنائي ڪيس ٻڌڻ ۾ ايو آهي تہ ناراض ٿيا آهن.

حيدرآباد لوڪلبورڊ چار سو روپيہ ميلہ جي انتظام لاءِ منظور ڪيا آهن. اوهان ڀائوٽ واري سيدن ذريع انتظام رکائڻ لاءِ مدد ڪندا“

**١٤- جون ١٩٣٢ع- سن.**

سيد ميران محمد شاه حيدرآباد مان لکي ٿو تہ ”ڊاڪٽر ڏيارام ۽ مسٽر ٽھلراماڻي سان گڏ شاه جي ڀٽ تي وڃي ڪانفرنس لاءِ زمين ڏسي آيو آهي.

**١٧- جون** تي ڀٽ تي اچڻ لاءِ دعوت ٿو ڏي. ڇاموٽ محمد علي شاه ۽ اوهان تي راڳيندڙن گڏ ڪرڻ جو بار رکيل آهي. ادبي ڪانفرنس جو ڪم صوفي سماڳم دادا چيتمل پرسرام وارن جي چارج ۾ هوندو. ٽھلراماڻي پنڊال نهرائڻ، اليڪٽريسٽي، لائوڊ اسپيڪرن آڻڻ جو بار کنيو آهي“.

**١٨- جون کان ٢١ جون ١٩٣٢ع- ڀٽ شاهہ**

ڀٽ شاه ۾ شاه عبداللطيف جي ساليانہ ميلي جي موقعي تي سيد ميران محمد شاه طرفان پهريون دفعو هيئن ڪانفرنس سڏائڻ جو انتظام ڪيو ويو.

هو ضلع لوڪلبورڊ حيدرآباد جو پريزيڊنٽ هو.

ائگريڪلچرل نمائش، سوديشي بازار، سنڌ هنري نمائش، ڪوآپريٽو ڪانفرنس، ادبي مجلس، راڳ جي مجلس، زميندارن جي ڪانفرنس، صوفي روح رهاڻ ڪراچيءَ مان ۴۰ کن مرد ۽ عورتون ان ۾ شريڪ ٿيا هئا

جن ۾ چينمل پرسرام، لعل چند امرڏنومل، منگهارام ٿهلراماڻي، پرنسپال گوڪلي وغيره هئا. ڄاموٽ محمد علي شاه، مخدوم ميان غلام حيدر ۽ مون مڪاني طرح ڪم ۾ مدد ڪئي.

**۱ - جولاءِ ۱۹۳۲ع - سن.**

سيد ميران محمد شاه لکي ٿو ته " ۲- جولاءِ تي برادرم شهاب الدين شاه جي عذرخواهي لاءِ سن ايندو- وڌيڪ لکي ٿو ته سنڌ ڪائونسل تي مسٽر گبسن ڪمشنر سنڌ حيدرآباد جو عيوضي قاضي عبدالرحمان چيف آفيسر ڪراچي لوڪلبورڊ کي رکيو آهي. هنن ان جي مخالفت ڪئي هئي.

**۱۳ جولائي ۱۹۳۲ع - سن.**

مونکي پهريون فرزند ڄائو. سنڌس نالو سيد امير حيدر رکيو ويو.

**۱۸- جولاءِ ۱۹۳۲ع - سن.**

قاضي عبدالرحمان ڪراچيءَ مان لکي ٿو ته "سنڌ ڪاليج بورڊ تي ڊاڪٽر گربخشاڻي ۽ پرنسپال ٻناڻي جدا جدا ميمبر مقرر ڪرائڻ گهرن ٿا. ڪيس ڊاڪٽر گربخشاڻي کي نالا چونڊائڻ لاءِ ڏنا آهن وغيره"

**۲۸ جولاءِ ۱۹۳۲ع - سن.**

خانبهادر عظيم خان لکي ٿو ته" اوهان خط ۾ شڪايت ڪئي آهي ته مسٽر جمشيد بئنڪ ۽ بورڊ جي منظوريءَ ڪانسواءِ عملو مقرر ڪندو وڃي ٿو.

جنهن ۾ مسلمان نٿو رکي. تنهن ڪري اوهان ڪيس اعتراض طور لکي رهيا آهيو مهرباني ڪري خط لکڻ کان اڳ ان جو مسودو مون کي ڏيکاريندا. بزرگ ماڻهو سان سٺي نموني پيش اچڻو آهي. اهڙي خط ٻين سان مشورو ڪري پوءِ موڪلڻ گهرجي"

**۲- اگسٽ ۱۹۳۲ع - سن.**

مسٽر چينمل پرسرام حيدرآباد مان خط لکي ٿو ته

"مون کي حيدرآباد ڏاڍي وڻي ٿي. ڪراچيءَ ۾ ناٽڪ ڳنڍ ڪرڻ جو هَوَس ايترو ماڻهن کي ويڙهي ويو آهي جو روح جي راحت جو سامان نئي وتان

حاصل ٿيو ٿئي. حيدرآباد ۾ سرشاهنواز پنو. ديوان بهادر هيرانند، مسٽر سنتداس سان مليو آهيان. سنڌ جي جدائي بابت ڳالهيون ڪيون ويئون .

۴- **تاريخ** شيخ عبدالمجيد ۽ فقير محمد مگريي ملڻ وارا آهن".

**١٩ اگسٽ ١٩٣٢ع- سن.**

قاضي عبدالرحمٰن لکي ٿو تہ "لوڪلبورڊ ڪراچيءَ کي رستن لاءِ سرڪاري گرانٽ ١٧ هزار کن ملڻ واري آهي. سنڌ ڪاليج بورڊ جي ميمبريءَ ۾ هو ۽ راءِ بهادر سيٺ ليلارام چونڊجي نہ سگهيا.

ڪراچي- ڪوٽڙي رستي لاءِ سرڪار پراونشل روڊ جي لسٽ تي آڻڻ جي منظوري ڏني آهي.

هاڻ اهو رستو سرڪار ٺهرائيندي".

**٢٢- اگسٽ ١٩٣٢ع- سن.**

سرشاهنواز پنو خط لکي ٿو تہ "فرقيوارانہ سوال تي غور ڪرڻ لاءِ خانبهادر ولي محمد حسنعليءَ جي جاءِ تي ميٽنگ رکايل آهي. ان ۾ ايندا تہ صلاح مصلحت ڪجي."

**١-سيپٽمبر ١٩٣٢ع- ڪراچي.**

خانبهادر ولي محمد حسنعليءَ جي جاءِ تي سنڌ محمدن اسوسيئشن جي ميٽنگ گڏ ٿي. ان ۾ ڪيترن سياسي سوالن تي غور ڪيو ويو.

سنڌ جي جدائي، گڏيل يا جدا چونڊن جا سوال بہ هئا.

**٣ کان ٨ سيپٽمبر ١٩٣٢ع-بمبئي- پونہ.**

ڪراچي مان ساموندي جهاز رستي حاتم علوي، مسٽر دستور، مسٽرگزدر ۽ آئون بمبئي وياسون جتان پوني ۾ ڪوآپريٽو انسٽيٽيوٽ جي ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪري موٽي بمبئي کان سنڌ پهتاسون موٽندي جهاز ۾ هوائن ڪري سمنڊ ۾ تمام گهڻي تڪليف درپيش آئي.

هن مهيني ۾ مونکي ٿياسانيڪل سوسائٽيءَ جي يوٿ لاج جو پريزيڊنٽ ۽ مس جمني ٿڏاڻيءَ کي جنرل سيڪريٽري چونڊيو ويو.

**١٠- سيپٽمبر ١٩٣٢ع- ڪراچي.**

سيد ميران محمد شاه. سرشاهنواز خان پنو. شيخ عبدالمجيد سنڌي هڪ گڏيل خط ذريعي سنڌين کي سنڌ جي جدائي جي ڏينهن ملهائڻ لاءِ اپيل ڪئي.

**١٣ - سيپٽمبر ١٩٣٢ع- ڪراچي.**

مسٽر هوڊ ڪليڪٽر ڪراچي ڪي ڪلرني هوٽل ۾ رات جو ڊنر ڏنيم جتي ڪيترن دوستن کي مدعو ڪيم، هن صاحب ڪمشنر مسٽر گبسن جي راءِ خلاف مون سان لوڪلبورڊ معاملن ۾ تعاون ڪيو هو. هاڻ هو رٽائرڊ ڪري ولايت، وڪالت ڪرڻ لاءِ وڃي رهيو هو.

**٣٠ - سپٽمبر ١٩٣٢ع- سن.**

قاضي عبدالرحمن لکي ٿو تہ ”سندس لوڪلبورڊ سڪولبورڊ جي ائڊمنسٽيريٽو آفيسر مقرر ڪرڻ جا ڪاغذ بمبئي سرڪار موٽايا آهن.“

**٢٤ - سپٽمبر ١٩٣٢ع- سن.**

مسٽر نارائنداس اورسير لکي ٿو تہ” اوهان جي بنگلي سولجر بازار مسلم ڪالوني جي تعمير جو ڪم مقا طعدار هلائي رهيو آهي. مسٽر آغا آرڪٽيڪٽ نظرداري ڪري پيو. بنيادن جو ڪم ٻن ٽن ڏينهن ۾ پورو ٿيندو. پوءِ پٽيون ڪجنديون.“

**٢٥- آڪٽوبر ١٩٣٢ع- سن.**

آچاريہ گدواڻي خط موڪلي ٿو تہ ”باءِ انڊين ڪانگريس جو اجلاس پنڊت مدن موهن مالويہ جي صدارت هيٺ ٩- آڪٽوبر تي ڪراچي ۾ ٿي رهيو آهي. ان ۾ شرڪت جي دعوت ڏيان ٿو“.

**٩- آڪٽوبر ١٩٣٢ع-سن.**

قاضي عبدالرحمان خط لکي ٿو تہ ”مسٽر ڪالنس نئون ڪليڪٽر ڪراچيءَ جو اوهان سان ملڻ گهري ٿو. جڏهن اچو تہ ڪيس ملندا. شايد اوهان کي لوڪلبورڊ آفيس جو ڪم بند ڪرڻ لاءِ چوي“.

**(نوٽ)**

ڪيس مليس نهايت شريفاڻہ نموني پيش آيو. ڳوٺ سڌار هلچل ۾ دلچسپي ڏيکاريائين. ان ڪري ڪيس ڪشت وقت هڪ اهڙي ميٽنگ جي صدارت ڪرڻ لاءِ چيو ويو. جا ڳالهہ قبول ڪيائين.

**١١- آڪٽوبر ١٩٣٢ع- ڪراچي.**

ميران محمد شاه پوني مان هڪ وڏو ادبي نمونو جو خط موڪليو. جنهن مان اتي جي سوسائٽيءَ جي جهلڪ پئجي سگهندي.

**٢٠ - آڪٽوبر ١٩٣٢ع- سن.**

مسٽر ٿهلراماڻي لکي ٿو تہ ”باءِ انڊين نمائش ٢٣- آڪٽوبر ١٩٣٢ع تي کلندي. ان موقعي تي ڪراچيءَ وڃان“.

**٢٦ - آڪٽوبر ١٩٣٢ع- سن.**

ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ ڪراچيءَ جي ڪيترن ميمبرن جي صحيح سان رٿ پيش ڪئي تہ ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ ڪراچيءَ جي آفيس جي تعمير جو ڪم بند ڪجي.

**(نوٽ )**

هيءَ رٿ مسٽر گبسن ۽ چيف آفيسر گروه طرفان ڏياريل هئي. ان جاءِ لاءِ پلاٽ مسٽر گبسن پاڻ منظور ڪيو هو. اسٽيمنٽ تي منظوري سندس سفارش تي سرڪار ڏني هئي.

ان ڪانپوءِ ٽينڊر اخبارن ذريعي گهرائي بورڊ مقاطعو ڏنو. جڏهن ڪم شروع ٿيڻ وارو هو تہ هيءَ درخواست پيش ٿي. انجو مقصد سواءِ هن جي ٻيو ڪونہ هو تہ اهو ڪم منهنجي ايامڪاريءَ ۾ پورو نہ ٿئي. اها حالت ڏسندي مون رٿ بيقاعدي ٺهرائيندي بورڊ جي سامهون اچڻ نہ ڏني.

ڪم هلندو رهيو.

**١٢ نومبر ١٩٣٢ع- ميرپورساڪرو.**

مسٽر ڪالنس ڪراچي جي ڪليڪٽر- اچ ميرپورساڪري ۾ سڏايل ڳوٺ سڌار ميٽنگ ۾ شرڪت ۽ صدارت ڪئي. ان ۾ مون هلچل جا مقصد بيان ڪيا.

**(نوٽ)**

هي ميٽنگ ان لاءِ سڏايل هئي تہ مڪاني عملدارن کي ذهن نشين ٿئي تہ ڳوٺ سڌار هلچل جي مخالفت مسٽر گبسن جي طرفان شخصي هئي نہ سرڪار جي پاليسي هئي.

ان ڪري هلچل ۾ رنڊڪن گهٽ پوڻ جو امڪان هو.

**١٥-١٦ نومبر ١٩٣٢ع- حيدرآباد سنڌ.**

حيدرآباد ۾ علامہ يوسف علي جي صدارت هيٺ سنڌ آزاد ڪانفرنس جو اجلاس ڪٺو ٿيو. ساري سنڌ مان ڪيترن ماڻهن ان ۾ شرڪت ڪئي. اتي ڪيترا ٺهراءَ پاس ڪيا ويا.

**٢٥- نومبر ١٩٣٢ع- سن.**

قاضي عبدالرحمان خط لکي ٿو تہ "سنڌ جي جدائيءَ لاءِ حاجي عبدالله هارون سخت ڪوشش وٺي رهيو آهي. هن مرڪزي اسيمبليءَ ۾ سنڌ جي جدائيءَ تي ڪي سوال پڇيا آهن. جن جي جواب ۾ ڪجهہ دلاسو مليو

ائنس.

حيدرآباد سنڌ آزاد ڪانفرنس جي ڪارروائيءَ جون خبرون هندوستان جي اخبارن ۾ شايع نہ ٿيون آهن. ڊيلي گزيٽ جي ١٦- ١٧ نومبر وارن پرچن ۾ پير غلام حيدر ائڊووڪيٽ (هاڻ سيشن جج) جون موڪليل ڪارروايون ڇپيون هيون، سي ڪاپيون وٺي ڪيس موڪليان ٿو"

شيخ عبدالمجيد ٦- ڊسمبر تي الهہ آباد يونيٽي ڪانفرنس لاءِ ويجي رهيو آهي، پر ان ۾ فيصلي ٿيڻ جو ڪوبہ امڪان نہ آهي. لوڪلبورڊ جي نين چونڊن جا نوٽيس نڪري چڪا آهن".

**٣٠- نومبر ١٩٣٢ع- سن.**

منگهارام پرسرام ٿهلراماڻي ڪراچيءَ مان خط لکي ٿو تہ:

"تنهنجو خط پهتو ، وري وري پڙهيم، معلوم ٿئي ٿو تہ اڄڪلهہ موج ۾ آهين.

ان خط مان پتو پوي ٿو تہ باطني تعليم لاءِ هرويرو ظاهري تعليم ڪا لازمي ڳالهہ نہ آهي. ٻين دوستن کي خط ڏيکاريم. جهمٽ مل ٿڏاڻي تي ان جو اثر نہ ٿيو، تنهن جي عشق جي تعريف مان هو غلط مطلب ڪڍي ٿو. هن کي ڊپ آهي تہ اهي ڳالهيون پڙهي هو ڪٿي ڦاسي شادي ڪري وجهندو. ان ڪري سندس ڪنواري رهڻ جو پرڻ ڀڄي پوندو"

**١٢- ڊسمبر ١٩٣٢ع- سن.**

ٿهلراماڻي لکي ٿو تہ"باءِ انڊين ليگ مان دستور ۽ گدواڻي سان اختلاف ٿيڻ ڪري هن سندس هٿ ڪڍي ورتو آهي. ٢٣-٢٤ ڊسمبر تي بوٽ لاج ٿياسافيڪل سوسائٽي جون مينگون آهن.

پريزيڊنٽ هئڻ ڪري تنهن جو اچڻ ضروري آهي.

٢٠ جنوري ١٩٣٣ع تي ڪرشنا مورتي ڪراچي ايندو اميد تہ ان موقعي تي تہ تون ضرور ڪراچي ايندين".

**٢٤- ڊسمبر ١٩٣٣ع- سن.**

سيد ولي محمد شاہ سيوهڻ مان لکي ٿو "تہ ٩- جنوري ١٩٣٣ع ڪليڪٽر دادوُ جي سيوهڻ ۾ منزل آهي، ڪيس درگاہ جي معاملہ تان اختلاف ڪري، فرنٽيئر ريگيوليشن هيٺ رجوع ڪيو ائن. ان جو ضامن ڏيڻو آهي. انڪري ٨- تاريخ اچي ضامن پوندا".

**٢٧- ڊسمبر ١٩٣٢ع- سن.**

رئيس فقير بخش خان ڪاجي لکي ٿو تہ "مون مخدوم ميان غلام حيدر هالا کي ميران محمد شاہ جي ووٽن لاءِ چيو آهي پر ماٺهو سندس خلاف ڏسجن ٿا.

سائين ميان ولي محمد شاہ جو آءُ فرنٽيئر ريگيوليشن هيٺ ضامن پڄجي آيو آهيان. اوهان ۹- تاريخ وٽي ضامن پوندا".

## سال ۱۹۳۳ع

### ۸-۹ جنوري ۱۹۳۳ع- سيوهڻ.

سيد ميان ولي محمد شاہ سيوهڻ واري جو فرنٽيئر ريگيوليشن هيٺ ضامن پيس پوءِ موٽي ڳوٺ آيس.

### ۱۳- جنوري ۱۹۳۳ع- سن.

سيد ميران محمد شاہ خط لکي ٿو تہ" اڄ ساري سنڌ ۾ سنڌ جي جدائي جو ڏينهن ملهايو ويو"

### ۲۳- جنوري ۱۹۳۳ع- سن.

سيد حاجي عبدالرحيم شاہ سجاول واري حيدرآباد ۽ ڪراچي ضلعن لاءِ لوڪلبورڊ اميدوارن ۾ صلح ڪرائڻ لاءِ ميٽنگ سڏائي پر بي ڏر مير صاحبن جي نہ اچڻ ڪري ان مان ڪوبہ نتيجو نہ نڪتو.

### ۲۵ - جنوري ۱۹۳۳ع- ڪراچي.

سيد ميران محمد شاہ لکي ٿو تہ "سنڌ آزاد ڪانفرنس جي ورڪنگ ڪاميٽيءَ جي ميٽنگ حيدرآباد جي ڊاڪ بنگلي ۾ گهرايل آهي. ان ۾ ايندا. ان ۾ وزير هند جو سنڌ جي جدائيءَ لاءِ اعلان. سنڌ هندو ڪانفرنس ۲۹- جنوري جي ڪارروائي ۽ مستقبل لاءِ پروگرام تي غور ڪيو ويندو"

### ۲٦ - جنوري ۱۹۳۳ع- ڪراچي.

بمبئي جي گورنر کي لوڪلبورڊ ڪراچيءَ طرفان ائڊريس ڏني ويئي جا پريزيڊنٽ هئڻ ڪري مون پڙهي.

### ۲۷ - جنوري ۱۹۳۳ع- ڪراچي.

سيد ميران محمد شاہ خط لکي ٿو تہ" جهرڪ تڪ لاءِ لوڪلبورڊ چونڊ ۾ مدد ڪرڻ واسطي ماڻهو موڪلي رهيو آهي. سيد قاسم علي شاہ سندس ياءَ جي شادي ۱۰- فيبروري تي رکيل هئي جا هن ان ڪري بدلائي ۱۲ فيبروري تي رکي آهي.

### ۳۱ - جنوري ۱۹۳۳ع- ڪوٽڙي.

سيد ميران محمد شاه خط موڪلي ٿو ته." پير غلام نبي بڪيرن واري، پير سيد غلام حسين شاه پال ٻوچڙن واري کي ونڻ لاءِ پانڌي خان ڪانڌڙي کي موڪلي رهيو آهي.

ميان عبدالرحيم درس ڪاتيارن جي بزرگ کي، حاجي عبدالحڪيم شاه سائڻ وٽي جلد ڪوٺڙي پهچندو. اميد ته ميون اچڻ سان ارباب ولي محمد کي هٿ ڪٺائيندو".

### ٧- فيبروري ١٩٣٣ع- جهرڪ.

جهرڪن جي تڪ مان ڪراچي ضلع لوڪلبورڊ جي ميمبريءَ جي چونڊ جو ڏينهن هو ٻه اميدوار هئاسون. هڪ ارباب ولي محمد ٻيو ءِ پيو آءُ ملڪ شير دل خان، پير باقر شاه، ميان عبدالحڪيم شاه جي ذريعي آيل ميان عبدالرحيم درس ڪاتيار واري ميان ولي محمد پير ڪان هٿ ڪٺايو. ڪيس اليڪشن لاءِ ڪيل خرچ ڏنو ويو. پوءِ آيل ووٽرن ڪان نالي جا ووٽ ڪرايا ويا-٣٢ مونکي ميا ١٦- هن کي. ٻيا ووٽر ماني ڪارائي ووٽ ڏيڻ ڪانسواءِ موٽايا ويا.

### ٨- فيبروري ١٩٣٣ع- جهرڪ.

وڏيري محمد عثمان سومري خط لکيو ته "جي. ايم. سيد ءِ امير امان الله جو ڏوهه صرف اهو آهي ته وقت کان اڳ تڪڙو قدم کڻڻ ڪري، مخالفت جو شڪار ٿيل آهن ورنه سندن نيڪ نيتن ءِ ارادن ۾ ڪابه خامي نه آهي. آئنده لاءِ هو يقين ٿو ڏياري ته نياز مند ٿي رهندو".

### ٢٠ - فيبروري ١٩٣٣ع- ڪراچي.

ڪراچيءَ ۾ لوڪلبورڊ عمارتن جي تعميري ڪم ڏيڻ، لوڪلبورڊ جي ٻي ڪاروبار، سنڌ سينٽرل ڪوآپريٽو بئنڪ. ملير سوسائٽيءَ وغيره جي ڪمن لاءِ هفته ڪن رهيس.

### ٧ - مارچ ١٩٣٣ع - سن.

سيد يران محمد شاه خط لکي ٿو ته "٣٠- اپريل ١٩٣٣ع تي ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ حيدرآباد جي پريزيڊنٽيءَ جي ميٽنگ رکڻ جو ارادو ڪيو آهي. ورڪ ڪري رهيو آهي. آءٌ وچي ڪيس مدد ڪريان".

### ٩ - مارچ ١٩٣٣ع- سن.

مسٽر گزدر ٻن ٽن خطن ذريعي هيٺيون احوال موڪلي ٿو:

"سولجر بازار جو بنگلو تيزيءَ سان ٺهي رهيو آهي، ان جي فرش،

ڪاٺ جي ســمر وغيره لاءِ هدايتون موڪليو يا ڏسي وڃو. سرشاهنواز ڀٽي جي پروگرام جي خبر اٿو يا نه؟

قاضي عبدالرحمن ڊسٽر لوڪلبورڊ آفيس جي افتتاح جي موقعي ملهائڻ جي، گبسن جي اشاري تي مخالفت ڪري رهيو آهي. بهتر آهي ته اوهان پنهنجي هم خيال ماڻهن سان ان جو افتتاح ڪريو.

قاضي عبدالرحمن نئين ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ جي نامزد ميمبرن لاءِ ڪليڪٽر ڪراچيءَ سان ساز باز ڪري رهيو آهي"

**١٢ - مارچ ١٩٣٣ع - ڪراچي.**

ڪوميسنري ٿياسافيڪل سوسائٽي ڪراچيءَ ۾ داخل ٿيس.

**١٣- مارچ ١٩٣٣ع- سن.**

سيد مهر علي شاه سجاول مان لکي ٿو ته" صحت جي خرابيءَ ڪري هو نئي ضلع لوڪلبورڊ جي پريزيڊنٽيءَ لاءِ اميدوار نه بيهندو. لوڪلبورڊ پريزيڊنٽيءَ جي چونڊ جي تاريخ جيڪا وٺيو سا رکو".

**(نوٽ)**

هي نامزد ميمبر هئڻ ڪري آفيسرن جي اميدوار جي مخالفت ڪرڻ لاءِ تيار نه هو. جو هن ماڻهوءَ ۾ خود مطلبي ڪانسواءِ پبلڪ جي خيرخواهيءَ جو مادو نه آهي.

**١٤- مارچ ١٩٣٣ع- سن.**

مسٽر گزدر لکي ٿو ته"اوهان ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ ڪراچيءَ جي نئين پريزيڊنٽ چونڊڻ جي تاريخ ١١-اپريل ١٩٣٣ع تي رکي آهي.

پر جنهن صورت ۾ اوهان جي نئين ضلع دادو جي پريزيڊنٽيءَ جي چونڊ ١٦-اپريل تي رکيل آهي. ان ڪري اها تاريخ بدلائي ۴- اپريل تي رکو"

**١٦-مارچ ١٩٣٣ع**

شيخ عبدالمجيد سنڌي بمبئي مان سيد حاجي عبدالرحيم شاه کي لکي ٿو ته:

"اوهان جو خط پهتو. جي. ايم. سيد سان ڪيترا اختلاف اٿم پر تنهن هوندي به سنڌس لاءِ عزت اٿم. ڪيس ضلع لوڪلبورڊ دادو جي پريزيڊنٽيءَ لاءِ ووٽ ڏيڻ واسطي مولوي حبيب الله پنوهر کي خط لکان ٿو".

**(نوٽ)**

شيخ صاحب بمبئي ڪائونسل ۾ چونڊ جي وڃڻ ڪانپوءِ قاضي عبدالرحمان چيف آفيسر سان الوحيد جي ڏينهن کان تعلقات هٽڻ ڪري، ڪن ڳالهين ۾ مدد ڪئي. جيئن تہ اهو منهنجي برخلاف ۽ گبسن جي پوئلڳ هو. ان ڪري غلط فهمي تي پيئي هئي.

**۲۷ مارچ ۱۹۳۳ع- ڪراچي.**

ڪراچي ضلع لوڪلبورڊ جي نئين عمارت کولڻ جو مهورت شام جو ۵ بجي ٿيو. ان کي آفيسر گروه طرفان بائيڪاٽ ڪرڻ سبب ڪراچي ميونسپالٽي جي بلڊنگ واري مهورت وانگر سڀني مکيہ مذهبن جي عالمن طرفان دعا گهرائڻ سان ڪيو ويو.

۱- مسلمانن طرفان- مولوي محمد صادق کڏه واري ۽ غلام علي چاڳلا دعا گهري.

۲- هندن طرفان- پنڊت وشوانات شرما دعا گهري.

۳- پارسين طرفان- ڊاڪٽر دستور ڏالا ان ۾ حصو ورتو

۴- عيسائن طرفان- ريورنٽ اي ايل گريهہ

۵- سکن طرفان- ڀائي ڌرم سنگهہ هئا.

چيف آفيسر ۽ سندس گروه محمد عثمان سومري وارن ان ۾ مسٽر گبسن جي ناراضگيءَ جي ڊپ کان حصو نہ ورتو. آبل ماڻهن کي چانهہ پياري ويئي".

**۲۸- مارچ** تي ڪراچي ضلع ڪوآپريٽو انسٽيٽيوٽ جي مئنيجنگ ڪميٽيءَ جي ميٽنگ هئي.

**۹- اپريل ۱۹۳۳ع- ڪراچي.**

ڪراچي ضلع لوڪلبورڊ بلڊنگ ۾ مون کي شهرين ۽ دوستن طرفان ضلع لوڪلبورڊ ڪراچيءَ تان رٽائرڊ ڪرڻ جي اعزاز ۾ دعوت ڪئي ويئي. ان ۾ چيف آفيسر گروه وارا نہ آيا.

**۱۱- اپريل ۱۹۳۳ع- ڪراچي.**

ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ ڪراچي جي نئين بورڊ جي ميٽنگ هئي. جنهن ۾ پريزيڊنٽ ۽ وائيس پريزيڊنٽ جون چونڊون ٿيڻ واريون هيون.

ان ۾ پريزيڊنٽ خانصاحب الهہ بخش گبول ۽ وائيس پريزيڊنٽ وڏيرو امام بخش خان ڳاهو چونڊيو.

اهي ٻئي سرڪاري گروهہ جا ميمبر هئا. اها چونڊ آفيشل طبقہ جي

پوئلڳن جي ڪاميابي ٿئي.

**١٦- اپريل ١٩٣٣ع- دادو.**

راءِ بهادر جڳت سنگهه آئل مل ڪليڪٽرُ دادو جي دادو ضلع لوڪلبورڊ جي عهديدارن لاءِ ١١- بجه صبوح جو لوڪلبورڊ آفيس ۾ ميٽنگ رکي. جنهن ۾ خانبهادر محمد پريل ڪلهوڙي کي پريزيڊنٽ ۽ مونکي وائيس پريزيڊنٽ چونڊيائون.

**٢٠- اپريل ١٩٣٣ع- حيدرآباد.**

حيدرآباد ۾ پريزيڊنٽ ضلع لوڪلبورڊ حيدرآباد جي چونڊ ٿي. ان ۾ مير قائم خان پريزيڊنٽ چونڊجي ويو. ميران محمد شاه نه چونڊيو.

**٢٠- اپريل ١٩٣٣ع.**

مسٽر ٿهلراماڻي خط لکي ٿو ته " ڪيترا ڏينهن ٿيا آهن ته خط نه لکيو اٿئي. شايد دادو ضلع لوڪلبورڊ جي اليڪشن ۾ مشغول هئين جنهن جو احوال اڄ اخبارن ۾ پڙهيم. شاهنواز شاه وٽ سندس زمين تي ويا هئاسون. ڪيس وري پيسن جو ڪپ پيو آهي

**٢٧ تاريخ** بئنڪ جي ميٽنگ آهي. ڪيس مدد ڪج.

نئين لوڪلبورڊ جي پريزيڊنٽ راءِ بهادر جڳت سنگهه ڪليڪٽر جي چوڻ تي ڪراچي لوڪلبورڊ جي پريزيڊنٽ وقت تنهن جا بدلين جا ڪيل آرڊر رد ڪرايا آهن. ڪلهوڙو صاحب اعتبار جهڙو نٿو ڏسجي. چيف آفيسر جو سوال راءِ بهادر جڳت سنگهه جي ڪيلڪٽري تائين نه ڪٽڻ گهرجي ، هو پڻ مهينن ڪان پوءِ رٽائرڊ ڪندو".

**٢٥- اپريل ١٩٣٣ع- سن.**

سيد مهر علي شاه خط لکي ٿو ته "رڳو اوهان وائيس پريزيڊنٽ چونڊيا. پيون جايون سڀني ضلعن مان سيدن کان کسجي ويئون. هو اسڪولبورڊ جي چيرمنيءَ لاءِ اميدوار بيٺو هو ٣٠- مئي تي سڪولبورڊ جي ميمبرن لاءِ چونڊ ٿيڻي هئي ڪيس وڃي مدد ڪريان".

**(نوٽ)**

جڏهن ضلع لوڪلبورڊ جي پريزيڊنٽيءَ لاءِ ڪيس صلاح ڪئي ويئي ته ان وقت صحت ٺيڪ نه هيس. ڇاڪاڻ ته ان ۾ آفيشل طبقه جي مخالفت جو ڊپ هوس. هاڻ طبيعت ٺيڪ ٿي ويس. ان مان سندس ذهنيت جو اندازو ٿي سگهندو.

**۳۰- اپريل ۱۹۳۳ع- سن.**

خانبهادر محمد پريل ڪلهوڙو خط لکي سندس ڳوٺ وڃڻ لاءِ دعوت ڏني ته ۱ ۽ ۲ مئي باليشاهه ۾ وڃي سندس دعوت کاڌيم.

**۵- مئي ۱۹۳۳ع- سن.**

ميران محمد شاهه سيد مهابليشور مان خط لکي ته ”ته ڪراچي ميونسپل بل تي غور ڪرڻ لاءِ سليڪشن ڪميٽيءَ جي ميٽنگ تي آيل آهيان.

پوءِ ملڪ جي خوبصورتي تي اديبانه انداز ۾ احوال ڏني ته“.

**۱۲- مئي ۱۹۳۳ع- سن.**

سيد ميران محمد شاهه حيدرآباد مان خط لکي ته ته ”سرشاهنواز خان پٽي پريزيڊنٽ سنڌ محمدن اسوسيئيشن کي جائنٽ پارليامينٽري ڪميٽيءَ وٽان سنڌ جي جدائي جي مسئله تي شاهدي ڏيڻ لاءِ عيوضي موڪلڻ واسطي خط پهتو آهي. ان لاءِ هن ۲٦ مئي تي لاڙڪاڻه ۾ ميٽنگ رکي آهي مهرباني ڪري اوهان هلجو. آءٌ ان ڪميٽي تي شاهدي ڏيڻ لاءِ عيوضي ٿي وڃڻ گهران ته“

**۱٦- مئي ۱۹۳۳ع- سن.**

مسٽر ٽهلراماڻي خط لکي ته ته ”دادو ضلع جي چيف آفيسر مقرر ڪرڻ لاءِ گهرايل درخواستن تي سفارش ڪرڻ لاءِ. جا سب ڪميٽي مقرر ٿي آهي. ان واسطي محمد پريل ڪلهوڙي کي نه اهڻ لاءِ ڪراچيءَ ايندين ته صلاح ڪبي“

**۳۰- مئي ۱۹۳۳ع- ڪراچي.**

ڪراچي ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ جي ميٽنگ ۾ لوڪلبورڊ سڪولبورڊ جي ميمبرن جي چونڊ ٿي. آفيشل گروه نمبر ۵٦ موجب مسٽر گزدر کي نوڪري مان سندس پوسٽ ختم ڪرڻ جي نمبر پاس ڪرائڻ سان ڪڍي ڇڏيو. ڪيس هڪ مهيني جو پگهار نوٽيس عيوض ڏياريو ويو. سنڌ سينٽرل ڪوآپريٽو بئنڪ جون ميٽنگون هيون.

ملير ڪوآپريٽو سوسائٽي جي ميٽنگن ۾ شرڪت ڪئي ويئي. هفته ڪن ڪراچي هوس.

**۲- جون ۱۹۳۳ع- حيدرآباد.**

حيدرآباد لوئر سنڌ زميندار بئنڪ جي ڊائريڪٽرن جي پهرين ميٽنگ هئي. ان ۾ شرڪت ڪيم.

(نوٽ)

ان بئنڪ تي ١٩٢٢ع کان ١٩٣٦ع تائين ڊائريڪٽر رهيس.

**٧- جون ١٩٣٣ع- سن.**

سيد شاهنواز شاه خط لکي ٿو تہ ”سندس مالي حالت وري خراب ٿي ويئي.

سندس اڳوڻا دوستن آفيسرن ذريعي ڪيس تڪليف ۾ آڻڻ گهرن ٿا. وري ڪيس بئنڪ مان قرض ڪڍائي تڪليف مان ڪڍان“.

**١٤- جون ١٩٣٣ع- سن.**

محمد هاشم گزدر لکي ٿو تہ ”هو لاڙڪاڻہ بمبئي ڪائونسل جي ميمبرن وٽ ڪراچي لوڪلبورڊ جي ڪيس مسٽر گبسن جي چوڻ تي نوڪري ڪڍڻ لاءِ حال ڪرڻ وڃي ٿو. ان بي قاعدي نهراءَ رد ڪرائڻ لاءِ شايد بمبئي سرڪار وٽ مدد ڪري سگهن.“

**١٦- جون ١٩٣٣ع- سن.**

سيد ميران محمد شاه خط لکي ٿو تہ ”اوهان لکيو آهي تہ لنڊن شاهدي ڏيڻ لاءِ جي شوق اٿئي تہ قرض ڪٿي پوءِ وڃ. پر بابو چوڻ ٿو تہ بي هنڌان پيسا ملنئي تہ وڃج نہ تہ قرض ڪٽي وڃڻ جو ضرور نہ آهي. ان ڪري اوهان ڪٿان پيسن جو انتظام ڪرائيندا“.

**٢٢- جون ١٩٣٣ع- دادو**

ڪراچيءَ ۾ منهنجي نئين مسلم ڪالوني واري بنگلي تي سيد ميران محمد شاه سنڌ آزاد ڪانفرنس جي ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ميٽنگ رکي هئي پر ان ۾ دادو ضلع لوڪلبورڊ جي ميٽنگ هئڻ ڪري وڃي ڪين سگهيس. ضلع لوڪلبورڊ دادو ڪيترائي اهم ٺهراءَ پاس ٿيا. موٽندي سيوهڻ مان چاچا ولي محمد شاه خط پهچڻ تي اتان ٽيندو ڳوٺ آيس.

**٤- جولائي کان ٨ جولاءِ - ١٩٣٣ع- ڪراچي.**

٤- تي ملير ڪوآپريٽو سوسائٽيءَ جي ميٽنگ هئي. ٥ تاريخ سنڌ سينٽرل ڪوآپريٽو بئنڪ جي بورڊ جي ميٽنگ هئي.

٥ بجي شام خانبهادر عظيم خان ۽ مسٽر دستور بنگلي تي ملڻ آيا. جتي ڪوآپريٽو معاملن تي صلاح مصلحت ڪئي ويئي.

**٢٢- جولائي ١٩٣٣ع- دادو.**

ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ دادو جي ميٽنگ ٿي جنهن ۾ ڪيترا ٺهراءَ پاس ٿيا.

**٢٣ جولائي** تي ضلع دادو جي زميندار جي ميٽنگ دادو ۾ خانبهادر محمد پريل ڪلهوڙي جي جاءِ تي سندس صدارت هيٺ ڪئي تي. جنهن ۾ ڪيترا ٺهراءَ پاس ڪيا ويا.

ٺهراماٺيءَ ڪي خانبهادر ڪلهوڙي چيف آفيسريءَ لاءِ دلاسو ڏنو ۽ باليشاه ۾ پاڻ وٽ رکيو.

اهو ان ڪري ڪيائين جو راءِ بهادر جگت سنگهه جي رٽائرڊ ٿيڻ جو وقت ويجهو آيل هو.

**٢- اگست ١٩٣٣ع- سن.**

راءِ بهادر جگت سنگهه ڪليڪٽر دادو رٽائرڊ ٿيو ۽ ان جي جاءِ تي سردار محمد خان ماجزاده دادو جو ڪليڪٽر ٿي آيو.

**٩- اگست ١٩٣٣ع- سن.**

سيد مهر علي شاه مسوريءَ مان منهنجي ڪيس موڪليل خط جي جواب ۾ لکي ٿو ته "اوهان لکيو آهي ته مسٽر گزدر کي مدد ڪرڻ لاءِ راءِ صاحب ميناارام اجيت سنگهه کي خط لکان. پر ان کي چوڻ بيڪار آهي. هو نهايت شريف ماڻهو آهي پر آفيسرن جو پڪو غلام آهي. ان کان بهتر آهي ته محمد عثمان سومري کي چئجي. مسٽر گزدر جي حالت تي رحم ٿو اچي پر چا ڪجي. ضلع لوڪلبورڊ ڪراچيءَ ۾ هي دور آفيسرن جي مدد سان لوفرن ۽ بدمعاشن جو اچي ٿيو آهي. ڀلي پنهنجون من مانيون ڪن.

آءٌ هتي پنهنجي صحت جي درستيءَ لاءِ وينو آهيان."

**١٣- اگست ١٩٣٣ع- سن.**

خانبهادر عظيم خان خط لکي ٿو ته "منهنجي فلئٽ ڇڏڻ تي اوهان جي بنگلي ۾ اچي رهڻ بابت خط پهتو مهرباني. ٻي مهيني جڏهين ڪراچي ايندس ته صلاح مصلحت ڪبي".

**١٦- اگست ١٩٣٣ع- سن.**

خانبهادر عظيم خان خط لکي ٿو ته "حيدرآباد سنڌ لوئر زميندار بئنڪ جي ميٽنگ ٢٥- آگسٽ رکيل آهي. ان ۾ ضرور وڃان. جو ان موقعي تي ڪي ضروري صلاح مصلحتون ڪرڻيون آهن".

**١٧- اگست ١٩٣٣ع- سن.**

سيد ميان اسدالله شاه ٻاجارن وارو خط لکي ٿو تہ "سيد ميان جيندل شاھ آراضيءَ ۽ مخدوم هالا جي ٻنيءَ تان اختلاف دور ڪرڻ واسطي ڳالهين لاءِ ميان غلام حيدر صاحب آراضي اچڻ وارو آهي. اوهان کي تاريخ معلوم ڪرڻ تي اطلاع ڏينداسون.

مهرباني ڪري ان تاريخ تي هتي ايندا".

**١٩- اگسٽ ١٩٣٣ع- سن.**

خانبهادر محمد پريل ڪلهوڙو لکي ٿو تہ "وعدي موجب سن دعوت تي اچي نٿو سگهان.

آءٌ سائين جن جو حياتيءَ تائين نيازمند ۽ يڪو خادم آهيان ٻي دفعي اچي حاضري ڏيندس ۽ شڪار بہ ڪندس".

**٢٦- اگسٽ ١٩٣٣ع- سن.**

مسٽر تهلراماڻي باليشاھ مان لکي ٿو تہ "وڏيري موسيٰ خان ڪلهوڙي جو چوڻ آهي تہ خانبهادر محمد پريل جلد ڪراچيءَ ويندو. ان جي رهائڻ لاءِ تنهنجي بنگلي جون چاٻيون ڪيس وٺي موڪليان. وري لکي ٿو تہ ڪراچيءَ ۾ قاضي عبدالرحمان مليو هوم. ان ڪيس ٻڌايو تہ گبسن سان سندس گفتگو ٿي هئي. جنهن ڪيس چيو تہ جي. ايم. سيد تهلراماڻيءَ جي چيف آفيسر مقرر ڪرڻ ۾ انهي ڪري دلچسپي وٺي رهيو آهي جو تهلراماڻي ڪانگريسي هو. انتي قاضي ڪيس ٻڌايو هي تهلراماڻي ڪانگريسي ڪونہ آهي بلڪ ٻيو تهلراماڻي ڪانگريسي هو. هن کي سيد جي مدد ڪرڻ جا بہ ڪارڻ آهن. هڪ تہ هن جو ٻي ڪيترا سال سن جي درنيڪيولر اسڪول جو هيڊ ماستر هو ۽ سيد ۽ تهلراماڻي ٻئي ٿياسافٽ آهن. وري لکي ٿو تہ اجڪلهہ قاضي سٺي رخ ۾ آهي".

**٣- سيپٽمبر ١٩٣٣ع- سن.**

سيد شاهنواز شاھ لکي ٿو "تہ اوهان جي مدد سان ٻيو دفعو قرض مليو.

لهٽيدارن کي قرض ڏيئي مشين ورتي اٿم. اوهان ڪراچيءَ اچي مهر علي شاھ ۽ حاجي عبدالرحيم شاھ کي ناهي ڏيندا."

**٥- سيپٽمبر ١٩٣٣ع- سن.**

رئيس فقير بخش خان ڪاجي خط لکي ٿو تہ "مون دادو ۾ اوهان ... خان کي انگريزي ماستريءَ لاءِ موڪليو. اوهان ڪيس جواب ڏنو

تہ "دير سان اچڻ ڪري حال جايون ڀرجي ويئون آهن. هاڻ ڪجهہ وقت
وري انتظار ڪرڻو پوندءِ"
"اوهان کي تهلراماڻيءَ ڪانسواءِ ٻي جي ڪم ڪرڻ لاءِ دل ئي نٿي
ٿئي"

**٥ - سپٽمبر ١٩٣٣ع- سن.**

ريجهومل آڏواڻي لکي ٿو تہ "تون هن دفعي ڪراچيءَ آئين. ڪنهن
بہ دوست کي ڪونہ مليئين. ڪٿي هئين؟ اها ڳالهہ واجب نہ آهي"

**٥ - سپٽمبر ١٩٣٣ع- سن.**

خانبهادر محمد پريل ڪلهوڙو خط لکي ٿو تہ "ڊڪ منشگيرين
جون جايون، ميمبرن جي سفارشين ۾ ورهايون اٿم. انهن مان هڪ اوهان جي
ماڻهوءَ لاءِ رزورڊ ڪئي اٿم. ڪوبہ ماڻهو موڪليو تہ ان کي ڏيان."

**٧- سپٽمبر ١٩٣٣ع- سن.**

خانبهادر ڪلهوڙي کي جواب موڪليم تہ "نوڪريون ڪم جي
ضرورت پٽاندڙ لائق ۽ مستحق ماڻهن کي ڏيڻ گهرجن ۽ نہ ميمبرن کي
رضامند ڪرڻ خاطر ورهائڻ گهرجن. آءٌ ان مال غنيمت مان بهرور ٿيڻ نٿو
گهران"

**٩- سپٽمبر ١٩٣٣ع- سن.**

سيد ميران شاه سملہ مان خط لکي ٿو "جنهن ۾ اتي جي سهڻن
نظارن ۽ رنگين سوسائٽيءَ جو ذڪر نهايت اديبانہ انداز ۾ پيش ڪري ٿو".

**٣٠ سپٽمبر ١٩٣٣ع- ڪراچي.**

سيد مهر علي شاه مسوريءَ مان "وقف ايڪٽ بابت احوال موڪلي
ٿو ۽ پڇي ٿو تہ :

**١٩ سپٽمبر ١٩٣٣ع** مسٽر گزدر بابت ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ
ميٽنگ ۾ ڇا ٿي گذريو. هو آڪٽوبر جي آخر تائين مسوريءَ ۾ هوندو"

**٢٣- آڪٽوبر ١٩٣٣ع- سن.**

مسٽر محمد هاشم گزدر لکي ٿو تہ "لوڪلبورڊ کان ٻاهر نڪرڻ
بعد آرڪيٽيڪٽ جو ڪم شروع ڪيو اٿس. سنڌ سينٽرل ڪوآپريٽو بئنڪ
جو ڪم مسٽر دستور ڪيس ڏيڻ جو نهراءَ بورڊ اڳيان پيش ڪيو آهي،
ونائي ڏيڻ ۾ مدد ڪريا.

**٢٣- آڪٽوبر ١٩٣٣ع- سن.**

جهمت مل ٽوئنٽرمل ٺڏاڻي خط لکي ٿو تہ "ٿهلراماڻي ۽ ريجهومل اڏواڻيءَ کي نوڪريون ونائي ڏنئي. باقي سنگت مان هو رهجي ويو آهي ( هي واپاري ۽ ملڪيت وارو هو ) ان جو خدا قيامت ڏينهن حساب وٺندءِ." هي خط مذاق طور لکيل هو.

**۵ - نومبر ۱۹۳۳ع- سن.**

خانبهادر محمد ايوب کهڙو خط لکي ٿو تہ "ڪيس سرڪار سنڌ ائڊمنسٽريٽو ڪميٽيءَ جو ميمبر مقرر ڪيو آهي هو ڪراچيءَ ۾ آفيس ڪندو."

**۱۳ - نومبر ۱۹۳۳ع- حيدرآباد.**

• حيدرآباد بيسنٽ هال ٿياسافيڪل سوسائٽي ۾ هندو مسلم سوال تي غور ڪرڻ لاءِ هڪ ميٽنگ گڏ ٿي. جنهن ۾شيخ عبدالمجيد، خانبهادر کهڙي، پير غلام مجدد، مير بنده علي، مسٽر عبدالجبار، مسٽر نور محمد وڪيل، هيرانند ڪيمسنگ، مکي گوبندرام، پريداس شيوڪرام سنتداس منگهارام، چينمل پرسرام وغيره شرڪت ڪئي.

**۱۲- ۱۷ نومبر ۱۹۳۳ع- دادو.**

ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ جون ميٽنگون هيون.

**۱۹- نومبر ۱۹۳۳ع- دادو.**

سيد ميران محمد شاه حيدرآباد مان لکي ٿو تہ "سندس ڀاءُ قاسم شاھ کي فرزند ڄائو آهي نالو قمرالزمان رکيو اٿئونس."

**۲۰- نومبر ۱۹۳۳ع- سن.**

مسٽر ٿهلراماڻي باليشاھ مان لکي ٿو تہ "۱۷ تاريخ دادو کان تون ڳوٺ وئين پوءِ مونکي ڪراچي موڪليو ويو. ڪليڪٽر دادو جو ميهڙ ۾ پروگرام هو انجي اعزاز ۾ ۲۱ تاريخ خانبهادر ڪلهوڙي پارٽي ڏئي ٿي پر اها رد ٿي. خانبهادر ڪلهوڙو چوي ٿو تہ ڪليڪٽر اجا ڪيس مونکي لوڪلبورڊ جي چيف آفيسريءَ جي چارج ڏيارڻ جي اجازت نہ ڏني آهي. ڪليڪٽر کي آءُ ملڻ وارو آهيان. خانبهادر ڪلهوڙو ۲۹- تاريخ شهدادپور ڪمشنر صاحب کي ڏسڻ ويندو. آءُ ساڻس ويندس."

**۲۳- نومبر ۱۹۳۳ع- سن.**

مسٽر ٿهلراماڻي لکي ٿو. باليشاھ مان، "ڪليڪٽر سردار محمد خان کي مليو آهي هو سنو ۽ شريف ماڻهو آهي" خانبهادر محمد پريل لاءِ

لکي ٿو تہ ان سان خبرداري سان خط وڪتابت ڪندو ڪج. هوشڪي ماڻهو آهي. اعتبار رکڻ جهڙو نہ آهي."

**۲۸ نومبر ۱۹۳۳ع- سن.**

ميران محمد شاه حيدرآباد مان لکي ٿو تہ اڄڪلهہ لال ڪر پالاڻي جي ڪيس ۾ قاتل آهي. مير محمد شاه عامريءَ واري لاءِ سفارش ڪري ٿو تہ سندس جان ڪيس مان آزاد ڪرايان"

**۳- ڊسمبر ۱۹۳۳ع- سن.**

مسٽر ٿهلراماڻي باليشاهہ مان لکي ٿو تہ "خانبهادر ڪلهوڙو شهدادپور ڪمشنر کي ملڻ لاءِ هليو پر اتي ڪمشنر جي ملڻ ڪانسواءِ موٽي آيو. هن اوچتو آفيسر ۽ انجنير جي جاءِ جدا ڪرڻ جي تجويز ڪئي آهي. ان جو مقصد سمجهي نٿو سگهان.

شايد ان مان مونکي ڪيڻ جو مقصد هجيس. خبر نہ آهي حالتون ڪٿي بيهن. شايد ڪليڪٽر دادؤ جو ان سازش ۾ هٿ نہ هجي"

**۳- ڊسمبر ۱۹۳۳ع- سن.**

سيد ميران محمد شاه ڪراچيءَ مان لکي ٿو تہ "تو واري ڪراچيءَ جي بنگلي تي با قبيلي رهيل هوس هاڻ ڳوٺ وڃان ٿو. گهڻو آرام آيو.

تنهنجا ٻئي دوست حاتم علوي ۽ مسٽر گزدر بابا مير محمد بلوچ جي وفاتيءَ سبب بمبئي ڪائونسل جي ميمبريءَ جي خالي ٿيل جاءِ اميدوار بڻا آهن. انهن کي سمجهاءِ."

**۵- ڊسمبر ۱۹۳۳ع- سن.**

مسٽر حاتم علوي ڪراچيءَ مان لکي ٿو تہ "تو شهمير خان ڪاڇيءَ کي سنڌ مدرسي ۾ نوڪري وٺي ڏيڻ لاءِ خط لکيو آهي. هي ماڻهو ڪارگر نہ آهي.

گهڻو وقت ٿيو تہ مون کان اڌارا پيسا وٺي ويو آهي اڃان نہ موٽايا اٿس. ڇا تون مسلمانن جي ٻچن جي سنڀال اهڙي ماڻهوءَ جي هٿ ۾ ڏيڻ گهرين ٿو؟"

**٦- ڊسمبر ۱۹۳۳ع- حيدرآباد سنڌ.**

آغا گل حسن جي دعوت تي سندس فرزند آغا عبدالنبي جي شاديءَ ۾ حيدرآباد ۸ بجہ شام جو شرڪت ڪئي ويئي.

**۱۳- ڊسمبر ۱۹۳۳ع- سن.**

سيد ميران محمد شاه سنڌ آزاد ڪانفرنس جي ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ميٽنگ ١٩- تاريخ منهنجي ڪراچيءَ جي بنگلي تي رکي جنهن جو اطلاع ڏنائين.

پر ان ۾ وچي ڪين سگهيس. ان ۾ ڊو صاحب جي چيرمني هيٺ سنڌ ائڊمنسٽريٽو ڪميٽيءَ اڳيان پيش ٿيڻ وارن سوالن تي غور ڪرڻو هو"

**١۵- ڊسمبر ١٩٣٣ع- سن.**

مسٽر ٿهلراماڻي خط لکي ٿو تہ "سيوهڻ ۾ ڪيلڪٽر سان مليو. هو هاڻ همدرد ڏسڻ ۾ آيس. هن چيو پڳهار گهٽائڻ لاءِ خانبهادر ڪلهوڙي بورڊ جي اطلاع ڪانسواءِ مخفي ليٽر لکي موڪليو هو. مسٽر محمد بخش جج سيوهڻ آغا عبدالنبي پرسنل اسسٽنٽ ڪليڪٽر دادوٴ جا سائس همدرد هئا. تون هاڻ خانبهادر کي اچي سمجهاءِ تہ مون کي چارج ڏيارڻ لاءِ ڪليڪٽر کي خط لکي موڪلي تہ هو يڪدم اجازت ڏيندو. خانبهادر ڪلهوڙي ۽ ٽارچند اڪائونٽنٽ گڏجي جيڪي ڪم ڪيا آهن. انهن چوٻولو پيدا ڪري ڇڏيو آهي. خانبهادر ظاهر ۾ هڪڙي ڳالهہ ٿو ڪري اندارن ٻي. تنهن ڪري سندس ڳالهہ تي اعتبار نٿو اچي."

**١٧- ڊسمبر ١٩٣٣ع- نواب شاه.**

جامع مسجد نواب شاه ۾ منهنجي صدارت هيٺ نواب شاه ضلعي جي مکيہ سياستدان مسلمانن جو ميڙ ڪئو ٿيو. تہ خانبهادر امام بخش خان جتوئي ۽ خانصاحب گل محمد خان ڪيڙي جي گروهن ۾ صلح ڪرائي اختلاف دور ڪرائجن.

ان مجموعي ۾ جيڪي صاحب آيا تن مان مکيہ ماڻهن جا نالا هيٺيان آهن:

١- خانبهادر حاجي امام بخش خان جتوئي ٢- ميرزا فرخ بيگ ٣- سيد امام علي شاه پريا ۴- سيد قرارو شاهہ ڊيرو ۵- خانصاحب حاجي دوست محمد ميمڻ ٦- نواب ڪانبو خان جوڻيجو ٧- خانصاحب گل محمد خان ڪيڙو ٨- پير قربان علي صاحب ٩- سيد ميان خير شاهہ ١٠- ميان محمد لقمان ١١- رئيس رسول بخش خان انڙ ١٢- خان محمد خان جلباڻي.

ان ميٽنگ ۾ ابتدائي گفتگو تن ڪلاڪن تائين هلي. وري ميٽنگ کي وڌيڪ ڳالهين هلائڻ لاءِ ٧ جنوري ١٩٣۴ع تي ملتوي ڪيو ويو.

**سال ۱۹۳۴ع**

**۱ جنوري ۱۹۳۴ع- ننئو.**

ننئي ۾ دوستن جي ملڻ لاءِ وڃڻ ٿيو. سيد شاهنواز وٽ مهمان رهيس.

**۴- جنوري ۱۹۳۴ع- سن.**

مسٽر ٿهلراماڻي، حاجي اسدالله شاهه باجارن وارو ۽ سيد حاجي فضل علي شاهه ڀانن وارو مهمان هئا. هي آراضي جي سيدن ۽ مخدومن جي اختلاف دور ڪرڻ لاءِ صلاح مصلحت واسطي آيل هئا.

ساڳي ڏينهن ٻيڙي ۾ چڙهي ڀاٽوٺ تعلقه هالا ۾ ويس. جتي ٻه ڏينهن رهي ٦ تاريخ شام جو نواب شاه پهتس. سيد ميان ٻدل شاهه وٽ رهڻ ٿيو.

**۷ - جنوري ۱۹۳۴ع- نواب شاهه.**

اڳي دفع مهمان ٿيل گفتگو وري بحث هيٺ آئي. سارو ڏينهن مختلف تجويزون زير ويچار رهيون. جن جو احوال ميٽنگ جي ڪارگذاري جي فائيل مان ملي سگهندو.

وري ۱۲- تاريخ تي گڏ ٿياسون. آخر ۱۳- تاريخ فيصلا ٿيا.

پريزيڊنٽي لوڪلبورڊ جي هڪ ڌر کي ملندي ۽ اسيمبليءَ جون جايون ٻنهي ڌرين ۾ برابري طور وراهيون ويندیون. نواب شاهه ۽ شهدادپور سنجهوري طرف جون جايون آزاد رهنديون.

**(نوٽ)**

اڳتي هلي اهو صلح قائم نه رهيو ڇاڪاڻ ته انجو بنياد شخصي خود غرضي جي بنيادن ٻڌل هو. گروهن مان شخصن جي ڦير گهير سهوليت خاطر ٿيندي رهي.

**۱۴- جنوري ۱۹۳۴ع- محراب پور.**

خانبهادر امام بخش خان جتوئي اينڊز اسيمبليءَ جي چونڊ ۾ ووٽن لاءِ سيد ميان پير شاه وٽ آيو. جنهن کيس جواب ڏنو ته سندس ووٽن جو فيصلو پير حاجي شاه نورائي واري کي ڪرڻو آهي. ان ڪري ان کي ڏسڻ گهرجيس.

**۱۸- جنوري ۱۹۳۴ع- سن.**

سوامي رام تيرٿ جا امريڪا ۾ ڏنل ليڪچر مشرقي تعليم تي پڙهي پورا ڪيم.

۽ سوامي وويڪانند جا ليڪچر پڙهڻ شروع ڪيم.

**٢٦- ٢٧ جنوري ١٩٣٤ع- ڪراچي.**

ڪراچي ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ جي ميٽنگن ۾ شرڪت ڪيم.

سنڌ سينٽرل ڪوآپريٽو بئنڪ جي ميٽنگ ۽ ملير سوسائٽي جي ميٽنگ ۾ ويس.

**٣١ جنوري ١٩٣٤ع- ميرپور بٺورو.**

پير مهرشاه جي ميلي تي ويس. ان جو خاص مقصد اتي گڏ ٿيندڙ ماڻهن سان ملي ايندڙ سنڌ اسيمبليءَ جي اليڪشن بابت سياسي سروي ڪرڻ هو. ٻي ڏينهن موٽي ڪراچي آيس. جتي سنڌ ائڊمنسٽريٽو ڪميٽيءَ اڳيان شاهدي ڏنيم.

**٨ - فيبروري ١٩٣٤ع- ٺٽو ۽ نور محمد قناد جو ڳوٺ.**

ٺٽي اچي وڏيري محمد عثمان سومري کي ساڻ ڪٽي نور محمد قناد جي ڳوٺ آياسون. جتي ان سان گفتگو ڪري واپس موٽياسون.

**١٠- فيبروري ١٩٣٤ع- نواب شاهه.**

خانبهادر عظيم خان سان نواب شاهه ۾ لوئر سنڌ زميندار بئنڪ جي حصن گڏ ڪرڻ لاءِ ويس. جتان خانبهادر سان گڏجي ١١- تاريخ سڪرنڊ آياسون.

**١٢- فيبروري ١٩٣٤ع- قاضي احمد.**

رئيس رسول بخش خان انڙ جي دعوت تي جمال شاهه جي ميلي تي ويس. جتان ٻي ڏينهن موٽي مجيد ڪيريه ڳوٺ اچي پوءِ ڳوٺ آيس.

**١٧ کان ٢٠ فيبروري ١٩٣٤ع- دادو.**

ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ دادو جي ميٽنگن لاءِ دادو ۾ هوس.

**٢١ فيبروري ١٩٣٤ع- سن.**

خانبهادر محمد پريل ڪلهوڙو، وڏيرو موسيٰ خان ڪلهوڙو سن ۾ دعوت تي آيا. مسٽر ٿهلراماڻي چيف آفيسر لوڪلبورڊ ساڻ هو. ٻي ڏينهن رني ڪوٽ گهمياسون. سن سڪول وارن پريزيڊنٽ جي اعزاز ۾ جلسو ڪيو.

**۳ فيبروري ۱۹۳۴ع- سن.**

وڏيري محمد عثمان سومري خط لکيو تہ " ۹- ۱۰- ۱۱ مارچ ۱۹۳۴ع تي ڪراچي ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ جون ميٽنگون رکيل آهن. جن ۾ قاضي عبدالرحمان جي ڪيڻ جو سوال بہ اچڻ وارو هو. ان ۾ ضرور وڃان متان جند ڇڏائي نہ وڃي.

**(نوٽ)**- ان ميٽنگ ۾ ڪونہ ويس.

**۲۵ فيبروري ۱۹۳۴ع- ڪراچي.**

سنڌ سينٽرل ڪوآپريٽو بئنڪ جي جنرل باڊيءَ جي ميٽنگ هئي.

ٻپهرن جو طيبجيءَ وارن وٽ لنچ هيم. شام جو سنڌ هسٽاريڪل سوسائٽيءَ ۾ مسٽر اي. بي. آڏواڻي "سنڌ ۾ انگريزن جي اوائلي واپار تي. مضمون پڙهيو"

**۶- مارچ ۱۹۳۴ع- حيدرآباد.**

حيدرآباد ۾ قاضي محمد اڪبر وٽ مهمان رهيس. ٻي ڏينهن لوئر سنڌ زميناري بئنڪ جي ميٽنگ ۾ شرڪت ڪيم- ۸-۹ تاريخ مارچ يا مٽيارين ۾ ڄاموٽ محمد علي شاہ جي دعوت تي ويس.

**۲۷- مارچ ۱۹۳۴ع- حيدرآباد.**

حيدرآباد ۾ زميناري بئنڪ جي ميٽنگ ۾ شرڪت ڪرڻ لاءِ آيس.

ان ۾ مسٽر هرچندراءِ ٺهلرام کي مئنيجر ڪري رکيو ويو. ٻي ڏينهن ڪوٽڙيءَ ۾ ملڪ شيردل خان جي پيائٽي جي عذرخواهي لاءِ وٽس ويس.

**۲۹- مارچ ۱۹۳۴ع- ڪراچي.**

صبوح جو ڪوٽڙيءَ مان ٺهلراماڻيءَ سان گڏ موٽر ۾ چڙهي. ٽاڻي بولا خان لاءِ روانا ٿياسون موٽر بارن جي نئين ۾ گپي پيو. ان ڪري، آءٌ اڪيلو پنڌ موٽي، گاڏيءَ ۾ چڙهي ڪراچيءَ آيس.

**۴- اپريل** ٽائين اتي هوس- صوفي سماگم، سينٽرل ڪوآپريٽو بئنڪ جي ميٽنگن ۾ شرڪت ڪيم. خانبهادر کهڙي ۽ ميران محمد شاہ سان آئنده سنڌ اسيمبليءَ جي چونڊن بابت گفتگو ٿي.

**۳- اپريل ۱۹۳۴ع** تي سرشاهنواز ڀٽي لاڙڪاڻي ۾ سندس فرزندن مسٽر امداد علي ۽ سڪندر علي ڀٽي جي شادين ۽ ذوالفقار علي ڀٽہ جي ختنہ جي تقريب ۾ شرڪت لاءِ دعوت موڪلي پر وڃي نہ سگهيس.

**٥- اپريل ١٩٣٤ع- مجيد ڪيريو ڳوٺ.**

اتي برادرم غلام حسين شاه هالن واري منهنجي زمين مجيد ڪيريي جي عام مختيار جي شاديءَ جي تقريب ۾ شرڪت ڪيم.

**٨- اپريل ١٩٣٤ع- دادو.**

ضلع لوڪلبورڊ دادو جي سٽنڊنگ ڪميٽيءَ ۾ شرڪت ڪيم

ضلع لوڪلبورڊ لاءِ ميان علي محمد سيال کي ائڊمنسٽريٽو آفيسر مقرر ڪيو ويو.

**٩- اپريل** صبوح جو موٽر ۾ چڙهي، باليشاهه ۾ خانبهادر محمد پريل ڪلهوڙي وٽ وياسون. جتان ١٠- تاريخ موٽر رستي موهن جي دڙي ڏسڻ لاءِ وياسون

رستي ۾ لاڙڪاڻي، ڏوڪري، نصيرآباد، قنبر، وڳڻ، باڍه، ڏسندا رات جو موٽي باليشاه آياسون.

**٢٣- اپريل ١٩٣٤ع- سن.**

سردار محمد خان ڪليڪٽر دادوءَ جي بدلي ٿي ۽ انجي جاءِ تي خانبهادر نور نبي خان اچي چارج ورتي.

**٢٧- اپريل ١٩٣٤ع- حيدرآباد ۽ ڪراچي.**

حيدرآباد ۾ لوئر سنڌ زميندارني بئنڪ جي ميٽنگ ۾ شرڪت ڪري ڪراچي آيس.

**٢٨- تاريخ** سنڌ سينٽرل ڪوابريٽو بئنڪ جي ميٽنگ ٿي. ان حاتم علوي کي وائيس چيرمن چونڊيو ويو. ٻيا بہ ڪيترا اهم سوال فيصل ٿيا.

**٢٩- تاريخ** سنڌ هسٽاريڪل سوسائٽي جي ميٽنگ ۾ مسٽر ايچ سي ملڪاڻي شڪارپور جي "عشقيہ داستان" تي مضمون پڙهيو.

**(نوٽ)**

هن وقت ذاري آءٌ عجيب ذهنيءَ نفسياتي ڪشمڪش ۾ مبتلا هوس. هڪ طرف آزاد سنڌ اندر سنڌي سياست کي شخصي اقتدار پرستي جي دائري کان ڪڍي ڪن اصولن جي بنياد تي پروگرام تيار ڪري پارٽي ناهي ڪم ڪرڻ جو سودا سمايل هو.

ٻي طرف سياسي اختلافن، دشمنين، جنگ اقتدار کان تنگ ٿي سياست کي ترڪ ڪري جذباتيءَ ثقافتي زندگي گذارڻ لاءِ ڪي خيال سوچي

رهيو هوس.

پوئين قسم جي خيالن ڪي مضمونن جي صورت ۾ قلم بند ڪندو ويس جن جا سِرا تاريخ وار هيٺ ڏيان ٿو، اهي خيال منهنجي عشق مجازي مان حاصل ڪيل تجربي جا نتيجا هئا.

| | |
|---|---|
| ١- دوست سان به ٿي ڳالهيون | ١- مئي ١٩٣٤ع |
| ٢- فراق جون گهڙيون | ٥- مئي ١٩٣٤ع |
| ٣- تنهنجي غلاميءَ جا ڏينهن | ٧- مئي = |
| ۴- قريب جو قرب | ٩- مئي = |
| ٥- محبوب جو مڪتب | ١٠- مئي = |
| ٦- برهه جو بحر | ٣١- مئي = |
| ٧- دوست کان دور | ١- جون = |
| ٨- پرين جي پلاند ۾ | ۴- جون = |
| ٩- پير کان پير تائين | ٢٠- جون = |
| ١٠- عشق جي راهه ۾ | ٢- آڪٽوبر = |
| ١١- مجاز جو نقشو | ١۴- جنوري ١٩٣٥ع. |

پنهي مان هڪ ڪي چڏي ٻي ڪي وٺڻ جو فيصلو ڪري سگهيس سياست ۾ ڪافي گهڻي چڪو هوس جنهن مان جند آزاد ڪرائڻ مشڪل مسئلو هو.

تنهن ڪري ساڳي وقت ٻئي تجربا ڪندو رهيس.

**٦- مئي ١٩٣۴ع- سن.**

مسلم ادبي سوسائٽيءَ جو ٽيو ساليانو اجلاس حيدرآباد ۾ ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽي جي صدارت هيٺ ڪٺو ٿيو. سوسائٽيءَ جو پريزيڊنٽ سيد ميران محمد شاهه ۽ سيڪرٽري مسٽر محمد صديق ميمڻ هئا.

ان ۾ شرڪت ڪري ڪونه سگهيس.

**١٥- مئي ١٩٣۴ع- سن.**

مسٽر حاتم علوي خط لکي ٿو ته "مسلم هائوسنگ سوسائٽيءَ جي سامهون واري رستي تي خانصاحب شيخ محمد بخش جي چونڊ ٿي، سچل فقير روڊ نالو رکڻ لاءِ ميونسپالٽيءَ ڪراچيءَ جي چيف آفيسر کي هن خط لکيو آهي.

**٢٧- مئي ١٩٣۴ع- ڪراچي.**

... ميران محمد شاه سنڌ آزاد ڪانفرنس جي ورڪنگ ڪميٽيءَ جو اجلاس، منهنجي بنگلي مسلم ڪالوني تي رکيو هو. جنهن ۾ شرڪت ڪيم. سنڌ سينٽرل بئنڪ جي ميٽنگن ۾ شرڪت ڪيم. مليرسوسائٽي جو ڪم ڏٺم . دوستن کي ملندو رهيس. هفتو کن ڪراچيءَ هوس.

**۴- جون ۱۹۳۴ع- ڪراچي.**

سيد ميران محمد شاه لکي ٿو تہ "اوهان پيپلس پارٽيءَ جي ميٽنگ ۲۸- جون تي رکي آهي، سا تاريخ بدلائڻ گهرجي جو پير غلام حيدر شاه مشهد وڃڻ وارو آهي. ڪيس انهيءَ تاريخ تي بمبئيءَ ۾ سينيٽ جي ميٽنگ هئي. ٦جون تي حيدرآباد قاضي محمد اڪبر کي حيدرآباد ميونسپل چونڊن ۾ مدد ڏيڻ لاءِ جڏهن ويس تہ ميران محمد شاهہ جي صلاح سان تاريخ بدلائي ۱۲- جون رکي ويئي.

**۱۴- جون ۱۹۳۴ع- ڪراچي.**

منهنجي بنگلي مسلم ڪالوني ۾ سرشاهنواز خان ڀٽہ جي صدارت هيٺ ۵ بجہ شام جو ميٽنگ ٿي. جنهن ۾ هيٺيان مکيہ سياسي ڪارڪن حاضر هئا:

۱- سر شاهنواز خان ڀٽو ۲- جاموٽ سيد محمد علي شاهہ مٽياري ۳- خانبهادر الهہ بخش خان سومرو ۴- سيد ميران محمد شاهہ ۵- مسٽر حاتم علوي ٦- حاجي مولا بخش سومرو ۷- پير بقادار شاهہ ۸- جي. ايم. سيد

صلاح مصلحت بعد فيصلو ٿيو تہ سنڌ ۾ "پيپلس پارٽي" نالي هڪ سياسي جماعت ٺاهي وڃي. پوءِ ميٽنگ ٻي ڏينهن تي مهمل ٿي.

**۱۳- جون** ساڳي جاءِ تي صبوح جو ۱۰ بجي ميٽنگ گڏ ٿي. سرشاهنواز ڀٽي جي غيرحاضريءَ ۾ خانبهادر الهہ بخش صدارت ڪئي. ان ۾ ڪالهہ وارن ڪارڪنن کان سواءِ وڌيڪ هيٺيان صاحب حاضر ٿيا.

۱- سيد محمد علي شاه - ڏيرو ۲- خانبهادر چاڪر خان سهرياڻي. ۳- سيد شاهنواز شاه - ٺٽو- ان ميٽنگ ۾ پارٽيءَ جو دستور العمل پاس ٿيو. پارٽيءَ جا هيٺيان عهديدار چونڊيا ويا.

۱- ليڊر- سرشاهنواز ڀٽو

۲- ڊپوٽي ليڊر- خانبهادر الهہ بخش، ميران محمد شاه

۳- جنرل سيڪريٽري- حاتم علوي

۴- جائنٽ سيڪريٽري- جي ايم سيد
ليڊر ڪي ۴۰- ڄڻن جي ورڪنگ ڪميٽي نامزد ڪرڻي هئي.
سنڌ ۾ پارٽيءَ جي ڪاروبار کي زور ونائڻ لاءِ هيٺين ڄڻن جي ڪاميٽي منتخب ٿي.

۱- ضلع سکر- خانبهادر الهه بخش سومرو.
۲- ضلع لاڙڪاڻو- سردار نبي بخش خان ڀٽو.
۳- ضلع حيدرآباد- سيد ميران محمد شاهه.
۴- ضلع دادو - خانبهادر محمد پريل ڪلهوڙو.
۵- = ڪراچي- حاجي عبدالرحيم شاهه.
٦- = نواب شاه- ميرزا فرخ بيگ.
۷- = ٿرپارڪر- خانبهادر غلام نبي شاهه
۷- = اپرسنڌ- خانبهادر چاڪر خان سهرياڻي

ان ڏينهن سرشاهنواز ڀٽي وزير لوڪل سيلف گورمنٽ کي ينگ مين بورا ائسوسيشن پيهرن جو ڪراچي ڪلب ۾ دعوت ڏني

**۱۴- تاريخ** سرشاهنواز بمبئي روانو ٿيو.

**۲۷- جون ۱۹۳۴ع- سن.**

خانبهادر عظيم خان خط لکي ٿو تہ "۴- جولائي حيدرآباد ۾ لوئر سنڌ زمينداري بئنڪ تان مسٽر هرچند راءِ جي استعيفا ڏيڻ تي مسٽر سامتاڻي کي مئنيجر مقرر لاءِ ميٽنگ ۾ شرڪت ڪريان.

**۱۴- تاريخ** سنڌ سينٽرل ڪوآپريٽو بئنڪ جي ميٽنگ لاءِ ڪراچيءَ وڃان. جو ضروري ڪم آهن."

**۴ جولائي ۱۹۳۴ع- حيدرآباد سنڌ.**

حيدرآباد لوئر سنڌ ڪوآپريٽو بئنڪ جي ميٽنگ ٿي. ان ۾ مسٽر هرچندراء جي استعيفا ڏئي وڃڻ ڪري مسٽر سامتاڻيءَ کي مئنيجر چونڊيو ويو.

**۷- کان ۱۱ جولائي ۱۹۳۴ع- دادو.**

دادو ۾ لوڪلبورڊ جي ميٽنگن لاءِ ويو هوس. ان وقت سيد محمد حسين شاه نقوي ڊپوٽي سپرنڊنٽ پوليس دادو هو جنهن سان دوستانہ تعلقات هئڻ ڪري ملندو رهيس.

**۱۱- تاريخ** خانبهادر بي قاعدي نهرايو هو. ان تي هن سول

ڪورٽ ۾ دعوي ڪئي هئي. ان تي سندن وچ ۾ صلح ڪرايو ويو
ريجهومل آڏواڻي دادؤ ۾ مسلم پراويڊنٽ فنڊ جي پرچار لاءِ آيو

**۱۴جولائي کان ۳۱ جولائي ۱۹۳۴ع- ڪراچي.**

**۱۴- تاريخ** سنڌ سينٽرل ڪوآپريٽو بئنڪ جي ميٽنگ ۾ شرڪت ڪيم. ملير ڪوآپريٽو ساسائٽيءَ جي نظرداري ڪيم.

**۱۲- تاريخ** حاتم علويءَ جي نوجوان بورا رفارمسٽ گروه آدم مسجد واڌومل روڊ تي جمع نماز لاءِ وڃڻ گهريو. بورن انهن کي اندر اچڻ کان منع ڪئي. آءٌ ۽ بيگم جي سرزمين تي حاضر هئاسون. بورن حاتم کي پير جي هٿڻ ڪري، قتل ڪرڻ جي ڌمڪي ڏني.

**۲۱- جولائي** حاتم علوي خانبهادر عظيم خان کي ڪليڪٽر ٿيڻ تي چانهه پارٽي ڏني.

**۲۲- جولائي** مون خانبهادر کي رات جي ماني تي گهرايو. راڳ جو انتظام ڪيل هو.

**۱۹- جولائي ۱۹۳۴ع- ڪراچي.**

مسٽر تهلراماڻي دادؤ مان خط لکي ٿو ته ”۱۷- ۱۸ تاريخن وارا ضلع لوڪلبورڊ تي سنڌ آبزرور جا ايڊيٽوريل ملاحظه لاءِ موڪليان ٿو.

خانبهادر ڪلهوڙو روز بروز نامباسب روش اختيار ڪندو وڃي ٿو.

لکپڙهن تي اڪائونٽنٽ جي صلاح سان عجيب نوٽ لکي ٿو. هتي تجربيڪار بدمعاش سان ڪم پيو اٿم. جنهن ۾ نه شرم جو مادو آهي نه وفاداريءَ جو.

**۲۲- جولائي ۱۹۳۴ع- ڪراچي.**

مسٽر تهلراماڻي دادؤ مان خط لکي ٿو ته ”سنڌس گريڊ جي منظوريءَ لاءِ مسٽر گزدر، ميران محمد شاهه ۽ سر پٽي کي لکان.

پوءِ لکي ٿو ته جهمٽ چوي ٿو ”مسٽر سيد چوي پيو ته سياسي زندگيءَ مان ڪڪ ٿي پيو آهي پر هن دفعي جڏهن ڪراچيءَ هو ته سارو ڏينهن، رات انهن ڪمن ۾ مشغول هو.

ان جو مطلب ڇا آهي.“

ان تي تهلراماڻي لکي ٿو ”هن کي خبر نه آهي ته زندگي ساري تحريڪ آهي. ان ڪري جي سيد باوجود ناپسنديءَ جي ان جي وهڪري ۾ وهي وڃي ٿو ته ان ۾ سندس ڪهڙو قصور چئبو.“

**٢٢- جولائي ١٩٣٤ع- ڪراچي.**

سنڌ هسٽاريڪل سوسائٽيءَ جي ميٽنگ ۾ مسٽر اي جي مير چنداڻي "مسٽر ناٿن ڪرو" جي سنڌ بابت احوال تي مضمون پڙهيو.

**٢٨- جولائي ١٩٣٤ع-** ميران محمد شاهہ سنڌ آزاد ڪانفرنس جي ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ميٽنگ منهنجي بنگلي تي ڪئي ٿي.

**٢٩- جولائي ١٩٣٤ع-** سنڌ سينٽرل ڪوآپريٽو بئنڪ جي جنرل باڊيءَ جي ميٽنگ ڪئي ٿي. ان ۾ نوان ڊائريڪٽر چونڊيا ويا. بئنڪ جو نالو بدلائي سنڌ پراونشل ڪوآپريٽو بئنڪ رکيو ويو. آيل دوستن سان آزاد سنڌ جي ايندڙ چونڊن بابت صلاح مشورو ڪيو ويو.

**٣- آگسٽ ١٩٣٤ع- ڪاڇي.**

رئيس شهمير خان ولد فقير بخش خان ڪاڇي جي شاديءَ جي تقريب ۾ شرڪت ڪيم.

**٨- آگسٽ ١٩٣٤ع- حيدرآباد.**

حيدرآباد لوئر سنڌ زميندار بئنڪ جي ميٽنگ ۾ شرڪت ڪيم.

خانبهادر عظيم خان وٽ رات جو ماني ڪائي ڪيترن مسئلن تي گفتگو ڪئي ويئي.

**٩ کان ١٤- اگسٽ ١٩٣٤ع- ڪراچي.**

**١٠- ١١ تاريخ** ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ جي ميٽنگن ۾ شرڪت ڪيم.

**١٣- تاريخ** ڪراچي ميونسپالٽيءَ جي اليڪشن ٿي.

**١١- آگسٽ ١٩٣٤ع- ڪراچي.**

ميران محمد شاهہ حيدرآباد مان لکي ٿو تہ "تنهنجو خط مسٽر حاتم طيب جي ڪراچي ميونسپالٽيءَ تي نامزد ڪرائڻ لاءِ پهتو. سر پٽي جو چوڻ آهي تہ ان لاءِ ڪليڪٽر جي سفارش ضروري اٿس. ان جو انتظام ڪرڻ گهرجيس."

**٢٨- آگسٽ ١٩٣٤ع- سن.**

سيد ميران محمد شاهہ لکي ٿو تہ "ايندڙ مرڪزي اسيمبليءَ جي چونڊ لاءِ سر پٽي الهہ بخش سومرو کي بيهڻ لاءِ تيار پيو ڪري پر هو انڪار ڪري ٿو. شايد مولا بخش کي بيهاري. ان کان بهتر آهي تہ نبي بخش پٽو بيهي. وڌيڪ خرچ ڪرڻ سبب سنڌس ڪاميابيءَ جو امڪان ٿي سگهي ٿو.

**٣ - سيپٽمبر ١٩٣٤ع - سن.**

مسٽر ٿهلراماڻي سن آيو. اتي ديوان روپچند ڪر چند ۽ منهنجي وچ ۾ ٿيل غلط فهمين کي دور ڪرايائين.

**٦- سيپٽمبر ١٩٣٤ع- سن.**

سيد ميران محمد شاه پوني مان ١٨- صفحن جو هڪ ڊگهو خط لکي اتي جي سوسائٽيءَ جي ادبيانہ انداز ۾ هڪ جهلڪ پيش ڪري ٿو.

**٢٧- سيپٽمبر ١٩٣٤ع- سن.**

سيد ميران محمد شاه لکي ٿو تہ "پير غلام حيدر شاهہ بلڙيءَ واري ۽ پير الهيار شاه متيارين واري، مرڪزي اسيمبليءَ جي ووٽن ڏيڻ بابت فيصلو ڪرڻ لاءِ هڪ ميٽنگ ٣٠- تاريخ حيدرآباد ۾ گهرائي آهي. اوهان ان ۾ ايندا."

**٣٠- سيپٽمبر ١٩٣٤ع- سن.**

مسٽر ٿهلراماڻي. چيٿمل پرسرام. محمد بخش ميمڻ سب جج سيوهڻ ۽ ٻيا دوست سن ۾ ملڻ آيا.

آڪٽومبر مهينو سارو وقت مسٽر نبي بخش پٽہ جي اليڪشن جي ڪم سان حيدرآباد ۾ هوس. جتي لوئر سنڌ جي اليڪشن ورڪ جي چارج هيم.

آفيس ميران محمد شاه جي بنگلہ جي پر ۾ هئي. انهي وقت ۾ حيدرآباد. ڪراچي، ٿرپارڪر. نواب شاهہ ضلعن جا گشت ڪيم.

**١٥- آڪٽومبر ١٩٣٤ع- حيدرآباد.**

اڄ مرڪزي اسيمبليءَ جي ميمبرن لاءِ ڪراچيءَ جي ڪمشنر وٽ ٽن اميدوارن، ٻن جاين لاءِ نامينيشن پيپر پريا. ١- حاجي عبدالله هارون ٢- شيخ عبدالمجيد. ٣- نبي بخش خان پٽو.

**١٧- تاريخ** سڪروٽني ۾ ٽيئي نالا بحال ٿيا.

اسان نبي بخش خان کي مدد ڪرڻ جو فيصلو ڪيو.

خانبهادر الهہ بخش کي اپر سنڌ جي ڪم جي چارج ڏني ويئي.

۽ مون دادو- حيدرآباد- ڪراچي، ٿرپارڪر ۽ نواب شاه ضلعن جي چارج هٿ ۾ ڪنئي.

**١٤- نومبر ١٩٣٤ع- سڪرنڊ.**

مرڪزي اسيمبليءَ جي چونڊ هئي. آءٌ سڪرنڊ بولنگ اسٽيشن تي هوس.

**١٧- نومبر ١٩٣٤ع- حيدرآباد.**

مرڪزي اسيمبليءَ جي چونڊ جا نتيجا ظاهر ٿيا:

نبي بخش ڀٽي ڪي ٩٣٢٨ — سيٺ حاجي عبدالله هارون ٩١١١ — شيخ عبدالمجيد ٦٢٢٨

ضلع وار ووٽن جو تفصيل هيٺيون نڪتو:

| نمبر | ضلع | نبي بخش خان ڀٽو | سيٺ حاجي عبدالله هارون | شيخ عبدالمجيد |
|---|---|---|---|---|
| ١. | ڪراچي شهر | ٤٣٩ | ٥٨٨ | ٢٨٦ |
| ٢. | = ضلع | ٦١٣ | ٥٩٠ | ٦٨٥ |
| ٣. | دادو | ٩٠٣ | ٧٤٣ | ٤٩٥ |
| ٤. | لاڙڪاڻو | ٢٨٣٨ | ١٦٢٩ | ٦٠٣ |
| ٥. | جيڪب آباد | ٥٧٧ | ١١١١ | ٩٠٧ |
| ٦. | سکر | ٧٥٣ | ٩٩٥ | ٩٣٩ |
| ٧. | نوابشاهه | ١١٧١ | ١٣٠٦ | ٥٤٩ |
| ٨. | ٿرپارڪر | ١٠١٨ | ٧٠٦ | ١٠٧٩ |
| ٩. | حيدرآباد | ١٠١٦ | ١٤٤٣ | ٦٨٥ |
| | ٽوٽل | ٩٣٢٨ | ٩١١١ | ٦٢٢٨ |

**٤ ڊسمبر ١٩٣٤ع- سن.**

خانبهادر نور نبي ڪليڪٽر دادو، ڪوٽڙي کان دادوءَ ويندي، سن ۾ ڪجهه وقت مون وٽ ترسي چانهه پي روانو ٿيو.

**١٨- ١٩- ڊسمبر ١٩٣٤ع- دادو.**

دادو ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ جون ميٽنگون هيون. تفصيل ڪارروائيءَ جو فائيل ٢٠٨ مان ملندو.

**سال ١٩٣٥ع**

**(نوٽ)**

انهيءَ عرصي ۾ خانبهادر محمد پريل ڪلهوڙي پريزيڊنٽ لوڪلبورڊ ۽ منهنجي وچ ۾ لوڪلبورڊ دادوءَ جي ڪيترن سوالن تان اختلاف

پيدا ٿي پيا. لوڪلبورڊ جو پيسو اجايو خرچ ڪيو ويو ٿي. انتظام باقاعده نٿي هليو. ان تي مون ڪيس ڪي سوال لکي موڪليا. هن نه انهن جو جواب ڏنو نه بورڊ اڳيان سوالن کي رکيائين.

جنهن تي مون مسٽر ٿهلراماڻيءَ کي لکي موڪليو ته ڪيس سمجهائي نه ته ڪورٽ ۾ وڃي سندس انهن ڳالهين جي اپٽار ڪئي ويندي.
٣- جنوري تي ٿهلراماڻي جواب ڏنو "ته ڪليڪٽر کي انهي بابت لک ۽ ترس ته ڪهڙو ٿو جواب ملي."

**١٧- جنوري ١٩٣٥ع- سن.**

مسٽر محمد هاشم گزدر خط لکي ٿو ته "تنهن جي مذهبي عقيدن بنسبت مونکي نهايت افسوسناڪ خبرون ملي رهيون آهن."

**٢٥- جنوري ١٩٣٥ع- ڪراچي.**

مسلم پراوڊنٽ سوسائٽيءَ جي ڊائريڪٽرن جي ميٽنگ منهنجي بنگلي تي ٿي. شام جو سنڌ پراونشل ڪوآپريٽو بئنڪ جي ميٽنگ ۾ وياسون.

**٣- فيبروري ١٩٣٥ع- سن**

خانبهادر محمد پريل ڪلهوڙي پريزيڊنٽ ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ دادوءَ کان لوڪلبورڊ بابت ڪي سوال پڇيم. تفصيل فائيل نمبر ٣٩٣.

**١٨- فيبروري ١٩٣٥ع- سن.**

سيد مهر علي شاه خط لکي ٿو ته "وڏيرو محمد عثمان سومرو قاضي عبدالرحمن کان ناراض ٿيو آهي. ڪيس ڪيڏانهن ٿو گهري. ٢٣ فيبروري ١٩٣٥ع تي ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ جي ميٽنگ آهي. مهرباني ڪري ان ۾ شريڪ ٿي. احمد خان ۽ بين جا ووٽ وٺي ڏي.

حاجي عبدالرحيم شاهه ٢٢ تاريخ حج تي وڃي ٿو"

**٤- مارچ ١٩٣٥ع- سن.**

رئيس غلام محمد خان ڀرڳڙيءَ جي ١١- ورسي ٩ مارچ ١٩٣٥ع تي ٿياسافيڪل سوسائٽي هال ڪراچيءَ ۾ ملهائڻ جو انتظام ڪيو ويو هو. ان ۾ شامل ٿيڻ لاءِ- مسٽر ريجهومل آڏوائيءَ اطلاع ڏنو.

**٧- مارچ ١٩٣٥ع- سن.**

مسٽر ٿهلراماڻي دادوءَ مان خط موڪلي ٿو ته "٢٧ تاريخ ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ جي ميٽنگ رکي ويئي آهي جنهن ۾ سندس سوال پيش

ٿيندو. مسٽر محمد بخش ميمڻ ڪيس گهڻي مدد ڪئي آهي. سياڻي تون هتي اچين ته خانبهادر محمد پريل وٽ اچي مهمان ٿج. هيٺيان خط مسٽر گزدر ،ميران محمد شاه. مسٽر پوچواڻي ڊيپوٽي چيف آفيسر ڪراچي ميونسپالٽيءَ ڪي راءِ وٺڻ لاءِ موڪلج. سرشاهنواز خان پٽو دادو ۾ منزل وقت مسٽر پروچا ڊسٽرڪٽ سپرنڊنٽ پوليس وٽ اچي رهندو ته ڪليڪٽر وٽ، تون هتي ٩- تاريخ مارچ اچج."

**١٨- مارچ ١٩٣٥ع- سن.**

مسٽر ٿهلراماڻي دادؤ مان لکي ٿو ته "دادو ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ جي ميٽنگ جي ايجنڊا توکي پهتي هوندي. منهنجو سوال ان تي آهي. پريزيڊنٽ کي ڪليڪٽر ۽ عيساني مونکي رکڻ لاءِ چيو آهي. هو آفيسرن کي انڪار ڪري نٿو سگهي. پوءِ دل ۾ چا به هجيس. موسيٰ خان منهنجو همدرد آهي.

البت موسيٰ خان کي تنهنجي خلاف حسد آهي. چاڪاڻ ته هن مسٽر گلبرٽ چيف ڪنسرويٽر فاريسٽس سنڌ کي ڪوٽڙي اسڪول جي چوڪرن ڪان اسٽيشن تي جا آذر پاءَ ڪرائي هئي. ان تي مسٽر سترامداس تولاڻي بمبئي ڪائونسل ۾ سوال پڇيو هو ته فاريسٽر جي ڪنسر ويٽر کي اسڪول چوڪرن ڪان آذر ڪرائڻ ۾ چيرمن، سڪولبورڊ موسيٰ خان، جو ڀاءُ جو مقاطعدار هو. پنهنجي عهدي جو ناجائز فائدو ورتو آهي. هو ان سوال کي تنهنجي طرفان سازش پيو سمجهي.

منهنجو سوال ٺيڪ ٿي ويندو بشرطيڪ تون پنهنجي خانبهادر خلاف غصي تي قبضو رکي چپ رهندين. مسٽر اڏارام ڊيپوٽي پلي ظاهر ٿئي.

منهنجي سوال لاءِ مسٽر يار محمد جوڻيجو اڳواڻي ڪندو. حالتن موجب خانبهادر ڪلهوڙو انڪواريءَ جي نتيجه ڪري ٽن مهينن ڪان وڌيڪ رهي نه سگهندو.

رئيس فقير بخش خان ڪاڇي کي پاڻ سان آڻج. مسٽر محمد بخش ميمڻ سب جج سيوهڻ ١٣- تاريخ مارچ بدلي ٿي شهدادپور ويو آهي.

**٢٠- مارچ ١٩٣٥ع- ڪراچي.**

سنڌ پراونشل ڪوآپريٽو بئنڪ جي ميٽنگ ۽ ٻين مختلف ڪمن جي لاءِ ٻن ٽن ڏينهن واسطي ڪراچي رهيس.

**٢٧- مارچ ١٩٣٥ع- دادو.**

ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ دادو جي جنرل باڊيءَ جي ميٽنگ ٿي. جنهن ۾ ٿهلراماڻيءَ کي ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ دادو جو چيف آفيسر ۽ انجنير پڪيءَ طرح ڪري رکيو ويو.

**۳۱- مارچ ۱۹۳۵ع- سن.**

سيد ميران محمد شاه حيدرآباد مان لکي ٿو ”ته ڪالهه بمبئيءَ کان هتي پهتو آهيان، اوهان ڪراچيءَ ڪڏهن ايندا. سرشاهنواز پٽي اوهان وارو پروگرام قبول نه ڪيو. سندس سارو پروگرام دوستن جي عيوض آفيسرن جي هٿ ۾ ڇڏيو اٿس. آءٌ ڪيس ۱۵- اپريل ڌاري لنچ ڪندس. ٿهلراماڻي جي نوڪريءَ جو احوال موڪلج.“

**۳- اپريل ۱۹۳۵ع- سن.**

مسٽر ٿهلراماڻي لکي ٿو ته ”خانبهادر محمد پريل ڪلهوڙي جي گهر واري ڪالهه گذر ڪري ويئي آهي. ان کي تعزيت جو خط لکي ڇڏج. مسٽر يار محمد جوڻيجي جي ڪليڪٽر دادو سان ملاقات ٿي آهي. ان تو وانگر گفتگو ڪئي آهي.

مسٽر يار محمد ۽ مسٽر اڏارام جي راءِ آهي ته لوڪلبورڊ ۾ بيلدار رکڻ. اسڪالرشپون ڏيڻ، اماني طرح ڪم ڪرائڻ جو سرشتو بند ڪجي. انهيءَ ذريعي پريزيڊنٽ پيسه هضم ڪري ٿو ۽ ميمبرن کي راضي رکي ٿو.“

**۴- اپريل ۱۹۳۵ع- سن.**

مسٽر ٿهلراماڻي لکي ٿو ته ”تنهنجو هدايت وارو خط پهتو جنهن ۾ تو لکيو آهي ته ( انهن جي وفاداري پهرين پريزيڊنٽ سان هئڻ گهرجي ) آءٌ مخالفت ۾ آهيان ان ڪري مون لاءِ سواءِ واجبي سهوليت ڏيڻ جي ٻي ڪابه اهڙي ڳالهه نه ڪر جا زيردست جي آفيسر سان روش جي خلاف هجي.

اها صلاح اڪين ٿي. وغيره“

**۱۲- اپريل ۱۹۳۵ع- دادو.**

ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ دادو جي ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ميٽنگ ٿي.

**۱۳- اپريل** سرشاهنواز خان ڀٽو وزير لوڪل سيلف گورمينٽ دادو ۾ منزل انداز ٿيو.

ڪيس لوڪلبورڊ طرفان ائڊريس ڏني ويئي.

**۲۳- اپريل ۱۹۳۵ع- سن.**

سيد ميران محمد شاه لکي ٿو تہ ”ڪيس فيملي سان ڪراچي حڻ جو ارادو آهي. تنهن جو بنگلو مهين ڪان قرارو شاه والاريو ويٺو آهي. جو خوشي سان ڪونہ نڪرندو.

پير الهيار شاهہ بہ ڪراچي ۾ آيو تہ تنهنجي بنگلي ڪي والاريل ڏسي وچي هوٽل ۾ لٿو.

جنهن ڪري رنج ٿي ويو. تون بہ بنگلي هوندي هوٽل ۾ رهين، اها ڳالهہ ڪيتري قدر مناسب آهي. جلد بنگلو خالي ڪراءِ.“

**۲۸- اپريل ۱۹۳۵ع- سن.**

مسٽر تهلراماڻي لکي ٿو تہ ”ڪراچي ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ طرفان ڏنل ائڊريس جي جواب ۾ سرشاهنواز خان پنهنجي ڪليڪٽر مسٽر گبسن جي تعريف ڪئي آهي. جنهن جو رڪارڊ سياهہ آهي.

رڪي آڏوائيءَ جي ۱۷- اپريل ۱۹۳۵ع تي پرمانند آڏوائيءَ سان شادي ٿي.“

”موسيٰ خان ظاهر ۾ خانبهادر محمد پريل ڪي هيسائڻ خاطر مخالفت ڪري ٿو. ليڪن هو چاهي ٿو تہ خانبهادر جي سياسي طرح ختم ٿيڻ سان پاڻ بہ ختم ٿي ويندو. وغيره“

**۱- مئي ۱۹۳۵ع ڪراچي.**

مسٽر تهلراماڻي دادؤ مان لکي ٿو ”تہ تون هن وقت ڪراچيءَ ۾ آهين. اها ڪتان ليپي، پلي اتي آرام وٺ. ۱۵- جون ڏاري ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ جي ميٽنگ ٿيندي. مهر علي شاهہ خط لکي ٿو تہ ”۲- مئي تي تو مونکي ڪراچيءَ اچڻ لاءِ لکيو آهي پر جاق هئڻ ڪري اچي ڪين سگهندس.“

**۱۵- مئي ۱۹۳۵ع- ڪراچي.**

مسٽر تهلراماڻي لکي ٿو تہ مسٽر غلام صديق عيسائي ڊپٽي ڪليڪٽر نواب شاه بدلي ٿي ويو. مسٽر اڌارام ڊيپوٽي ڪليڪٽر چوي ٿو تہ سيد جهڙو ايماندار بي ڊبو ۽ با اصول سياستدان سنڌ ۾ ڪو ورلي هوندو. وغيره“

**(نوٽ)**

هيءُ مهينو گهڻو ڪري ڪراچيءَ ۾ رهيس. سنڌ جي جدائيءَ بعد سنڌي سياست ڪي شخصي اقتدار ۽ مفاد جي دائري ڪان ڪڍي اصولن جي

بنياد ۾ ئي ناهڻ جو خيال دامنگير هو.

اڳين سال ۾ ٺاهيل پيپلس پارٽي صرف سرشاهنواز پٽي جو گروهه شمار ٿيڻ لڳي هئي. ان سان شيخ عبدالمجيد ۽ حاجي عبدالله هارون جهڙن آل انڊيا سياستدانن جو واسطو نه هو. نه سر غلام حسين جي گروه جو واسطو هو. جو مڊل ڪلاس ڪاموري جو طرفدار ۽ حامي هو.

سر شاهنواز سو غيرفرقيوار ذهنيت جو مانهو ۽ زميندار طبقي جو سرگرم ڪارڪن هو. ليڪن سندس پاليسي سرڪار جي پوئلڳي واري هئي.انهيءَ ڪري چند دوستن سان مشوره ڪري هڪ اهڙي سياسي پارٽي ٺاهڻ جو خيال هوم جا وسيع دائره واري هجي ۽ ان جو مقصد ۽ مراد شخصي اقتدار کان ٻاهر قومي مفاد تي ٻڌل هجي. انهيءَ لاءِ هڪ سوالنامو تيار ڪري، مکيه قومي ڪارڪنن ڏي موڪليم.

۽ جماعت ٺاهڻ لاءِ جون جي ٣٠ تاريخ ڪراچيءَ ۾ پنهنجي بنگلي تي ميٽنگ جو دعوت ناما موڪليم.

**١٠- جون ١٩٣٥ع- سن.**

تهلراماڻي لکي ٿو ته "تنهنجو خطرناڪ نهراءُ پڙهي پوڙهو خانبهادر محمد پريل ڪنهوڙو ڳڻتيءَ ۾ پئجي ويو. نهراءُ هرويرو زور ڪري پاس نه ڪرائج. تون شايد ١٥- تاريخ هتي ايندين. ان وچ ۾ آءٌ ميهڙ وڃان ٿو."

**١٨- جون ١٩٣٥ع- سن.**

مسٽر تهلراماڻي دادؤ مان لکي ٿو ته "ڪليڪٽر خانبهادر نور نبي تنهنجي، خانبهادر ڪنهوڙي جي مخالف هئڻ ڪري تو تي رنج ٿي پيو آهي. دل جي مهلت نه ڏني اٿس. شايد توکي ڪيترن شخصي ۽ زميندار ڳالهين ۾ تڪليف ڏيئي."

**(نوٽ)**

هن مهيني ۾ ڪليڪٽر. مختيار ڪار ڪوٺڙيءَ کي سن موڪليو.

ان ڪونه هوس. جو ٣ سو روپيه ۾ بنگلو کي سيل مهر ڪري نيلام کي رکيو. و سن اچڻ تي جيسا ڏني آزاد ڪرايم.

**١٨- جون ١٩٣٥ع- سن.**

سيد مراد محمد شاه خط لکي ٿو ته. سرشاهنواز ٽني جي گروه کي جڏن نه گهرجي. سر غلام حسين جي گروه تي اعتبار نه اهي. مسٽر نور محمد نئون ۾ هي خانبهادر الهه بخش سومريءَ سنڌ آزدر کي ٢٠- تاريخ

واري ميٽنگ ۾ ضرور گهرائج.

بهتر تہ اها ڳالهہ هئي تہ صلاح ڪري اڳوڻي نهيل پيپلس پارٽي. کي وري زنده ڪجي ها پر هاڻ جنهن صورت ۾ ميٽنگ گهرائي وئي آهين نہ ان ۾ احي شريڪ ٿيندس."

**٢٤- جون ١٩٣٥ع- ڪراچي.**

سيد ميران محمد شاهہ خط لکي ٿو تہ "ان گڏيل پارٽي ٺاهڻ تي مون اجان رايو ڪونہ قائم ڪيو آهي. بهرحال ٣٠- تاريخ ان ۾ ايندوسون. علي محمد راشديءَ کي بہ ان ۾ شرڪت ڪرڻ لاءِ چيو اٿم. مختلف مفاد ۽ گروهن جي ماڻهن کي هڪ لڙيءَ ۾ پوئڻ نهايت ڏکيو ڪم آهي."

**٣٠- جون ١٩٣٥ع- ڪراچي.**

صبوح جو ١١- بجي منهنجي بنگلي مسلم ڪالوني ڪراچيءَ ۾، سنڌ جي مختلف سياسي ڪارڪنن جي بنا فرق گروه جي ميٽنگ ڪٺي ٿي ان ۾ مکيہ ماڻهو هيٺيان شامل ٿيا.

١- علام آءِ آءِ قاضي ٢- مولوي فتح محمد سيوهاڻي ٣- مولوي محمد صادق کڏه ۴- شيخ عبدالمجيد سنڌي ۵- خانبهادر الهہ بخش سومره ٦- خانبهادر محمد ايوب کهڙو ٧- پير علي محمد شاه راشدي ٨- مسٽر حاتم علوي ٩- مسٽر طيب علي علوي ١٠- مسٽر ريواچند ٽڏاڻي ١١- راءِ بهادر هوتچند چاندومل ١٢- سيد ميران محمد شاه. ١٣- مسٽر چيٺمل پرسرام ١۴- مسٽر لعل چند جڳتياڻي ١۵- سر غلام حسين هدايت الله ١٦- جي. ايم. سيد ۽ ٻيا.

ميٽنگ جي ڪاروائي شروع ٿيڻ کان اڳ ٺهراءُ پيش ٿي. وقتي صدارت جا فرائض ع... ... ... ڪري. ... تي هن چيو تہ هو سياستدان نہ هو. ٻيو ڪو ماڻهو چونڊيو وڃي ... وچ ۾ سر غلام حسين اچي ازخود صدارت واري خالي ... ڪرسي والاري.

قاضي صاحب چيو تہ حق بہ حقدار رسيد ... ڪارروائي ... غلام حسين جي صدارت ۾ شروع ٿي. ميٽنگ ۾ ٿي ڪلاڪ بحث هليو ... نتيجه ڪجهہ نہ نڪتو. ... ٿي گروه ... سر غلام حسين گروه جي ٻوئلگن باهمي ... سبب ڪري ... ڏکيو ... لگو ... ڪري ... تي ڪونہ سگهيو.

**١- جولائي ١٩٣٥ع- ڪراچي.**

شيخ عبد مجيد، فتح محمد سيوهاڻي ۽ مون گڏ ٿي سنڌ جي زميندار ڪلاس جي ڪالهوڪي ميٽنگ ۾ ظاهر ڪيل ذهنيت ڪان تنگ ٿي. هڪ ترقي پسند جماعت جي ٺاهڻ جي اپيل تيار ڪئي.

(نوٽ)

اها اپيل مون صحيح لاءِ پنهنجي مختلف سياسي دوستن کي موڪلي. جن ان گروه کي سنڌ جي مفاد لاءِ خطرو ڄاڻي صحيح نہ ڪئي.

هندو بزرگن کي درخواست نہ ڪيل هئي جو شيخ صاحب ۽ مولوي صاحب ان جماعت ۾ مسلمانن جي جماعت بنائڻ جا حامي هئا.

**١٢ - جولائي ١٩٣٥ع- سن.**

مسٽر دستور مئنيجر سنڌ پراونشل ڪواپريٽو بئنڪ لکي ٿو تہ "مسٽر علي بخش جن سيڪرٽري مسلم هائوسنگ سوسائٽي ڪراچيءَ سان مليو آهي. هن جو چوڻ آهي تہ تون سوسائٽيءَ جي قرض جون ٣٥٠٠ روپين جون قسطون ادا ڪري نہ سگهيو آهين.

ازانسواءِ بنگلي جي مقاطعدار جا ٣٥٠٠ روپيہ رهيل اٿئي. هن وقت تنهنجي پيدائش اهڙي ڪانہ آهي جو اٺ هزار روپيہ ڏئي سگهين. ان ڪري بهتر صلاح اها اٿئي تہ بنگلو وڪڻي ڇڏ."

**١٥ - جولائي ١٩٣٥ع- سن.**

مسٽر محمد هاشم گزدر پوني مان دادو ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ بابت منهنجي لکيل خط جو جواب موڪلي ٿو.

**١- آگسٽ ١٩٣٥ع- حيدرآباد.**

حيدرآباد زميداري بئنڪ جي ميٽنگ ۾ شرڪت ڪيم. ڪيترا ٺهراءَ پاس ٿيا.

**٩- آگسٽ ١٩٣٥ع- سن.**

مسٽر ٺهرامائي دادوءَ مان خط لکي ٿو تہ "خانبهادر نور نبي خان ڪليڪٽر دادو تنهنجي سخت برخلاف ٿي ويو آهي. هن جي دماغ ۾ اها ڳالهہ ويهي ويئي آهي تہ کلهوڙي جي مخالفت ان لاءِ ڪرين ٿو تہ تون دادو لوڪلبورڊ جو پريزيڊنٽ ٿيڻ گهرين ٿو. هن کي پبلڪ پلي خاطر ۽ لوڪلبورڊ جي ڪاروبار درست ڪرڻ جي خيال کان مخالفت ڪرڻ جو خيال ذهن ۾ ڪمن ۾ بہ نٿو اچي. ڪراچي جي لوڪلبورڊ وقت پيدا ٿيل تعصب اڃا ڪونہ نڪتا اٿس. ڪراچي وڃڻ تي هن ڪمشنر کي بہ تنهنجي

خلاف ڳالهيون ٻڌايون آهن."

**۱۵- آگسٽ ۱۹۳۵ع- سن.**

سيد ميران محمد شاه خط لکي ٿو تہ "۱۸- اگسٽ تي بمبئي يونيورسٽي جي سينيٽ ميٽنگ لاءِ وڃي ٿو. ۳۱- آگسٽ تي مون وٽ ڪراچيءَ ايندو.

وڏيڪ لکي ٿو تہ ايندڙ سنڌ اسيمبلي، چونڊن لاءِ بقادار شاھہ ۽ مخدوم غلام حيدر هالن تڪ مان اميدوار بيهن ٿا. ٽنڊي الهيار مان ڀاٽولي ۽ مير بنده علي خان بيهندا. حيدرآباد شهر تمام ڏکيو آهي. سرشاهنواز کي لک تہ وزارت يا ڪم ازڪم سنڌ ائڊمنسٽريٽو ڪائونسل جي پريزيڊنٽي مونکي ڏياري.

خانبهادر الهہ بخش بہ ان لاءِ اميدوار آهي. صلاح ڏي تہ ڳڏيل تڪ ڪجن يا جدا. زميندارن جو فرنچائيز گهٽائي ۵ سو روپيہ ڍل تي آڻجي.

خانبهادر ڪهڙو سنڌ آزاد ڪانفرنس جي ورڪنگ ڪميٽيءَ ۾ جدا تڪ واري سوال تي توسان شامل راءِ نہ آهي. هو ڳڏيل تڪ جي فائدي ۾ آهي.

اهڙو نہ هراءِ باوجود ميٽنگ ۾ ڪورم نہ هئڻ جي بہ پاس ڪري سرڪار کي موڪلڻ لاءِ مونکي چوي ٿو. وغيره"

**۱٦- اگسٽ ۱۹۳۵ع- سن.**

مسٽر ٿهلراماڻي لکي ٿو تہ "خدا ڪارساز آهي. ڪيلڪٽر توکي نقصان پهچائي. ان ڪان اڳ ٻاڻ ختم ٿي ويو. ڪيس بمبئي ۾ سرڪاري پرنٽنگ پريس ۾ مئنيجر ڪري رکيو ويو آهي. وغيره"

**۲۳- اگسٽ ۱۹۳۵ع- سن.**

مون سرشاهنواز ڀٽو وزير لوڪلباڊيز بمبئي سرڪار کي مسٽر ٿهلراماڻيءَ جي لاءِ لکيو تہ "ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ دادو ٿهلراماڻيءَ جي اضافي لاءِ سفارش ڪئي. ڪليڪٽر وري ڪيس ڪڍڻ لاءِ سفارش ڪئي آهي. جنهن لاءِ ڪوبہ سبب ڪونہ ڏنو اٿس، تون انصاف ڪج."

**۲٦- اگسٽ ۱۹۳۵ع- ڪراچي.**

خانبهادر نور نبي ڪليڪٽر دادوءَ جي چارج ڇڏي. ان جي جاءِ تي مسٽر بي ڪي ٻنيل ڪليڪٽر ٿي آيو.

**۲۷- آگسٽ ۱۹۳۵ع- حيدرآباد سنڌ.**

حيدرآباد ۾ زميندار بئنڪ جي ميٽنگ ۾ شرڪت ڪيم. ڪيترا ماڻهو پاس ٿيا.

**۲۸- اگسٽ ۱۹۳۵ع- ڪراچي.**

سنڌ پراونشل ڪوآپريٽو بئنڪ جي ڪمن سان ڪراچيءَ چند ڏينهن لاءِ ويس.

**۴- سيپٽمبر ۱۹۳۵ع دادو.**

ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ دادو جي ميٽنگ ٿي. جنهن ۾ خانبهادر محمد پريل ڪلهوڙي پريزيڊنٽيءَ لوڪلبورڊ ڇهن مهينن لاءِ موڪل تي وڃڻ جي درخواست ڪئي.

ان وقت صدارت جا فرائض مون بجا آندا. ها درخواست بورڊ کان قبول ڪرائي پوءِ پنهنجي وائيس پريزيڊنٽيءَ جي استعيفا جي درخواست پيش ڪري قبول ڪرايم. پنهنجي جاءِ تي يار محمد جوڻيجو کي وائيس پريزيڊنٽ چونڊايم. جنهن ڪري هو ازخود ائڪٽنگ پريزيڊنٽ ٿي ڪم ڪرڻ لڳو.

**(نوٽ)**

اهو ان ڪري قدم کنيم ته ماڻهن کي خبر پوي ته منهنجي خانبهادر ڪلهوڙي جي مخالفت. خود غرضي جي بنياد تي نه هئي بلڪ پبلڪ مفاد جي نقطه نگاه کان هئي.

**۳۰- سيپٽمبر ۱۹۳۵ع- سن.**

سيد شاهه نوازشاهه ٽنڊي مان لکي ٿو ته" سيد پيارعلي شاهه ۽ ميان پير محمد عقيلي مسٽر دلاور حسين کي نواب شاهه مان بدلي ڪرائي، ڪراچيءَ ۾ رکڻ لاءِ ستايو آهي. مهرباني ڪري انجي بدلي ڪراچيءَ ڪرايو."

**۱۲- آڪٽوبر ۱۹۳۵ع- سن.**

سيد ميران محمد شاهه پوني مان خط لکي ٿو ته "مسٽر پنجابي رجسٽرار ڪوآپريٽو سوسائٽي بمبئي تن جي ڊگهي عرصي جي قرض ملڻ لاءِ. سنڌ پراونشل ڪوآپريٽو بئنڪ کي سفارش ڪئي آهي. هاڻ سنڌ پراونشل بئنڪ لونڊ سنڌ زميندار بئنڪ کي اوهان کي قرض ڏيڻ جو اختيار ڏيندي. اوهان زمين به سڌاري سگهندا. بنگلي جي قرض جون قسطون به ادا ڪري سگهندا."

**۱۷- آڪٽوبر ۱۹۳۵ع- سن.**

سيد مهر علي شاهه خط لکي ٿو ته "سندس ۽ شاهه عبدالرحيم شاهه تي هلندڙ ڪيس سرڪار ڊل جا پيسا ٽپيدارن جي صلاح سان نه ڏيڻ ڪري جو ڪيس داخل ٿيو آهي. ان ۾ ڪوٽڙي تعلقي جا ڪي ٽپيدار شاهد آهن. انهن کي سمجهايان. سرشاهنوا پٽي کي لوڪلبورڊ ٽرم وڌائڻ لاءِ لکان."

**٣-٤-٥-٦ نومبر ١٩٣٥ع- دادو.**

لوڪلبورڊ دادو جي ميٽنگن جي ڪم سان دادو ۾ هوس.

**٨ کان ١١ نومبر ١٩٣٥ع- ڪراچي.**

ڪراچيءَ ۾ ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ ڪراچي، سنڌ پراونشل ڪوآپريٽو بئنڪ ڪراچي، ملير سوسائٽي ۽ ٻين سياسي، سماجي ۽ ثقافتي ڪمن ۾ حصو ورتم.

**١٢- نومبر ١٩٣٥- سن.**

مسٽر ٿهلراماڻي ميمبر مان خط لکي ٿو ته "شمس الدين ولد محمد پريل ڪلهوڙي کي بمبئي سرڪار تعلقه لوڪلبورڊ ميهڙ جي پريزيڊنٽيءَ تان لاهي ڇڏيو آهي.

وري ساڳي ڏينهن دادو مان لکي ٿو ته بمبئي سرڪار جا هيٺيان آرڊر اڄ دادو ۾ پهتا آهن:

١- خانبهادر محمد پريل ڪلهوڙو دادو ضلع لوڪلبورڊ جي پريزيڊنٽيءَ تان ١٥ ڏينهن اندر استعيفا ڏئي.

٢- پياري خان لغاري جو معامله سندس جواب اچڻ بعد فيصل ڪيو ويندو.

٣- مسٽر ٿهلراماڻي چيف آفيسر ضلع لوڪلبورڊ دادو کي نوڪري کان برطرف ڪجي ٿو."

**١٢- نومبر١٩٣٥ع- سن.**

سيد ميران محمد شاهه لکي ٿو ته "اوهانجو خط مون سيني عزيز ۽ دوستن کي پڙهي ٻڌايو. جنهن ۾ اوهان مونکي پير بقادار شاهه جي سامهون هالن تڪ مان اميدوار نه بيهڻ جي هدايت ڪئي هئي.

تنهنڪري حيدرآباد مان بيهڻ جي صلاح قائم بيٺي.

ڪامريڊ عبدالقادر ۽ جيٺمل پرسرام ٽنڊي جام ۾ هارين جي ڪانفرنس سڏائي آهي. ٻڌڻ ۾ آهي ته مسٽر نور محمد اتي ويندو ۽ هاري

ورڪران جي ... ۾ اعلان ڪندا. اوهان کين سمجهائيندا"

**١٦ نومبر ١٩٣٥ع- سن.**

مسٽر نهلراماڻي دادؤ مان لکي ٿو تہ "سندس نوڪريءَ کان برطرفي جو آرڊر بمبئي سرڪار کي ڪيڻو هو، پر ڪمشنر ريز وليوشن پڙهي، ضلع لوڪلبورڊ کي لکي موڪليو آهي تہ مسٽر نهراماڻيءَ کي نوڪريءَ مان ڪڍيو وڃي نہ تہ گرانٽ نہ ڏبي"

**١٦- نومبر ١٩٣٥ع-** حيدرآباد کان بمبئيءَ ويس. ٢٢٠ نومبر تائين اُتي هوس.

نهلراماڻيءَ جي ڪم سان بمبئيءَ ويس. لوڪلبورڊ طرفان سندس خلاف ڪابہ شڪايت نہ هئي، صرف خانبهادر نور نبي ڪليڪٽر جي لکڻ تي ڪيس بنا سبب جي برطرف ڪيو ويو هو. سا نيڪ ڳالهہ نہ هئي.

سرشاهنواز ڀٽي. وزير لوڪل سيل گورمينٽ کي وڃي مليو، سموري حقيقت پيش ڪيم پر هن ان کي ٻڌو اڻ ٻڌو ڪري ڇڏيو. جي سرڪاري عملدارن جي لکئي جي هو ڪهڙي طرح مخالت ڪري ٿو سگهي.

انتي آءٌ نااميد ٿي موٽي آيس. اپولي هوٽل ۾ رهيو هوس، سيڪريٽري لوڪلباڊيز کي ملي واپس آيس.

**١٨-نومبر ١٩٣٠ع-** بمبئي صبوح جو سينٽرل سٽيشن تي لهي اپولو هوٽل ۾ اچي رهيس روم نمبر ٩٨ ۾ ٨ روپيہ روزانہ هئا. پوءِ تاج محل هوٽل ۾ اچي حاتم علوي کي روم نمبر ٤٠٧ مليس. تولاڻي مسٽر امداس سان روم نمبر ١٠٨ ۾ مليس. گزدر سان روم نمبر ١١٢ ۾ مليس. مسٽر ڪرپالاڻي جنرل سيڪريٽري بمبئي سرڪار سان ملي نهلراماڻيءَ بابت احوال ڪيم. جنهن سرشاهنواز ڀٽو سان ملي احوال ڪرڻ لاءِ چيو پوءِ ڪائونسل ۾ وڃي سرشاهنواز ڀٽي سان ملي احوال ڪيم. ان رخ ڪونہ ڏنو. رات، جو ڇاموٽ، محمد علي شاه متياريءَ واري سان ملي تارا پوريوالا جي دڪان تان ڪتاب خريد ڪري، اچي هوٽل ۾ ويٺس.

**١٩- نومبر ١٩٣٥ع-** بمبئي صبوح جو مير بنده علي خان ۽ خانبهادر کهڙي سان ملي پوءِ سيڪريٽريٽ ۾ مسٽر ڪرپالاڻيءَ کي ملي ڀٽي بابت احوال ٻڌايم. پوءِ ڪائونسل هال ۾ ويهي. شام جو بوهوڪل برادرس جي ڪوٺيءَ جا موليڏني مسافرخاني جي سامهون هئي. اتان ٿي رات جو موٽي آيس. هوٽل ۾ مسٽر تولاڻيءَ جي روم ۾ نوجوان يوروپين عورتون ڏٺم.

**٢٠ - نومبر ١٩٣٥ع-** بمبئي صبوح جو مسٽر پبي ائڊزنمز اڪائونٽنٽ کي مليس پوءِ خانبهادر غلام نبي خان، ڄام جان محمد جوڻيجي. سردار بهادره جي جاءِ تي ويس - جي ڪونه هئا. موٽي ايس. وري اچي تارابوريوالا کان ڪتاب خريد ڪيم. پوءِ پوهومل برادرس وٽ مسٽر ڏيارا، وٽ ماني کاڌم شام جو ميران محمد شاه سان مليس جو ان ڏينهن پهتو هو. رات جو ميران محمد شاه مون سان گڏ اچي هوٽل 'بولو ۾ رهيو. مس فلورين ۽ مس ادرين مليون. سيلز ڪنٽرول جو ثبوت پيش ڪيو ويو.

**٢١- نومبر ١٩٣٥ع-** بمبئي صبوح جو ڏيارام کي ڪٺي بريل ۾ سروج موويٽون سٽڊيو ۾ وياسون. ڪجهه ترسي موٽي ڪائونسل هال ۾ اچي ويهي شام جو مسٽر شڪور وٽ ميران محمد شاه سان گڏ ملڻ ويس. رات جو ڊاڪٽر حميد جي ڊنر تي وڃڻ ٿيو. جتي پروفيسر شوڪت ترڪ ڪابل يونيورسٽيءَ جو مليو. ان سان گڏ سندس ڏيءُ به هئي جا به پروفيسر هئي. مسز قزلباش سان اتي واقفيت ٿي. مس هيلينا به اتي واقف ٿي.

مسز حميد نهايت شريت ۽ مهمانواز عورت هئي. شام جو حاتم علويءَ کي مليس. ڊينگومل ۽ ترنرمل تڏاڻي مليا.

**٢٢- نومبر ١٩٣٥ع -** بمبئي صبوح جو ڏيارام سان گڏ وري سراج موويٽون ايسٽرن آرٽس اسٽڊيو ڏٺم. پوءِ ڪائونسل هال مان ويهي شام جو حاتم علويءَ سان گڏ گهمي، رات جو مير بنده علي خان، ميران محمد شاه تولاڻي سان گڏ. شهر گهمي رات جو ١١ بجي اچي هوٽل ۾ سٽاسون.

**٢٣- نومبر ١٩٣٥ع-** بمبئي صبوح جوميران محمد شاه ڪائونسل هال ڏي ويو ۽ آئون ۽ پرنسپل پٺاڻي حاتم علوي وٽان ٽي موٽي آياسون. شام جو ريس ڪورس تولاڻي ميران محمد شاه سان گڏ ڏسڻ ويس. پوءِ تاج محل هوٽل ۾ وڃڻ ٿيو. اتان ٿي پوءِ يوسف افندي ۽ مسٽر غزنوي سئنيما سٽارس سان ملياسون اتان سينٽرل اسٽيشن تان گاڏيءَ ۾ چڙهي ڳوٺ لاءِ روانو ٿيس.

**٢٤- نومبر ١٩٣٥ع-** گاڏي حاتم علوي ۽ فدا حسين شيخ. پرنسپال پٺاڻي ۽ آئون هڪ ئي گاڏي ۾ هئاسون. شام جو ابو روڊ تي ماني کائي، گاڏيءَ ۾ سُتاسون. سچ لهڻ وقت ڪجهه وقت سڪون ڪيوسون.

**٢٥- نومبر ١٩٣٥ع-** صبوح جو ڇوڙ اسٽيشن تي سوب

بدلائي وري پنهنجا ڪمرا پائي. ڪوٺڙيءَ کان گاڏي بدلائي سن آيس مون بہ ڪتاب حاتم علوي ۽ پرنسپل بناڻيءَ کي پڙهڻ لاءِ ڏنا. جي بمبئي. مان خريد ڪيل ڪتابن مان هئا.

١- انسائيڪلوپيڊيا آف سيڪسيوئل ناليج- گريٽ ڪانيٽپريز هئا.

**٢٧ نومبر ١٩٣٥ع- سن.**

سيد ميران محمد شاهہ بمبئيءَ مان لکي ٿو "تہ اوهان جڏهن موڪلائي واپس موٽيا تہ مون سرشاهنواز پٽي کان پڇيو تہ جو. جي اسم سيد کي ٺهلراماڻيءَ جي سوال تان نااميد ڪري موٽايو اٿئي. هن جواب ڏنو تہ سندس طبعيت ٺيڪ نہ هئي.

ان ڪري ساڻس وڌيڪ گفتگو ڪري نہ سگهيس. ازانسواءِ جڏهن سرڪاري آرڊر نڪري چڪو هو تہ هاڻ ڇا ڪري ٿي سگهيو. چيو اٿس تہ جيڪڏهن دوباره ٺهلراماڻي. لوڪلبورڊ، ڪليڪٽر ۽ ڪمشنر جي سفارش سان اپيل ڪري تہ معاملي تي غور ڪبو."

وڌيڪ ميران محمد شاهہ لکي ٿو تہ هو ٣٠- تاريخ موٽي سنڌ ايندو."

**١ ڊسمبر کان ٦ ڊسمبر ١٩٣٥ع- مجيد ڪيريي جو ڳوٺ.**

زمين تي مجيد ڪيريہ جي ڳوٺ ۾ هوس. سيد ميان خير شاهہ اتي آيو. ان سان سنڌ اسيمبليءَ جي چونڊن بابت گفتگو ڪئي ويئي.

**٩ کان ١١ ڊسمبر ١٩٣٥ع- ڪراچي.**

سنڌ پراونشل ڪوآپريٽو بئنڪ، مليرسوسائٽي. سب سي صلاح مشورن ڪراچي ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ جي معاملن ۽ سياسي پارٽي ٺاهڻ جي ڪم ۾ مشغول رهيس.

**١١ ڊسمبر ١٩٣٥ع- ڪراچي.**

نئين ڪليڪٽر مسٽر پٽيل، مسٽر ٺهراماڻيءَ جي بحال ڪرڻ لاءِ سفارش ڪئي.

**١٤- ١٥ ڊسمبر ١٩٣٥ع- دادو.**

دادو ۾ ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ دادو جون ميٽنگون هيون. بورڊ مسٽر ٺهلراماڻيءَ کي بيگناهہ ٺهرائي، ڪيس پڪي ڪرڻ لاءِ ٺهراءُ پاس ڪيو.

**١٧- ڊسمبر ١٩٣٥ع- حيدرآباد.**

لوئر سنڌ زمينداري بئنڪ جي ميٽنگ ۾ شرڪت ڪير

**١٨- کان ٢١ ڊسمبر ١٩٣٥ع- ڪراچي.**

مختلف ڪمن جهڙوڪ لوڪلبورڊ ڪراچي، سنڌ ۾ ونسل بئنڪ، ميير ڪوآپريٽو سوسائٽي، نئين سياسي پارٽي ناهڻ، ثقافتي ڪمن سان ڪراچيءَ ۾ هوس.

**٢٠- ڊسمبر ١٩٣٥ع- ڪراچي.**

سيد ميران محمد شاه کي مون خط لکيو ته سڪرنڊ تعلقه ۾ پوليس جي ظلمن جي ڳالهين پڌڻ لاءِ ناتال ۾ سڪرنڊ اچج. بين دوستن کي گهرايو ويو.

**٢٣- ڊسمبر ١٩٣٥ع- دادو**

دادو ضلع لوڪلبورڊ جي ميٽنگ ٿي. ان ۾ ڪمشنر سنڌ جو ٣٠ نومبر ١٩٣٠ع وارو ليٽر، خانبهادر محمد پريل ڪلهوڙي جي استعيفا سان گڏ پهتو.

اها استعيفا بورڊ منظور ڪئي ۽ ميان يار محمد جوڻيجي کي دادو ضلع جو بڪيءَ طرح پريزيڊنٽ چونڊيو ويو.

**٢٩- ڊسمبر ١٩٣٥ع- سن.**

حاتم علوي، پير الاهي بخش، مسٽر دستور، مسٽر ٿهلراماڻي، سن ۾ مون وٽ مهمان ٿي آيا.

**٣٠- ڊسمبر ١٩٣٥ع- سن.**

پيو فرزند امداد محمد شاهه ڄائو.

**٣٠- ڊسمبر ١٩٣٥ع- سن.**

علامه آءِ آءِ قاضي جو انگلنڊ مان خط پهتو. ڪيس پٽ ڄمڻ جو اطلاع ڏنو ويو. سندس نالو به قاضي صاحب جي نالي سان مشابهت وارو هو.

**٣١- ڊسمبر ١٩٣٥ع- سڪرنڊ- مجيد ڪيريو.**

سڀ دوست گڏجي مجيد ڪيريي جي ڳوٺ وياسون. جتان سڪرنڊ ويسون. اغا خان محمد مئنيجر سڪرنڊ فارم مهماني ڪئي. مسٽر بارڪزئي سان مليا سون. ماڻهن کان پوليس جي ظلمن جو داستان ٻڌو ويو. ميران محمد شاه اسان جي واپس اچڻ بعد آيو. اتان موٽي سن آياسون.

**(نوٽ )**

١٩٣٤ء ١٩٣٥ع سالن جو گهڻو حصو. لوڪلبورڊ ڪراچي ۾ موجود چيف آفيسر ڪي ڪڏي بي آفيسر رکڻ. دادؤ ۾ ٺهڙاماٽي ڪي مدد ڪرڻ. خانبهادر محمد پريل ڪلهوڙي ڪي لوڪلبورڊ جي پريزيڊنٽي، تان هٽائڻ. نئين سياسي پارٽي ناهڻ. سنڌ پراونشل ڪوآپريٽو بئنڪ. ٻين بئنڪن ۽ سوسائٽين ۾ حصو وٺڻ. زمين سڌارڻ. ثقافتي ۽ سماجي ڪمن ۾ مصروف رهيس.

# باب ستون

## انهيءَ دور جي ڪن واقف ماڻهن جو مختصر احوال

هن باب ۾ سنڌ جي چند مکيه ملڪي ڪارڪنن يا معزز ماڻهن جي زندگيءَ جو مختصر احوال پيش ڪندس. جن سان انهي عرصي ۾ گڏجي ڪم ڪرڻو پيو يا واقفيت ٿي يا سندس ناماچار پکڙيل هو. سندن نالا هيٺان آهن:

نمبر نالو معزز جو سڄو رهندڙ تعلق وغيره

١ سيد حاجي اسدالله شاھ ولد سيد علي رضا شاھ - باجارا - سيوهڻ

٢- سيد پير الهيار شاھ ولد پير نور محمد شاھ- متياري- هالا

٣- مير ايوب خان ولد ڄام مير خان- ڪراچي

٤- خانبهادر الهه بخش خان ولد خداد خان گبول =

٥- رئيس امام بخش خان ولد علي بخش خان ڳاهو- گهوڙاباري

٦- خانبهادر آردشير هرمسجي ماما- ڪراچي

٧- وڏيرو الهڏنو ولد ميان محمد صديق ميمڻ- ڏڙو- ميرپوربٺورو

٨- علامه امداد علي امام علي قاضي - حيدرآباد

٩- خانبهادر حاجي امام بخش خان خانبهادر غلام رسول خان جتوئي- جتوئي- مورو

١٠- مخدوم مان بصرالدين ولد مخدوم احمد صاحب صديقي- سيوهڻ

١١- سيد ميان بديل شاھ ولد ميان نواب شاھ- نواب شاھ-

١٢- پير ميان پلڻ شاھ ولد ميان آگيڏنو شاھ جيلاني- نورائي- ٽنڊو محمد خان

١٣- مسٽر ڄمشيد نسروانجي ميهتا- ڪراچي

١٤- پير علي بخش شاھ ولد پير سيد لطف علي شاھ- ٻٽ شاھ- هالا

١٥- سيد حاجي عبدالحڪيم شاھ ولد سيد الهه بخش شاھ - لڪڙ- ٽنڊو محمد خان

١٦- سيد حاجي عبدالرحيم شاھ ولد سيد محمد رحيم شاھ- سجاول

١٧- شيخ عبدالحق ولد شيخ عبدالله- ڪوٽڙي- ڪراچي
١٨- مسٽر عبدالرحمن ولد حافظ محمد يعقوب- حيدرآباد- ڪراچي
١٩- مسٽر عبدالجبار= = =حيدرآباد
٢٠- وڏيرو محمد عثمان ولد ميان محمد صاحب سومرو- ٺٽو
٢١- رئيس عليمراد خان ولد رئيس غلام شاه لغاري - مير خان لغاري - سڪرنڊ
٢٢- خانبهادر خير محمد خان ولد رئيس ڏتل خان هانڊيو- لاڙيون شاهبندر
٢٣- سيٺ حاجي محمد جعفر ولد سيٺ رحمت الله خواجو- ميرپور بٺورو
٢٤- سيد خانبهادر حسنعلي شاه ولد سيد غلام نبي شاه - مٽياري
٢٥- سيد حاجي فضل علي شاه ولد سيد غلام نبي شاه پين - سيوهڻ
٢٦- شيخ ميان جلال الدين ولد شيخ بقادار صاحب - پير ڀنو - ڪھوڙاباري
٢٧- پير غلام حيدر شاه ولد پير ميان صاحبڏنـ شاه - بلڙي - ٽنڊو محمد خان
٢٨- مخدوم غلام محمد صاحب ولد مخدوم ظهيرالدين صاحب - هالا
٢٩- خليفو حاجي غلام محمد ولد خليفو ماڪرپيو - جاتي
٣٠- خانبهادر سيد غلام نبي شاه ولد سيد موج علي شاه - ميرپورخاص
٣١- مسٽر غلام علي ولد ميان غلام حسين چاڳلا- ڪراچي.
٣٢- مولوي غلام احمد صاحب ولد حاجي بچل خان ملڪائي- ملڪائي- دادو
٣٣- راءِ بهادر شيوارام ڏيون مل وزيرائي- ڪراچي
٣٤- خانبهادر مير غلام محمد خان ولد مير محمد خان صاحب ٽالپر - ٽنڊو باگو
٣٥- سيد [illegible] شاه سيد نجف علي شاه مڪر الاهي - ٺٽو
٣٦- سيد [illegible] شاه سيد معصوم محمد شاه - سعيد پور ٽنڊو محمد خان
٣٧- [illegible] محمد رجب ولد محمد روشن شفيعائي- ٺٽو
٣٨- خانبهادر [illegible] ڊاڪٽر سهزيار دادا ڀائي- ڪراچي
[illegible] مولوي محمد صادق ولد مولوي ميان عبدالله صاحب - کدو - ڪراچي
[illegible] مولوي محمد سليمان ولد حاجي هارون شورو - ڀنو - ميرپوربٺورو
[illegible] - ميان محمد سليمان ولد ميان عبدالقادر محمد حافظ ميمڻ حيدرآباد

۴۲- سيد ميران محمد شاه ولد سيد زين العابدين شاه =
۴۳- مسٽر محمد هاشم ولد ميان فيض محمد گزدر - ڪراچي
۴۴- قاضي عبدالرحمن ولد ميان محمد صديق =
۴۵- خانبهادر محمد پريل ولد ميان قادر بخش خان ڪلهوڙو - باليشاه - ميهڙ
۴٦- سيد حاجي محمد شاه ولد سيد حاجي مير اول شاه باقيل پوٽو - مٽياري
۴۷- پير ميان محمد شاه ولد پير محمد شير ساه جيلاني ذڪري - سڪرنڊ
۴۸- ملڪ ميان فريد خان ملڪ چنا خان ملڪاڻي - ملڪ راڄ - جاتي
۴۹- پير ميان غلام مجدد ولد ميان عبدالحليم سرهندي- مٽياري
۵۰- راءِ بهادر سيٺ وشنداس سيٺ نهالچند- مانجهو - ڪراچي
۵۱- خانبهادر ولي محمد ولد ميان حسنعلي افندي - مانجهو - ڪراچي
۵۲- سردار واحد بخش خان ولد ميان الاهي بخش خان پٽو - نئون ديرو
۵۳- ميان قلندر بخش صاحب ولد حاجي محمد صاحب صوفي - ڏورونارو
۵۴- مسٽر طيب علي ولد علي ڀائي علوي - ڪراچي
۵۵- ميرزا قليچ بيگ صاحب ميرزا فريدون بيگ - ٽنڊونوڙهو - حيدرآباد
۵٦- سردار نورالدين خان ولد شڪرخان مينگل بروهي -
۵۷- بابا حاجي مير محمد ولد بلوچ خنا سيلاوٽ - ڪراچي
۵۸- بيگم مريم حاتم بدرالدين طيب جي =
۵۹- بيگم نصرت- حاجي عبدالله هارون =
٦۰- مسز گل بانو- مينوالا =
٦۱- مسٽر حاتم- علي ڀائي علوي =
٦۲ - مسٽر هوشنگ نادر شاهه ايدلجي ڏنشا - ڪراچي
٦۳- خانبهادر عظيم خان عنايت علي خان ٻناڻ - هالا پراڻا
٦۴- خواجه حسن جان خواجه عبدالرحمن سرهندي - ٽنڊو سائينداد
٦۵- مسٽر جيٺمل پرسرام گلراجاڻي - حيدرآباد
٦٦- ڏنشا پيٽنجي دستور - ڪراچي
٦۷- سردار بهادر محمد بخش الاهي بخش شيخ - شڪارپور - حيدرآباد
٦۸- سيد غلام رسول شاه ولد سيد امام الدين شاه - هالاڻي - ڪنڌيارو
٦۹- ارباب حاجي خميسو ولد وڏيرو گل محمد ميمڻ - دڙو
۷۰- مسٽر ٽي. ايل. واسواڻي - حيدرآباد- پونا ( انديا )

# جي- ايم- سيد اڪيڊمي سان
## طرفان ڇپايل ڪتاب

1- سنڌي ڪلچر
2- سنڌ جا سورما
3- چوند ادبي مضمون
4- پنهنجي ڪهاڻي پنهنجي زباني (جلد پهريون)
5- سنڌ جي ڪهاڻي
6- ون يونٽ جي ڪهاڻي
7- خطبات سيد
✔8- پيغام لطيف
9- ديار دل ۽ داستان محبت
10- موجوده سياسي مسئلا
11- جيئن ڏٺو آهي مون
12- نئين سنڌ لاءِ جدوجهد
13- سنڌ جي بمبئيءَ کان آزادي
14- جيسا مين ني ديکا
15- سنڌوءَ جي ساڃاهه (ٻه جلد مڪمل)
16- ساهڙ جا سينگار
17- خط ۽ مضمون
18- سنڌ ڳالهائي ٿي
19- سائين جي.ايم. سيد جون تحريرون (جلد پهريون)
شامل ڪتاب:
١. سنڌ جا سورما
٢. سنڌي ڪلچر
٣. جديد عالمي سياست
٤. مسلم سربراهه ڪانفرنس جو تجزيو
٥. پاڪستان هاڻ ٽٽڻ گهرجي
✔20- سنڌو ديش ڇو ۽ ڇالاءِ؟
21- جديد سياست جا نو رتن
22- مسلم سربراهه ڪانفرنس
23- پاڪستان جو ماضي حال ۽ مستقبل
✔24- پنهنجي ڪهاڻي پنهنجي زباني (جلد ٻيو)

**گهرائڻ لاءِ لکو:**

معرفت پوسٽ باڪس نمبر 58، جي.پي.او پوسٽ آفيس حيدرآباد

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاڻُو، ياڇوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَ-نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ-نَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَ-نَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَ-نَ ڪا خُصوصي ۽ ٽالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَ-نَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَ-نَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَ-نَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَ-نَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن ڪي ڪُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ ڪان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن ڪي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ ڪي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ ڪي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ ڪي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني ڪي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڇڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن:

گيتَ بہِ ڇڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اٽجاٽائي ڪي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناڊانيءَ جي نشاني آهي.

پَنَ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)